تاريخي دستاويز

# سنڌو درياءَ جي پاڻيءَ بابت ڪاميٽيءَ آڏو سنڌ جو مقدمو

(1971ع)




رپورٽ: عبدالوهاب شيخ

سنڌيڪار: اسلم خواجه

سنڌي ترجمي تي نظرثاني: فضل الله قريشي



Publication

# سنڌو دريا جي پاڻيءَ بابت ڪميٽيءَ آڏو سنڌ جو مقدمو

(17 کان 22 مئي 1971ع تائين ڪراچيءَ ۾ 27 مئي 1971ع تائين ۽ 31 مئي کان 1 جون 1971ع تائين، 3، 7 ۽ 9 سيپٽمبر 1971ع تائين لاهور ۾)


پاران: عبدالوهاب شيخ

سنڌ صوبي جو عيوضي ۽ چيف انجنيئر آبپاشي (ترقيات)

همڪاري ڪندڙ:

**اسماعيل آءِ ڪتري**

ڊپٽي سيڪريٽري (آپريشن) آبپاشي کاتو

۽

**خليل احمد سومرو**

سپرنٽنڊنگ انجنيئر، پاڻي ورڇ سيل


**سنڌيڪار: اسلم خواجا**

**نظرثاني: فضل الله قريشي**


MV PUBLICATION

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو | سنڌو دريا جي پاڻيءَ بابت ڪميٽيءَ آڏو سنڌ جو مقدمو |
| صنف: | رپورٽ |
| ڇاپو: | پهريون |
| ڇاپي جو سال: | 2017ع |
| ڪمپوزنگ: | شيردل اعوان 03133413659 |
| ٽائيٽل: | سهيل احمد شيخ |
| ڇپائيندڙ: | ماءِ پبليڪشن سکر |
| قيمت: | رپيا |
| ڪتاب نمبر: | 42 |

ڪتاب ملڻ جا هنڌ: ڪانيا واڙ ڪتاب گهر، اردو بازار ڪراچي. ٿامس اينڊ ٿامس، ريگل چوڪ ڪراچي. ڪنگ پن ڪتاب ميلو پريس ڪلب حيدرآباد ـ سنڌي لينگويج اٿارٽي، حيدرآباد. اشرف بڪ اسٽال، مسجد روڊ، نوابشاهه. رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو. وسيم ڪتاب گهر، شڪارپور. ڪامريڊ ڪتاب گهر، ڄامشورو. نيشنل بڪ اسٽور، پنج گلو خيرپور. الفتاح نيوز ايجنسي ۽ ڪتاب گهر مهراڻ مرڪز سکر. عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ سکر. ناولٽي بڪ اسٽور، ميرپور ماٿيلو. المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، سانگهڙ. ڪنگري بڪ هائوس، ميرپور خاص.

لکپڙه لاءِ

**ماءِ پبليڪشن سکر**

03213985031, 03153461584

mypublicationsuk@gmail.com

# پبلشر نوٽ

جيستائين سنڌو درياءَ بندن اندر بند نہ ٿيو ھو تيستائين ان جي ٻوڙان ٻوڙ جا قصا ھوندا ھئا. انگريزن جي دور ۾ جڏھن نھري نظام رائج ڪيو ويو ۽ درياءَ جي ٻنھي پاسن کان بند ٻڌا ويا تہ ستت ئي درياءَ تي بيراجن جي اسڪيمن ۽ پاڻي ورڇ جھڙا معامرا سامھون آيا. اھڙي ريت سنڌ ۽ پنجاب صوبن ۾ خاص طور ۽ لاڳاپيل ٻين صوبن ۾ عام طور پاڻي تڪرار شروع ٿيا. انگريز سرڪار ان حوالي سان مختلف گڏجاڻيون ڪيون، ويھين صديءَ جي چاليھہ واري ڏھاڪي ۾ ھڪ ٺاھہ بہ ٿيو. پر ھڪ صوبي پاران ان ٺاھہ جي جوھر تحت عمل نہ ٿيو ۽ تضاد وڌندو رھيو جيڪو ھلندڙ آھي. پاڪستان ٺھڻ کانپوءِ بہ مختلف ڪميشنون ۽ ڪاميٽيون ٺھنديون رھيون.

1971ع ڌاري ڪراچي ۽ لاھور ۾ پاڻيءَ جي ورڇ ۽ اسڪيمن جي حوالي انڊس واٽر ڪميٽي ٺھي جنھن ۾ سنڌ جي سپوت انجنيئر عبدالوھاب شيخ پنھنجي ٽيم سميت سنڌ جو ڪيس ڀرپور انداز ۾ پيش ڪيو. ان رپورٽ/ڪاروائي جو سنڌيءَ ۾ اسلم خواجہ پاران ڪيل ترجمو حاضر آھي. ان سلسلي ۾ ادارو محترم فضل الله قريشي، محترم ادريس راجپوت ۽ محترم اعجاز احمد قريشي صاحبن جو ٿورائتو آھي جن مسودي جي حوالي سان وک وک تي رھنمائي ڪئي ڇو تہ ھي رپورٽ انتھائي ٽيڪنيڪل نوعيت جي آھي ان تي روايتي انداز ۾ ڪم ڪرڻ مشڪل ھو.

ملڪ جي پاڻي وارن معامرن کي سمجھڻ جي حوالي سان ھن رپورٽ جي وڏي اھميت آھي. سنڌوءَ دريا جي پاڻي ورڇ وارن معامرن تـوڙي ڊيمن جي اڏاوتن جون حقيقتن کي بہ ظاھر ڪيو ويو آھي.

پبلشر

# جيئن مون ڏٺو پڙهيو ۽ سمجهيو

سائين عبدالوهاب شيخ صاحب جو مڪمل تعارف ڪتاب ڪور تي ڏنل آهي، آءُ هتي ساڻس پنهنجي وابستگي بابت ۽ ڪجهه ڪتاب بابت گذارش ڪندس.

سندس ننڍو ڀاءُ حفيظ شيخ سن 1957_58 ۾ گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد ۾ منهنجو هم ڪلاسي هيو ان ڪري فيملي سان ڄاڻ سڃاڻ ٿي. بعد ۾ آءُ خيرپور ۽ سکر هليو ويس ۽ حفيظ NED ڪراچيءَ ۾. حفيظ سن 2001 ۾ بطور چيف انجنيئر سکر/ڪوٽڙي بيراج رٽائر ٿيا. هو سيڪريٽري نہ ٿي سگهيو البت سندن ڀاءُ عبدالرشيد شيخ صاحب سيڪريٽري آبپاشي سنڌ هئا.

وهاب صاحب سان پهريون پيرو ملاقات لاهور ايريگيشن سيڪريٽريٽ (پراڻي انارڪلي) واري عمارت ۾ 1966ع دوران ٿي. پاڻ ان وقت ڊپٽي سيڪريٽري هئا، بعد ۾ ڪوئٽا بدلي ٿي ويا ۽ ون يونٽ تائين بطور چيف انجنيئر ۽ سيڪريٽري آبپاشي اُتي ئي رهيا.

ون يونٽ ٽٽڻ بعد جلد ئي سائين سنڌ ۾ آيا، جتي پهرين ئي شير محمد بلوچ صاحب سيڪريٽري هو جِن جو فرزند عالم بلوچ اڳتي هلي سيڪريٽري ۽ ايڊيشنل چيف سيڪريٽري آبپاشي سنڌ ٿيو ۽ پاڻي تاهه صحيح ڪيائين. سن 1991ع ۾ عالم صاحب بعد ۾ اسلام آباد ۾ فيڊرل سيڪريٽري پڻ رهيو ۽ سندن ڀيو فرزند نويد ڪامران بلوچ سنڌ ۾ سيڪريٽري فنانس ۽ چيف منسٽر جو پرنسپل سيڪريٽري رهيو.

بجلي ۽ پاڻيءَ جي معامرن ڪانسواءِ بہ سندن ٻين مسئلن تي دسترس هئي. ضيا ۽ غلام اسحاق واري 10 سالہ دور ۾ هو اسلام آباد ۾ رهيا. غلام اسحاق خان کين ڏاڍو ڀائيندو هو. هُو سنڌ طرفان "مرڪزي سليڪشن بورڊ" تي لاڳيتو ميمبر رهيا ۽ ڪافي سنڌي دوستن، آفيسرن کي سندن پروموشن ۾

باقائده مدد ڪندا هئا. بشرطيڪ وقت تي کين تفصيلات مهيا ڪيا وڃن.

لاهور سيڪريٽرٽ ۾ ڪافي سال نوڪريءَ ۾ پاڻيءَ واري ڪيس وڙهڻ ڪانپوءِ ساري پاڪستان جو آبپاشي سسٽم سندن آڱرين تي هيو ۽ هر تفصيل کين ازبر ياد هئي. CDWP يا ECNEC جي ميٽنگ ۾ هو ڪيس بغير سرڪاري بريف جي پيش ڪندا هئا.

سنڌ ۾ ون يونٽ ٽٽڻ جي بعد اٺن نون سالن ۾ وهاب صاحب گهٽي حد تائين ساري سسٽم جي بهتري ۽ واڌاري لاءِ ڪم ڪيو ان زماني ۾ جيئن تہ ايترا وسائل نہ هوندا هئا ان ڪري ڪيتريون رٿائون. جيڪي سندن ذهن ۾ هيون خصوصاً سڄي پاسي واري سکر بيراج واهن جون. سي عمل ۾ نہ اچي سگهيون.

آسي واري ڏهاڪي ۾ LBoD کي مختلف ڏهن ڊونرس وٽ پيش ڪري منظور ڪرائڻ سندن وڏي ڪاميابي هئي. اگرچي هلي Implementation (عمل درآمد) ۾ ڪيتريون خاميون ٿيون پر ان وقت تائين سائين رٽائر ٿي چڪو هو.

سنڌ ۾ "دادو - مورو برج" جو وقت سر مڪمل ڪرڻ بہ سندس ڪاميابي چئي سگهجي ٿي.

سائين جڏهن فيڊرل سيڪريٽري ٿيو تہ تربيلا ڊيم (1968-1976) مڪمل ٿي چڪو هيو پر تمام گهڻيون مشڪلاتن (Teething Troubles) جو شڪار هيو. هڪ سيمون ۾ پيو "ٽنل" ٻئي وڏا مسئلا هئا ۽ بطور سيڪريٽري سندن جوابداري واپڊا کان وڌيڪ هئي. واپڊا ۾ ان وقت گهڻا تڻا چيئرمين فوجي جرنيل ايندا هئا پر جيئن تہ غلام اسحاق خان پاڻ واپڊا چيئرمين رهيو هيو ۽ سندس وهاب صاحب سان رستو سئو هيو ان ڪري "بيمار تربيلا" کي ٺيڪ ڪرڻ جي جوابداري وهاب صاحب تي آئي ۽ هن ان تاريخي اهم ترين منصوبي کي چڱو ڀلو ڪيو ويو ان ۾ تقريباً ٽي سال لڳي ويا. ان کان اڳ پڻي صاحب جي صلاح سان تربيلا ۾ هڪ هيٺئين سطح وارو ٽنل (Low Level Tunnel) اضافي طور ٺاهيو ويو. ان جو مقصد خصوصاً سنڌ ۾ زراعت لاءِ اضافي پاڻي مهيا ڪرڻو هيو.

چيو وڃي ٿو تہ تربيلا جا ٽنل ان وقت دنيا جي وڏن ٽنلن جي برابر هئا. ساڳئي وقت 80 جي ڏهاڪي ۾ فرانس ۽ انگلينڊ درميان "يورو ٽنل" پئي

رٽيو ويو. جڏهن وهاب صاحب هڪ ڀ دفعا فرانس ويو تہ گورنر جنرل فضل حق باقائدا مخالفت ڪئي. چيئرمين واپڊا کي هدايت ڪئي وئي تہ پنهي صوبن سان فرداً فرداً ڳالهائي، هنن کي قائل ڪري، ڪيبنٽ ۾ اهڙي طرح ڪويہ فيصلو ڪونہ ٿيو.

جيتري قدر آءُ سمجهان ٿو سيڪريٽري واٽر ۽ پاور طور وهاب صاحب جو دور طويل ترين هو (87__1979). چاڪاڻ جو مٿي GIK ۽ صدر ضيا هئا ان ڪري آفيسر خصوصاً سيڪريٽري گهٽي عرصي تائين رهندا هئا. توڻين جو عمر 60 کان وڌيڪ هجي، ان ڪري سائين کي Extension ملنديون رهيون.

سائينءَ جي رٽائرمينٽ بعد آءُ بہ جلدئي 1989 ۾ سنڌ ۾ بطور ايڊيشنل چيف سيڪريٽري ترقيات اچي ويس، ان ڪري ملاقاتون جاري رهيون. اهڙي طرح ملاقات دوران سندن سنڌي مسلم هائوسنگ سوسائٽي واري بنگلي تي سنڌ ـ پنجاب پاڻيءَ جي مسئلن تي گفتگو پئي هلي. پاڻ جَهڙَ لاءِ اندر ويا ۽ هڪ ڪتاب / رپورٽ کڻي آيا. چيائون تہ هي پڙهو معاملو واضح نہ ٿئي تہ پيهر اچجو. مون رپورٽ ڏٺي اها رپورٽ هي هئي، "جيڪا هاڻي اوهانجي سامهون آهي."

مون ڪافي عرصو اهو پاڻي ڪيس پڙهيو ۽ دوستن سان بہ صلاح ڪئي. ان وقت اعجاز قريشي حيدرآباد ۾ رهائش پذير هيو ڪيس بہ هڏايم ۽ صلاح بيٺي تہ ان کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرائجي. ترجمو ڪرائڻ ۽ ڇپائڻ لاءِ پئسا گهربل هئا. دوست عبدالرحمان شوري سان ذڪر ڪيم، هُن پئسن جي حامي ڀري ۽ ڪجهہ هزار ان وقت ئي ڏنائين باقي لاءِ بہ واعدو ڪيائين. شورو صاحب جي قومي ڪمن ۾ مالي امداد ڪرڻ ۾ ڀيو ڪو مَٽُ نہ هيو. اسانجا ڪافي دوست شورو صاحب کان وڌيڪ آسوده ۽ وڏن عهدن وارا هئا پر هُن جهڙي دل ڪنهن کي نہ هئي. سندس مون تي احسان آهي، ڪڏهن مايوس نہ ڪيائين. خدا کين وڏي حياتي ڏئي ۽ خوش خرم رکي.

اعجاز معرفت هڪ وڏي/ مها دانشور کي اها جوابداري ۽ پئسا سونپياسي. ڪجهہ ڪاغذ بہ خريد ڪياسين. پر پوءِ "پئسا ۽ ڪاغذ ڳئون کائي وئي." آءُ اڃا تائين شوري صاحب جو مياري آهيان!

بينظير صاحب جي زماني ۾ سنڌ وري ڪالا باغ تي اعتراض واريا ۽ ECNEC ۾ فيصلو ٿيو تہ چيئرمين واپڊا جنرل زاهد علي اڪبر ۽ سنڌ جي ماهرن تي مشتمل ڪميٽي فيصلو ڪندي تہ ڪالا باغ ڪي اڳتي ڇا ڪجي؟ بطور (ACS(P&D. مزمل صاحب سيڪريٽري آبپاشي جي صلاح سان مرحوم منظور شيخ ميمبر پلاننگ ڪميشن ۽ وهاب صاحب ڪي پنهنجي طرفان نمائنده مقرر ڪيوسين ۽ عبدالرسول ميمڻ صاحب بہ انهن جي معاونت ڪندو. اهڙين ڪميٽن ۾ بہ ڪو فيصلو نہ آيو. هڪ لحاظ سان اهو مُنهنجو وهاب صاحب سان آخري "سڌو سرڪاري تعلق" هو. بعد ۾ سائين جڏهن گورنر سنڌ جو صلاحڪار ٿيو تہ آءٌ واپس اسلام آباد وڃي چڪو هئس (1994-95) سندس نياڻو شبير ڏهر اسلام آباد ۾ هيو ۽ ان معرفت سائينءَ سان رابطو۔ رستو رهندو آيو.

وهاب صاحب سنڌ جو مايہ ناز فرزند. اعلي پائي جو انجنيئر هو. سندس علم جي وسعت جو اندازو تڏهن ٿيندو جڏهن اوهين "هي رپورٽ" تسلي سان اڪر بہ اڪر بمع جدولن جي پڙهندا.

15 آڪٽوبر 1970 تي حڪومت پاڪستان فضل اڪبر "ڪميٽي" تشڪيل ڏني ۽ هن ڪتاب ۾ سنڌ طرفان پيش ڪيل ڪيس جو بيان آهي. جيئن تہ اها هڪ فني (Technical) طرز جي رپورٽ آهي. ان تي وڏيڪ جائزه (ٽيڪا ٽپڻي) ادريس صاحب ڏيندو آءٌ ڪجهہ اهم نڪتن تي وضاحت ڪندس ان ڪري ٿورو برداشت ڪندا.

1945 ۾ پاڪستان ٺهڻ بعد پاڻيءَ جي ورهاست لاءِ معتبر دستاويز "سنڌ ۔ پنجاب معاهدو" تصور ڪيو پئي ويو. پر سنڌو طاس ٺاهہ " Indus Basis Treaty" ڪانپوءِ زميني حقيقتون بدلجي ويون. ان ڪري پهرين "اختر حسين" سابق گورنر مغربي پاڪستان (1957-60) جي ڪميٽي 1969 ۾ مقرر ٿي. ان جو ڪو فيصلو سامهون نہ آيو ان ڪري حڪومت اوير پاڪستان هاءِ ڪورٽ جي جج فضل اڪبر تحت نئين ڪميٽي ون يونٽ ٽٽڻ بعد مقرر ڪئي. پنجاب جو نمائندو پهرين ميان عليم الدين صاحب هو جيڪو سنڌ ۾ چيف انجنيئر ۽ بعد ۾ مغربي پاڪستان ۾ سيڪريٽري آبپاشي رهيو. بقول عباسي (ANG) جي هُو تمام شريف ۽ مدبر قسم جو بي

تعصبي ماڻهو هو. پر جلدئي ان کي هٽائي چوڌري مظهر علي کي نامزد ڪيو ويو. مظهر صاحب جو مون سان ذاتي رستو سالها سال (سنہ 1966-2006) رهيو. تمام هوشيار پر سخت پنجاب پرست هو ۽ سرڪاري رٽائرمنٽ بعد بہ قريباً 20 سال پنجاب جي نمائندگي ڪندو رهيو.

وهاب صاحب "سنڌ طاس پاڻي معاهدي" بعد وارن حالتن بابت ڪيس پيش ڪندي هيٺان اهم مامرا / مسئلا بيان ڪيا آهن:

1. سنڌ پنجند مان ايندڙ سراسري 32MAF پاڻي وڃائيندي جيڪو آخر ربيع ۽ اول خريف، بيلن ۽ ڊيلٽا لاءِ سودمند هو.
2. جيڪڏهن سنڌو جو پاڻي (لنڪ ڪنال وسيلي) هيٺائين زون ڏانهن منتقل ڪيو ويو تہ سنڌ ۾ نہ رڳو موجوده ۽ زير تعمير ڪينال متاثر ٿيندا پر آئنده جي ترقي جا رستا بہ بند ٿي ويندا.
3. سکر بيراج کان هيٺ گهٽ پاڻي تفويض ڪرڻ بعد اوسر ٿيندڙ پاڻي ۽ ڪوٽڙي بيراج تي مناسب ڪٽ نہ هئڻ سبب درمياني ڪچو ڪينجهر ڍنڍ ۽ ڪراچيءَ لاءِ پاڻي جي فراهمي مڪمل طور نہ ٿيندي.
4. دريائي ۽ ساحلي پٽيءَ وارا بيلا متاثر ٿي بنهہ ميٽجي ويندا.
5. ساموندي لوڙياٽ جي پيش قدمي سبب ڪوٽڙي بيراج جي پوڪيءَ واري ايراضي (ڊيلٽا واري آبادي) متاثر ٿيندي. ان ڪري پوڇڙيءَ واري هڪ برج (Tailend or Salinity Barrage) اڏي ان تباهيءَ کان جزوي طور تي بچي سگهجي ٿو.

سائينءَ بيا بہ ننڍا وڏا نقصان ٻڌايا ۽ انهن کي "اهم ايذا" Injuries يا Main Injuries چيائين (صفحو 58 کان 60).

(بدقسمتيءَ سان سندس 50 سال اڳ ڪيل ڳالهيون اڄ سچ ثابت ٿي رهيون آهن.)

وهاب صاحب هڪ کان وڌيڪ جڳهن تي تربيلا جي پاڻيءَ تي سنڌ جو حق جتايو آهي. ها! البتہ جڏهن سنڌ جي بيراجن جي پورت ٿي وڃي تہ پوءِ اهو پاڻي پنجاب استعمال ڪري سگهي ٿو. دراصل سنڌ ـ پنجاب پاڻي معاهدو (1945) ۾ بہ ان ئي ڳالهہ تي زور ڏنو ويو هو تہ سنڌوءَ تي پهريون حق سنڌ (۽ بلوچستان) جو تسليم ڪيو ويو.

ساري ڪيس ۾ ڏنو ويجي تہ زور مٿئين ڳالهين تي رهيو آهي ۽ ان ئي پسمنظر ۾ صفحہ 8 تي لنڪ ڪينالس (تونسہ - پنجند. چشمہ جهلم) جو ذڪر ڪندي لکي ٿو:

"بدقسمتي سان تازو ئي سنڌ جي اڌجاڻائي ۾ سنڌو جي جسم ۾ بہ ويڪرا ڀالا ٽنبيا ويا آهن جيڪي جورن جيان سنڌ جو ست چڪيندا رهيا تہ سنڌ بيابان بڻجي ويندي"

ياد رهي تہ ان ساري Process يعني سنڌ طاس معاهدي ۾ سنڌ جا انجنيئر شريڪ نہ هئا. ان بابت صفحي 9 ۽ 10 تي ذڪر آهي. ان جو لب لباب اهو آهي تہ "باوجود سنڌي سينئر ۽ قابل انجنيئرن جي هوندي سنہ 1959 ۽ ان کانپوءِ ڳالهين ۾ سنڌ جو ڪو انجنيئر موجود نہ هو. ايتري قدر جو معاهدي بعد جڏهن رٿابندي ۽ منصوبا چونڊڻ ۽ عمل ڪرڻ جو مرحلو آيو تہ سنڌ طاس صلاحڪاري بورڊ (Indus Basin Advisory Board) IBAB ٺاهيو ويو ۽ باوجود سنڌ جي شڪايتن جي اُن کي نہ ٻڌو ويو وغيره." ان بورڊ ۾ بہ سنڌ جي ڪائي نمائندگي ڪونہ هئي.

بقول وهاب صاحب تہ "اباب" جون ترجيحون صرف پنجاب ۽ لنڪ ڪنالس هئا. سکر بيراج. سنڌ جو سم ڪلر يا ڊيلٽا ۽ ٻيلا ان جي ترجيحن ۾ شامل نہ هئا (صفحہ: 17). اڳتي هلي لنڪ ڪنالن جي تصور کي ننديندي وري لکي ٿو تہ "ايوب خان پنهنجي سوانح "Friends not Master" ۾ لکيو تہ "تربيلا جو پاڻي سنڌ جي ترقي ۽ واهن پرڻ لاءِ آهي." معنيٰ تہ پنجاب لنڪ ڪئنال ذريعي سنڌو جو پاڻي نہ ٿو کڻي سگهي. ياد رهي تہ ايوب خان چيپٽر IV ۾ صفحي 113. 107 سنڌ طاس منصوبي متعلق بيان ڪيو آهي. اهو تمام اهم ۽ پڙهڻ جهڙو آهي."

لنڪ ڪئنالن جو ذڪر ڪندي صفحہ 23 تي جنرل جيلانيءَ طرفان سال 1971 ۾ چشمہ لنڪ کي زوريءَ کولڻ جو ذڪر بہ آهي. جڏهن تہ سنڌ ۾ ربيع جو فصل تيار ٿي رهيو هو ۽ خريف پوکيءَ لاءِ پاڻيءَ جي سخت ضرورت هئي. ان وقت سکر بئراج واهن تي بہ وارابندي ڪرڻي پئي. وهاب صاحب ان کي "پنجاب جي نہ ڪٽندڙ هيچ" سان تعبير ڪيو آهي.

سنڌ لاءِ وڏيڪ پاڻي جي گهرج واري بحث کي پورو ڪندي وهاب

صاحب صفحي 44 تي چئي ٿو:

”سنڌ لاءِ ايندڙ 15 سالن دوران ترقياتي پروگرام لاءِ مستقل پاڻي جي گهرج کي انتهائي ڪفايت شعاريءَ سان ڪٿيو ويو آهي. سنڌ جي زراعت لاءِ اضافي پاڻي جي تفويض انتهائي ضروري آهي نہ تہ ان جي تباهيءَ وارو مرحلو سگهوئي اچي پهچندو. خاص طور تي ان صورت ۾ جڏهن مٺي پاڻيءَ جو سنڌ ۾ ڪو ٻيو ذريعو ڪونہ آهي.

اها هڪ قسم جي پاڪستان ۽ پنجاب لاءِ وارننگ هئي تہ ورهاست ۾ انصاف کان ڪم وٺن ۽ سنڌ جي ضرورتن کي توڙي موڙي پيش نہ ڪن ۽ پنجاب جو ضرورتون وڌائي پيش نہ ڪن.

مٺي پاڻيءَ جي وڌندڙ استعمال ۽ ناهہ ڪري گهٽجندڙ فراهمي ڪري ساموندي چاڙهہ ۽ ڊيلٽا جي تباهي ٿيندي. ان جو حل بار بار وهاب صاحب. ”ساحلي بيراج يا لوٽياڻي بيراج“ تجويز ڪئي آهي (صفحو 56). جڏهن صوبہ سرحد جو نمائندو سيد حامد وهاب صاحب کان ان بيراج ( Tailend Barrage) بابت وضاحت گهري ٿو تہ وهاب صاحب صفح 240 (۽ اڳتي) ان جي اهميت ۽ وضاحت مثالن سان سمجهائي ٿو. ساڳئي ريت انهيءَ ميمبر کي صفحي 243 کان 246 سمجهائي ٿو تہ ڪوٽ ڪيئن اسانجي (سنڌ) ٻيلن ۽ ساحلي علائقن ۽ ڊيلٽا کي بريءَ طرح متاثر ڪندي.

سنڌ جي معاون ميمبر ڪتري صاحب صفحي 121 تي (۽ اڳتي). سنڌ پنجاب معاهدو/ مسودي) ۽ ان جي اهميت تي روشني وڌي آهي ۽ ثابت ڪيو آهي تہ هر ورهاست ڪندي ان ۾ بيان ڪيل ”حدن“ جو احترام ڪيو وڃي ۽ اهو بہ ٻڌايو تہ سڌي يا اڻ سڌي طور سنہ 1945 کان سنہ 1970 تائين ورهاست ان جي بنياد تي پئي ٿي ۽ ٻهرين وڏي ڇڪتڙي ۽ ناانصافي تڏهن ٿي جڏهن جنرل جيلاني گورنر پنجاب جي حڪم سان لنڪ ڪئنال وهائي درياءَ سنڌ جو پاڻي جهلم ڏانهن موڙيو ويو جڏهن تہ ان وقت سکر بيراج تي ڪوٽ سبب ”وارابندي“ هئي ۽ ڪوٽڙي تي بہ پورو پاڻي ڪونہ هو.

وهاب صاحب جي ٻئي معاون خليل احمد سومري صاحب وري صفحي 160 ۽ اڳتي هلي، ”جَر واري پاڻيءَ بابت. ان جو دريائي پاڻي سان گڏ استعمال. پنجاب ۾ هزارين لڳل سرڪاري SCARP ٽيوب ويل ۽ انهن مان

ملندڙ واڌارو پاڻي جي موجودگي ان جي مقابلي ۾ سنڌ ۾ نہ برابر مٺي پاڻيءَ جا ذخيره. SCARP جي پاڻيءَ جو زراعت لاءِ ناقابل استعمال هجڻ جا دليل ڏنائين." جج صاحب بہ لقمہ ڏيندو رهيو ۽ لڳو ايئن پيو تہ ضرور سنڌ کي ان جو لاڀ ملندو پر ائين نہ ٿيو.

مون رپورٽ ڪافي دفعا پڙهي آهي جيئن تہ پنجاب جو مڪمل ڪيس سامهون نہ آهي ان ڪري چئي نٿو سگهجي تہ هنن ڇا چيو پر اسانجي ڪيس ۾ ڪا جهول نظر نہ ٿي اچي.

ان جي برخلاف فضل اڪبر رپورٽ يعني ڪميٽي جون "سفارشات ۽ Findings" اسان جي تقريباً ضد ۾ هيون. سنڌ پنجاب معاهدي کي جيتوڻيڪ بنيادي دستاويز تصور ڪيو ويو پر تفويضات (Allocation) ڏيندي پيرن ترجيحات کي بہ شامل ڪيو ويو. ڏنل "ضميمہ" ۾ هن مهل تائين پاڻيءَ جي قائم ٿيل سيني ڪميشن جي سفارشات کي هڪ جدول ۾ بيان ڪيو ويو آهي ان مان اوهان کي ڪجهہ اندازو ٿيندو.

زير زمين پاڻيءَ لاءِ تسليم ڪيو ويو آهي تہ پنجاب بہ وسيع اڻ کٽ زيرِ زمين پاڻيءَ جا قابل استعامل ذخيرا آهن ۽ ان وقت هلندڙ اسڪارپ ٽيوب ويل پروگرام منجهہ بہ پنجاب بي حد پاڻي ڪٽي رهيو آهي. ان بعد آخر ۾ چيو ويو تہ "ان جي باوجود تاريخي دريائي پاڻي وهڪرن کي نظر انداز نہ ٿو ڪري سگهجي."

تربيلا پاڻيءَ بابت بہ سنڌ جي ترجيحي حقن کي تسليم نہ ڪيو ويو ۽ پنجاب کي ياڳي - ياڻيوار ڪيو ويو.

جملہ 250 صفحن (انگريزي رپورٽ) ۾ 150 صفحا وهاب صاحب جي طرفان لنڪ ڪنالس. جملہ پاڻي جي سنڌ ۽ پنجاب لاءِ ضرورتون. سنڌ جي بيلن ۽ ڊيلٽا لاءِ ضرورتون مطلب تہ هر طرح کان ان تي بحث ٿيل آهي ۽ پنجاب طرفان ٿيل دعوائن کي انگين اکرين رد ڪيو ويو آهي.

بنيادي دستاويز سنڌ پنجاب عهدنامو ئي چيو ويو آهي ڇاڪاڻ جو ان وقت تائين پاڻي ورهاست بابت اهو هڪڙوئي "مستند دستاويز" هيو. پنجاب ڪوشش پئي ڪئي تہ ان جي ناڪار ڪري Disputed ڏيکاري پر اسان سمجهون ٿا تہ وهاب صاحب جج صاحب کي قائل ڪرڻ ۾ ان سلسلي ۾

ڪامياب ٿيو. ان سلسلي ۾ ڪتري صاحب سنڌن معاون هيو. ہيو اهم معاملو هيو تہ زيرِ زمين پاڻي کي بہ حساب ۾ شامل ڪيو وڃي ۽ پنجاب پنهنجون ضرورتون خصوصاً ترقياتي نيون رٿائون ٺاهڻ وقت دريائي ۽ زميني پاڻيءَ کي گڏ ڪري حصو مختص ڪيو وڃي. ان معاملي تي بہ 50 صفحا انگين ـ اکرين جدولن سان بحث ٿيل آهي جنهن ۾ خليل سومرو صاحب سنڌن معاون هيو. جيتريقدر مون سمجهيو آهي تہ اسانجي ٽيم جج صاحب کي قائل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي هئي تہ زيرِ زمين پاڻي کي بہ ورهاست جي حساب ۾ ڳڻيو وڃي.

سنڌ جو پراڻو مطالبو تہ اپرندي درياءَ هندستان کي ڏيڻ بعد ۽ اولهندي دريائن جو پاڻي متبادل طور پنجاب ۾ ورهائڻ بعد پنجند کان هيٺ ايندڙ تقريباً 30MAF کان سنڌ محروم ٿي ويو ان ڪري دريائي ٻيلا ۽ ڊيلٽا تباهہ ٿي ويندا ۽ سمنڊ ڪاهي ايندو پر رپورٽ ۽ سفارشات ۾ ان کي بہ گول ڪيو ويو.

صنعتي ۽ گهريلو استعمال خصوصاً ڪراچيءَ لاءِ جيڪا اضافي پاڻي جي گهر ڪئي سون ان کي بہ نظر انداز ڪيو ويو.

لامحالا اهڙي رپورٽ يا سفارشون سنڌ لاءِ قابلِ قبول ڪونہ هيون. ان ڪري سنہ 1977 ۾ ان وقت جي هڪ سنڌي سيڪريٽري قانون "جسٽس عبدالحئي قريشي" ڪائونسل آف ڪامن انٽرسيٽ جي سفارش مطابق چيف جسٽس آف پاڪستان ۽ چئني صوبائي چيف جسٽسن تي مشتمل نئين "ڪميشن" پاڻي ورهاست لاءِ ٺاهي جنهن جا مول متن تقريباً اهي ئي هئا جيڪي جسٽس فضل اڪبر ڪميٽي جا هئا. ان ڪميٽي جو چيئرمين جسٽس انوارالحق هو (81-1977). ان ڪميٽي کي هدايت ڪئي وئي تہ رپورٽ CCI لاءِ 9 مهينن اندر پيش ڪئي وڃي (ضميمو 2). ڪميٽي وڏيڪ وقت گهريو پر رپورٽ منظور نہ ٿي. ان جي بعد سنہ 1982 جون ۾ (5 سال بعد) ڪميٽيءَ جون سفارشات سڌو "صدر ضيا" ڏي موڪليون ويون. پاڻي بجلي وزارت سان مشوري بعد تقريباً هڪ سال پوءِ مارچ 1983 ۾ چيف جسٽس پاڪستان "حليم صاحب" کي هڪ صدارتي خط ذريعي هدايت ڏني تہ اهي سفارشون ڪندي فضل اڪبر ڪميٽي جي رپورٽ نظر ۾ رکي ان بنياد تي چئني صوبن سان مشوره ڪري ٿوري گهٽي ڦير ڦار ڪري عمل ۾ آندو وڃي.)

ڏسو ضياالحق صدر جو خط ضميمو 3).

چاڪاڻ جو فضل اڪبر ۽ حليم رپورٽون منهنجي خيال ۾ هڪ رخيون هيون ان ڪري عمل ۾ نه آيون ۽ پاڻيءَ جي ورهاست عارضي بنيادن تي ٿيندي رهي.

جيئن ته پنجاب مٿي آهي، هو پنهنجا استعمال (Uses) آهسته آهسته وڌائندا ويا جيڪي هاڻي هو (Historical Uses) تاريخي ورهاستون چون ٿا. تربيلا بعد سيني فصلن لاءِ پاڻيءَ ۾ واڌارو ٿيو پر آءٌ سمجهان ٿو اهو منصفاڻي طور ورهايو نه ويو ۽ اڄ به ڪوٽ واري وقت ۾ يا جڏهن پنجاب لنڪ ڪئنال کولائي ٿو ته جهيڙا ٿيو پون. سمنڊ کي ڏڪڻ لاءِ نه مجوزه پاڻي آهي نه وري Tailend/ Salinity, Costal/ Barrage نهي سگهيو آهي.

**موجوده صورتحال:**

1991 ۾ پاڻي ناهه تي ويو ان کي CCI ۽ پارليامنٽ ۽ سنڌ اسيمبلي به قبول ڪيو پر سنڌ ۾ ڪجهه ٽيڪنوڪريٽس بشمول سينٽر عبدالمجيد قاضي ۽ ANG عباسي ان کي قبول نه ڪيو.

اوهان ضميمه پهريون ڏسندا ته سنه 1945 کان مختلف ڪميشن ۽ عارضي ورهاست دوران (تربيلا ۽ تربيلا بعد) جملہ پاڻي قابلِ ورهاست 100-63 کان MAF 102.93 طئي ڪيو ويو آهي، جنهن کي 1991 ۾ غالباً سيني کي خوش ڪرڻ لاءِ وڌائي MAF 114.35 تعين ڪيو ويو ايتري پاڻي ڪٽڻ جي گنجائش نه اڳ سسٽم ۾ هئي ۽ نه ئي اڄ 26 سال تي سگهي آهي. عام طور جملہ ڪٽتون (With Drams) 100 کان MAF 104 رهن ٿيون، البته سنه 01-2000 ۾ MAF 106.9 ڪٽت هئي.

پنجاب طرفان چيو وڃي ٿو ته پاڻي ناهه شق نمبر 6 مطابق ان ۾ آئنده جا ذخيرا (Future Storage) شامل آهن حالانڪ ناهه جي شق نمبر 4 ۾ وضاحتي طور لکيل آهي ته وڏيڪ پاڻي 114.35 کان وڏيڪ: 14:12:37:37 جي حساب سان سنڌ، پنجاب، بلوچستان ۽ خيبر پختونخواهه ۾ ورهايو ويندو.

بهرحال هاڻي صرف ارسا کي مضبوط ڪرڻو آهي ته ناهه ۾ جو ڪجهه لکيل آهي ان تي عمل ٿئي ۽ اڪثريت جي بنياد تي ناهه جي روح

جي منافي فيصلو نہ ٿئي. وهاب صاحب، اضافي پاڻي نہ ملڻ جي صورت ۾ ڊيلٽا ۾ دريائي ٻيلن جي تباهي (Wipe out) ٿيڻ جي پيشنگوئي ڪئي ۽ اڄ 40 سالن ۾ سنڌ جا لکها ايڪڙ ٻيلا بہ برباد آهن ۽ ڊيلٽا ۾ بہ لکها ايڪڙ زمين سمنڊ ڳڙڪائي ويو آهي ۽ انهن ٻنهي شين جي بربادي ۽ تباهي کي روڪڻ لاءِ سنڌ سرڪار ڪوبہ مثبت قدم نہ کنيو آهي نہ کڻڻ لاءِ تيار آهي.

ٻيلن کي وڏرائي سرڪاري طور زمين بااثر ماڻهن ۾ ٻڳڙين مُٺ ورهائي وئي آهي. هاڻي اُتي پاڻي جون مشينون (Lift and Tube well) هڻي لکها ايڪڙ آباد ڪري فائده حاصل ڪيا وڃن ٿا. "صحيح رڪارڊ ۽ پڙتال" نہ هئڻ ڪري سرڪار کي ۽ عام ماڻهن کيِ اِنجو ڪو لاڀ ڪونهي يعني آبيانہ ۽ ڍَلَ.

ٻئي طرف ڪيترا دفعا ڪوسٽل بيراج جي رٽ آئي آهي ۽ تازو سينيٽر ڪريم خواجہ صاحب سنڌ سرڪار کي ۽ پاڪستان سرڪار کي انگين اکرين تفصيلات مهيا ڪري اهڙي گذارش ڪئي پر اڄ ٻن سالن گذرڻ بعد بہ نہ سنڌ سرڪار ڪو تحرڪ ورتو آهي ۽ نہ ئي مرڪزي حڪومت طرفان خرچ ڪيا پئي ويا آهن.

ان سڄي آبپاشي سسٽم جي تباهي جي ڳالهہ ڪيو تہ سياستدان پنجاب کي ڏوهي چوندا. برابر پنجاب ۽ سنڌ جو مسئلو آهي پر اهو جيڪو هر سال اوهان وٽ 36 کان MAF 47 پاڻي اچي رهيو آهي ان جي ڪيئن ٿا ورهاست ڪيو؟ اهو سوال سيني کان اهم آهي، حاڪمان وقت، چونڊيل ميمبر، سول سوسائٽي، زراعتي نمائنده جماعتون وغيره! لاءِ.

آخر ۾ عرض آهي تہ هي "پاڻيءَ جو ڪيس / رپورٽ" سنڌ جا سڄڻ، انجنيئر، دانشور، گهڻ گهرا، سياستدان، سڀ پڙهن ۽ سنڌ جو ڪيس سمجهن، گهٽيون زميني حقيقتون بدلجي چڪيون آهن. پر سرزمين سنڌ ۽ سنڌو قائم دائم آهي. يونيورسٽيون ۽ اهم تعليمي ادارا انهن رپورٽن جو لاڀ وٺڻ ۽ شاگردن کي پاڙهين.

سنڌ ـ پنجاب جو پاڻي ورهاست جو جهيڙو 1991 واري ٺاهہ بعد ختم نہ ٿيو آهي ۽ نہ ئي ٿيندو اسين هن رپورٽ جي روشني کي وري هڪ دفعو پنهنجي "پاڻيءَ حقن" (Water Rights) لاءِ استعمال ڪيون. رپورٽ جو

جائزو وٺڻ ۾ ضرورت ٿئي ته بين الاقوامي / عالمي عدالت هيگ ۾ به وڃون.

سار سنڀار (Maintenance) جو حال اهو آهي ته دريائي بندۂ واهه ته ڇڏيو شاخن (Minors and Distributaries) ۾ به گهارا متواتر پئجي رهيا آهن. ان جو سبب اهو آهي ته رڪپال وارا اسٽاف ڊيوٽي تي نه آهي يا نالائق آهي. ڇيو وڃي ٿو ته جيئن ميونسپل ۽ ٽائون ڪميٽين ۾ سفيد پوش "ڀنگي" وارڪو ريڪارڊ ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ رکيا ويا آهن تيئن آبپاشي کاتي ۾ به ڇيو وڃي ٿو سفارشي سفيد پوش ڀرتي ٿيا آهن جيڪي شاخن ۾ ڪڙين تي ڊيوٽي ڪرڻ ۽ سار سنڀار ڪرڻ کان قاصر آهن.

اهڙي ريت شاخن ۽ واهن تي سالها سال اڳ جا وڻ ڪٽي ۽ نوان پوکي هڪ ٻي تباهيءَ کي دعوت ڏني وئي جنهن سان واهن ۾ گهارا به پون ٿا ۽ گرميءَ ۾ به شديد واڏارو ٿيو آهي.

جيڪڏهن خرچن کي ڏسندا ته سنڌ آبپاشي کاتي ۾ گذريل پنجن سالن ۾ (17ـ2012) ۾ گڏائي به نه ٿيا آهن. اهڙا خرچ ڪاغذن تي آهن يا سرزمين تي اهو ته NAB ٻڌائي سگهي ٿو. اهي اربين روپيه ساري سسٽم جي منصفانه نموني خرچ نه ٿيا آهن. ڪجهه مخصوص ماڻهن لاءِ مخصوص هنڌن تي خاص ڪمن خصوصاً Selective Lining of Canals Distribution اهو صرف سياستدانن، حڪمرانن ۽ ڪامورن جو مسئلو نه آهي. پاڻي سنڌ جي ڇهه ڪروڙ ماڻهن جو مسئلو آهي جن مان اڌ کان وڌيڪ اڄ حڪمرانن جي نالائقي ۽ نااهلي ڪري غربت، بک ۽ ڪمزوريءَ ( Mal Nutrition) ۽ بيمارين جو شڪار آهن.

آءٌ سمجهان ٿو هن رپورٽ پڙهڻ بعد ٻيا دوست ۽ مون کان وڌيڪ لائق، سڄاڻ ۽ سنڌ کان گهڻ گهرا ان تي روشني وجهندا ۽ ترجيحات ۽ حڪمت عملي (Future Strategy) طئي ڪندا.

سدائين گڏ ـ جيئي سنڌ

جيئي پاڪستان

دعاگو فضل الله

اسلام آباد

جولاءِ 2017

ضمیمہ 1

# Water Allocation Among Four Provinces of Pakistan (MAF)

| Sr. No. | Season/Province | Water Accord (1991) | | Sindh-Punjab Draft Agre-1945 | | Fazal-i-Akbar Comm. 1972 | | Haleem Comm. 1982 | | Pre-Tarbela Withdrawl - 70 - 74 | | Post-Tarbela Withdraw 75 - 79 | | Re-marks |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| | | Volume | % | Volume | % | Volume | % | Volume | % | Volume | % | Volume | % | |
| 1 | 2 | 3 | 4 | 5 | 6 | 7 | 8 | 9 | 10 | 11 | 12 | 13 | 14 | |
| 1 | **Kharif** | | | | | | | | | | | | | |
| | i) Punjab | 37.07 | 48.00 | 33.64 | 46.00 | 37.33 | 50.00 | 34.66 | 52.60 | 31.34 | 49.70 | 33.38 | 53.10 | |
| | ii) Sindh | 33.94 | 44.00 | 35.51 | 48.40 | 33.61 | 45.00 | 28.11 | 42.70 | 30.10 | 47.70 | 27.76 | 44.20 | |
| | iii) N.W.F.P. | 3.48 | 4.50 | 3.18 | 4.30 | 3.18 | 4.00 | 1.80 | 2.70 | 1.67 | 2.60 | 1.71 | 2.70 | |
| | iv) Balochistan | 2.85 | 3.50 | 0.98 | 1.30 | 0.98 | 1.00 | 1.29 | 2.00 | - | - | - | - | |
| | Sub-Total | 77.34 | 100.00 | 73.31 | 100.00 | 75.10 | 100.00 | 65.86 | 100.00 | 63.11 | 100.00 | 62.85 | 100.00 | |
| 2 | **Rabi** | | | | | | | | | | | | | |
| | i) Punjab | 18.87 | 51.00 | 14.69 | 54.00 | 15.23 | 55.00 | 19.83 | 53.80 | 15.44 | 54.60 | 20.98 | 56.30 | |
| | ii) Sindh | 14.82 | 40.00 | 10.54 | 38.50 | 10.18 | 36.50 | 14.93 | 40.50 | 11.67 | 41.30 | 15.05 | 40.30 | |
| | iii) N.W.F.P. | 2.30 | 6.00 | 1.85 | 6.50 | 1.94 | 7.00 | 1.29 | 3.50 | 1.17 | 4.10 | 1.26 | 3.40 | |
| | iv) Balochistan | 1.02 | 3.00 | 0.24 | 1.00 | 0.48 | 1.50 | 0.82 | 2.20 | - | - | - | - | |
| | Sub-Total | 37.01 | 100.00 | 27.32 | 100.00 | 27.83 | 100.00 | 36.87 | 100.00 | 28.28 | 100.00 | 37.29 | 100.00 | |
| 3 | **Total** | | | | | | | | | | | | | |
| | i) Punjab | 55.94 | 48.90 | 48.33 | 48.00 | 52.56 | 51.00 | 54.49 | 53.00 | 46.78 | 51.20 | 54.36 | 54.30 | |
| | ii) Sindh | 48.76 | 42.60 | 46.05 | 46.00 | 43.79 | 42.50 | 43.04 | 42.00 | 41.77 | 45.70 | 42.81 | 42.70 | |
| | iii) N.W.F.P. | 5.78 | 5.10 | 5.03 | 5.00 | 5.12 | 5.00 | 3.09 | 3.00 | 2.84 | 3.10 | 2.97 | 3.00 | |
| | iv) Balochistan | 3.87 | 3.40 | 1.22 | 1.00 | 1.46 | 1.50 | 2.11 | 2.00 | - | - | - | - | |
| | Sub-Total | 114.35 | 100.00 | 100.63 | 100.00 | 102.93 | 100.00 | 102.73 | 100.00 | 91.39 | 100.00 | 100.14 | 100.00 | |

**Annexure-II**

Government of Pakistan

**MINISTRY OF LAW AND PARLIMENTARY AFFAIRS**

(Law Division)

Islamabad the 21st March 1977

**NOTIFICATION**

S.R.O No. _____ Whereas the Council of Common Interest has requested the President under clause (2) of Article 155 of the Constitution, to appoint a Commission to make recommendations of the question of appointment of the Waters of the Indus River System.

I. Now, therefore, the President is pleased to constitute a Commission composed of:-

a) Chief Justice of Pakistan — Chairman
b) Chief Justice of the Lahore Hight Court — Member
c) Chief Justice of the High Court of Sind — Member
d) Chief Justice of the Peshawar High Court — Member
e) Chief Justice of the High Court of Balochistan — Member

II. The Commission shall have the following terms of reference:-

The Commission will recommend the apportionment of waters of the Indus and its tributaries, both flow supplies and stored waters from the existing as well as the projected storages, among the four Provinces. In doing so, the Commission will give due consideration, inter alia, to the following factors:-

a) The allocations of the four Provinces in the Waters of Indus and its tributaries:
b) The consequences of the Indus Water Treaty, 1960:
c) The availability of ground water and its coordinated use with flow supplies; and
d) The reasonable water requirements of the Provinces for agricultural, industrial and urban uses.

III. The Commission shall hold it meetings and discus-

sions in camera and submit its report to the Council of Common Interests within a period of nine months from the date of its first meeting.

IV. As provided in clause (3) of Article 155 of the Constitution the provisions of the Pakistan Commission of Inquiry Act, 1956 (VI of 1056), apply to the Commission and shall have all the powers of a civil court in respect of:-

a) Summoning and enforcing the attendance of any person and examining him on oath;
b) Requiring the discovery and production of any documents;
c) Receiving evidence of affidavits;
d) Issuing Commissions for the examination of witnesses or documents.

Sd/-

**(ABDUL HAYEE KURESHI)**

Secretary to the Government of Pakistan

The Manager,
Printing Corporation of Pakistan Press,
Islamabad—for favour of publication in the Gazette of Pakistan,
Extraordinary, Part-II.

No. F.5(3)/77-A Islamabad, the 21st March, 1977

Copy forwarded to:-

1. The Presidency, Rawalpindi.
2. The Prime Minister's Secretariat, Rawalpindi.
3. The Registrar, Supreme Court of Pakistan, Rawalpindi )with one spare copy of Chief Justice).
4. The Registrar, Peshawar High Court/Lahore High Court/Sind High Court/Baluchistan High Court, Peshwar/Lahore/Karachi/Quetta(with one spare copy for each Chief Justice).
5. The Chief Secretary, Government of NWFP/Punjab/ Sindh/Baluchistan, Peshawar/Lahore/Karachi/Quetta.

6. The Estabishment Division, Rawalpindi.
7. The Water, Power and Natural Resources, Islamabad with reference to their W.A.3(99)/77, dated 17th March, 1977.

Sd/-
(S. AHMAD MOHAMMAD)
Section Officer
Tele: 26824

**Annexure-III**

**TERMS OF REFERENCE AND RECOMMENDATIONS OF HALEEM COMMITTEE**

THE ISLAMIC REPUBLIC OF PAKISTAN

General M. Zia-ul-Haq

*Islamabad*
*57/2/CMIA*
*17 Jamadi-ul-Awwal 1403 AH*
*3 March 1983*

Mr. Justice Muhammad Haleem,
Chief Justice,
Supreme Court of Pakistan
Rawalpindi

Dear Mr. Justice Haleem

Your recommendation that the distribution of waters of River Indus and its tributaries among the four Provinces of the country may be based on the Fazl-e-Akbar Committee Report, which may be adopted with some modifications and adjustment, has been seen by me. The comprehensive report forwarded by you vide your letter No. 786(IWC)/82-CJP dated 27th June, 1982 has also been examined by the Ministry of Water and Power.

In entirely agree with your assessment that the non -settlement of this issue constitutes a national loss. It is, therefore, necessary that a speedy effort be made to find a permanent solution of the issue on a fair and equitable

basis. Such a solution should take into consideration the legitimate interests of all the Provinces, on the one hand, and the overall national interest, on the other. After having given this matter a well-considered though, I am of the opinion that no person could be better suited and more qualified than you to undertake this assignment. It would be appropriate if the Chief Justice of the High Courts of the four Provinces are associated in the task. Technical experts from all Provinces could present their respective view-points before this High-Powered Body. A final recommendation could then be made by you on the issues involved.

In view of its importance and urgency, I will appreciate it if this assignment is given priority and your recommendations reach me by 15th April, 1983.

With profound regards.

Yours sincerely,
Sd/-
General
(M. Zia-ul-Haq)

# پيش لفظ

سنڌ جي ٽن نمائندن جناب عبدالوهاب شيخ، جناب خليل احمد سومرو ۽ جناب محمد اسماعيل ڪتري سنڌ جو پاڻي ڪيس زبردست نموني ۾ فضل اڪبر ڪاميٽي سامهون پيش ڪيو جنهن جا بنيادي نڪتا هُئا. 1945ع وارو سنڌ - پنجاب معاهدي واري ورهاست ۽ پنجاب ۾ جر جي مٺي پاڻي جي گهٽائي، پر ڪاميٽي جي چيئرمين اڻ ڌريو هجڻ باوجود (هُو اُن وقت جي مشرقي پاڪستان مان هو) پنهنجي رپورٽ سنڌ جي فيور ۾ نہ ڏني. نہ رڳو سنڌ پر ٻيا صوبا بہ متفقہ رپورٽ ڏيڻ تي راضي نہ ٿيا. تنهنڪري چيئرمين پنهنجي رپورٽ ڏني. انهيءَ رپورٽ ۾ ڪُل 104.24 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ورهايو ۽ ورهاست هيٺين ريت هُئي.

- پنجاب 52.66 ملين ايڪڙ فوٽ
- سنڌ 43.79 ملين ايڪڙ فوٽ
- بلوچستان 2.70 ملين ايڪڙ فوٽ
- خيبر پختونخواهہ 5.09 ملين ايڪڙ فوٽ

جڏهن تہ واڌو پاڻي جي ورهاست هن ريت ڪئي وئي.

- پنجاب 40 سيڪڙو
- سنڌ 40 سيڪڙو
- بلوچستان 7 سيڪڙو
- خيبرپختونخواهہ 13 سيڪڙو

تنهنجي ڪانپوءِ حليم ڪميشن ٺهي پر صوبا انهيءَ ورهاست تي بہ راضي نہ ٿيا. پڇاڙي جو 1991ع ۾ اُن وقت جي وزيراعظم نواز شريف ڳالهہ ٻولهہ جي بنياد تي ۽ "ڪجهہ ڏيڻ ۽ ڇڏڻ" جي اُصول تي هڪ متفقہ فيصلو ڪرايو جنهن ۾ ڪُل پاڻي ورهايو ويو. 117.35 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ صوبن جا حصا هن ريت رکيا ويا:

- پنجاب 55.94 ملين ايڪڙ فوٽ
- سنڌ 48.76 ملين ايڪڙ فوٽ
- بلوچستان 3.87 ملين ايڪڙ فوٽ
- خيبرپختونخواھ 8.78 ملين ايڪڙ فوٽ

وري واڌو پاڻي جو حصو صوبن لاءِ هن ريت رکيو ويو:

- پنجاب 37 سيڪڙو
- سنڌ 37 سيڪڙو
- بلوچستان 12 سيڪڙو
- خيبرپختونخواھ 14 سيڪڙو

سنڌ صوبي جو ٽيم ليڊر جناب عبدالوهاب شيخ هڪ زبردست سرڪاري ڪامورو هو. جيڪو هر ڪنهن حڪومت ۾ ڪامياب رهيو. پٽو صاحب جي حڪومت واري دور ۾ هو پٽي صاحب جو خاص ماڻهو هو. پر جڏهن پٽو صاحب جي حڪومت ختم ٿي ته ضياءَالحق جو خاص ماڻهو ٿي ويو وڏيڪ اچرج واري ڳالهه اِها آهي هو سنڌ جي گورنر جناب عشرت العباد جيڪو ايم ڪيو ايم پارٽي مان هو جو به تمام اعتبار جوڳو زبردست رهيو. مان چئي سگهان ٿو ته هو غلام اسحاق خان ۽ اي جي اين قاضي واري ليول جو ماڻهو هو.

جيتوڻيڪ فضل اڪبر ڪاميٽي پاڻي ڪيس جو فيصلو سنڌ جي فيور ۾ نه ڏنو پر سنڌ جي همراهن زبردست محنت ۽ جاکوڙ سان سنڌ جو ڪيس پيش ڪيو. اردو جي شاعر مير تقي مير انهيءَ بابت چيو آهي:

شکست و فتح تو قسمت سے وے اے میر!

مقابلہ تو دلِ ناتواں نے خوب کیا

**محمد ادريس راجپوت**

ريٽائرڊ سيڪريٽري آبپاشي سنڌ

27 جي ائين گذري اسٽريٽ.

ڊيفنس، ڪراچي.

# محترم سائين عبدالوهاب شيخ ۽
# سنڌ جي پاڻيءَ جو ڪيس

پاڻي سڄي دنيا ۾ سڀني ساهہ وارن لاءِ اهم ترين شيءِ آهي. پاڻي الله تعاليٰ طرفان خلقيل هڪ اهڙو جز آهي جنهن جي ذريعي سڀ انسان، جانور ۽ ٻيا سڀ جيوت پنهنجو گذران ڪن ٿا. اسان جي سنڌ جي لاءِ بہ پاڻي اهم آهي ۽ اسان جو وڏي ۾ وڏو ذريعو سنڌو درياهہ يا سنڌو ندي آهي. هيءَ ندي صدين کان قائم ۽ دائم آهي ۽ هن جي ذريعي سنڌ پنهنجي پوکي راهيءَ ۽ ٻيون سڀ ضرورتون پوريون ڪري رهي آهي. سنڌو ندي هندستان مان وهي پنجاب مان ٿيندي سنڌ اچي ٿي ۽ هن نديءَ جي پاڻي تي پاڪستان جا چارئي صوبا حصيدار آهن. حقيقت ۾ سنڌ پڇاڙي صوبي جي حيثيت سان پاڻيءَ جي اصولي ورهاست ۽ قانوني طور وڏيڪ حقدار آهي پر پاڪستان ۾ پنجاب کي وڏيڪ پاڻي ملي ٿو ۽ پوکي راهيءَ لاءِ سنڌ کي گهٽ پاڻي ملي ٿو ۽ سنڌي ماڻهو انهيءَ لاءِ تمام گهڻيون دانهون ڪندا رهن ٿا.

دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ پاڻيءَ جي ورهاست تي گهڻا ئي جهيڙا ٿيندا رهندا آهن. اهڙي طرح پاڪستان ۾ بہ سنڌ ۽ پنجاب ۾ پاڻيءَ تي جهيڙو صدين کان هلندو اچي ٿيو. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ۾ ننڍي کنڊ ۾ (هندستان) ۾ بہ جڏهن انگريزن جي حڪومت هئي تہ سنڌ ۽ پنجاب جو پاڻي ورهاست تي جهيڙو هلندو رهيو. پنجاب تڏهن بہ زوري ڪندو هئو. پنجاب ۾ ڪم ڪندڙ انگريز آفيسر پنجاب جي حق ۾ ڳالهائيندا هئا ۽ سنڌ ۾ ڪم ڪندڙ آفيسر سنڌ جي فاعدي ۾ ڳالهائيندا هئا. جڏهن سکر بئراج جي ٺهڻ جي ڳالهہ شروع ٿي تہ بہ پنجاب پنهنجا ٻيا ڪيترائي منصوبا ڪڍي آيو ۽ سکر بئراج جي ٺهڻ ۾ رنڊڪون وجهڻ جون ڪوششون ڪيائون ۽ سکر

بئراج جي رٿا کان وٺي ٺهڻ تائين ذري گهٽ اسي ورهين کان مٿي جو عرصو لڳي ويو ۽ پوءِ بہ اهي جهيڙا هلندا رهيا.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ بہ سنڌ سان جهيڙو هندستان سان پاڻي تي جهيڙا ۽ پوءِ فيصلا ۽ بعد ۾ ايوب خان جي دور ۾ سنڌو خاص معاهدي تحت 1960ع ۾ پاڪستان جون ٽي اولهہ واريون نديون وڪڻي هندستان کي ڏنيون ويون ۽ هندستان کي اهو حق آهي تہ هو انهن ندين مان ڪيترو بہ پاڻي ڪڍي سگهي ٿو تہ اهو وڪرو هڪ بي عقلي وارو ڪم هئو. جنهن جي ڪري هن وقت ملڪ ۾ ڪوٽ آهي ۽ وري ڏيمن جي ٺهڻ جي ڪري پڻ ڪوٽ ٿي آهي ۽ اِهوئي سبب آهي جو سنڌ جي اپياسن، دانهن ۽ مطالبن جي باوجود انڊس ڊيلٽا ۾ تمام گهٽ پاڻي ڇڏيو ٿو وڃي ۽ انهيءَ ڪري اسان جو ڊيلٽا سُڪي رهيو آهي ۽ سڀ آبي جيوت انهيءَ سوڪ جي نظر ٿي ويا آهن ۽ سامونڊي پٽي اندر ڪاهي اچي رهيو آهي. انهن سيني مسئلن تي اسان جي انجنيئرن ۽ ماهرن تمام گهڻو ڪم ڪيو آهي جن جو ذڪر اڳيان ڪبو.

هن وقت هي ڪتاب جيڪو توهان جي هٿن ۾ آهي اهو سنڌ جي هڪ تمام اعليٰ شخص، عالم ۽ بهترين انجنيئر سائين عبدالوهاب شيخ طرفان سنڌ جي پاڻيءَ جو ڪيس آهي. جيڪو هن صاحب هڪ فوجي حڪمران جنرل يحييٰ خان طرفان سنڌو درياهہ جي پاڻيءَ بابت جسٽس فضل اڪبر جي سربراهي ۾ ٺاهيل ڪميٽيءَ آڏو رکيو ۽ انهيءَ کي ڀرپور نموني پيش ڪيو.

هي ڪيس 17 کان 22 مئي 1971ع تائين ڪراچيءَ ۾ ۽ 27 مئي 1971ع تي ۽ 31 مئي 1971ع کان پهرين جون 1971 تائين ۽ 3، 7 ۽ 9 سيپٽمبر 1971ع تي لاهور ۾ تمام گهڻن دليلن ۽ دستاويزن سان پيش ڪيو.

هي ڪيس مڪمل طور تي 250 صفحن تي انگريزي ۾ پيش ڪيو ويو.

سائين عبدالوهاب شيخ صاحب سان گڏ سندس مددگار هئا سائين خليل احمد سومرو (سپرنٽنڊنگ انجنيئر پاڻي ورڇ سيل) ۽ محترم محمد اسماعيل کتري صاحب (ڊپٽي سيڪريٽري آبپاشي کاتو).

هي سنڌ جو هڪ يگانو ڪيس آهي ۽ جڏهن مون سائين جي هيءَ رپورٽ پڙهي تہ مان سچ پچ تہ دنگ رهجي ويس ڇوتہ هن ۾ انتهائي مضبوط

دليل ڏنا ويا آهن. سنڌ جي پاڻي سان ٿيندڙ ناانصافيءَ بابت عبدالوهاب شيخ جو پاڻ تمام لکي ۽ واضح نموني جسٽس جي اڳيان اهو چيو تہ پنجاب وڏي صوبي جي حيثيت سان سنڌ سان تمام وڏي زيادتي ڪئي آهي ۽ ڪري رهيو آهي ۽ انهيءَ ڪري هو مجبور ٿي سنڌ جي نمائندي جي حيثيت سان توهان جي اڳيان پيش ٿي رهيو آهي.

هن رپورٽ جي باري ۾ هڪ قصو مشهور آهي, اُهو اهو تہ جڏهن هي رپورٽ تهي ۽ تيار ٿي تہ محترم ذوالفقار علي ڀٽي صاحب جي حڪومت اچي وئي ۽ عبدالوهاب شيخ صاحب سنڌ جو ايڊيشنل چيف سيڪريٽري (ايريگيشن ۽ پاور) هئو ۽ ڏاڍو خوش ٿي ڀٽي صاحب سان مليو ۽ سڄو ذڪر ڪيائين. ڀٽي صاحب رپورٽ ڏسڻ کان پوءِ چيو تہ هيءَ رپورٽ پنجاب جي خلاف لڳي رهي آهي. حقيقت ۾ هئي بہ ڇو تہ هن ۾ سنڌ جو ڪيس هئو ۽ ڀٽي صاحب کي اِهو خيال ٿيو تہ متان پنجاب ڪاوڙجي نہ پوي انهيءَ ڪري انهيءَ رپورٽ کي مٿي آڻجي ئي نہ ۽ ائين اِها رپورٽ منظرِ عام تان غائب ٿي وئي.

وقت گذرندي وير ئي ڪانهي. هلندي هلندي ڪافي وقت گذري ويو. چند ڪاپيون عبدالوهاب شيخ صاحب وٽ موجود هيون جنهن جو ذڪر سائين پنهنجي ويجهي دوست سائين فضل الله قريشي صاحب سان ڪيو ۽ انهن ٻنهي جو اِهو فيصلو ٿيو تہ ڇونہ هن رپورٽ کي سنڌي ۾ ترجمو ڪرائجي.

فضل الله قريشي صاحب مون سان رابطو ڪيو ۽ اسان ڪوشش ڪئي ان وقت اِهو ڪم نہ ٿي سگهيو ۽ ان کي ڪافي وقت لنگهي ويو. ۽ انهيءَ وچ ۾ عبدالوهاب شيخ صاحب وفات ڪري ويو. الله تعاليٰ کيس جنت ۾ جايون ڏيندو. وري بہ سال کن اڳ ۾ فضل الله صاحب چيو تہ ڪم ڪرڻو آهي ۽ پوءِ سائين قريشي صاحب, ادريس راجپوت صاحب ۽ مون صلاح ڪري دوستن کان مدد حاصل ڪئي ۽ اسان جي ٻئي سڄاڻ ساٿي اسلم خواجہ هيءَ سڄي رپورٽ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڏني جيڪا توهان جي هٿن ۾ آهي. جن دوستن هن رپورٽ تيار ڪرڻ ۾ مدد ڪئي انهن ۾ قاضي فضل الله صاحب, مظهرالحق صديقي صاحب, ڊاڪٽر سليمان شيخ صاحب, اسلم

بلوچ صاحب، ڊاڪٽر فتح مري صاحب، امان الله شيخ صاحب، دوست محمد بلوچ صاحب ۽ ڪجهه ٻين. سڀ کان وڏو سهرو سائين فضل الله قريشي صاحب تي آهي. ادريس صاحب جن به تمام گهڻي مدد ڪئي.

آءُ ماءِ پبليڪيشن جي محترم ممتاز بخاري صاحب ۽ ٻين دوستن جو پڻ ٿورائتو آهيان جن هي ڪتاب ڇپيو. هن رپورٽ کان اڳ ۾ اهڙي هڪ ٻي رپورٽ ڇپي، جنهن جو نالو آهي "پاڻيءَ جي وسيلن بابت ٽيڪنيڪل ڪميٽيءَ جي رپورٽ" جيڪا هڪ ٻئي فوجي جرنل مشرف جي تنهن جي دور ۾ اي اين جي عباسي صاحب جي اڳواڻيءَ ۾ ڪميٽي ٺاهي جنهن به ٽن سالن جي اڀياس کان پوءِ ڪالا باغ ڊيم خلاف رپورٽ ڏني ۽ سنڌ جو ڪيس وڙهيو ۽ اڄ تائين ڪالا باغ ڊيم ٺهي نه سگهي آهي.

هتي اِهو ذڪر ڪرڻ به ضرور آهي ته جن ٻين اسان جي ماهرن ۽ انجنيئرن طرفان سنڌ جي پاڻي جو ڪيس وڙهيو ويو انهن ۾ محترم عبدالرسول ميمڻ، محترم عبدالمجيد قاضي، محترم ڊاڪٽر محمد صالح قريشي، محترم ايس ڪي بلوچ، محترم غلام احمد سومرو، محترم سردار مغل، محترم ادريس راجپوت، محترم فضل الله قريشي، محترم چاچا نذير ميمڻ، محترم نصير ميمڻ، محترم ابرار قاضي، نوجوان ليکڪ ذوالفقار هاليپوٽو ۽ ٻيا.

اميد ڪجي ٿي ته سنڌ جي پاڻي ڪيس جي هن رپورٽ کي پڙهيو ويندو ۽ ڪيس سمجهيو ويندو ۽ سنڌي ماڻهو هن مسئلي تي آئنده به اهڙي همت ۽ ٻڌي ڏيکاريندا.

**پروفيسر اعجاز اي قريشي**

# Citation of Mr. Abdul Wahab F. Shaikh

Mr. Abdul Wahab F. Shaikh was born in Hyderabad, Sindh on 15th March 1923. He started his career in 1945 as First Class Officer under the British Rule. Currently he is contributing as Advisor to Governor of Sindh.

He is a member of the Institute of Engineering Council, made in 1948 and was inaugurated by Quaid-e-Azam.

He under the supervision of Chief Engineer, Sir Thomas Foy, was the main engineer who contributed for the construction of Kotri Barrage, which was completed on 15th March 1955. Due to his untiring efforts he was awarded a cash prize of Ten Thousand Rupees, and two advance increments, since at the time the civil awards were not created.

Mr. Shaikh has served in various capacities under the Government of West Pakistan. While in Lahore he visited China as an expert engineer in the first delegation ever went to China.

In 1965, he did his post-graduation in "Comprehensive Planning" from Netherlands where two of his Professors were Noble Prize Winners.

As Chief Engineer, Irrigation & Power, Quetta, Balochistan from 1966 – 1970. He prepared water resources development plan. Out of the many projects, design of delay action dams to fill the underground Karizes and Mirani dam were outstanding. In recognition, he was awarded Sitara-e-Khidmat in 1970.

Sindh suffered a lot by floods. During his tenure as Secretary Irrigation & Power and later as Technical Advisor to Government of Sindh from 1972 – 1979. A monumental work of raising & strengthening of river embankments was done. He was the driving force in the construction of Keenjhar Lake for drinking water for Karachi City & he designed & constructed

the Right Bank Canal System which irrigates more than a million acres of land.

In December, 1979 he was appointed as Federal Secretary Water & Power. He headed the Executive Board of NESPAK till 1987.

In Power Sector, he led a high level delegation to China in 1987 to negotiate construction of three thermal power stations of 210 MW each. In addition Small Thermal coal stations were also negotiated for Khanot in Dadu District.

On international forum he represented Pakistan on Water & Power Sector and he negotiated many agreements with World Bank and its allied institutions.

Having experience in the biggest irrigation system of the world he was invited by George Washington University for technical input for reducing Siltation of river and dams.

He remained Technical Advisor of the Quaid-e-Azam Management Board from 1987 – 1995.

In May 1995 he was appointed as Advisor to Governor Sindh on University Affairs. During this period more than thirty universities in Public & Private Sectors were founded. He earmarked the standard operating procedures for the universities.

He is a Role model for engineers and civil servants. His advocacy for engineers is recognized by all engineers. He is a recipient of multiple honours and Gold medals from engineering and allied institutions. He enjoys a reputation of Honest & Dedicated officer. He is an officer without any blemish in his service record. This is a story of meritorious service of sixty six years only.

# مُک نقطا

<u>موضوع</u>

الف: ابتدائي داخلا

ب: مرڪزي مامري تي دليل

**<u>I: سنڌو دريا جي پاڻيءَ بابت ٺاهہ 1960 جا نتيجا:</u>**

1. 1960 واري ٺاهہ جا ڇٽني صوبن تي ڪهڙا اثر پيا آهن؟
2. ڇا سنڌو دريا جو ترقياتي فنڊ ٺاهہ ۾ قرض واري ٺاهہ ڪي سنڌو دريا جي پاڻيءَ بابت ٺاهہ جو نتيجو ليکيو وڃي؟
3. ڇا سنڌ طاس رٿا ڪي سنڌو دريا جي ترقياتي فنڊ واري ٺاهہ جو حصو ليکي سگهجي ٿو؟
4. ڇا ٺاهہ جي نتيجي طور ترمو پنجند ۾ اسلام ڪي سنڌو دريا جي مرڪزي وهڪري تي آڻي سگهجي ٿو؟
5. ٺاهہ جي شق IV(I) تحت اپرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن جي استعمال جي متبادل فراهمين جي سطح ڇا هوندي؟
6. مستقبل ۾ اپرندي دريائن جي استعمال وارڙي سطح ڪيئن پوري ڪئي ويندي؟
7. ڇا ٺاهہ مٿا سٿا جي بار ڪي هڪ مخصوص سال جي استعمال جي سطح طور ليکي سگهجي ٿو؟ جيڪڏهن نہ تہ پوءِ ڪهڙي سال ڪي اهڙي مٿا سٿا جي استعمال جي سطح طور ليکيو وڃي؟ پهرين اپريل کان 30 سيپٽمبر ۾ پهرين آڪٽوبر کان 31 مارچ تائين مٿا سٿا وارين فراهمين جو مقدار ڇا هوندو؟
8. ڇا ٺاهہ سمجهي ٿو تہ:

(الف) تہ مٿا سٿا جو هڪ حصو زير زمين پاڻيءَ واري سٽ کان جزوي طور

تي پورو ڪيو ويندو؟ جيڪڏهن ها تہ پوءِ ڪيتري حد تائين؟
(ب)منگلا ۽ تربيلا ڊيمن کي مٽا سٽا جو بار کڻڻ گهرجي؟ جيڪڏهن ها تہ پوءِ ڪيتري حد تائين؟
(ٻ)جيڪڏهن ورچون آهن تہ پوءِ رٿائن / بئراجن جي ورڇ ۾ تبديلي؟
9. ٺاهہ تحت پاڪستان جي استعمال واسطي دريائن جي فراهمي خريف ۽ ربيع وارين مُندن ۾ ڪيتري حد تائين گهٽ ٿي آهي؟

## II: سنڌ طاس رٿا يعني جهڙي ريت سنڌ طاس ترقياتي فنڊ واري ٺاهہ ۾ ڪم / رٿائن جي سرشتي طور ذڪر ڪيو ويو آهي:

1. ڇا سنڌو دريا جي مرڪزي وهڪري جي استعمال کي پنجند، تريمو ۽ اسلام جي استعمال تي اوليت ڏئي سگهي ٿي؟ جيڪڏهن ها تہ پوءِ تربيلا کان اڳ واري عرصي دوران سنڌو دريا جي مرڪزي وهڪري جي اضافي وهڪرن جي استعمال کان پوءِ پوين جي کوٽ جو پورائو ڪيئن ڪيو ويندو؟ ساڳي ريت ڇا جهلم ۽ چناب دريائن جي استعمال کي اُپرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن جي استعمال تي فوقيت هوندي؟
2. تربيلا کان اڳ واري عرصي دوران تريمو پنجند ۽ اسلام جي استعمال جي پورائي لاءِ سنڌو دريا جي مرڪزي وهڪري مان چشما، جهلم ۽ تونسا پنجند لنڪ ڪهڙي ريت هلائي سگهجن ٿا؟
3. ترقياتي ڪمن واسطي مڪمل ڪاپي لاءِ يا متبادل يا مٽاسٽا جي پورائي واسطي تربيلا ۾ ذخيرو ڪيل ڪيترو پاڻي گهربل هوندو؟
4. مختلف تجويزن هيٺ رٿائن تي ڪم ڪيتري حد تائين هيٺين کي هاڃو رسائيندو.
(الف)سنڌ بيراج ڪينال
(ب)جهلم چناب ڪينال
(ٻ)ٿل ۽ تونسا ڪينال
(پ)بلوچستان ڪينال
اتر اولهہ سرحدي صوبي جا ڪينال؟
5. مختلف تجويزن هيٺ رٿائن تي ڪم لاءِ ڪٿوتي ڪيتري حد تائين

چئني صوبن ۽ خاص طور تي ايرندي دريائن جي ڪينالن پنجند ۽ تريمو کي نقصان رسائيندي؟

**III: سنڌ ـ پنجاب دستاويز ٺاهه:**

1. ڇا 1945 واري سنڌ ـ پنجاب دستاويز ٺاهه قانوني طور تي لاڳو ۽ مڃيو ويندڙ ٺاهه آهي؟
2. ان تي ماضيءَ ۾ ڪيتري حد تائين عمل ٿيو آهي؟
3. اتر اولهه سرحدي صوبي ۽ بلوچستان کي ڪهڙي حد تائين ان ٺاهه جو پابند بڻائي سگهجي ٿو.
4. ڇا ان کي هيل تائين جي آڌار تي استعمال سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ پاڻيءَ جي حقن جي تعين لاءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو؟

**IV: زير زمين پاڻي:**

**تعارف**

1. (الف) پنجاب، سنڌ، اتر اولهه سرحد صوبي ۽ بلوچستان جي ڪينال ڪمانڊ ايراضيءَ ۾ استعمال جوڳي زير زمين پاڻيءَ جو ڪيترو مقدار آهي؟

   (ب) پنجاب، سنڌ، اتر اولهه سرحدي صوبي ۽ بلوچستان جي ڪينال ڪمانڊ ايراضيءَ کان ٻاهر استعمال جوڳي زير زمين پاڻيءَ جو ڪيترو مقدار آهي؟
2. (الف) ڪينال ڪمانڊ ايراضين ۾ مختلف صوبن، سرڪاري ۽ خانگي ٽيوب ويلن ۽ کوهن ذريعي زير زمين پاڻيءَ جو اصل ساليانو استعمال ڪيترو آهي؟

   (ب) ڪينال ڪمانڊ ايراضيءَ کان ٻاهر اهڙو استعمال ڪيترو آهي؟
3. متاثري واري ۽ سرڪاري ٽيوب ويلن مان حاصل ٿيندڙ زير زمين پاڻيءَ جي گاڏڙ استعمال.

   (الف) سم ۽ ڪلر تي ڪيترو ڪنٽرول ڪيو ويو آهي؟

   (ب) زمين جي زرخيزيءَ ۾ ڪيترو اضافو ڪيو آهي؟

4. اسڪارپ رٿائن ۾ ٽيوب ويلن جي بهتريءَ هيٺين ۾ ڇا حاصل ڪيو آهي؟
(الف) آبپاشيءَ جي فراهمين ۾ اضافي جو سبب
(ب) ان مقصد جو پورائو ڪيو اٿس جنهن لاءِ مٿاڇري واري پاڻيءَ جي فراهميءَ کي قائم ڪيو ويو؟
(ٻ) ڪينال. پاڻيءَ جي هاٽوڪي استعمال واري مقدار کي ڪنهن ريت متاثر ڪيو آهي؟
5. ڪيتري حد تائين مٿاڇري واري پاڻيءَ جي استعمال کي هر صوبي ۾ وهڪري جي فراهمين سان ڳنڍي سگهجي ٿو؟
6. ڇا استعمال جوڳي زير زمين پاڻي جي موجودگيءَ سبب مٿاڇري واري پاڻيءَ جي استعمال ۾ گهٽتائي آڻي سگهجي ٿي؟

## V: ڪينال ڪمانڊ ورچ، موجود وهڪرا ۽ ڇوڙ:

1. پهرين اپريل کان 30 سيپٽمبر تائين ۽ پهرين آڪٽوبر کان 31 مارچ تائين ڏهن ڏينهن واري معياد لاءِ صوبن جي استعمال واسطي رم / اسٽيشنن تي اولهندي دريائن ۾ انحصار جوڳي پاڻين جو ڪيترو مقدار موجود هوندو؟
2. (الف) موجوده ڪينالن ۽ بيراجن جون منظوري ماٽيل ورچون ڪيتريون آهن؟
(ب) ڪينالن / رٿائن / بيراجن جي اختياري ماٽيل ورچون ڪيتريون آهن؟
(ٻ) ڇا اهڙا ڪي ڪينال / بيراج آهن جن لاءِ ڪابہ ورچ مختص نہ هجي. جيڪڏهن ها تہ پوءِ انهن کي ڪيتري استعمال جي اجازت ڏني ويندي؟
(ڀ) انهن ورچن جون واسطيدار ترجيحون ڇا آهن؟
3. 1985 تائين سنڌ طاس ۾ موجود هاٽوڪن ۾ اڏاوت هيٺ آبي ذخيرن ۾ ذخيرو ڪيل پاڻيءَ جو ڪيترو مقدار موجود هوندو؟
4. دريائن جي گهاٽين ۽ واڏين، آبي ذخيرن جي گهاٽين، لنڪ ۽ ڍنڍن جي

گهاٽن کي مدنظر رکڻ کان پوءِ ڪينالن ڏانهن موڙڻ واسطي سنڌو چناب ۽ جهلم جا انحصار جوڳا وهڪرا ڪيترا هوندا؟

5. پهرين ابريل کان 30 سيپٽمبر تائين ۽ پهرين آڪٽوبر کان 31 مارچ تائين ڏهن ڏينهن واري معياد لاءِ اتر اولهه سرحدي صوبي، بلوچستان، پنجاب ۽ سنڌ ۾ ڪينالن جا اصل چوڙ ڪيترا آهن؟

6. تربيلا کان اڳ واري عرصي دوران مختلف ڪينالن ۾ امڪاني کوٽ کي ورهايو ويندو؟

7. هيٺين لاءِ مستقبل ۾ پاڻيءَ جون مناسب گهرجون ڇا هونديون:
   (الف) موجوده آبپاشيءَ جي واڌ ويجهه لاءِ
   (ب) سمورن چئني صوبن ۾ نين رٿائن لاءِ؟

## VI: سيلابي ايراضيون:

1. اتر اولهه سرحدي صوبي، سنڌ ۽ پنجاب ۾ سيلابي پوکي واري ايراضين جي وسعت ۽ ضرورتون ڇا آهن؟ انهن ايراضين ۾ سنڌ طاس رٿا ۽ ٽن دريائن جي گهاٽي جي نتيجي ۾ ٿيندڙ پاڻيءَ جي کوٽن جو ڪيتري حد تائين پورائي ڪري سگهجي ٿو؟

2. سنڌ، پنجاب ۽ اتر اولهه سرحدي صوبي ۾ پوکي ۽ ٻيلن، ٻنهي جي پوکي لائق سيلابي ايراضين جون ضرورتون ۽ وسعت ڪيتري حد تائين آهن؟

## VII: درياهه جي ڪنڌيءَ تي ۽ ڪينال ذريعي آباد ٿيندڙ ٻيلا:

1. اتر اولهه سرحدي صوبي، پنجاب ۽ سنڌ ۾ دريائي ڪنڌيءَ وارين ايراضين ۾ ٻيلن لاءِ پاڻيءَ جي گهرج ۽ وسعت ڪيتري آهي؟ انهن ايراضين ۾ سنڌو طاس رٿا ۽ ٽن دريائن جي گهاٽي سبب ٿيندڙ پاڻيءَ جي کوٽ جو ڪهڙي ريت پورائو ڪيو ويندو؟

2. چئني صوبن ۾ ڪينال ذريعي آباد ٿيندڙ ٻيلن جي پاڻيءَ واري گهرج ۽ وسعت ڪيتري آهي؟

## VIII: شهري ۽ صنعتي استعمال:

چئني صوبن طرفان شهري ۽ صنعتي استعمال واسطي پاڻيءَ جي طلب کي ڪيتري حد تائين پورو ڪيو ويندو؟

## XI: ذرعي استعمال واسطي ورڇ جا بنياد:

1. ڪيتري حد تائين اڳوڻي تفويض حصي واري حق کي ورڇ جو بنياد بڻائي سگهجي ٿو؟
2. ڇا پاڻيءَ جي وهڪري ۽ ذخيري ڪرڻ بابت صوبن جي حقن جو تعين ڪنڊيءَ وارن جي حقن جي آڌار تي ڪري سگهجي ٿو؟
3. ڇا پاڻيءَ جي وهڪري ۽ ذخيري ڪرڻ بابت صوبن جي حقن جو تعين منصفاڻي ورڇ واري قاعدي پٽاندر ڪري سگهجي ٿو؟
4. ڇا ڪنهن صوبي کي ان جي گهٽ اُسريل هئڻ جي آڌار تي پاڻيءَ جو اضافي حصو ڏئي سگهجي ٿو؟
5. ڇا موجوده دريائي فراهمين جي ورڇ هيٺين جي بنياد تي ڪئي وڃي:
   a. حقيقي آبپاشيءَ هيٺ ايراضي
   b. ٿيل آبپاشي هيٺ ايراضي
6. تربيلا، منگلا ۽ چشما ۾ موجود ذخيرو چئني صوبن ۾ ڪهڙي ريت ورهايو وڃي؟

## X: عمل درآمد لاءِ وهنوار:

ڪميٽيءَ جي سفارشن تي عمل درآمد واسطي ڪهڙو وهنوار / طور طريقو هئڻ گهرجي؟

a. ڪراچيءَ واري ويهڪن جي پڄاڻيءَ تي سنڌ صوبي جي عيوضيءَ جا پيش ڪيل مشاهدا.
b. ڪميٽي ميمبرن پاران 27 مئي 1971ع واري ڪارروائي دوران اُٿاريل سوالن جي جواب ۾ سنڌ صوبي جي عيوضيءَ طرفان پيش ڪيل وضاحت.
c. لاهور ۾ 31 مئي 1971ع تي ٿيل ڪميٽيءَ جي پڄاڻي (ہي ويهڪ)

۾ پهرين جون 1971ع تي (صبح واري ويهڪ) جي ڪارروائي.

1ـ عمومي پيشڪش (بابت):

(الف) سنڌ جي پاڻيءَ بابت ٿاهہ جا نتيجا

(ب) رٿائن جو سرشتو

(ٻ) پنجاب جو "حلقي بندي" وارو تصور

(ڀ) انڊس لنڪس جو وهنواري (آپريشن) پيمانو

(ت) پنجاب جا پاڻي اپياس

(ٿ) رياستي ورڇ

2ـ متفرق اسم:

(الف) پنجاب ۾ زير زمين پاڻي (قانوني اختيار)

(ب) پٽ فيڊر لاءِ تفويض

(ٻ) ساموندي پٽي جا پيلا

(ڀ) ڪوٽون ۾ واڏيون ورهائڻ لاءِ بنيادن بابت

(ت) 1960 واري سنڌو دريا جي پاڻيءَ بابت ٿاهہ جي تفويض ڪيل حصن ۾ نتيجن بابت چيئرمين جي اُٿاريل قانوني سوالن تي سنڌ حڪومت جو موقف.

f. سنڌ صوبي جي عيوضي عبدالوهاب شيخ جا پڇاڻيءَ وارا ٻول.

g. 3، 7 ۾ 9 سيپٽمبر 1971 تي لاهور ۾ ڪوٺايل سنڌو دريا جي پاڻيءَ بات ڪميٽيءَ جي گڏجاڻيءَ دوران پيش ڪيل سنڌ جي ڪيس جو خلاصو.

1ـ تعارفي

2ـ مامرو (5)V

"پهرين اپريل کان 30 سيپٽمبر تائين ۾ پهرين آڪٽوبر کان 31 مارچ تائين، ڏهن ڏينهن واري معياد تي اتر اولهہ سرحد صوبي، بلوچستان، پنجاب ۾ سنڌ جي ڪينالن جو حقيقي چوڙڪ بترو آهي؟"

3ـ مامرو (1)V

"پهرين اپريل کان 30 سيپٽمبر تائين ۾ پهرين آڪٽوبر کان 31 مارچ تائين، ڏهن ڏينهن واري معياد لاءِ صوبن جي استعمال واسطي رم استيشنن تي

اولهندي دريائن تي انحصار جوڳي پاڻين جو ڪيترو مقدار موجود هوندو؟"

4- مامرو (8)I

"تاهه تحت پاڪستان جي استعمال واسطي دريائن جي فراهمي خريف ۽ ربيع وارين بنهي مُندن تي ڪيتري حد تائين گهٽتائي ٿي آهي؟

5- مامرو (3)V

1985"تائين سنڌو طاس تي موجود هاڻوڪن ۽ اڏاوات هيٺ آبي ذخيرن تي ذخيرو ڪيل پاڻيءَ جو ڪيترو مقدار موجود هوندو."

6- مامرو (4)V

"دريائن جي گهاٽين ۾ واڌين، آبي ذخيرن سبب گهاٽين. لنڪ ۽ ڍنڍين جي گهاٽين کي آڏو رکڻ کان پوءِ ڪينالن ڏانهن موڙڻ واسطي سنڌو، چناب ۽ جهلم جا انحصار جوڳا وهڪرا ڪيترا هوندا؟"

چيئرمين طرفان خواهش ڪيل ۽ سنڌ جي عيوضيءَ طرفان ڪميٽيءَ کي اڳ ۾ فراهم ڪيل چارٽ:

سنڌو دريا ۽ ان جي ذيلي شاخن مان چئني صوبن کي سنڌ - پنجاب تاهه 1945 تحت ورڇ.

'حلقي بندي'واري تصور جي غير عملي هئڻ بابت ٽيڪنيڪل نوٽ( Zoning).

17 مئي 1971 تي مسٽر جسٽس فضل اڪبر جي صدارت هيٺ ڪراچيءَ ۾ ڪوئايل سنڌو دريا جي پاڻيءَ بابت ڪميٽيءَ جي ڪاروائي (ہي ويهڪ)

عبدالوهاب شيخ، ايس ڪي، ايس ايس اي آءِ
بي اي سول (بمبئي)
ڊي سي پي (هيگ)
ايم آءِ اي (پاڪستان)

سنڌ حڪومت جي عيوضيءَ قرآن پاڪ جي تلاوت کان پوءِ ڪاروائي شروع ڪئي.

عبدالوهاب: مانوارا سائين! سڄي اولهہ پاڪستان جي معاشي بهتريءَ جو دارومدار گهڻي ڀاڱي زراعت تي آهي ۽ زراعت جي هڪ جوڳي سرشتي جو گهڻي ڀاڱي انحصار پاڻيءَ جي خاطري ڪرايل ۽ مناسب مقدار ۾ فراهمي تي هوندو آهي. انڪري، خطي ۾ پاڻيءَ جي وسيلن جي تفويض ۽ ورڇ بابت هن ڪميٽيءَ جون سفارشون اولهہ پاڪستان جي چئني صوبن ۽ انهن جي رهواسين لاءِ انتهائي اهميت رکن ٿيون. سنڌ، سنڌو دريا جي سرشتي ۾ انتهائي پوڇڙ تي هئڻ سبب هن ڪميٽيءَ جي فيصلن کي پنهنجي تاريخي حقن جي تحفظ ۽ مستقبل جي ترقيءَ جي امڪانن جي حوالي سان خاص اهميت ڏئي ٿي.

انڪري، آءُ ان کي پنهنجي لاءِ وڏو اعزاز ٿو ليکيان تہ اوهانجي صدارت ۾ ٿيندڙ هن معزز ڪميٽيءَ آڏو سنڌ جو ڪيس پيش ڪرڻ جو نادر موقعو مليو اٿم.

مخصوص ماهرن تي پنهنجا دليل شروع ڪرڻ کان اڳ، آءُ پنهنجا عمومي مشاهدا پيش ڪرڻ چاهيندس جيڪي هن ڪميٽيءَ آڏو ماهرن ۽ انجي سفارشن تي اهم اثر وجهندا.

سائين! سنڌو دريا جي پاڻيءَ تي پنهنجي حقن جي حفاظت لاءِ سنڌ جي جدوجهد جي تاريخ انتهائي ڊگهي آهي جيڪا مختصر طور تي سنڌ جي بيان ۾ ظاهر ڪئي وئي آهي. انڪري اها ورجائڻ نہ چاهيندس.

اهڙا مثال ڦلهورڻ لاءِ اسان کي پراڻي تاريخ ۾ تہ ٻي نہ هٿڻي پوندي تہ زراعت لاءِ پاڻيءَ جي روائتي فراهميءَ ۾ مداخلت انيڪ ڀيرا فردن، قبيلن ۽ ايستائين جو ملڪن وچ ۾ جنگ جو سبب بڻي آهي. شايد اِهوئي سبب آهي جو آڳاٽي تاريخ سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ دريائن جي پاڻين جي ورڇ ڪري ڇڏي آهي.

جيستائين ان ورڇ کي مانُ ڏنو ويو سنڌ ۽ پنجاب ۾ پاڻيءَ تي ڪوبہ تڪرار نہ اُٿيو.

سائين! لفظ 'سنڌ' جو مطلب آهي سنڌو جو علائقو (سنسڪرت لفظ سنڌو جي معنيٰ آهي دريا/ ندي) جڏهن تہ لفظ 'پنجاب' جو ماخذ سنڌو دريا کي شامل نٿو ڪري ايستائين جو انهن ٻنهي علائقن جي ارضياتي بنياد/ پيدائش پڻ ندين/ دريائن سان ڳنڍيل آهي. سنڌ جو خطو سنڌو دريا جي اينڊڙ لٽ ذريعي وجود ۾ آيو جڏهن تہ پنجاب جا زرخيز دوآبا معاون ندين جي جمع ڪرايل لٽ جو نتيجو آهن.

سنڌ جي خوشحالي انتهائي ويجهي ريت سنڌو دريا سان ڳنڍيل آهي ۽ اِهوئي سبب آهي جو ڪنهن جي بہ طرفان سنڌو دريا ۾ ڪا هٿ چراند ڪرڻ تي سنڌ انتهائي حساس ٿي بڻجي ويجي. سنڌو دريا جو پاڻي سنڌ جي جسم ۾ انساني جسم لاءِ ضروري رت جيترو اهم ليکيو ٿو وڃي. جيستائين سنڌو دريا ۾ ڪا هٿ چراند نٿي ڪئي وڃي. سنڌ انتهائي ترقيءَ جي راهہ تي گامزن رهي. بدقسمتيءَ سان تازوئي سنڌ جي اٽڪاڻي ۾ سنڌو جي جسم ۾ بہ ويڪرا ڀالا (انڊس لنڪ) ٿنبيا ويا آهن. سنڌ جي ابتريءَ جي شڪار صحت جو تعلق انهن ڀالن جي جوڙ جيان رت چوسيندڙ پروگرام سان آهي. ان جو خطرو موجود آهي تہ جيڪڏهن اِهي گهٽو رت ڇڪيندا/ پيئندا رهيا تہ سنڌ بيابان بڻجي ويندي. ڇاڪاڻ جو اِهي لنڪ سنڌ جي حدن کان پر پرو ۽ آپريشن تي انجي ڪنٽرول تہ ڇا مشاهدي/ نظرداري کان بہ پري آهن. تازوئي جڏهن اسين پاڻيءَ جي ڪوٽ جو شڪار هئاسين تہ تونسا ـ پنجند لنڪ کوليو ويو ۽ هموار بنيادي ورڇ واري اسان جي تاريخي حقن جي لتاڙ ڪندي سنڌو جو پاڻي ذيلي ندين واري زون ڏانهن منتقل ڪيو ويو تہ جيئن پنجاب ڪينالن جي استعمال لاءِ مٿاهين سطح حاصل ڪري سگهجي. بنيادي طور تي اِهوئي سبب آهي جو سنڌ ليکي ٿي تہ انڊس لنڪ جي وهنوار تي ڪو اڻڱي انداز يا اثرائتي ڪنٽرول کان محرومي، انجي وجود لاءِ انتهائي هاڃيڪار ثابت ٿيندي. اسان کي پنجاب ٿي ٻڌايو آهي تہ انڊس لنڪ جي وهنوار/ آپريشن جو فيصلو سنڌو جي پاڻيءَ بابت ٺاهہ 1960 ڪيو آهي. سنڌ اِها ڳالهہ قبول نٿي ڪري تہ انهن لنڪن يا خود مختيار سنڌو طاس ترقياتي فنڊ ٺاهہ تحت اڏيل ڪنهن ٻي رٿا کي هلائڻ بابت ڪو پيمانو سنڌو جي پاڻيءَ بابت 1960 واري ٺاهہ طئي ڪيو آهي.

شروعات ۾ ئي اهو چوڻ ڏيو تہ سنڌ نہ رڳو ٺاهہ جي حيثيت پر عالمي بينڪ ۽ دوست ملڪن سان ڪيل ٻن آزاداڻن مالي ٺاهن کي مڃتا ڏيندي تسليم ڪري ٿي. سنڌ انهن ٺاهن ۾ ڪنهن قسم جي تبديلي يا انهن جي منسوخي بابت

ڪوبہ سوال اٿارڻ جو ڪو ارادو نٿي رکي. انهن ٺاهن جو دائرو دراصل انهن ۾ ڄاڻايل ڳالهين تائين ئي محدود رکڻ گهرجي. پنجاب طرفان ڪيل ضمني معنائون، نتيجا يا ماخذ انهن دستاويزن سان لاڳاپيل نٿا ليکي سگهجن. پاڪستان آڏو انهن مالي ٺاهن ڪرڻ جو هڪ واضح مقصد ٺاهہ ذريعي ان کي سونپيل ٽن اولهندي دريائن جي پاڻين جي ڪارائتي استعمال جي حوالي سان هو جڏهن تہ هن معزز ڪميٽيءَ آڏو مقصد بنهہ مختلف آهي. انجو عالمي بينڪ ۽ دوست ملڪن سان ڪيل ٺاهن سان ڪو تعلق نٿو جڙي. انجي تز مامرن تي بحث دوران مڪمل طور تي اُپٽار ڪندس. بهرصورت، اسين سمجهون ٿا تہ اِهي ٺاهہ "چڱاين جي فهرست" ليڪجندڙ وهنوار/ رٿائن جو سرشتو جوڙڻ لاءِ ڪيا ويا هئا. اِهي ڄڻ تہ اولهہ پاڪستان لاءِ پاڻيءَ جي وسيلن جي ذخيري جي صلاحيتن واسطي آهن. انهيءَ ذخيري کي ڪيئن استعمال ڪيو وڃي، تنهن بابت صدر پاڪستان هن ڪميٽيءَ کي ذمو ڏنو آهي. انهن عالمي دستاويزن ۾ رٿائن جا عملي تفصيل بنهہ ڪونهن ۽ نہ ئي وري اِهو انهن جو ڪو مقصد ئي هو.

اهو ياد رکڻ اهم آهي تہ مئي 1959 ۾ پاڪستان ۽ عالمي بينڪ وچ ۾ ٿيل گڏجاڻيءَ دوران بينڪ اِهو اصول مڃيو هو تہ رٿائن جي سرشتي جا تفصيل پاڪستان کي ئي طئي ڪرڻ گهرجن. سائين! اِهو اسان جي نقطي نظر جي لحاظ کان انتهائي اهم آهي، ڇاڪاڻ جو پنجاب، هز هر باور ڪرائيندو رهيو آهي تہ فلاڻين فلاڻين رٿائن جي اڏاوت يا فلاڻي فلاڻي سامان جي خريداريءَ لاءِ بينڪ پاڪستان تي زور پريندي رهي آهي. اسين ان سان سهمت ناهيون ۽ اصل مامرن کي بحث هيٺ آڻڻ دوران آءٌ انشاالله انجي مڪمل وضاحت ڪندس.

سنڌ طاس صلاحڪار بورڊ (IBAB) جڙڻ کان پوءِ، سنڌ جي انهيءَ شڪايت تہ ٺاهہ کان اڳ ۽ IBAB طرفان لنڊن ۾ فيصلا ڪرڻ واري اهم مرحلن تي نہ ان کي ٻڌو ويو ۽ نہ وري ڪا نمائندگي ڏني وئي، تي پنجاب جي تنقيد حقيقتن جي ابتڙ ۽ انتهائي غير منصفاڻي آهي. سنڌ طرفان پنهنجي بيان ۾ انهيءَ نڪتي کي زوردار انداز ۾ رکڻ بابت پنجاب پنهنجي پريزينٽيشن ۾ انتهائي تلخيءَ جو اظهار ڪيو آهي. پنجاب سنڌ جي انهيءَ بيان تي ضربجندي ٿو نظر اچي تہ ڳالهيون ۽ IBAB جا فيصلا پنجاب جوئي مامرو هئا. خود پنجاب طرفان داخل ڪيل بيان بہ اِهوئي ٿو ٻڌائي تہ IBAB ۾ سنڌ جي ايراضيءَ سان تعلق رکندڙ هڪ بہ ميمبر نہ هو جڏهن تہ سنڌ هڪ اهم پوڇڙ وارو خطو هئي جيڪا

IBAB جي فيصلن ۾ ناهه مان انتهائي متاثر ٿيڻي هئي.

سائين! اُن وقت جناب اي آر قاضي، ايس ڪيو اي (هن مهل حڪومت پاڪستان جو چيف انجنيئرنگ صلاحڪار) جيڪو پاڪستان جو سڀ کان وڏيڪ سينئر سول انجنيئر آهي، واپڊا جو چيف انجنيئر (پاڻي) هو پر اِهو سنڌ جو اياڱ هو جو ڪيس IBAB ۾ شامل نه ڪيو ويو. سندس شموليت انڪري به اهم هئي جو واپڊا ڪي ئي مرڪزي حڪومت جي عيوضيءَ طور اڏاوتي ڪم ڪرائڻو هو. اِها اچرج جوڳي ڳالهه آهي ته پنجاب سروس جي جونيئر ايگزيڪيوٽو انجنيئرن ۽ سپرنٽينڊنگ انجنيئرن کي ته شامل ڪيو ويو پر هن معيار ۽ قابليت واري انجنيئر کي ان لائق نه ليکيو ويو مونکي ان جي سببن جي وضاحت ڪرڻ جي ضرورت محسوس نٿي ٿئي. سائين! اسين معاملا ڦتائڻ نٿا چاهيون. اسان جيڪي به چيو آهي سو سڌي سنواتي سنڌي انداز ۾ چيو اٿئون. سنڌ جي بيان ۾ اُهوئي ڪجهه آهي جيڪو ان معاملي تي سنڌ محسوس ڪري ٿي. پنجاب طرفان ڊاڪٽر قريشي محمد صالح يا عبدلرحيم ميمڻ وغيره جا نالا وٺڻ جي ڪا ضرورت ناهي، ڇاڪاڻ جو مئي 1959 ۾ يا انکان پوءِ ڳالهين دوران سنڌ جو ڪوبه ميمبر موجود نه هو. پنجاب پنهنجي وراڻيءَ ۾ ان نڪتي تي صفحي نمبر 9 کان 15 تائين پنهنجون گذارشون پيش ڪيون آهن پر سنڌ جي شڪايت جي قدر پنهنجي جاءِ تي، هڪ حقيقت بلڪل واضح طور تي سامهون آهي ته جڏهن IBAB فيصلا پئي ڪيا ۽ 1959 ۾ لنڊن ۾ حتمي منصوبو تيار ڪيو پئي ويو ته نه رڳو سنڌ خطي جي ڪا نمائندگي نه هئي پر ان کي ٻڌو ئي نه ويو هو. سمورن ممڪن ليکيل ڪمن ۾ پنجاب جي آبپاشي سرشتي کي ئي لاڀ تي پلئه پيا. سنڌ طاس ترقياتي فنڊ ناهه سڄي اولهه پاڪستان ۾ ترقي واسطي فراهم ڪيو ويو هو. ان ريت رڳو اِهائي حقيقت ئي سنڌ طرفان سخت احتجاج ۽ شڪايت لهڻي. اِهو ڪو جواب ناهي ته اُن وقت سنڌ جو ڪو وجود نه هو ۽ اولهه پاڪستان جو ئي حصو هئي. پنجاب پنهنجي وراڻيءَ ۾ وڏيڪ ڄاڻايو آهي ته عبدالستار پيرزادو اولهه پاڪستان جي ڪابينا ۾ پاڻيءَ جي تڪرارن جو انچارج وزير هو ۽ ان سوال کي منهن ڏئي رهيو هو ۽ اِهو ته قاضي فضل الله آبپاشيءَ جو وزير هو. انڪري اِهو چوڻ درست نه ٿيندو ته ڪو سنڌ خطي جي ڪا نمائندگي نه هئي. اِهو حقيقتن کي غلط ريت پيش ڪرڻ ئي آهي.

اِهو ياد رکڻ گهرجي ته 8 آڪٽوبر 1958 تي تڏهوڪي گورنر جنرل جي

حڪم مان سموريون صوبائي ڪابينائون ۽ مرڪزي ڪابينا برخاست ڪيون ويون ۽ IBAB جو اُن وقت وجود ئي نہ هو. IBAB گهڻو پوءِ جڙي. جهڙي ريت خود پنجاب پڻ چاڻايو آهي تہ 1959 ۾ قائم ٿي تڏهن يقينا سنڌ مان ڪو بہ نمائندو نہ هو. تريمو پنجند ۽ اسلام ڪي سنڌو دريا مان فراهمي ڏيڻ لاءِ IBAB ۾ انڊس لنڪ رٿيا ويا جن سنڌ جي ڪينالن کي پاڻيءَ جي فراهمي ۾ انجي تاريخي حقن کي ڪاپاري ڌڪ هنيو.

آءٌ انهن ٽيڪنيڪل تفصيلن ۾ نٿو وڃڻ چاهيان جيڪي متين فيصلن جو بنياد ٿي سمجهيا ويا پر آءٌ ڪجهہ اهڙيون حقيقتون ضرور سامهون آڻڻ چاهيندس جن لاءِ ڪا گهڻي انجنيئرنگ ڄاڻ گهربل ناهي ۽ جيڪي اِهو واضح ڪنديون تہ اُن وقت IBAB جا ڪيل فيصلا ڪيتري حد تائين يڪطرفہ هئا.

سائين! IBAB جي 1959 دوران لنڊن ۾ ٿيل آخري گڏجاڻيءَ جي ڪاروائي ۾ هڪ ضميمو III شامل آهي. ان ۾ انگن اکرن سان هٿ چراند ڪندي ڏنل ٽيڪنيڪل انگ اکر دلچسپيءَ کان خالي ناهن. اِهي ئي انگ اکر هئا جن جي آڌار تي سنڌ جي نمائندگيءَ کانسواءِ اهڙا اهم فيصلا ڪيا ويا جن سان پوئيتر وارين ڪنڌين جي حقن تي راتاها لڳا. انهيءَ ضميمي مان فقط ڪجهہ نڪتا ئي واضح ڪندس. ان کي انتهائي سادو ٿو بڻايان ڇاڪاڻ جو تفصيل ۾ وڃڻ تي ڪافي وقت ضايع ٿيندو.

(i) خريف ۽ ربيع ٻنهي مُندن ۾ دريا جي فراهمين کي ڳنڍي دريا ۾ پاڻيءَ جي سالياني موجودگي ڏيکاري وئي. سائين! اسان کي پتو آهي تہ اوهين اسان مان گهڻن کان بهتر انجنيئر آهيو ۽ ڄاڻو ٿا تہ ربيع ۽ خريف ۾ پاڻيءَ جي موجودگيءَ کي ڌار ڪرڻ ۽ انهن ۾ پاڻيءَ جي گهرج ڪيترو اهم آهي. ٻئي پاسي، ان دستاويز ۾ انگن اکرن سان اهڙي ريت هٿ چراند ڪئي وئي جو ذيلي زون ۽ سنڌو دريا جي زون ٻنهي ۾ پاڻيءَ جي موجودگيءَ کي سالياني بنياد تي يڪجا ڪيو ويو.

(ii) جيئن تہ رٿائن جي سرشتي ۾ اضافي صلاحيت جو هڪ وڏو عنصر شامل هو سو رٿابندي اهڙي انداز ۾ ڪئي وئي جو پنجاب جي مامري ۾ تيار ٿيل رٿائن لاءِ تفويض ڪيل حصن کي استعمال ڪرڻ بدران، منهنجو خيال آهي تہ 1956 تائين انهن جي اضافي استعمالن کي اختيار ڪيو ويو. جڏهن تہ سنڌ جي مامري ۾ حصو سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ 1945 تحت تفويض ڪيل حصي کان بہ گهٽايو ويو. اِهو نہ مناسب هو نہ ئي انصاف تي ٻڌل.

(iii) رٿائن جي سرشتي ۾ انيڪ ترقياتي جزا شامل هئا ۽اِهي جوڳيون اضافي فراهميون پنجاب جي ڪينالن لاءِ انهن جي بحاليءَ وارين گهرجن کان وڌايل استعمالن ڏسان مختص ڪيون ويون. اِهو اهڙي ريت ڪيو ويو جڏهن سنڌ ۾ بحالي جي گهرجن جي ڪا ضرورت ئي نہ هئي. اِها ڏار ڳالهہ آهي تہ اُتي ڪلر جو مسئلو وڏيڪ سنگين آهي. بهرحال، ڪلر جو مسئلو رڳو پنجاب ۾ ئي نہ پر ٻين صوبن ۾ پڻ آهي.

<u>چيئرمين</u>: ورهاڱي کان اڳ ورچ ڇا آهي؟

<u>عبدالوهاب</u>: اِها اسين پنهنجي بيان ۾ ڄاڻائي چڪا آهيون. ان تي ورچ وارو مامرو بحث هيٺ اچڻ مهل بحث ڪنداسين.

سائين! هت هڪ جوڳو نڪتو پيش ڪندي وضاحت ڪري رهيو آهيان تہ ڪهڙي ريت پنجاب ٻين جي حقن جي لتاڙ ڪئي آهي. هو پل ان تي ڪيڏو بہ حساسيت محسوس ڪن پر سائين اسين جديد منافقت تي نتا پاڙيون ۽ سنڌين جي فطرت اِها آهي تہ هو پنهنجا احساس سڌي سنوا ٽي انداز ۾ بيان ڪندا آهن. آخرڪار ڇو اسين IBAB جي فيصلن تي ناخوش آهيون؟ گذريل ڏينهن اوهان پنجاب ڪيس جي پريزنٽيشن دوران تبصرو ڪيو تہ سنڌ کي ٿيڻ ثابت ڪرڻو پوندو تہ ان سان ڏاڍائي ٿي آهي. انڪري ئي آءٌ اوهان آڏو اسان جي مفادن کي رسيل هاڃي جا ڪجهہ زخم پيش ڪري رهيو آهيان.

بحاليءَ وارين فراهمين واري موضوع ڏانهن واپس موٽندي اوهانجو ڌيان سنڌ جي ڪينالن کي ڪولاپ رسائڻ ڪانسواءِ پنجاب جي ڪينالن کي ڏنل فائدن ڏانهن ڇڪرائيندس. پنهنجو نڪتو واضح ڪرڻ لاءِ بليڪ بورڊ تي انگ اکر درج تو ڪريان.

<u>**IBAB منصوبي تحت پنجاب جي ڪينالن لاءِ بحاليءَ واريون فراهميون**</u>

| ڪينال | ساليانو ڪل |
|---|---|
| اپر ايس وي سي | 1.03 ملين ايڪڙ فوٽ |
| ايل بي ڊي سي | 1.22 ملين ايڪڙ فوٽ |
| سي بي ڊي سي | 0.21 ملين ايڪڙ فوٽ |
| يو سي سي | 0.31 ملين ايڪڙ فوٽ |
| ايل سي سي | 2.16 ملين ايڪڙ فوٽ |
| ايل جي سي | 0.62 ملين ايڪڙ فوٽ |
| ٽوٽل | 5.55 ملين ايڪڙ فوٽ |

منهنجي ڏنل انهن انگن اکرن مان اِهو ماڻي سگهجي ٿو ته 5.5 ملين ايڪڙ فوٽ اضافي پاڻيءَ مان سبني سنڌ جي ڪينالن لاءِ ڪجهه به مختص نه ڪيو ويو. پنجاب جي ڪينالن لاءِ مختص اِها فراهمي منگلا ڊيم جي گنجائش کان به وڌيڪ هئي. جيتوڻيڪ سنڌ جي زمين پنجاب جي زمين جي ڀيٽ ۾ ڪلر جو وڌيڪ شڪار آهي.

(iv) بحاليءَ وارين فراهمين کان علاوه IBAB طرفان طئي ڪيل ڪينال استعمال خود تيار ٿيندڙ رٿائن جي مامري ۾ به پنجاب جي ڪينالن لاءِ تمام گهڻا هئا. بئي پاسي، جيستائين سنڌ جو تعلق آهي ته انجي تاريخي حقن يعني ورڇ کي گهٽايو ويو. مستقبل جي رٿائن جي ڏس ۾ اسان جي مفادن کي رسايل ڇيهو واضح آهي.

(v) اِها اصطلاح استعمال ڪرڻ نٿو چاهيان پر ڪو مناسب متبادل نه ملڻ ڪري اِهو چوڻو ٿي مجبور آهيان ته ذيلي زون ۾ سنڌو زون ٻنهي ۾ وهڪري جي موجودگيءَ ۾ توازن جي نالي تي انگن اکرن جي انهيءَ بازيگريءَ جي ڪوشش ڪئي وئي. چناب ۾ جهلم جي اڻ استعمال جوڳي ٻوڏ وارن وهڪرن کي سنڌو جي وهڪرن ۾ شامل ڪيو ويو ۽ ان ريت ذيلي زون ۾ مصنوعي کوٽ پيدا ڪري تريمو پنجند ۾ اسلام جي سنڌو ڏانهن منتقليءَ جو جواز پيش ڪيو ويو.

چيئرمين: اِهو ڪٿي آهي؟

عبدالوهاب: مهرباني ڪري هيٺ جدول VI، ضميمي III جو پيرا گراف 10 ڏسو جنهن ۾ سنڌو دريا ۾ ذيلي ندين واري ايراضيءَ کان پوندڙ 2 ملين ايڪڙ فوٽ اڻ ڪنٽرول وهڪري جي فراهمين جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

ان ريت سنڌو دريا جي ڪُل موجودگي هن ريت ڄاڻائي وئي آهي.

سنڌو..... 72.9 + 2.0 = 74.9 ملين ايڪڙ فوٽ.

اجان ڪيترائي هٿ چراند ڪيل ٽيڪنيڪل تفصيل موجود آهن پر آءٌ پنهنجو نڪتو ثابت ڪرڻ لاءِ هت انهن مان ڪجهه ئي پيش ڪري رهيو آهيان. اسين ذيلي زون، سنڌو جو سمنڊ ڏانهن ويندڙ بي روڪ پاڻيءَ جي انگن اکرن جي بازيگري ڪندي ساڳي راند کيڏي سگهون ٿا. اِهو سنڌو جو 30 کان 40 ملين ايڪڙ فوٽ اڻ روڪ پاڻي ذيلي زون جي کاتي ۾ وجهندي، جيڪو حقيقت ۾ اُتي استعمال ٿيڻ جوڳو نه هوندو، انڊس ڪينالن ذريعي سولائي سان ڪري سگهجي ٿو. ان ريت اسين ذيلي زون ۾ اضافي موجودگي ۾ سنڌو زون ۾ وڏي کوٽ ڏيکاري

سگهون ٿا. ان صورت ۾ اِهو دليل ڏئي سگهجي ٿو ته سنڌ جي بيراجن جو مڪمل بار ذيلي زون تي وڌو وڃي ۽ سنڌ پنهنجون سموريون گهرجون پنجند ذريعي منگلا آبي ذخيري واري ذيلي زون مان حاصل ڪري.

سائين! اسان پنهنجو موقف انتهائي سڌي سنواتي انداز ۾ پيش ڪيو آهي ۽ اوهان يقيناً انجي تصديق ڪندا ته سچ عام طور تي اڻوڻندڙ هوندو آهي. اهو سنڌ جو توريل تڪيل موقف آهي ته IBAB کي صرف منصوبي (آءٌ لفظ منصوبي تي زور ٿو ڏيان) جي محدود مقصد جي تياري لاءِ جوڙيو ويو هو پر ان پنهنجي حدن کي اورانگهيندي سنڌ جي ڪينالن جي پيٽ ۾ پنجاب جي ڪينالن جي وڌيڪ استعمال جو رٿيو. اِهو منصوبو تبديل ٿيندڙ ضرورتن کي منهن ڏيڻ لاءِ اڏاوتي ڪم ۽ ترقياتي واسطي جوڳي ضرورتن واسطي هو. اصل مامرن کي منهن ڏيڻ مهل ان منصوبي جي اُپٽار ڪندس. بهرحال اِهو ڄاڻائڻ ضروري آهي ته IBAB بدقسمتيءَ سان پنهنجي دائري کان هٽي پاڻي استعمالن کي غلط نموني پيش ڪيو. IBAB جا مول متا حڪومت پاڪستان جي جاري ڪيل نوٽيفڪيشن موجب هڪ منصوبو جوڙڻ هو. انڪري رٿائن جي سرشتي ذريعي پيدا ٿيل اضافي پاڻيءَ جي ورهاست جي ڏس ۾ IBAB جو ڪو ذمو نه هو. اسين اجان بہ اِهو ٿا چئون ته جيڪڏهن ڪجهہ استعمال آندا بہ ويا ته اُهي بينڪ کي مطمئن ڪرڻ واسطي هڪ منصوبو جوڙڻ لاءِ ئي هئا. جيڪڏهن اڄ پنجاب اِهو ٿو چوي ته IBAB جا پيدا ڪيل استعمال ورڇون آهن تہ پوءِ رٿائن جي سرشتي سبب پيدا ٿيندڙ اضافي گنجائشن جي سمورن صوبن ۾ برابريءَ جي بنياد تي ورهائڻ لاءِ ڪجهہ بہ باقي نٿو بچي. جيڪڏهن سمورو پاڻي اڳيئي ورڇجي ويو آهي تہ پوءِ هن ڪميٽيءَ لاءِ ورڇ واسطي ڪجهہ بہ باقي ناهي.

چيئرمين: ڇا اِهو پاڪستان حڪومت جو 10 جون 1959 وارو نوٽيفڪيشن هو؟

عبدالوهاب: جيءُ سائين! انهيءَ نوٽيفڪيشن جو مواد انتهائي اهم آهي ۽ آءٌ ان کي پڙهان ٿو؟

"ممڪن حد تائين مختصر ترين عرصي دوران بينڪ جي رٿن پٽاندڙ ۽ انهن جي اطلاق لاءِ سنڌ طاس فراهمين جي بهتريءَ واسطي هڪ جامع منصوبو جوڙڻ لاءِ هيٺين ذميوارين سان هڪ ادارو قائم ڪرڻ ضروري ٿي پيو اُهي:

(الف) هن وقت ايرندي دريائن مان استعمال واسطي حاصل ٿيندڙ پاڻيءَ

جي متبادل طور پاڪستان ۾ اولهندي دريائن جي ڪارائتي استعمال واسطي مختلف موجود رٿائن جو جائزو وٺڻ ۽ بهترين منصوبو تيار ڪرڻ.

(ب) هن منصوبي کي بحالي ۽ ترقيءَ ضرورتن سان ڳنڍڻ.

(پ) منصوبي ۾ ممڪن حد تائين وڌ کان وڌ پن بجلي جي ترقي حاصل ڪرڻ.

IBAB کي ڏنل مول متن مان سولائي سان سمجهي سگهجي ٿو تہ IBAB کي پاڪستان لاءِ قبولڻ جوڳو منصوبو تيار ڪرڻ لاءِ قائم ڪيو ويو هو. ان جو رٿابندي ٽيِنڊر رٿائن جي سرشتي جي عملي وهنوار يا پاڻيءَ جي ورڇ سان ڪو تعلق نہ هو. اِهو تہ دراصل هن ڪميٽيءَ جو ذمو آهي.

ان ڏس ۾ اوهانجو ڌيان 16 کان 18 مئي 1959 تي عالمي بينڪ گروپ سان ٿيل ڳالهين بابت پاڪستان حڪومت ڏانهن ڇڪرائيندس. مئي 1959 ۾ بينڪ مشن جي پاڪستان اچڻ کان اڳ صدر پاڪستان لاءِ هڪ ورڪنگ پيپر تيار ڪيو ويو هو. مهرباني ڪري هن رپورٽ جو صفحو 15 ۽ پيرا 4 ڏسو، جنهن ۾ صدر پاڪستان آڏو 'پاڪستان جي بنيادي ضرورتن' جي وضاحت ڪئي وئي آهي. پيرا 4(b) چوي ٿو تہ "پاڪستان جون بنيادي ضرورتون لنڪ ڪينالن جو استعمال وڌائڻ آهي." سائين! صدر پاڪستان آڏو حقيقتون رکندڙن کي درپيش واحد پريشاني پنجاب جي لنڪ ڪينالن جي هئي. ڪين سکر بيراج يا گڊو بيراج جي ڪا ڳڻتي نہ هئي.

ساڳي صفحي تي پيرا 4(d) تي بہ نظر ڊوڙايو. هت پاڪستان جون بنيادي ضرورتون 23 لک ايڪڙ ڪلر جو شڪار زمينون آهن. ٽين سٽ ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ "ڪلرائي تي آخرڪار قابو پائڻ لاءِ لڳ ڀڳ 23 ملين ايڪڙ فوٽ رڳو ذيلي ندين تي گهربل هوندو ۽ اِهو تہ فوري ضرورت 3.5 ملين ايڪڙ فوٽ آهي ۽ ٽيوب ويلن جي جاري اسڪيم ان مقصد لاءِ 3 کان 4 ملين ايڪڙ فوٽ ئي فراهم ڪري سگهي ٿي."

سائين! اهي حقيقتون واضح طور تي ڄاڻائين ٿيون تہ پاڪستان جون بنيادي ضرورتون درحقيقت پنجاب جي ذيلي ايراضيءَ جي ضرورتن کي ئي ليکيو ويو. سائين! آءُ وڪيل نہ پر انجنيئر آهيان انڪري اوهان آڏو سڌي سنوا ٿي انداز ۾ حقيقتون پيش ڪرڻ تي معاف ڪجو.

چيئرمين: هينئر تہ اوهان وڪيل بڻيل آهيو ۽ اوهان وٽ سگهارا دليل

آهن.

عبدالوهاب: سائين! اڳتي انهن تز مامرن تي بحث دوران ان موضوع تي انتهائي تفصيل سان ڳالهائيندس. هن ويهڪ ۾ پنهنجي ڳالهه ڪجهه مخصوص نڪتن تائين ئي محدود پيو رکان.

IBAB جو هڪ ٻيو اهڙو ئي پهلو پڻ ڏيان لهڻي. تاريخ ۾ جڏهن به هڪ ڪان وڏيڪ پوڇڙ وارا هئڻ واري ڪنهن به دريائي سرشتي تي ڪنهن رٿا لاءِ پاڻيءَ جو تعين ڪيو ويو آهي تہ مختلف پوڇڙيءَ وارن جي تاريخي حقن کي مدنظر رکيو ويندو رهيو آهي. اِها حقيقت تہ IBAB ورڇ وغيره جهڙن تاريخي حقن کي آڏو رکڻ کانسواءِ ئي هڪ تصور جوڙيو ظاهر ٿو ڪري تہ منهنجو مقصد فقط هڪ منصوبو تيار ڪرڻ هو نہ ڪي مفاد رکندڙ مختلف پوڇڙ وارن وچ ۾ پاڻيءَ جي ورڇ ڪرڻ.

سائين! 1919 ۾ جڏهن پنجاب حڪومت منظوريءَ لاءِ ٿل، حويلي ۽ ستلج ماٿري جهڙيون رٿائون تڏهوڪي گورنر جنرل آف انڊيا کي اُماڻيون تہ هندستاني حڪومت انهن رٿائن کي منظور نہ ڪيو پر فقط ضروري سروي وغيره کي مڪمل ڪرڻ جي اجازت ڏني هئي ۽ هدايت ڪئي تہ اهڙي ڪنهن رٿا کي ويچار هيٺ آڻڻ دوران سکر بيراج رٿا لاءِ ضروري فراهميءَ کي ضرور مدنظر رکڻ گهرجي. هت آءُ سکر بيراج بابت ڳالهه سورڻ نٿو چاهيان پر ڪميٽيءَ آڏو اِهو اصول پيش ڪرڻ جي ڪوشش پيو ڪريان تہ جڏهن بہ ڪا نئين رٿا شروع ڪئي ويندي آهي تہ لاڳاپيل پوڇڙ وارن جي مفادن کي ضرور مدنظر رکيو ويندو آهي. بظاهر اِهو نہ ڪيو ويو ڇاڪاڻ جو اِهو IBAB جو ڪم نہ هو.

1935 ۾ مقرر ڪيل اينڊرسن ڪميٽيءَ جو هڪ مول متو آهي تہ، "سنڌو ۽ ان جي ذيلي ندين جي پاڻين ۾ مفاد رکندڙ ڌرين کي ڪو ڇيهو رسائڻ ۽ انهن ڌرين جي هاڻوڪن حقن کي متاثر ڪرڻ کانسواءِ ڇوڙ جون فراهميون ڦلهوڙڻ جن بابت ڪميٽي سفارش ڪري سگهي."

پاڻي جي اضافي فراهمي جنهن جو انهن فراهمين جي حوالي سان ذڪر ڪيو ويو آهي سي دراصل خيرپور ۽ بهاولپور ۽ پنجاب ۾ حويلي رٿا لاءِ گهربل هيون. اِهو آڏو رکڻ گهرجي تہ اتر ۾ ڇوڙ جي اجازت ڏيندي، ڪجهه ڏينهن لاءِ وڌ کان وڌ ڇوڙ جي حد هٽائي وئي پر فقط ان شرط تي تہ مهيني لاءِ تفويض ڪيل معتدل ورڇ کان نہ وڌبو.

جيڪڏهن رائو ڪميشن تي اچون تہ اِها واضح طور تي پاڪڙه ۾ بياس تي پنجاب ۾ ڊيمن جي اڏاوت سان سنڌ جي ڪينالن کي ٿيندڙ نقصان کي تسليم ٿي ڪري ۽ نہ رڳو سنڌ ۾ ٻہ نيون رڻائون اڏڻ جي سفارش ٿي ڪري تہ جيئن انجي ڪينالن کي پاڻيءَ جي يقين ڏهاني ڪرايل فراهمي ٿي سگهي پر ان ڏس ۾ اڏاوتي ڪم لاءِ پنجاب کي ٻہ ڪروڙ رپيا سيڙائڻ جو پڻ چوي ٿي. رائو ڪميشن کان پوءِ ئي سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ 1945 وارو ٺاهہ ٿيو جنهن واسيطدار ڪنڌيءَ وارن جي تاريخي حقن طور ورڇ طئي ڪئي.

انهن فراهمين جي امڪاني پاڻين جي ورڇ لاءِ پيماني طور اضافي فراهميءَ جو حوالو ڏنو. تاريخي حق يعني پوڇڙ وارن لاءِ تخفيض ڪيل حصو سدائين پهرين تسليم ڪرڻو ٿي پيو. اهي سمورا ڪنهن شڪ شبهي کان مٿيرو ثابت ٿا ڪن تہ IBAB جو محدود مقصد. مولي متن پٺاندر رڻائن جي سرشتي لاءِ هڪ منصوبوئي تيار ڪرڻ هو.

چيئرمين: پنهنجي معمولي اپياس جي آڌار تي چئي ٿو سگهان تہ پاڻيءَ جي ورڇ سان منهن ڏيڻ مهل اِهو نہ ڪرڻ ڪپندو هو. جيتوڻيڪ انڪري اوهان پوڇيو آهي پر سچو سوال اِهو آهي تہ ان تي صدر جي مُهر لڳل هئي.

عبدالوهاب: جهڙي ريت اڳ ۾ ڄاڻايو اٿم، وڌيڪ ثابت ڪندس تہ IBAB جو مقصد ڇا هو. انهن مقصدن مان ڪوبہ پاڻيءَ جي ورڇ بابت نہ هو. جيڪا نہ ٿيڻ گهربي هئي ۽ جنهن بابت حڪومت پاڪستان طرفان صوبن کي خاطري ڪرائي وئي هئي. منصوبي جو هڪ محدود مقصد هو جنهن بابت اڳتي ڄاڻائيندس تہ انجو ڇا ٿيو. عالمي بينڪ هڪ منصوبو پيش ڪيو جيڪو پاڪستان کي قبول نہ پيو جنهن عالمي بينڪ آڏو هڪ نئون منصوبو پيش ڪيو. جيڪڏهن پاڪستان طرفان پنهنجي منصوبي ۾ فراهمين جو ڪو استعمال ڏيکاريو ويو هو تہ اِهو فقط پنهنجي منصوبي جي بينڪ کان منظوري حاصل ڪرڻ واسطي ئي هو. آخر ڪار بينڪ ۽ دوست ملڪ ڪنهن نئين قطب مينار يا عجائب گهر يا ڪنهن ٻئي اڏاوت لاءِ تہ ڏوڪڙ نہ ڏئي رهيا هئا. ڄاڪاڻ جو بينڪ کي ڄاڻو هو تہ رڻائن جي رشتي لاءِ گڏ ڪيل رقم غلط استعمال نہ ٿئي. پاڪستان رڻائن جي اڏاوت لاءِ اتاولو هو جيڪا انجي پنهنجي وسيلن ذريعي ٿيڻ ممڪن نہ هو جنهن ۾ ٽيڪنيڪل وسيلا پڻ شامل هئا. پاڪستان جو اهم هدف هڪ اهڙو رڻائن جو سرشتو جوڙڻ هو جنهن مان وڌ کان وڌ لاڀ پرائي سگهجي ۽

انڪري هڪ اهڙو منصوبو جوڙيو ويو جيڪو وڏ ڪان وڏ ڪارج ڏيڻ سان گڏوگڏ بينڪ کي بہ مطمئن ڪري.

چيئرمين: پوءِ ان نقطي لاءِ 1960 کان هيل تائين ڏهن سالن تائين انتظار ڇو ڪيو؟

عبدالوهاب: سائين! اسين شڪايت نہ پيا ڪريون تہ ڪو انهيءَ عرصي دوران خاموشي اختيار ڪئي سين. درحقيقت ڏهہ سال اڳ، پاڻيءَ جي ورڇ جو سوال حڪومت پاڪستان جي ڏنل خاطرين سبب نہ اُٿيو هو. حقيقت اِها آهي تہ رٽائن جي سرشتي طرفان پيدا ڪيل مڪمل ترقياتي ست پاڪستان جي شاندار جدوجهد جو ثمر آهي. جڏهن اِهو سڀ ڪجهہ حاصل ٿي ويو تہ پوءِ انجا لاڀ فقط پنجاب جي استعمال لاءِ مختص نہ هئڻ گهرجن. رٽائن جو سرشتو "چڱاين جي فهرست" ڪانسواءِ ڪجهہ بہ ناهي. اِهو ذخيرو مڪمل طور تي هڪڙي ايراضيءَ ۾ ئي استعمال نہ ٿيڻ گهرجي. اِهو اولهہ پاڪستان جي سمورن صوبن جي ترقي واسطي آهي.

اوهانجو ڏيان اڳوٽي صدر فيلڊ مارشل محمد ايوب خان جي لکيل سياسي سوانح عمري (Friends not Masters) ڏانهن ڇڪرائڻ چاهيندس، جنهن ۾ هُن درست ريت لکيو آهي تہ تربيلا جو پاڻي ترقيءَ واسطي سنڌ ۾ ڪينال پرڻ لاءِ آهي. جيڪڏهن اوهان چاهيو تہ انجو اصل نسخو پيش ڪري سگهان ٿو.

آءُ ڪو قانوندان ناهيان جو چئي سگهان تہ زخم رسائڻ جو سبب ڪڏهن پيدا ٿيو پر حقيقت اها آهي تہ اسان کي خاطري ڪرائي وئي هئي تہ منصوبي ۾ جيڪي ڪجهہ چاٽايل آهي سو باهرين ڪاپي لاءِ آهي ۽ اسان کي ڪا ڳڻتي نہ ڪرڻ گهرجي. اِها خاطري پيهر 13 نومبر 1955 تي ڪوٺايل اولهہ پاڪستان ڪابينا جي گڏجاڻيءَ ۾ پڙ ڪرائي وئي جنهن جي ڪاروائي اسان جي انتهائي ڪوشش جي باوجود اجان تائين فراهم نہ ڪئي وئي آهي. حقيقت اِها ئي رهي تہ اسان کي سدائين اِهوئي چاٽايو ويو تہ تربيلا ڊيم سنڌ لاءِ آهي. انهن خاطرين ۽ انهن سان ڳنڍيل اميدن جي روشنيءَ ۾، اِهو نٿو چئي سگهجي تہ ان عرصي دوران اسين خاموش هئاسين. بحرصورت، حڪومت پاڪستان ترقياتي صلاحيتون رکندڙ "اسمن" جو هڪ ذخيرو ماڻڻ لاءِ هڪ منصوبو تيار ڪيو. هاڻ اِهو هن ڪميٽيءَ جو ذمو آهي تہ فيصلو ڪري تہ اِهي 'اسم' ڪهڙي ريت استعمال ڪيا ويندا يا انهن "اسمن" جون صلاحيتون ڪڏهن ۽ ڪهڙي ورڇ سان صوبن ۾

ورهايون وينديون.

چيئرمين: ته پوءِ آءٌ اِهو ليکيان ته منصوبا فنڊ واري ناهه کي ٽيڪو ڏيڻ لاءِ تيار ڪيا ويا هئا پر انهن رٿائن جي وهنوار واري سوال تي فيصلو نه ڪيو ويو هو؟

عبدالوهاب: جيءُ سائين! رٿائن جي فهرست ۾ عملي وهنوار بابت ڪو اشارو نٿو ملي. جن ڪينالن جي فراهميءَ جا وسيلا متاثر نه ٿيا هئا تن کي تبديليءَ جو بار نه سهڻو هو. جيڪي به وسيلا ضايع ٿيا هئا، تن جي پورائي لاءِ انهن مخصوص ڪينالن لاءِ متبادل رٿائن ذريعي نوان وسيلا جڙيا هئا. رٿائن جي سرشتي جو تصور اِهو نه هو ته سنڌو ۾ کوٽ پيدا ڪري اِهو سمورو بار سنڌ تي وڌو وڃي.

چيئرمين: تاريخي حق يقيني طور محفوظ رهڻ گهرجن. واپڊا جون اشاعتون ڏنيون اٿم جن ۾ سنڌو زون ۽ جهلم - چناب زون وارن ٻن زونن جا اپياس ڪيا ويا آهن. انهن اهو واضح ڪيو آهي ته اِهي زونل انداز تاريخي حقن ۾ مداخلت نه ڪندا ۽ انهيءَ بنياد تي واپڊا پنهنجا اپياس تيار ڪيا آهن.

عبدالوهاب: سائين! ڪمپيوٽر ذريعي ڪيل انهن سمورن اپياسن ۾ هڪ اهم عنصر آهي. ڪمپيوٽر سائنس جي منطق پٽاندڙ اسين ڪمپيوٽر ۾ جيڪي انگ اکر وجهون ٿا سو انتهائي اهم آهي. سنڌو دريا جي مرڪزي وهڪري تي انحصار ڪندڙ بيراجن جي تاريخي حقن کي محفوظ ڪرڻو پوندو. انڪري اپياس مهل تاريخي حقن کي مدنظر رکڻ گهرجي نه ڪي ڪٽي سامهون ڏنل اختيار کان سواءِ استعمالن کي. سامهون آيل استعمال کي تاريخي حقن تي فوقيت نٿي ڏئي سگهجي.

چيئرمين: اپياسن موجب، لنڪن ذريعي پاڻيءَ جي منتقلي، سنڌ جي بيراجن کي انهن جي حصي ملڻ کان پوءِ ئي ٿيندي. پاڻيءَ جي انتظام بابت اِهائي ترتيب آهي.

عبدالوهاب: آءٌ واضح ڪرڻ چاهيندس ته جيڪڏهن اپياس جو مقصد تيار ڪيل استعمالن جو پورائو آهي ته پوءِ اِها هڪ ڏار ڳالهه آهي ۽ اهڙو اپياس اسان جي موقف لاءِ ڪارائتو ناهي. پاڻيءَ جي موجودگيءَ کي سنڌو تي بيراجن جي تاريخي حقن جي پورائي کان اڳ ليکي نٿو سگهجي. جيڪڏهن اڄ اسين پاڻي استعمال نه پيا ڪريون، چاڪاڻ جو اسانجون رٿائون زير تڪميل آهن ته سياڻي

اسان جي ضرورت مهل اسان کي انڪان انڪار نہ ٿو ڪري سگهجي. انڪري سنڌو لنڪس جي وهڪري تي ڪنٽرول پري روڪ اهميت ٿي حاصل ڪري.

چيئرمين: جيڪڏهن انجي پنيرائي ۾ ڪا دستاويزي ثابتي آهي تہ پوءِ مونکي اِها قبول ڪرڻ ۾ ڪا قباحت ناهي .

عبدالوهاب: پنجاب جي هوڏ تہ سنڌو ڪينال سڄو سال وهڻ گهرجن، پوءِ پل سنڌو تي بيراجن ۾ ڪوٽ هجي ۽ ايستائين جو ذيلي زون جي وهڪري، ذخيري ۽ بين وسيلن ۾ واڌي ٿي چونہ هجي، بابت ڪڏهن بہ ڪو فيصلو نہ ٿيو ۽ نہ ئي ورياِهو سنڌ کي ڪڏهن قبول رهيو آهي. پنجاب غير مناسب موقف اختيار ڪيو آهي تہ سنڌو جي مرڪزي وهڪري کي تريمو پنجند ۽ اسلام جي استعمالن تي ڪا فوقيت ناهي جيڪي سندن موجب سنڌو جي ٻن لنڪن ذريعي پرجن ٿا. هو وڏيڪ چاڻائين ٿا تہ مراعتن ۽ ذميوارين جي ڏس ۾، انهن نون هيڊورڪس جي حيثيت بہ سنڌو جي مرڪزي وهڪري تي موجود وارن جيان ٿي هوندي ۽ ڪوٽ ۽ واڌاري متناسب ريت ورهائي ويندي. آءٌ نٿو سمجهان تہ انهيءَ هوڏ جي پنيرائي ڪندڙ ڪو مثال يا قانون هوندو جنهن ذريعي سنڌو جي مرڪزي وهڪري جي استعمالن جي ترميمن کي نين رٿائن لاءِ محروم ڪيو وڃي ۽ پراڻين رٿائن کي نين رٿائن جي برابر ليکيو وڃي. اِها گهر ڪيتري نہ چيڙائيندڙ ناانصافي تي ٻڌل، غير مناسب ۽ ناهموار آهي، جيڪا ڪو وڏيڪ دليل نہ لهڻي.

چيئرمين: اِهو نڪتو آهي جنهن بابت اسان کي فيصلو ڪرڻو آهي. توهين پل پنهنجي انداز ۾ مونکي مطمئن ڪريو پر آءٌ عالمي موقف ڄاڻڻ چاهيندس.

عبدالوهاب: رٿائن جو سرشتو جوڙيو ويندو پر انهن جي عملي وهنوار جي ڏس ۾ ڪوبہ عالمي موقف ناهي. آءٌ سمجهان ٿو تہ پنجاب جي پريزنٽيشن کي مونجهارا پيدا ڪيا آهن ۽ اصل مامرن تي اچڻ مهل اوهان کي مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس.

هاڻ آءٌ مٿاهين ڪنڌيءَ وارن طرفان وڌيڪ استعمال واري تصور سان سنڌ جي پاڻيءَ وارن حقن جي لتاڙ جو ذڪر ڪندس.

پنجاب طرفان پنجاب جي گهر بابت ڪو ڇيهہ ناهي. پنجاب رڳو ورچ پٽاندر يا موجود وڌيڪ استعمالن لاءِ ئي نہ پر شامل ٿيندڙ وڌيڪ ترقياتي عنصرن لاءِ پڻ پاڻيءَ جي گهر ڪري رهيو آهي. جيڪڏهن اِهي گهرون پوريون ڪيون

ويون ته پوءِ پنجاب جي ڪينالن جي استعمال جي سطح اڳوڻي تفويض ڪيل آهي کان ٻيڻي ٿي ويندي ۽ سنڌ ڏانهن وهائڻ لاءِ هاٽوڪن وهڪرن، ذخيرن يا مستقبل جي آبي ذخيرن لاءِ ڪجھ به نه بچندو.

جيڪڏهن اِهو سمورو پاڻي پنجاب جي ڪينالن ڏانهن ٿو وڃي ته پوءِ سنڌ جي زراعت جي تباهي يقيني ۽ اٽل آهي. ڪينال پاڻيءَ ۾ ڪوٽ سبب سنڌ ۾ ڪلراٺي ۾ اضافي جا وڏندڙ اهڃاڻ هينئر کان ئي سامهون اچڻ لڳا آهن.

پنجاب IBAB جي سفارشن/ تجويزن مان فائدو وٺندي پنهنجي هاٽوڪن استعمالن کي پڻ با جواز بنائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جن کي نه ته ڪا فوقيت حاصل آهي ۽ نه ئي اهي فنڊ واري ناهه جو حصو ئي آهن. پنجاب انجي فقط پنهنجي لاءِ ئي استعمال چاهي ٿو نه رڳو سموري وهندڙ پاڻيءَ جو ذخيرو ڪيل پاڻيءَ جو ۽ سرڪاري ٽيوب ويلن جي پاڻيءَ جو پر سنڌو جي مرڪزي وهڪري مان به پاڻيءَ جو وڏو مقدار ٿو چاهي. جيڪڏهن سنڌو جي ٻن لنڪن جو وهنوار پنجاب جي خواهش پٽاندر ڪيو ويو ته پوءِ نه رڳو سنڌ ۽ بلوچستان ۾ مستقبل جي رٿائن لاءِ پاڻي نه بچندو پر سکر بيراج جي ڪينالن لاءِ پڻ پاڻي نه هوندو جن کي اڳواٽ تحفظ حاصل آهي ۽ گڏوگڏ سنڌ جي ٻن ٻين بيراجن لاءِ به پاڻي ڦڙو نه هوندو جن جي تحفظ لاءِ رائو ڪميشن ڳالهه ڪئي ۽ جنکي قبول ڪيل ورچ حاصل هئي. ان نڪتي کي ڪميٽيءَ آڏو وڌيڪ واضح ڪرڻ لاءِ اوهانجو ڌيان هلندڙ سال جي قصي ڏانهن ڇڪرائيندس جڏهن سنڌ جي رضامندي ڪانسواءِ ۽ گورنرن جي ڪائونسل جي ”جيئن جو تئين“ وارن حڪمن جي ڀڃڪڙي ڪندي، پنجاب سنڌو جي لنڪن مان هڪ اهڙي نازڪ وقت تي کولي ڇڏيو جڏهن ربيع جي فصل جي تياري ۽ خريف جي فصل لاءِ ٻج ڇٽڻ واسطي پاڻيءَ جي سخت ضرورت هئي. ايستائين جو بيٺل فصلن کي ڪنهن حد تائين پاڻي ڏيڻ واسطي سکر بيراج جي ڪينالن ۽ انهن جي شاخن ۾ وارا بندي ڪرڻي پئي. در حقيقت آءُ اڳيئي زور ڏئي چڪو آهيان ته پنجاب جون گهرون ان حد تائين رسي چڪيون آهن ته وهڪري، هاٽوڪن ذخيرن يا رٿيل ذخيرن يا مستقبل ۾ نهندڙ ڪنهن به صلاحيتن مان ڀيرين ان کي سندس مرضيءَ موجب پاڻي ڏنو وڃي پوءِ ڀل سنڌ جهڙن پوئڙيءَ وارن تي انجو ڪهڙو به ناڪاري اثر پوي.

پاڻيءَ جي پنهنجي وڌايل پاڻيءَ واري گهر ڪندي، پنجاب پنهنجي پريزنٽيشن دوران، ”اختياري مليل مڪمل فراهميءَ واري گنجائش“ ۽ ”ڊيزائين

ڪيل گنجائش" وغيره جهڙيون اصطلاحون سامهون آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. هڪ مرحلي تي اِهو چاٽايو ويو ته جن ڪينالن لاءِ ڪا ورڇ طئي ٿيل ناهي (۽ اِهو بيان بيشڪ غلط آهي). لاءِ ڪينالن جي اختياري مليل مڪمل فراهميءَ واري گنجائش موجب ورڇ تفويض ڪئي وڃي. ٽيڪنيڪل اخلاقيات انهن ڪينالن جي ماهوار گنجائش وارن عنصرن جي حوالي جي متقاضي هئي جن تي پنجاب جي سمورن ڪينالن لاءِ اڳيئي ورڇ تفويض ڪئي وئي آهي. پنجاب ۾ اهڙا ڪينال آهن جن پنهنجي تفويض ڪيل حصي کان هيٺي گنجائش پيدا ڪري ورتي آهي. انڪري اِهو عجيب آهي ته ورڇ لاءِ طئي ڪيل گنجائش جي وڪالت ڪئي وئي آهي.

انڪريَ پنجاب طرفان پنهنجي سمورن ڪينالن لاءِ تفويض ڪيل حصي کان وڌيڪ ڇوڙڻ ۽ استعمالن کي تسليم ڪرڻ يا سندن ڪٽيل گنجائش کي تفويض طور ليکڻ واري گهر غير منطقي آهي. پنجاب اڳيئي غير اختياري ماٺيل اضافي فراهميون کڻي رهيو آهي ۽ جيڪڏهن انهن تي هڪ ڪميٽيءَ پنهنجا ميجتا جي مُهر لڳائي ته اِهڙو عمل سنڌ لاءِ مستقل طور تي نقصانڪار ۽ ايذائيندڙ بڻبو. اِهو پنجاب جي متاهين ڪنڌيءَ وارا حق تسليم ڪري ان کي پنهنجي مرضيءَ موجب وقت بوقت دريائن جو پاڻي موڙڻ ۽ استعمال ڪرڻ جو اختيار ڏيڻ جي مترادف ٿيندو. جيڪڏهن اهڙي موقف کي مڃيو ويو ته پوءِ انجا فراڪا بيراج متعلق ڀارت سان پاڪستان جي تڪرار تي اُگرا اثر پوندا. جنهن ۾ ڀارت اِهوئي موقف ٿو اختيار ڪري ۽ پاڪستان ان جي مزاحمت ڪري رهيو آهي.

پنجاب جي هڪ ٻي غير منطقي گهر اوڏي مهل ٿي سامهون اچي جڏهن هو پاڻيءَ جي ورڇ واري سوال جو تعين ڪرڻ لاءِ موجود زير زمين پاڻيءَ کي پاڻيءَ جي وهڪرن سان جوڙڻ جي سفارش کي ڏار ڪرڻ جي ڳالهه ٿا ڪن. پنجاب ۾ تمام گهڻا زير زمين پاڻيءَ جا وسيلا آهن ۽ درحقيقت هن ڪميٽيءَ جو هڪ مول متو اهڙي پاڻيءَ جي ورڇ جو تعين ڪرڻ به آهي. پنجاب اِهو موقف پنهنجي وراٿي ۽ گڏوگڏ دليلن ۾ به اختيار ڪيو آهي ته زير زمين پاڻيءَ جا وسيلا مڪمل طور تي پنجاب جي ئي ملڪيت آهن ۽ انهن کي متاچري تي موجود پاڻيءَ جي ورڇ ۽ تفويض ۾ شامل نه ڪيو وڃي.ا نهيءَ موقف جي غير منطقي هئڻ سان گڏوگڏ اِهو پنجاب طرفان هن ڪميٽيءَ جي مول متن خلاف وڃڻ جو پڻ اظهار آهي ۽ ورڇ جي

سوال کي نبيرڻ دوران انهن زير زمين پاڻيءَ جي وسيلن کي ٻاهر رکڻ نہ مناسب ٿيندو ۽ نہ ئي وري ممڪن. پاڪستان حڪومت انهن مول متن جي تصديق ڪندي، سمورن حقيقتن کي مدنظر رکيو آهي ۽ ان ڪان پوءِ ئي زير زمين پاڻيءَ جي وسيلن کي ورڇ لاءِ ليکڻ هڪ عنصر طور پيش ڪيو آهي. جيڪڏهن پنجاب جي اِها گهر بہ مڃجي ٿي وڃي تہ انجو مطلب سنڌ جهڙن پوڇڙ وارن لاءِ دريا جي پاڻيءَ جي ورهاست لاءِ موجودگيءَ ۾ اچائين وڏيڪ گهٽتائي ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ هوندو.

آءَ هن ڪميٽيءَ آڏو هڪ ٻيو جوڳو نڪتو اُڀارڻ ٿو چاهيان تہ اولهہ پاڪستان ۾ مٿاڇري واري پاڻيءَ جي ڪُل موجودگي محدود آهي، جنهن تي انهيءَ وسيلي ڪان وڌيڪ ڪوبہ اضافو نٿو ٿي سگهي. اڄ پنجاب تربيلا، چشما ۽ منگلا جا پاڻي ڏنا آهن. تصور ڪريو تہ اِهي پاڻ اتي نہ هجن ها يا اِهي پاڻي ڪنهن ٻئي هنڌ ڪپايا وڃن ها تہ پوءِ پنجاب ۾ واڌ ويجهہ / ترقي نہ ٿيهندي جيتوڻيڪ گهرج ايجاد جي ماءُ هوندي آهي پر پنجاب کي واڌي پاڻيءَ ڳولهڻ لاءِ ڪو طريقو دريافت نہ ڪرڻو پيو آهي. اِهو انجي ٻنين / ميدانن جي بلڪل هيٺ موجود آهي ۽ ان کي آبپاشيءَ لاءِ سولائي سان ڪيڏي استعمال ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن اڄ ڪين زير زمين پاڻيءَ ۾ ڪو نقص ٿو نظر اچي تہ اِهو رڳو انڪري جو سنڌن نظر ڪجهہ وڌيڪ مٿاڇري واري پاڻيءَ تي آهي. سو سائين منهنجا! پنجاب جي ترقي جو سدائين روشن مستقبل آهي. ٻئي پاسي سنڌ جهڙا علائقا جن جو واحد انحصار مٿاڇري واري پاڻيءَ تي آهي، جي مستقبل جو دارومدار ڪين تفويض ٿيندڙ مٿاڇري واري پاڻيءَ تي ئي آهي. انڪري نظر ايندڙ آئيندي پر سنڌ جي زراعت ۾ جمود واضح آهي پر پنجاب ۾ اهڙو جمود ڪڏهن بہ نہ ايندو جت لامحدود قابل استعمال زير زمين پاڻي موجود آهي جيڪو ڪيڏي مهل بہ ڪتب آڻي سگهجي ٿو.

انڪري اِها گذارش ڪندس تہ جيڪڏهن پنجاب طرفان پيش ڪيل پاڻيءَ جون آڪڙ پوريون گهرون پوريون ڪرڻ لاءِ انگن اکرن جي صورت ۾ قبوليون وڃن تہ پوءِ هن ڪميٽيءَ وٽ سمورو پاڻي پنجاب کي تفويض ڪرڻ ڪانسواءِ ڪو ٻيو ڪم باقي نہ رهندو.

<u>18 مئي 1971 (صبح واري ويهڪ) تي جسٽس فضل اڪبر جي صدارت هيٺ ڪراچيءَ ۾ ڪوئنايل سنڌو دريا جي پاڻيءَ بابت ڪميٽيءَ جي ڪاروائي.</u>

عبدالوهاب: جناب چيئرمين! ڪالهه آءٌ مٿاهين ڪنڌيءَ (upper reference) وارن طرفان تيار ڪيل وڏيڪ استعمالن ۾ ان جي ڪري هيٺاهين ڪنڌيءَ وارن جي پاڻي بابت تاريخي حقن جي پيچيدگين بابت ڳالهائي رهيو هئس. اڄ پاڻيءَ جي ڪاپي واري اهم موضوع کان شروعات ڪندس جيڪو هن ڪميٽيءَ کي سونپيل ڪم سان انتهائي لاڳاپيل آهي.

اسين سنڌ واسي، هيٺاهين ڪنڌيءَ وارا آهيون. پوچڙيءَ وارن جا اهنج عالم آشڪار آهن. هو مٿاهين وهڪري وارن خلاف دانهيندا ٿا رهن پر سندن ٻڌي نٿي وڃي.

سائين! جيڪڏهن اجازت ڏيو ته هڪ قصو ورجايان جيڪو اسان مان گهڻن پنهنجي پرائمري تعليم دوران پڙهيو هوندو. اُن ۾ هيٺاهين ڪنڌيءَ وارو رڍ ۽ مٿاهين ڪنڌيءَ وارو بگهڙ آهي. پهريون عام طور تي پنهنجي هوڏ تو ڏيکاري ۽ پوئين تي ڇيٽي ذريعي پاڻي گدلو ڪرڻ جو الزام ٿو ڏري.

سو سائين! ڪمزوريءَ واري انهي حيثيت ۾ هيٺاهين ڪنڌيءَ وارن جي مٿاهين ڪنڌيءَ وارن آڏو حيثيت رڍ ۽ بگهڙ واري ٿي آهي. اِهو تسليم ڪيو ويو آهي ته هيٺاهين ڪنڌيءَوارن جون دانهون ڪوڪون سدائين بي بنياد نه هونديون آهن. اِهو معمول آهي جو هيٺاهين ڪنڌيءَ وارن کي آڪڙ سان ٻڌايو ٿو وڃي ته کين اڳيئي جهجهو ڪجهه ملي رهيو آهي ۽ سندن پاڻيءَ جي مناسب گهرج پوري نه ڪرڻ واسطي دليل ۽ منطق گهڙيا ٿا وڃن. اِهو چيو ٿو وڃي ته پوچڙيءَ وارن طرفان فصلن کي پاڻي وڏيڪ مقدار ۾ ٿو ڏنو وڃي ۽ کين دو آبي (delta) جي ڪا ضرورت ناهي، جنهن جي هو گهر ٿا ڪن.

جڏهن سنڌ ۾ ہوڏ جي چاڙهه وارا ڪينال هئا ته پاڻيءَ جي تعين تي پنجاب جي مخالفت جو وجود ئي نه هو. جيئن ئي سکر تي پهريون بيراج حقيقت بڻيو ۽ تڏهوڪي هندستان حڪومت انجي منظوري ڏني، پنجاب هڪدم ان جي مخالفت شروع ڪري ڏني ۽ اِها شڪايت ڪرڻ ۾ وسان نه گهٽايائين ته سکر بيراج لاءِ مختص ڪيل پاڻي اضافي آهي. تڏهوڪي هندستان حڪومت فيصلو ڪيو ته تفويض ڪيل پاڻي مناسب آهي ۽ فقط تجربي مان ئي ثابت ٿيندو ته اِهو گهٽ آهي يا وڏيڪ. اهڙا انيڪ مثال موجود آهن جن ۾ پنجاب سنڌ جي بيراجن کي ملندڙ پاڻيءَ جي مقدار جي مخالفت ڪئي آهي. ان کان پوءِ کين رائو ڪميشن ۾ موقعو مليو جنهن پڻ انهن سمورن عنصرن کي مدنظر رکيو ۽ اسان جي تفويض

ڪيل پاڻيءَ ۾ گھٽتائي نہ ڪئي وئي. حقيقت اِهائي آهي تہ سکر بيراج جي چاليهن سالن جي تاريخ دوران رٿا لاءِ جاري ٿيندڙ پاڻي انيڪ ادارن جي نظرداري ۾ رهيو آهي. سمورن آخر ۾ اِهوئي نتيجو ڪڍيو آهي تہ پنجاب جي ڀيٽ ۾ سنڌ ۾ في ايڪڙ آباديءَ لاءِ وڌيڪ پاڻي گھربل آهي.

ون يونٽ دوران اهڙا بہ دور آيا جڏهن سنڌ جي سموري آبپاشي سرشتي جا انچارج سالن جا سال پنجاب سان واسطو رکندڙ انتهائي سينئر عملدار رهيا. هنن سمورن وڌيڪ پاڻيءَ جي ضرورت کي تسليم ڪيو آهي. ون يونٽ دوران، غلام محمد بيراج ۽ گڊو بيراج لاءِ پاڻيءَ جي مناسب گھرج جو تعين ڪرڻ واسطي هڪ خاص ڪميٽي جوڙي وئي جنهن ۾ مرڪزي حڪومت پڻ شامل هئي. اِهي ٻئي بيراج زرعي ترقياتي ڪارپوريشن تحت رهيا آهن. ان ڪميٽيءَ ۾ پاڪستان جو هڪ ناميارو سول انجنيئر احمد حسن جيڪو اڄڪلھ انجنيئرنگ اينڊ ٽيڪنالوجي يونيورسٽي لاهور جو وائيس چانسلر آهي پڻ شامل هو. هو ڪارپوريشن جو چيف انجنيئر ۽ آبپاشيءَ بابت صلاحڪار هو. سنڌ جي انتهائي خشڪ موسمياتي حالتن تحت زمين ۽ فصل لاءِ حقيقي ضرورتن کي مدنظر رکندي هن اضافي پاڻي جاري ڪرڻ جي پرزور سفارش ڪئي. جيئن تہ پاڪستان حڪومت ان ايراضيءَ ۾ وڏ کان وڏ ترقيءَ ۾ پڻ دلچسپي رکندڙ هئي، انڪري احمد حسن صاحب خوراڪ ۽ زراعت واري وزارت جي تڏهوڪي جوائنٽ سيڪريٽري اين اي چيما کي خط نمبر 321/CEdA/(i) تاريخ 7 نومبر 1962 لکيو. سائين! اِهو خط هت پيش ڪجي ٿو. اِهو هڪ ڊگهو خط آهي پر آءٌ فقط واسطيدار متن پڙهندس.

”سکر بيراج جي رائس ڪينال تي پاڻيءَ جي تفويض 86 سيڪڙو رٿيل شدت (intensity) سان 19 ڪيوسڪ في هزار ايڪڙ آهي. عملي طور تي، گذريل ٽيهن سالن جي تجربي ظاهر ڪيو آهي تہ پاڻيءَ جي اِها تفويض خريف دوران فقط 65 سيڪڙو شدت حاصل ڪري سگھي ٿي....“

”غلام محمد بيراج تي 65 سيڪڙو رائس شدت 13 ڪيوسڪ پاڻي جي تفويض سان ماسٽر پلان ۾ مهيا ڪئي وئي. اپريل ۽ مئي دوران غلام محمد بيراج ۽ ايستائين جو گڊو تي صورتحال سکر بيراج جي رائس ڪينال کان گھٽي خراب هوندي. سکر بيراج جي رائس ڪينال لاءِ 19 ڪيوسڪ کان گھٽو گھٽ 13 ڪيوسڪ پاڻيءَ جي تفويض سبب خريف دوران 65 سيڪڙو شدت حاصل

ڪرڻ ناممڪن ٿيندو. جيئن ته جون کان سيپٽمبر تائين دريا ۾ ڪافي پاڻي موجود هوندو آهي، انڪري منهنجي سفارش آهي ته اسان کي غلام محمد بيراج ۽ گڊو بيراج جي سدائين نه وهندڙ رائس ڪينالن لاءِ پاڻيءَ جي تفويض 13 ڪيوسڪ کان وڌائي گهٽ ۾ گهٽ 15 ڪرڻ گهرجي. جنهن جا موجوده ڪينال ڪنهن گهٽي تبديلي ڪانسواءِ اهل آهن. غلام محمد بيراج تي وچ جون کان وچ سيپٽمبر تائين استعمال لاءِ 46000 ڪيوسڪ موجودگيءَ جوڳا ليکيا وڃن. اِهو ڪرڻ سان خريف دوران چانورن ۾ 50 کان 55 سيڪڙو شدت حاصل ڪري سگهجي ٿي. ڪينالن جي نئين سر بناوٽ ۽ پاڻيءَ جي تفويض وڌائڻ ڪانسواءِ شدت ۾ واڌ ممڪن نه ٿيندي"

بعد ۾، جڏهن احمد حسن آبپاشي ۽ پاور کاتي حڪومت اولهه پاڪستان جو سيڪريٽري هو ته تربيلا ڊيم جي سرنگهن جي ڇوڙ واري گنجائش جو هڪ مسئلو سامهون آيو. آمريڪا ۾ عالمي بينڪ ۽ واپڊا وچ ۾ هڪ گڏجاڻي ٿي جنهن ۾ احمد حسن پڻ شرڪت لاءِ ويل هو. پرڏيهه ۾ ٿيل انهيءَ گڏجاڻي دوران هُن سنڌو جي مرڪزي وهڪري تي انحصار ڪندڙ بيراجن جي اضافي گهرج کي آڏو رکندي ڇوڙ واري گنجائش لاءِ 327450 ڪيوسڪ ڇوڙ جا انگ اکر پيش ڪيا. اِهو ضروري هو ڇاڪاڻ جو سنڌو جي مرڪزي وهڪري تي بيراجن جي ڪُل گهرج تربيلا سرنگهن جي ڇوڙ واري گنجائش سان لاڳاپيل آهن. احمد حسن آمريڪا ۾ غلام محمد بيراج جي اضافي گهرجن لاءِ گهٽا وڌيڪ انگ اکر ڏنا پر پاڪستان موٽڻ تي هُن انهن انگن اکرن تي نظر ثاني کي مناسب ليکيو. سنڌس نظرثاني ڪيل انگ اکر 21 نومبر 1966 تي اُماڻيل خط ۾ ڏنا ويا جن جا نقل سيڪريٽري حڪومت پاڪستان، ايڊيشنل چيف سيڪريٽري اولهه پاڪستان ۽ سيڪريٽري ناڻي کاتي کي پڻ اُماڻيا ويا. اِهو واپڊا جي اشاعت نمبر 309 ۾ شامل آهي جيڪو آءُ هت اصل پيش ٿو ڪريان. سائين! اسين پنهنجا انگ اکر پيش نه پيا ڪريون پر اِهي سمورا اندراج ٿيل دستاويز آهن ۽ ان موضوع تي ماهرن ۽ اعليٰ اختياري وارن جا ڪيل تت آهن (چيئرمين اصل اشاعت ۾ مواد جو جائزو ورتو).

اصل ۾ احمد حسن آمريڪا ۾ هيٺ مهل ڇوڙ واري گنجائش لاءِ 327450 ڪيوسڪ جي ڪُل گهرج ڏيکاري پر پاڪستان موٽڻ کان پوءِ سنڌس خط ۾ هُن حتمي انگن اکرن طور 254450 ڪيوسڪ جي ڪُل گهرج ڏيکاري. اضافي گهرجون ڏيندي، هُن سکر بيراج لاءِ 21000 ڪيوسڪ ۽ غلام محمد

بيراج لاءِ 20000 ڪيوسڪ جي سگهٽي گهٽ ۾ گهٽ اضافي گهرج ڏيکاري.

سو سائين! غلام محمد بيراج جي پاڻيءَ واري گهرج لاءِ حڪومت طرفان مقرر ڪيل ڪميٽيءَ 89000 ڪيوسڪ جي ڪُل چوڙ گهرج جي سفارش ڪئي جڏهن تہ احمد حسن طرفان پيش ڪيل گهٽ ۾ گهٽ گهرج 20000 ڪيوسڪ هئي.

انڪري جيڪا ڳالهہ آءُ سامهون آڻڻ جي ڪوشش پيو ڪريان سا اِها آهي تہ اسان جي انهن حقيقي طور تي وڏين گهرجن جي باوجود اسان کي هدايتو ٿو وڃي تہ اسان کي ايڏي وڏي مقدار ۾ پاڻيءَ جي گهرج ناهي ۽ سنڌ جي سموري آبپاشيءَ کي 5 ڪيوسڪ في هزار ايڪڙ جي تناسب سان پاڻيءَ جي تفويض واري عمومي فارمولي تي ئي هلايو وڃي. اِهو اسين پهريون پيرو نہ پيا ٻڌون. هو اسان کي اجازت مليل پاڻيءَ جي تفويض تي سدائين حملو ڪندا رهيا آهن تہ جيئن پنهنجي وڌايل استعمالن لاءِ اضافي پاڻيءَ تي راتاها هڻي سگهن ۽ ان دوران امانتي پاڻي ضايع ڪرڻ جو الزام ڏريندا رهن.

ان ڏس ۾ 1945 واري سنڌ - پنجاب ناهہ جو حوالو ڏيڻ چاهيندس. ان ناهہ لاءِ سنڌ ۽ پنجاب جي ناميارن انجينئرن ڳالهيون ڪيون. سنڌ جي بيراجن لاءِ پاڻيءَ جي تفويض لاءِ انهن ايراضين ۽ فصلن تي يڪرائپ حاصل ڪئي وئي جيڪي اڄ بہ سنڌ ۾ موجود آهن. انهن ۾ ڪابہ طبعي تبديلي نہ آئي آهي. هاڻ جڏهن پنجاب زور شور سان سنڌ طرفان پاڻي زيان ڪرڻ تي جاچ جي ڳالهہ ٿو ڪري، چا آءُ کين ياد ڪرايان تہ هو ان ريت پنهنجي هڪ اڳوڻي چيف انجنيئر خلاف جاچ جي گهر ڪري رهيا آهن جنهن ناهہ تي صحيون ڪندي اسان جي مختلف رٿائن لاءِ پاڻيءَ جي مناسب تفويض جو فيصلو ڪيو هو.

سچي ڳالهہ جو وقت اِهو آهي تہ اسين هيٺانهين ڪنڌيءَ وارن طور پاڻيءَ جي پنهنجي تاريخي حقن جي حفاظت ۾ لاڳيتو رڌل آهيون.

چيئرمين: سنڌ - پنجاب ناهہ جي مسودي ۾ تفويض ڪيل ۽ 1962 ۾ احمد حسن پاران اضافي گهرجن لاءِ سفارش ڪيل ۾ ڪيترو فرق آهي؟

عبدالوهاب: سنڌ - پنجاب ناهہ ۾، غلام محمد بيراج لاءِ وڌ کان وڌ تفويض 46563 ڪيوسڪ آهي. حڪومت طرفان مقرر ڪيل ڪميٽيءَ غلام محمد بيراج لاءِ مناسب گهرج 89000 ڪيوسڪ قرار ڏني.

احمد حسن آخرڪار 41300 جي ڪُل فراهميءَ واري چوڙ مٿان غلام

محمد بيراج جي اضافي گهرج طور 20000 ڪيوسڪ جي سفارش ڪئي. اهڙي طرح جملہ ضرورت 61300 ڪيوسڪ تي ٿئي.

ان سموري صورتحال ۾ اِهو پروڙي سگهبو تہ سنڌ ۾ پاڻيءَ جي تفويض بابت پنجاب ڪيترو چيڙائيندڙ موقف ٿو اختيار ڪري.

ملين ايڪڙ فوٽ ۾ سنڌ - پنجاب ٺاهہ موجب غلام محمد بيراج جي ڪُل تفويض 11.41 ملين ايڪڙ فوٽ آهي.

چيئرمين: اوهانجي گهر ڇا آهي؟

عبدالوهاب: غلام محمد بيراج زرعي ترقياتي ڪارپوريشن تحت آهي. هنن ان بيراج لاءِ هڪ ماسٽر پلان تيار ڪيو آهي. انهيءَ هيڊ ورڪ لاءِ اسان جي عقل پري گهرج جيڪا سنڌ جي بيان ۾ شامل ڪيل آهي سا 19.304 ملين ايڪڙ فوٽ آهي.

سائين! اِهو پروڙيو ويندو تہ تفويض ڪيل مقدار اسان جي مناسب گهرجن کان گهڻو گهٽ آهي.

چيئرمين: جيڪڏهن سنڌ - پنجاب ٺاهہ ۾ اوهانجو حصو 11.4 ملين ايڪڙ فوٽ هو ۽ اڄ اوهان کي انکان گهٽ ٿو ملي تہ پوءِ هن وقت 19.304 ملين ايڪڙ فوٽ جي گهر ڪيئن ٿا ڪريو؟ اوهان کي تفويض ڪيل حد اورانگهڻي ناهي. پاڻيءَ جي ورڇ تي ويچاريندي، اسان کي اڳيئي طئي ڪيل ورڇ کي بہ مدنظر رکڻو آهي. ڇا مونکي تفويض ڪيل ورڇ ۾ تبديلي آڻڻ جو اختيار آهي؟ اڳ ۾ ئي واضح ڪري چڪو آهيان تہ اڳيئي مقرر ڪيل ورڇ جي روشنيءَ ۾ اوهانجي مناسب گهرجن کي مدنظر رکندس. هن ڪميٽيءَ جي مول متن تحت مونکي ورڇ تفويض ڪرڻ جو اختيار ناهي.

عبدالوهاب: سائين! اوهانجو سوال سمجهان ٿو. تفويض ڪيل حصي ۾ تبديليءَ جو سوال نٿو اُٿي ڇاڪاڻ جو اوهان موجب ڪميٽيءَ کي حصو تفويض ڪرڻ جو نہ پر صوبن ۾ پاڻيءَ جي ورڇ جو اختيار سونپيو ويو آهي. اِهو واضح آهي تہ ڪميٽي تفويض ٿيل ۾ تبديلي نٿي آڻي سگهي. درحقيقت ڪميٽيءَ کي صوبن لاءِ پاڻيءَ جي ورڇ ڪندي رٿائن لاءِ اڳيئي مقرر ڪيل تفويض کي نظر ۾ رکڻ گهرجي.

وڌيڪ اِها گذارش ڪندس تہ زيرِ تڪميل رٿائن جي حقيقي ڇوڙ واري تصور کي درست ريت سمجهيو وڃي. اڄ جيڪڏهن غلام محمد بيراج کي سڄي

مُند پاڻي مهيا نہ ڪيو ويو تہ پوءِ انجي استعمالن کي ڪهڙي ريت بهتر بڻائي سگهبو؟ نين رٿائن جي واڌ ويجهہ/ نهرُ جي رفتار کي پراڻي رٿائن جي متوازن واڌ سان پيتي نٿو سگهجي. نين رٿائن ۾ حالتون اجان نهڪيون ناهن ۽ جيستائين لاڳيتو پاڻيءَ جي فراهميءَ جي خاطري نہ هوندي، پروان چڙهيل استعمال گهربل واڌ چاڙهائي نہ سگهندا.

<u>چيئرمين</u>: ڪجهہ عرصو اڳ آءَ غلام محمد بيراج واري علائقي ڏانهن ويو هئس ۽ ڏٺم تہ اُتي زمينون بهتر نہ پيون ڏسڻ ۾. جڏهن تہ گڊو واريون زمينون بهتر ٿي رهيون آهن. مونکي اِهو تاثر مليو تہ غلام محمد بيراج واري رٿا ناڪام ٿيل آهي. مونکي ٻڌايو ويو تہ گهٽي ياڳي ماڻهن گڊو ۾ زمينون حاصل ڪيون آهن. جيڪڏهن اوهان کي پاڻيءَ جي ڪوٽ آهي تہ پوءِ مونکي ڏسڻو پوندو تہ اوهانجي حقيقي گهرج ڪيتري آهي؟

<u>عبدالوهاب</u>: غلام محمد بيراج رٿا ڪنهن بہ ريت ناڪام ناهي. زراعت کانسواءِ، هڪ ٻيو عنصر اِهو آهي تہ غلام محمد بيراج جي اڏاوت ذريعي ئي لنگهندڙ پاڻيءَ کانسواءِ ڪراچيءَ جو وڏو شاهي ميٽرو پوليٽن شهر ايتري ترقي نہ ڪري سگهي ها. زراعت جي حوالي سان، 57-1956 ۾ حقيقي چوڙ 3.5 ملين ايڪڙ فوٽ ساليانو هئا جيڪي 70-1969 ۾ وڌي 9.5 ملين ايڪڙ فوٽ ٿي ويا. فقط ڏهن سالن ۾اِها ترقي ڪا معمولي ترقي ناهي. اِهو درست آهي تہ غلام محمد بيراج ۾ زمين سمنڊ جي وڏيڪ ويجهو هئڻ ڪري وڏيڪ ڪلراٺي آهي ۽ انڪري ماڻهن وٽ ساڳي صوبي ۾ ٻن رٿائن جي وچ ۾ زمين جا متبادل موجود هئا. ڪين خطري طور تي چونڊ جي آزادي هئي. گڊو ۾ ڪو لامحدود زمين ناهي. دٻاءُ وڌي رهيو آهي ۽ ترقيءَ واسطي گهربل بنيادي ڍانچو گڊو بيراج جي ڀيٽ ۾ غلام محمد بيراج جي وڏيڪ ويجهو آهي. سائنسي طريقيڪار جي جديد زرعي عمل زمين جي قسم جي حوالي سان ڪا روڪ باقي نہ ڇڏي آهي. واحد زرعي جنس جيڪا ماڻهو بازار مان خريد نٿو ڪري سگهي سا پاڻي آهي ۽ انجي ئي اسين گهر پيدا ڪريون.

جيستائين گهرجن جو تعلق آهي، آءَ اوهان کي اڳيئي انگ اکر ڏيئي چڪو آهيان پر اسانجو تاريخي حق هن رٿا لاءِ اڳيئي تفويض ڪيل حصي تائين ئي محدود آهي.

<u>چيئرمين</u>: اوهانجا دليل قبول ڪرڻ مهل، اسان جي ذهن ۾ بنيادي اصول

هئڻ گهرجن. هيءَ ڪميٽي مناسب گهرجن ۽ اڳوڻين تفويض کي مدنظر رکندي پاڻيءَ جي ورڇ تہ ڪندي پر نئين تفويض مقرر نہ ڪندي.

عبدالوهاب: سائين! اِهو حقيقتاً درست رستو آهي. جيستائين تفويض جو تعلق آهي تہ اِهي اسانجا تاريخي حق آهن ۽ نئين ورڇ مهل انهن کي ڇُهي نٿو سگهجي.

مٿاڇري واري پاڻيءَ جي مجموعي موجودگي گهٽ آهي پر اجان بہ رٿائن جي سرشتي جُڙڻ سبب اجان بہ ڪجهہ پاڻي موجود آهي جنهن نيون گنجائشون پيدا ڪيون آهن. اڳيئي تفويض ڪيل پاڻيءَ کانسواءِ جيڪو بہ پاڻي موجود آهي، اِهوئي هن ڪميٽيءَ کي صوبن ۾ ورڇ ڪرڻو آهي. صدر پاڪستان جي منظوريءَ کان پوءِ اِها ورڇ صوبن جي نئين تفويض بڻبي ڇاڪاڻ جو 'تفويض' اصطلاح جو مطلب آهي ڪنهن جي ضرورتن لاءِ ڏگ مان 'هڪ حصو ڌار ڪرڻ'.

چيئرمين: ڇا اوهان اِهو ٿا چئو تہ آءٌ اولهہ پاڪستان جي هر هڪ ڪينال جي مناسب گهرج جو ڪاٿو لڳايان؟ پر اِهو منهنجو موضوع ناهي. آءٌ ڪينالن جي اندروني استعمالن کي ڇُهي نٿو سگهان. اسان جي مشق اها آهي تہ سنڌ کي ڪيترو پاڻي ملي ۽ ڪيترو هين کي پر آءٌ ان سوال ڏانهن نہ ويندس تہ هر هڪ ڪينال کي ڪيترو پاڻي گهربل آهي.

عبدالوهاب: اِهو درست آهي تہ ڪميٽيءَ کي مرڪزي حڪومت طرفان طئي ڪيل مول متن تحت ئي صوبن ۾ پاڻيءَ جي ورڇ ڪرڻي آهي پر اِها ورڇ تفويض ۽ زير زمين پاڻيءَ جي موجودگي ۽ وهڪرن جي فراهمين سان انجي ڳانڍاپي کي مدنظر رکي ڪرڻ گهرجي. زير زمين پاڻيءَ جي اِها موجودگي هڪ مخصوص صوبي ۾ رٿائن سان ڳنڍيل آهي. جيئن تہ اوهان لاءِ هر رٿا ۾ گهرڙڻ ڏکيو ٿيندو، انڪري اوهان هڪ صوبي ۾ زير زمين پاڻيءَ جي موجودگيءَ کي زراعت لاءِ مجموعي طور تي ليکڻ کان پوءِ پاڻيءَ جي مناسب ريت ورڇ ڪريو. منهنجو خيال آهي تہ ان سان اوهانجي انداز جو شاندار حصول ٿي ويندو.

چيئرمين: آءٌ ڪنهن ڪينال جي تفويض کي اندروني طور مقرر نٿو ڪري سگهان.

عبدالوهاب: سائين! اسان چاٽايو آهي تہ اضافي پاڻيءَ جي ورڇ ڪندي، اسان جي مناسب گهرجن. اسان جي ماحولياتي حالتن ۽ اصلوڪي رٿائن ۾ فراهم ڪيل اسان جي گهٽ شدت کي مدنظر رکيو وڃي. انهن سمورن عنصرن جو تعين

ان تي ٽيڪو آهي تہ اسان جي مستقبل جو انحصار مٿاڇري واري پاڻيءَ تي آهي يا زير زمين پاڻيءَ تي. پاڻيءَ جي ورڇ ڪرڻ دوران انهن بنيادي تقاضائن کي آڏو رکڻ گهرجي.

چيئرمين: اسان کي تربيلا کان اڳ ۽ تربيلا کان پوءِ وارن ٻنهي عرصن ۾ پاڻيءَ جي ممڪن مناسب گهرج آهر ليکڻو آهي. اسان کي حقيقي حالتن ۾ مسئلي واري صورتحال کي مدنظر رکڻو پوندو. بهر صورت اوهان کي حقيقي ضرورتن موجب مڪمل گهرجون پوريون ڪري ڏينداسين.

عبدالوهاب: اسين انهيءَ نقطي نظر جي پٺڀرائي تا ڪريون ۽ اِهو ڳنڀير صورتحال کي منهن ڏيڻ جو شاندار دڳ آهي. ڪميٽيءَ وٽ موجود محدود وقت کي نظر ۾ رکندي هڪ عملي انداز موجود آهي تہ اڳيئي طئي ڪيل تاريخي حقن واري سوال کي نئين سر کولڻ جي ضرورت ناهي. تفويض ٿيل ورڇ کي ابتدائي نڪتو ٺاهيندي انکان وڌيڪ اضافي پاڻيءَ جي ورڇ تائين ئي محدود رهجي.

چيئرمين: جڏهن اضافي پاڻيءَ جي ڳالهہ ڪريو تہ مهرباني ڪري موجود تفويض کي ذهن ۾ رکندي حساب ڪتاب ۾ ضرور آڻيو. آءٌ چوندس تہ تفويض ۾ مناسب اضافو ورڇ لاءِ طريقڪار هئڻ گهرجن. گڏو جهڙين رٿائن جي بهتريءَ لاءِ ساليانيون گهرجن کي پڻ مدنظر رکي سگهجي ٿو.

عبدالوهاب: اِهو انداز ٺيڪ آهي پر اِهو رٿائن جي بهتريءَ لاءِ تفويض ڪيل مقدار گهٽائڻ لاءِ قبولڻ جوڳو نہ هوندو. انهن رٿائن ۾ آبادڪاريءَ واري سموري ڪم جي سيڙپ تفويض ڪيل پاڻيءَ جي خاطريءَ تي دارومدار رکي ٿي. جيڪڏهن اصل چوڙ گهٽ بہ آهن تہ ڪميٽيءَ طرفان طئي ٿيندڙ ڪوٽ ۾ واڌي ورهائڻ وارو فارمولا اڏجندڙ رٿائن لاءِ موجود اضافي پاڻي استعمال ڪرڻ جو حل ڪڍندو. جيڪڏهن تياري هيٺ رٿائن جو اضافي پاڻي ان ريت نہ اُڪلايو ويو تہ پوءِ ان جو خطرو رهندو تہ ان دوران اِن اضافي پاڻيءَ جو استعمال تيار رٿائن ۾ استعمال نہ ٿئي. عارضي طور تي اسين گڏو مان بلوچستان کي پاڻي ڏئي رهيا آهيون جيڪا تياريءَ هيٺ رٿا آهي. بلوچستان کي پٽ فيڊر لاءِ اضافي تفويض گهربل آهي ۽ انکان پوءِ اسانجو عارضي موڙيل پاڻي ڇڏيو ويندو. مختصر اِهو تہ تفويض تاريخي حق کانسواءِ ڪجهہ بہ ناهي، جنهن سان هٿ چراند نٿي ڪري سگهجي.

هن بحث شروع ٿيڻ کان اڳ آءٌ پاڻيءَ جي ڪاپي وارو موضوع اڪلائي

رهيو هئس. سو ان ڏانهن واپس موٽندي سنڌ تي پاڻي ضايع ڪرڻ جو الزام ڏرڻ لاءِ اختيار ڪيل مختلف طريقن جي مختصر ريت اپٽار ڪندس.

مٿئين ڪنڌيءَ وارا عام طور تي سنڌ خلاف پنجاب يا اتر اولهه سرحدي صوبي جي پيٽ ۾ ساڳي فصلن لاءِ وڌيڪ پاڻي استعمال ڪرڻ جو الزام ڏريندا آهن. اِهو سچائي جو چٽر اڏائڻ جوڳو هجي ٿو جڏهن اهڙي پيٽ ڪندي فقط مٿاڇري واري پاڻيءَ جي استعمال جي ئي غير درست تصوير پيش ڪئي ٿي وڃي. سائين! سنڌ کي ڪجهه بہ لڪائڻ جي ضرورت ناهي ۽ هت استعمال ٿيندڙ سمورو پاڻي مٿاڇري واري فراهميءَ کان ٿو اچي، جڏهن تہ پنجاب انهن فصلن تي استعمال ٿيندڙ پاڻيءَ جو اصل مقدار نہ ڄاڻائڻ ۾ سهولت ٿو ماڻي جن لاءِ هو مٿاڇري واري فراهمي سان گڏ سرڪاري ۽ خانگي ٽيوب ويلن، کوهن، برسات ۽ بهتر آب هوا جي لاپ ذريعي حاصل ٿيندڙ پاڻي پڻ استعمال ٿو ڪري. انڪري اِهو نوٽ ڪرڻ اهم آهي تہ سنڌ پنهنجي بياباني آب هوائي حالتن سبب پاڻيءَ جو جيڪو بہ مقدار استعمال ڪري ٿي ان ۾ انگن اکرن جي هيرا ڦيريءَ ذريعي پاڻيءَ جو مقدار لڪائڻ جي نوبت نٿي اچي. انڪري هڪجهڙن فصلن لاءِ پاڻيءَ جي مقدار جي استعمال بابت اهڙي ڪا پيٽ مناسب نہ ٿيندي.

سنڌ خلاف لڳندڙ هڪ ٻيو الزام، سنڌن بقول زراعت جي ڪمتر يا زيان پرئي يا نااهل طريقن سبب پاڻيءَ جي وڌيڪ کاپي متعلق آهي. هو سنڌ کي ڪجهه ٻيا زرعي عمل اختيار ڪرڻ واسطي دباءُ جو نشانو بڻائيندي غير حقيقي شيون قبولڻ تي مجبور ٿا ڪن. ثقافتي يا زرعي عمل سولائي سان معاشري جي هڪ حصي کان ٻئي تائين منتقل نٿا ڪري سگهجن. سائين! پنجاب جي آبادگارن جو هڪ وڏو تعداد سنڌ ۾ زمين رکي ٿو خاص طور تي سنڌ جي ٽنهي بيراجن جي ڪمانڊ ڪينالن ۾ ۽ سنڌن تناسب ٻن نون بيراجن جي نئين آباد ڪيل زمين ۾ وڌيڪ آهي. اسان جي لاءِ ان ۾ ڪو اچرج نٿو رهي جڏهن ڏسون ٿا تہ اِهي نام نهاد محنتي پنجابي آبادگار بہ هتان جي اڻ سهائيندڙ آب هوائي حالتن سان مڪا ميل ٿين ٿا تہ پوکي / فصل وڌائڻ واسطي اوترو ئي پاڻيءَ مقدار کپائين ٿا.

سائين! آءٌ اِهو نڪتو واضح ڪرڻ ٻيو چاهيان تہ ڪنهن مخصوص علائقي ۾ ڪنهن مخصوص فصل جي انداز لاءِ پاڻيءَ جي کپت جو يقين جوڳي تجربي کان پوءِ ٿئي ٿو ۽ انجو ڪنهن سگهاري فصل جي حصول لاءِ آب هوائي حالتن، سماجي ماحول، ثقافتي پسمنظر ۽ ٻين عنصرن جي شموليت سان گهرو

تعلق هجي ٿو. ڪنهن هڪ علائقي کان ٻئي ڏانهن روائتي حالتن کي منتقل نٿو ڪري سگهجي جيئن پنجاب اسان کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. آءُ پنجاب جي وراڻيءَ جي صفحن کي اٿلائڻ نٿو چاهيان جيڪو ان قسم جي غير عقلي انداز سان ڀريل آهي.

سنڌ ۾ پاڻيءَ جي زيان جو هڪ ٻيو پهلو جيڪو عام طور تي متاهين ڪنڌيءَ وارا تشهير ڪندا آهن. سو اِهو ڏيکارڻ يا دعويٰ ڪرڻ آهي ته سنڌ ذري گهٽ سم ۾ ورتل آهي. پنهنجي وراڻيءَ ۾ حوالو ڏنل پنجاب جا انگ اکر مڪمل طور تي غلط بيانيءَ تي ٻڌل آهن. سندن طرفان پيش ڪيل انگ اکر زير زمين پاڻيءَ جي 0.4 انچ گهرائي وارين ايراضين لاءِ هنٽنگس رپورٽس تان ورتل آهن. اِهي انگ اکر آڪٽوبر جي مهيني جا آهن، جڏهن عام طور تي سارين جي پاڻيءَ سبب زمين هيٺ پاڻيءَ جي سطح وڌيڪ هوندي آهي. درحقيقت ٽيڪنيڪل اخلاقيات جي تقاضا هئي ته اهڙي ڀيٽ مُند جي شروعات ۾ اپريل جي مهيني ۾ ڪئي وڃي. ميسرز هنٽنگس رپورٽس جي پهرين جلد جي صفحي نمبر 28 ۽ 29 تي 2.7 ۽ 2.8 جدولون ڏنل آهن جن ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته آڪٽوبر ۾ زمين هيٺ پاڻيءَ جي سطح 0 کان 4 فوٽ هجي ٿي، جڏهن ته خريف جي شروعات ۾ اپريل دوران اِها فقط 2.2 سيڪڙو هجي ٿي.

پنجاب جي وراڻيءَ ۾ ڏنل لڳ ڀڳ سمورا انگ اکر هٿ چراند ٿيل آهن ۽ درست تصوير پيش نٿا ڪن. مثال ڏيڻ لاءِ هنن پنجاب جي ڳوٺاڻي آباديءَ جي سنڌ جي ڳوٺاڻي آباديءَ سان ڀيٽ ڪئي آهي. حقيقت اِها آهي ته ڪراچي ۽ ڪجهه ٻين وڏن شهرن کانسواءِ، سڄي سنڌ ڳوٺاڻي علائقن تي ٻڌل آهي، جڏهن ته پنجاب جي ڳوٺاڻي آباديءَ جو وڏو حصو شهري نوعيت جو آهي. اُتي ڳوٺن ۾ فيڪٽريون ۽ ٽيوب ويل ورڪشاپ آهن. انکانسواءِ به ڪيترن ۾ پنجاب جي ڳوٺن ۾ شهري جيوت آهي، انڪري پنجاب جي سموري ڳوٺاڻي آباديءَ کي ڳوٺاڻي ليکي انجي سنڌ جي ڳوٺاڻي آباديءَ سان ڀيٽ نٿي ڪري سگهجي. هاڻ ته پنجاب ۾ به بهتر ٻڌايل زرعي شدت تمام گهٽي آهي ۽ سندس مستقبل استعمال جوڳي زير زمين پاڻي، متاڃري واري پاڻي ۽ ٻين لاياڻتي آب هوائي حالتن سبب روشن آهي. ٻئي پاسي سنڌ جو زرعي مستقبل جنهن جو واحد دارومدار متاڃري واري پاڻيءَ تي آهي، ٿوٺ آب هوائي حالتن سبب ابتريءَ جو شڪار آهي. سائين! هوئي خيال آهي جيڪو ڏڍير ۽ مايوسي ٿو پيدا ڪري جيڪو هيءَ ڪميٽيءَ

اسان کي اميد آهي تہ پرڻ ۾ ڪامياب ٿينديون.

موضوع ڏانهن موٽنديءَ اِهو چوندس تہ ڪابہ آزاداڻي جاچ اِهو لهندي تہ اسڪارپ جي متعارف ڪرائڻ کان اڳ پنجاب ۾ سم جي وسعت اڻ مثل هئي. اِهو پنجاب جي ماٿرين ۾ ندين ۽ نالن ذريعي فطري ڇوڙ انتهائي شاندار آهي ۽ هتان جي زمين اڻ گهڙيل آهي، هوبهو پاسي، سنڌ ۾ دريا ڀنين پريو آهي ۽ هت آبي جيوَ هموار ناهن ۽ اِهو لٽ سان پريل آهي. اهڙي صورتحال پاڻيءَ جي معمولي اضافي استعمال سان بہ سم واريون حالتون پيدا ڪندي، چاڪاڻ جو لڙهي وڃڻ بدران پاڻي بيهي رهندو. پنجاب سان تعلق رکندڙ اسانجا انجنيئر پاڻ اِهي سموريون حقيقتون ڄاڻڻ جي باوجود، سنڌ جي آبپاشيءَ جي ترقيءَ لاءِ وڏيڪ پاڻيءَ جي ڪڏهن ٻُڌڪ بہ نٿا ٻولين ۽ اسان کي لاڳيتو ڏوهاري ليکيندي پاڻي ذيان ڪرڻ جي الزام جي وراڻي تي خاموش رهڻ جو ٿو چيو وڃي.

هڪ ٻيو دلچسپ پهلو جيڪو عام طور تي نفسياتي هٿيار طور استعمال ڪيو ٿو وڃي، واضح ڪرڻ پڻ ضروري آهي. تہ متاهين ڪنڌيءَ وارا پاڻيءَ وڏي مقدار ۾ هر سال سمنڊ ۾ ضايع ٿيڻ جو رڪارڊ ڏيکاريندا رهندا آهن.

سائين! اسين پنهنجو پاڻ کي اياڳا نٿا ليکيون جو سمنڊ اسان جي ڌرتيءَ کي ڇُهي ٿو پر اصل حقيقت اِها آهي تہ سمورن دريائن جا اڻ روڪ وهڪرا سنڌ مان لنگهن ٿا تہ جيئن سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري سگهن. گهڻي ڀاڱي اِهو اضافي پاڻي، ٻوڏ واري مند دوران اچي ٿو جڏهن انجي نہ متاهين ڪنڌيءَ وارن کي ضرورت هوندي آهي ۽ نہ ئي وري سنڌ کي.

ڪڏهن ڪڏهن پاڻي تڏهن ايندو آهي جڏهن اسان جي متاهين ڪنڌيءَ وارن کي گهرج نہ هوندي آهي ۽ سنڌ انجي استعمال کان قاصر هوندي آهي، چاڪاڻ جو ڪابہ اڳواٽ رٿابندي اوستائين ممڪن ناهي جيستائين فصلن جي گهرج لاءِ مقرر ڪيل عرصي دوران پاڻي اچڻ جي ڪا خاطري نٿي ڪرائي وڃي. سمنڊ ۾ داخل ٿيندڙ اِهو اڻ روڪ دريائي پاڻي ساليانو 35 ملين ايڪڙ فوٽ کن هجي ٿو. جيتوڻيڪ اِها حقيقت پنجاب جي انجنيئرن کي پتو آهي تہ اڻ روڪ سيلابي پاڻي سمنڊ ۾ وهائڻو ئي پوندو ان هوندي بہ هو انهن چاڙهن کانسوا ذيلي زون ۾ پاڻيءَ جي موجودگي ۾ توازن آڻن جي ڪوشش ٿا ڪن ۽ انهيءَ اڻ ڪارج جوڳي اڻ روڪ سيلابي پاڻيءَ کي پنجاب کان ملندڙ پاڻيءَ ۾ شامل ٿا ڪن. IBAB آڏو (لنڊن ۾ ڪوٺايل IBAB جي آخري گڏجاڻي 4 جو ضميمو III■

۽ IBAB طرفان مرڪزي حڪومت آڏو اهڙي تصوير تي پيش ڪئي وئي. جيئوٽيڪ سنڌو جي مرڪزي وهڪري ۾ پاڻيءَ جي موجودگيءَ کي ذيلي زون ۾ موجودگيءَ سان ڳنڍڻ بنيادي طور تي غلط آهي. ان هوندي بہ جيڪو نڪتو نوٽ ڪرڻ گهرجي سو هيءَ تہ اهڙن تناسبن ۾ سيلابي پاڻيءَ جو وسيع مقدار شامل نہ ڪرڻ گهرجي جيڪو سمنڊ ۾ پوي ٿو ۽ جنهن تي سنڌ جو ڪو ڪنٽرول ناهي.

سنڌ جي زراعت بابت ڪڏهن ڪڏهن هڪ ٻي ڳالهہ سامهون آندي ويندي آهي سا 'وڏيرن' ۽ 'هارپي واري سرشتي' جي هئڻ جي، جنهن جو مطلب سندن زرعي پيداواري سگهہ جو گهٽ هئڻ ٿو ليکيو وڃي. اِهو پيش نظر رهڻ گهرجي تہ سنڌ 'وڏيرن' جو ديس ناهي. اهي چاڪاڻ جو 1958 وارن زرعي سڌارن ذريعي انهن جو باب چڪتو ڪيو ويو آهي. زمين هاڻ هارين جي حوالي ٿي وئي آهي. گڏوگڏ وڏي تعداد ۾ ٻاهريان آبادگار پڻ سنڌ ۾ ٿانيڪو ٿي چڪا آهن. اهي اهم عنصر آهن جن سنڌ جي زرعي معاشري ۾ بنيادي تبديليون آڻي ڇڏيون آهن. اُهو ڏينهن پري ناهي جڏهن سوشلسٽ لاڙا زمين جي مالڪيءَ واري انداز ۾ اجائين وڏيڪ واضح تبديليون آڻيندا. تازو ئي ٿيل چونڊن واضح طور تي ظاهر ڪيو آهي تہ وڏي پيماني تي سماجي ۽ معاشي تبديلين جي وڪالت ڪندڙ پارٽيءَ کي نہ رڳو پنجاب ۾ پر سنڌ ۾ پڻ عوامي تائيد جو ووٽ حاصل ٿيو آهي.

پاڻيءَ جي ورڇ ۽ سندن حقن جي تعريف دوام لاءِ آهي ۽ انهن تي ڪوبہ اثر نہ پوڻ گهرجي. پٽ فيڊر جي لڳ ڀڳ سموري ايراضي قبائلي سردارن جي پنجوڙ ۾ آهي. سائين! اها معنيٰ نہ ڪڍي وڃي تہ ڪو اسين پٽ فيڊر لاءِ پاڻيءَ جو تفويض جا مخالف آهيون پر آءُ رڳو ايترو چوڻ جي ڪوشش پيو ڪريان تہ اڄ جو سماجي ضابطو ضروري ناهي تہ سياڻيءَ جي سماجي ڍانچي جي عڪاسي ڪندو هجي. جيئن ئي غريب هاري ناري پنهنجي ملڪيت جو مالڪ بڻبو آبپاشيءَ جي صلاحيتن ۽ ٻين عملن ۾ بهتري اچتر آهي. اِهو هڪ جاري عمل آهي. سنڌ ۾ بہ زمين جو دٻاءُ وڏي ويو آهي ۽ اِهو جاري رهندو پر سنڌ پنهنجي آبپاشيءَ لاءِ منو پاڻي ڪٿان آڻيندي؟ اهڙي صورتحال پنجاب کي درپيش ناهي، ڇاڪاڻ جو اُتي زرعي مستقبل اونداهو ناهي ۽ اُتي موجود زير زمين پاڻيءَ جي استعمال سان ڪم ڪار هلائي سگهجي ٿو.

هاڻي سنڌ ۾ استعمال جوڳي زير زمين پاڻيءَ بابت ڳالهائيندس. اِها ڳالهہ عالمِ آشڪار آهي تہ سنڌ جي لڳ ڀڳ سموري ايراضي سم جو شڪار آهي.

تازوئي واپڊا جي صلاحڪار ميسر هنٽنگس پنهنجي رپورٽ شايع ڪئي آهي جيڪا هن ڪميٽيءَ ۾ پنجاب جي مانواري ميمبر جي نگرانيءَ ۾ تيار ڪئي وئي. ان رپورٽ موجب سنڌ جي مختلف علائقن ۾ استعمال جوڳو زير زمين پاڻي موجود آهي. 150 سيڪڙو کان 160 سيڪڙو تائين جي حد تائين پوکيءَ جي شدت ۾ قياسي امڪان کان پوءِ هو سڄي سنڌ جي مختلف حصن ۾ لڳ ڀڳ ٽيهه لک ايڪڙ فوٽ مٺو زير زمين پاڻيءَ جي چاڙهه تا ڏين. اُهو وسيع تر تصور ڪيترن ئي نقصن جو شڪار آهي. پهريون تہ انهن ايراضين ۾ هاڻوڪي شدت گهٽي گهٽ آهي ۽ ايستائين جو چوڙ لائق واڌي يا ريچارج پڻ گهٽو گهٽ هوندو جڏهن تہ پنجاب ۾ ڪيترن ئي قومي ۽ عالمي ادارن استعمال جوڳي پاڻيءَ جو ڪاٿو لڳايو آهي، حاصل ڪيل نتيجا اصل ڪاٿن سان ڀيٽڻ لاءِ ممڪن آهي. لڳايل گنجائش عام طور تي وڏيڪ آهي پر عملي تجربي کان پوءِ نتيجو گهٽ هجي ٿو. پنجاب پڻ اِهوئي ڄاڻايو آهي.

سنڌ ۾ اهڙو تجربو بنهہ مختلف رهيو آهي. سنڌ ۾ خيرپور اسڪارپ سم جو پاڻي ڇڪڻ لاءِ واحد عملي تجربو آهي. اتي بہ لڳايل ڪٽ کان گهٽ اخراج جوڳو نيڪال مشاهدي هيٺ آيو آهي.

ڪجهہ مرحلن تي سنڌ ۾ استعمال جوڳي زير زمين پاڻيءَ جو حوالو عالمي بينڪ ڪي رپورٽن ۽ ٻين ماهر صلاحڪارن جي رپورٽن لاءِ پڻ ڏنو ويو آهي. اِهو ڏنو ويو آهي تہ ٻين سمورن ماهر صلاحڪارن جن اولهہ پاڪستان جي مجموعي رٿابنديءَ ڪي نبيريو آهي. دراصل سنڌ جي ايراضيءَ لاءِ سولائي سان ميسرز هنٽنگس جي رپورٽن ۾ شامل انگن اکرن تي انحصار ڪيو آهي. جيستائين سنڌ صوبي جو تعلق آهي تہ انهن ادارن هٽ ڪوبہ وڌيڪ اڀياس نہ ڪيو آهي. گڊو بئراج ڪمانڊ ۾ زير زمين مٺي پاڻيءَ جي ذخيرن ڪي وهڪري جي فراهمين سان ڳنڍي نٿو سگهجي. ڇاڪاڻ جو اُتي ڪينالي سرشتا غير دوامي/ غير مستقل آهن. ميسرز هنٽنگس طرفان سنڌ ۾ ڏيکاريل باقي زير زمين مٺو پاڻي 2.39 ملين ايڪڙ فوٽ آهي جيڪو انتهائي قياسي آهي ۽ انجو اصل مقدار ڪجهہ بہ هجي پر 1 ملين ايڪڙ فوٽ کان گهٽ ئي هوندو سو بہ ٽڙيل. پکڙيل ۽ انتهائي سم واري ايراضين جي گهيري ۾ آهي.

سنڌ ۾ زيرِ زمين مٺي پاڻيءَ وارين ايراضين ۾ خانگي ٽيوب ويلن جي وڏي پيماني تي اڻ موجودگي اهو ظاهر ڪرڻ جو هڪ وڌيڪ ثبوت آهي تہ اِهو

خاطريءَ وارو ذريعو ناهي ۽ انڪري ان تي پروسو نٿو ڪري سگهجي.

چيئرمين: خيرپور اسڪارپ ٽيوب ويل جو پاڻي سامونڊي پاڻيءَ جيترو ئي لوڻياٺو آهي. اهو روهڙي ڪينال ۾ ڦٽو ڪري ان کي ڇو پيا تباهه ڪريو؟

عبدالوهاب: سائين! اِهو ڏکهو قصو آهي. آءُ اُن گڏجاڻيءَ ۾ موجود هئس (اولهه پاڪستان حڪومت ۾ ڊپٽي سيڪريٽريءَ جي حيثيت سان) جنهن ۾ سيد حامد سميت ڪيترائي ناميارا ماهر موجود هئا. ان ۾ اسان جي مخالفت جي باوجود، ٽيوب ويلن جو لوڻياٺو پاڻي روهڙي ڪينال ۾ ڦٽو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

چيئرمين: پر هاڻ ون يونٽ ٽٽڻ کان پوءِ، ساڳيو عمل ڇو پيا ڪريو؟

عبدالوهاب: سائين! اِهو درست ۽ انتهائي اهم سوال آهي. روهڙي ڪينال اسان جي بهترين ڪينالن مان هڪ آهي جيڪو سنڌ جي بهترين ايراضيءَ کي سيراب ڪري رهيو آهي ۽ ان کي تباهه ڪيو ويو آهي. ايل بي ڊي او جي اڏاوت کان پوءِ، اسين لوڻياٺو پاڻي ان نيڪال ۾ خارج ڪنداسين.

سنڌ ۾، اسان وٽ زيرِ زمين مٺي پاڻيءَ جون ايراضيون سم وارين ايراضين جي گهيري ۾ آهن جن جي لوڻيات سامونڊي پاڻيءَ کان به وڌيڪ آهي. جيڪڏهن انهن ايراضين مان پاڻي ڇڪبو ته پرپاسي وارو لوڻياٺو پاڻي زير زمين مٺي پاڻيءَ ڏانهن وهي ايندو ۽ ان ريت مستقبل ۾ به انهن ايراضين کي ڪتب آڻڻ جا امڪان گهٽ آهن. اهڙي جوکم پرئي ست تي ڪا پائيدار زراعت وڏي ويجهي نٿي سگهي.

ٻئي پاسي، پنجاب ۾ ديگهه ۽ ويڪر ۾ زير زمين مٺو پاڻي رکندڙ لامحدود آبي زميني تهه موجود آهن ۽ جيڪڏهن پنجاب ۾ ڪي سم واري پاڻيءَ جون ڪي ايراضيون آهن به ته انهن کي توازن ۾ آڻڻ لاءِ مٺي پاڻيءَ جا وڏا تهه پڻ موجود آهن.

هاڻي آءُ پنجاب ۾ زير زمين پاڻيءَ جي موجودگيءَ بابت ابتدائي گذارشون پيش ڪرڻ چاهيان ٿو.

اهو نوٽ ڪرڻ دلچسپيءَ کان خالي نه هوندو ته جهجهي ڪارائتي زير زمين پاڻيءَ جي باوجود، جڏهن به پنجاب کي مستقبل جي رٿائن لاءِ اِهو استعمال ڪرڻ جو چيو ويو آهي ته اُن اِهو چاٽايو آهي ته اِهو پاڻي خراب معيار وارو آهي. موجود زيرِ زمين پاڻيءَ جي مبينه طور خراب معيار هئڻ باوجود به پنجاب زيرِ زمين

پاڻيءَ جي بهتريءَ جي ڏس ۾ وڏي پيماني ۾ رانگهه پيري رهيو آهي. پنجاب ۾ زيرِ زمين پاڻيءَ جو استعمال انتهائي ڪارائتو آهي. تنهن جو عملي ثبوت خانگي ٽيوب ويلن جو وڏي پيماني تي استعمال آهي جنهن جو هاڻ تعداد نوي هزار کان به وڌي ويو آهي. اِهي خانگي ٽيوب ويل هڪ ڊگهي عرصي کان هلندڙ آهن ۽ انهن جي غير معياري هئڻ وارو سوال ڪڏهن به نه اُٿيو آهي جيڪڏهن ائين هجي ها ته پوءِ خانگي ٽيوب ويل ايڏو تيزيءَ سان نه پکڙجن ها. انڪانسواءِ اِهي ٽيوب ويل آبپاشيءَ لاءِ گهٽي پاڻي سڌو سنئون استعمال ڪيا پيا ويندا آهن ۽ انهن جي پاڻيءَ جي استعمال بابت ڪي به شڪايتون اجان تائين سامهون نه آيون آهن. خود واپڊا جي ڪيل سروي ۾ به آبادگارن انهن تي پنهنجي اطمينان جو اظهار ڪيو آهي. ان موضوع تي اسان جي بحث ڪرڻ دوران ان ڏس ۾ اصل ثبوت پيش ڪيا ويندا.

سائين! حقيقت اِها آهي ته پنجاب جي لڳ ڀڳ هر گهر ۾ ايستائين جو اوهان کي پلي پت چاڻ هوندي ته خود لاهور جي گهرن ۾ به ٽيوب ويل لڳل آهن جيڪي پيئڻ ۽ ٻين گهريلو ڪمن ڪارين واسطي استعمال ڪيا ٿا وڃن. جڏهن اسين پنجاب ۾ زير زمين پاڻي آبپاشيءَ واسطي استعمال ڪرڻ جي ڳالهه ٿا ڪريون ته هو خراب معيار جو ٿا ذڪر ڪن پر سڄي پنجاب ۾ اڃان تائين ڪوبه ٽيوب ويل جو پاڻي پيئڻ سان لوڻياٺ جو شڪار ناهي ٿيو ۽ پنجاب ۾ ٽيوب ويلن جو پاڻي پيئڻ ڪا نئين ڳالهه به ڪونهي. پنجاب واسي سنڌ جي رهواسين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ سگهارا آهن. سنڌ واسطي جن کي پيئڻ جو پاڻي ميسر ڪونهي يا وري کين لوڻياٺو/ ٻاڙو پاڻي پيئڻ ٿو نصيب ٿئي.

(چيئرمين جي پڇا ڪرڻ تي عبدالوهاب واضح ڪيو ته اسڪارپI جي نتيجن کي پنجاب ۾ ٻين اسڪارپن جي لاءِ عمومي پيمانو نٿو بڻائي سگهجي).

درحقيقت هاڻ اسڪارپI واري ايراضيءَ ۾ آبپاشي ڪاٽي جون 13 ٽيوب ويل رٽائون هيون. انهن مان ڪي رٽائون خالص نڪاس واسطي هيون جن ۾ لوڻياٺو پاڻي هو. انڪانسواءِ اسڪارپI جي ٽيوب ويلن ۾ هلڪي فولاد واريون چاٽيون استعمال ڪيون ويون جيڪي جلدي گسجي ويون. ٻين اسڪارپن ۾ ٻين نوعيتن جون چاٽيون بشمول فائبر گلاس چاٽيون استعمال ڪيون ويون آهن. پنجاب اسڪارپI جي نتيجن کي عمومي رنگ ڏيندي پنهنجو ڪيس پيش ڪندي مونجهارو پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اهم نڪتو اِهو آهي ته جڏهن نوان

اسڪارپ تيار ڪيا ويا آهن تہ پوءِ ٽيوب ويل اهڙين جاين تي لڳائڻ جي ڪا ضرورت ناهي جتي زير زمين پاڻي خراب معيار جو آهي يا ان ۾ مٺي پاڻيءَ جو وڏو مقدار ملائڻو تو پوي. پنجاب وٽ اونهائيءَ ۾ ويڪر ۾ زيرِ زمين مٺي پاڻيءَ جون لامحدود ايراضيون آهن ۽ هو زير زمين قابل استعمال پاڻيءَ وارين ايراضين ۾ ڪڏهن بہ ٽيوب ويل هڻي سگهن ٿا. ڪجھ بہ هجي، ڪابہ ٽيوب ويل رڳا زمين ۾ زيرِ زمين پاڻيءَ جي ڳوڙهي جاچ ڪانسواءِ شروع نہ ڪئي ويندي آهي. انڪانسواءِ، اسڪارپI جا نتيجا ايترو بہ خراب ناهن جهڙي ريت تازي ساليانې رپورٽن مان پروڙي سگهجي ٿو. اهي اسان جي اصل مامرن تي بحث ڪرڻ دوران پيش ڪيون ويندين. اسڪارپI ۾ جوڳي ايراضي سنياري/ حاصل ڪئي وئي آهي ۽ باقي ڪا ٿورڙي ڪلراٺي زمين بچيل آهي جيڪا بحال ٿيئي آهي. ان ڪي جپسم جهڙن اسمن جي ضرورت آهي. اِها زمين خانگي مالڪن جي آهي نہ ڪي سرڪار سڳوريءَ جي. سرڪاري داخلا سدائين جلدي ۽ وڏي پيماني تي ٿيندي آهي، جڏهن تہ خانگي معاملا ڪجھ سست رهندا آهن. انڪري جيڪڏهن انهن ڪلراٺي زمينن جي بحاليءَ ۾ جيڪڏهن دير ٿي آهي تہ ان ۾ نقص ٽيوب ويل پاڻيءَ يا اسڪارپI جو ناهي. اِهي سمورا نڪتا بحث ۾ آڻي پنجاب رڳو مونجهارا پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ جيئن ڪميٽيءَ کي زيرِ زمين پاڻيءَ کي وهندڙ پاڻيءَ سان ڳنڍڻ واري نڪتي کان ٽيڙائي سگهجي. زيرِ زمين پاڻيءَ جي اِها موجودگي پنجاب وٽ بيشڪ لامحدود آهي. پنجاب ۾ فقط ٽيوب ويلن ذريعي استعمال ٿيندڙ زيرِ زمين پاڻيءَ جو ڪُل مقدار منگلا ۽ تربيلا ڊيم جي ڪُل گڏيل گنجائش کان بہ وڌيڪ آهي.

(ٽيوب ويلن جي پاڻيءَ جي معيار بابت چيئرمين جي وڌيڪ پڇاڻي تي عبدالوهاب واضح ڪيو تہ زمين جو مٿيون حصو عام طور تي مٺي پاڻيءَ وارو آهي، جاڪاڻ جو ريچارج جو وڏو حصو ڪينال دريائي، ڊنڊن ۽ برساتي پاڻيءَ وارو آهي). اهي سمورا نج پاڻي آهي. وقت گذرڻ سان، جتي بہ ٽيوب ويل هلي رهيا آهن پنجاب ۾ زمين جا مٿيان تہ لوڻياٺ کان پاڪ ٿيندا پيا وڃن ۽ انڪري ٽيوب ويلن مان حاصل ٿيندڙ پاڻيءَ جو معيار اڳي جهڙو خراب نہ رهندو. پنجاب ۾ پاڻيءَ جا تہ رکندڙ ايراضين ۾ مٺو زير زمين پاڻي آهي جيڪو ٽيوب ويلن جي استعمال جي ابتدائي مرحلن ۾ لوڻياٺ جي مقدار ۾ تناسب ٿو آڻي. وقت ئي ظاهر ڪندو تہ ان ۾ ڪيتري سچائي آهي.

سائين! آبپاشيءَ لاءِ زيرِ زمين پاڻي استعمال ڪرڻ ۾ اهم ۽ بنيادي ڳالهه اِها آهي تہ جڏهن اولهه پاڪستان ۾ مٿاڇري وارو پاڻي ميسر نہ هوندو تہ پوءِ مستقبل جي رٿائن جو دارومدار زيرِ زمين پاڻيءَ تي ئي ٽيڪو آهي. جيستائين پنجاب جو تعلق آهي، اتان جي زراعت برقرار رهي سگهي ٿي پر جيستائين سنڌ جو تعلق آهي تہ اسان جو انحصار ئي مٿاڇري واري پاڻيءَ تي آهي. جڏهن اسين مٿاڇري وارو سمورو پاڻي جيڪو هيءَ ڪميٽي اسان کي تفويض ڪندي، کپائي چڪا هونداسين تہ پوءِ سنڌ نوٽ تي ويندي. ان ريت اسان آڏو پنهنجو پيانڪ مستقبل آهي جڏهن تہ پنجاب کي اهڙي ڪا صورتحال درپيش ناهي.

جيستائين پاڻيءَ جي گهرج جو تعلق آهي تہ هينانهين ڪنڊيءَ وارن طرفان گوڙ گهمسان يا ڏڌير ڪو فطرت ناهي. مٿاهين ڪنڊيءَ وارن طرفان سنڌ کي درپيش ڏکيائيون سمجهڻ ۽ پروڙن گهرجن. سنڌ ۾ زرعي عمل، جتي لڳ ڀڳ سمورو زيرِ زمين پاڻي لوڻياٺو آهي، جو مڪمل دارومدار سنڌو دريا ذريعي ايندڙ مٿاڇري واري پاڻيءَ تي آهي. انهيءَ حقيقت کان ڪوبہ انڪار نہ ڪندو تہ اضافي وهندڙ پاڻي املهہ آهي. انڪري اِهو مناسب نہ ٿيندو تہ اڻ تفويض ٿيل پاڻي نين رٿائن لاءِ مختصر ڪجي. چاڪاڻ جو پاڻيءَ جي سنهري ورچ نہ رکو پاڻيءَ جي ذيان جو سبب بڻبي پر زمين ۽ ڪنهن نئين رٿا ۾ ٿيندڙ سموري ترقياتي سرگرمي پڻ ضايع ٿي ويندي. اهوئي سبب آهي جو اسان پنهنجي مستقبل واري پروگرام ۾ پنهنجي زرعي ايراضيءَ جي شدت/ زرخيزي وڌائڻ جو منصوبو جوڙيو آهي. ڪالونائيزيشن، رستن ۽ منڊين وغيره جهڙو بنيادي ڍانچو اڳيئي موجود رٿائن ۾ موجود آهي جيڪو موجود رٿائن ۾ شدت آڻڻ کي ممڪن ۽ سستو ٿو ظاهر ڪري. موجود رٿائن ۾ اضافي پاڻيءَ جي دباءُ سان مٿاهان لوڻياٺا مادا هيٺ لهي ويندا ۽ ان ريت موجوده زراعت کي سم ۽ ڪلر ذريعي ايندڙ تباهيءَ کان بچائي سگهبو.

سنڌ طرفان ايندڙ پندرهن سالن دوران ترقياتي پروگرام لاءِ مستقبل جي پاڻيءَ جي گهرج کي انتهائي ڪفايت شعاري سان ڪٿيو ويو آهي. مدامي ايراضين ۾ 12 سيڪڙو شدت ۽ غير مدامي ايراضين ۾ 100 سيڪڙو شدت جو رٿيو ويو آهي. سنڌ جي زراعت واسطي اضافي پاڻيءَ جي تفويض انتهائي ضروري آهي نہ تہ انجي تباهيءَ وارو مرحلو سگهوئي اچي پهچندو. سنڌ جي زرعي معاشري ۾ زراعت جو خاتمو انتهائي اڻ قبولڻ جوڳو هوندو، خاص طور تي ان صورت ۾ جڏهن مٺي پاڻيءَ جو ڪو ٻيو ذريعو سنڌ ۾ موجود ئي ناهي. سائين! اِهو زرعي زوال

ڏڪيڙ ۾ احتجاج جو ڪارڻ آهي ۾ اوهان پلي پٽ چاڻو ٿا تہ ڏڪيڙ ۾ احتجاج مسئلن کي نبيرڻ بدران انهن کي وڌائڻ جو ڪارڻ بڻبا آهن.

**<u>پاڻيءَ جي گهرجن بابت مختصر طور تي ڳالهائڻ کان پوءِ، آءٌ پاڻيءَ جي ورچ سان لاڳاپيل موضوع تي ڳالهائڻ چاهيندس.</u>**

رٽائن جي سرشتي طرفان نين صلاحيتن جي پيدا ڪرڻ اُميدون وڌائي ڇڏيون آهن تہ سنڌ کي انجي ترقيءَ واسطي پنهنجو حق حصو ضرور ملندو. اِهو مشاهدو ڪرڻ انتهائي اُگرو آهي تہ پنجاب منگلا، تربيلا ۾ چشما جا مڪمل ذخيرا پاڻ وٽ رکي ڪنهن ٻئي صوبي طرفان انهن جي استعمال کان نابري ٿو واري انجو بہ جواز پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي جڻ تہ اپرندي دريائن جي وچايل پاڻيءَ جو خال پرڻ لاءِ سمورو نئون پاڻي گهربل آهي.

سائين! هڪ آمريڪي يونيورسٽيءَ هڪ فارمولو جوڙيو آهي تہ مايوسي حقيقي حاصلاتن تي متوقع حاصلاتن جو هڪ تناسب آهي. اسان کي اُميد ڏياري وئي هئي تہ سڄو تربيلا سنڌ واسطي آهي ۽ اِهو تہ سنڌو دريا جي بيراجن جي قيمت تي سنڌو جو پاڻي ذيلي زون ڏانهن منتقل نہ ڪيو ويندو. انڪري جيڪڏهن اڄ رٽائن جي سرشتي مان سنڌ جو لاڀ ٿڙي آهي تہ پوءِ انگي حسابن جي ساري اصول تحت مايوسي بہ لامحدود هئڻ گهرجي. ڪميٽيءَ کي اِهو ٻڌايان تہ سنڌ ۾ هر ڪنهن کي اُميد هئي ۾ اجان تائين محسوس ٿو ڪري تہ ربيع دوران سنڌ جي زمينن کي سيراب ڪرڻ لاءِ تربيلا جو پاڻيءَ آيو ڪي آيو. اُميد اٿم تہ ڪميٽي انهيءَ احساس جو ادراڪ ڪندي ۾ اسان جي مستقبل جي ترقيءَ واسطي سنڌو دريا جي پاڻيءَ تي اسانجو حق برقرار رکندي.

اِهو درست آهي تہ ٿاهہ سبب اسان کي پاڻيءَ جو نقصان ٿيو پر اِهو نقصان سڄي اولهہ پاڪستان جو هو. رٽائن جي سرشتي جي هڪ حصي پويان فلسفو انهن ڪينالن جي پاڻين لاءِ ڪن متبادل ذريعن طور عمل ڪرڻو هو جن جي پاڻين جا اصل ذريعا ڀارت جي حوالي ٿي ويا آهن. اِهو چوڻ درست ناهي تہ رٽائن جو سمورو سرشتو اولهہ پاڪستان جي ڪينال سرشتن لاءِ پاڻين جا متبادل ذريعا آهن. جهڙي ريت پنجاب چاهي ٿو تہ اسين تسليم ڪريون. رٽائن جي سرشتي ۾ ڪڏهن بہ سنڌ جي بيراجن جي قيمت تي سنڌو ۾ ڪوٽ پيدا ڪرڻ جي سعي نہ ڪئي وئي آهي.

سائين! اِها سادي سودي منطق آهي تہ سليمانڪي ۾ اسلام وارا بہ هيڊ

ورڪ ۽ ديپالپور ۾ سي بي ڊي سيءَ وارا بہ ڪينال ئي ايرندي دريائن جي پاڻيءَ تي انحصار ڪندڙ هئا. هاڻ پنجاب اسان کي ان سان سهمت ڪرڻ جو خواهشمند ٿو لڳي تہ تريمو پنجند ۽ اسلام وارا ٿي هيڊورڪ مڪمل طور تي سنڌو جي حوالي ڪيا وڃن. جيڪڏهن اڳي ڄاڻايل ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ٻن هيڊورڪن بدران ٽي هيڊ ورڪ سنڌو جي حوالي ڪيا ويندا يعني جڏهن تريمو پنجند ۽ اسلام جي خريف ۽ ربيع واري سڄي گهرج ايرندي دريائن جي انتهائي گهٽ حصي جي جاءِ تي ذيلي ايراضيءَ مان پوري ڪئي ويندي تہ پوءِ مدامي پاڻيءَ جي نقصان ٿيڻ يا ڪلرائي ذخيرن وغيره جي صورت ۾ متبادل پاڻي حاصل ڪرڻ واري ڳالهہ پويان منطق ڪٿي آهي. ان ريت منگلا جو سمورو ذخيرو بين الدريائي لنڪ ۽ انهن مان لاڀ پرائيندڙ سرڪاري ٽيوب ويل پروگرام سمورا متبادل لاءِ اضافي بڻجي ويندا (عبدالوهاب بين الدريائي لنڪن جي ضابطن واري اثر جا لاڀ بليڪ بورڊ تي واضح ڪيا. هُن وضاحت ڪئي تہ بين الدريائي لنڪ اضافي گنجائشون/ صلاحيتون آهن جنهن جو ڪميٽيءَ ضرور ادراڪ ڪري).

اسان جي عاجزاڻي عرضداشت اِها آهي تہ اسين ان تي ارها ناهيون تہ اسان جي پنجاب واسي ڀائرن کي انهن لاءِ سان ڇو نوازيو ويو آهي. اسين ڪين فقط اِهو ٿا چئون تہ هو رٿائن جي سرشتي مان مٿاڇري واري پاڻيءَ مان اسان کي اسانجو جائز حصو ڏين جيڪو سڄي اولهہ پاڪستان جي جوڳي ترقيءَ لاءِ ٺاهيو ويو هو نہ ڪي ڪنهن هڪ ايراضيءَ جي ترقيءَ واسطي.

پاڻيءَ جي وسيلن جي موجودگيءَ واري اهڙي سُرهي صورتحال ۾ اِها اچرج جوڳي ڳالهہ آهي جو پنجاب دانهون ڪري تہ ٽن ايرندي دريائن جي وڃائڻ سان ان تي اضافي بار پئجي ويو آهي. سائين! اسين اهڙي صورتحال سان سهمت ناهيون ۽ نہ ئي ٿي سگهون ٿا. تريمو پنجند ۽ اسلام پنهنجون فراهميون جهلم ۽ چناب دريائن ۾ منگلا ۾ سرڪاري ٽيوب ويلن ذريعي پيدا ڪيل اضافي صلاحيتن مان ئي حاصل ڪندا رهن. سنڌو جا لنڪ اوڏي مهل ئي استعمال ۾ اچن جڏهن جهلم ۽ چناب، منگلا ۽ ٽيوب ويلن جي پاڻيءَ سان گڏجي متبادل ضرورتون پوريون ڪرڻ کان قاصر هجن ۽ جڏهن سنڌو مان منتقليءَ جوڳو اضافي پاڻي موجود هجي. لاڳاپيل مامرن تي بحث دوران انجي وڌيڪ وضاحت ڪندس.

آخر ۾ آءٌ مختصر طور تي سڀ کان وڌيڪ اهم اسم يعني 1945 واري سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ جو مختصر ريت ذڪر ڪرڻ چاهيندس، جنهن سنڌ ۽ پنجاب

وچ ۾ سنڌو دريا ۽ انجي ذيلي وسيلن جي پاڻيءَ جي ورڇ جو فيصلو ڪيو. انجو مختلف صوبن وچ ۾ پاڻيءَ جي ورڇ واري سوال سان گهرو تعلق آهي. چاڪاڻ جو پهريون مول متو (9) ڪميٽيءَ کي هدايت ٿو ڪري تہ صوبن کي اڳيئي حاصل پاڻيءَ جي تفويض/ ورڇ کي ليکيندي سنڌو ۽ انجي ذيلي وسيلن جي پاڻيءَ کي ضرور مدنظر رکيو وڃي. اِهي ورڇون سنڌ - پنجاب ٺاهہ جي پاڻيءَ وارين شقن ۾ آنديون ويون جيڪي پنجاب ۽ سنڌ ٻنهي جي حڪومتن قبوليون جهڙي ريت اڳتي ان مامري تي ڳالهائڻ دوران آءٌ ڏيکاريندس. بهر صورت 1946 ۾ مالياتي مامري جو فائدو وٺندي پنجاب طرفان پاڻيءَ وارين شقن ۾ ڪجهہ ڦير گهير رٿيا ويا جيتوڻيڪ ٺاهہ جي شق 15 واضح ٿي ڪري تہ ٻنهي حڪومتن جي رضامنديءَ کانسواءِ انهن ورڇن ۾ ڪابہ تبديلي نہ ڪئي ويندي پر لکپڙهہ مان. جنهن جو اڳتي حوالو ڏيندس. نظر ٿو اچي تہ اُن تي بحث مهل. ڦير گهير انتهائي معمولي نوعيت جا هئا ۽ ايستائين جو 1946 ۾ ٺاهہ کي صحيحون ٿيڻ کان ست مهينا پوءِ بہ پنجاب کي ٺاهہ جي پاڻيءَ وارين شقن تي ڪي وڏا اعتراض نہ هئا ۽ انهن ۾ معمولي ڦير گهير جي ئي رٿ ڏني هئائين. سنڌ - پنجاب ٺاهہ حقيقتاً اهم نوعيت جي رضاڪاراڻي نبيري جو هڪ غير معمولي مثال آهي. ايستائين جو نئين ڪنڊ جي ورهاڱي کان پوءِ پير محمد ابراهيم. چيف انجنيئر ۽ سيڪريٽري آبپاشي حڪومت پنجاب هوندي 1948 ۾ پنهنجي ڪتاب 'اولهہ پاڪستان ۾ پاڻيءَ جا حق' ۾ لکي ٿو ۽ هت انجو حوالو ٿو ڏيان تہ.

"سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ سنڌو دريا جي پاڻين جي ممڪن حد تائين انصاف ڀڏل ورهاست لاءِ انتهائي اورچائپ واري غور ويچار ڪرڻ کان پوءِ ڪيل ٺاهہ جي پاڻيءَ بابت شقن تي سنڌ ۽ گڏيل پنجاب وچ ۾ ٿيل ٺاهہ جو مسودو ضميمي VIII ۾ شامل ڪيو ويو آهي."

سائين! اِهو ٺاهہ چاتل تاريخ ۾ پنهنجي نوعيت جو پهريون مثال آهي جڏهن ڪنڌيءَ وارن جي حساس مسئلن کي باهمي راضپي سان حل ڪيو ويو ۽ انکان پوءِ ڊگهي عرصي تائين گڏيل رضامنديءَ سان ان تي عمل پڻ ٿيندو رهيو. سو سائين انڪري اِهو ليکيو ويندو تہ 1945 وارو سنڌ - پنجاب ٺاهہ انتهائي اهميت وارو اسم آهي ۽ ان کي هڪ پاسي ٽاري نئو سگهجي جهڙي ريت هن ڪميٽيءَ آڏو پنجاب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. درحقيقت انهن سمورن سالن دوران سنڌ - پنجاب ٺاهہ جي بنياد تي پاڻيءَ جي ورڇ قبوليندي پنجاب پنهنجي حقن کي

انهيءَ وريچ تائين محدود ڪيو آهي جيڪا ٺاهه ۾ شامل آهي.

سنڌ جو ان معاملي ۾ سگهارو ڪيس آهي. ان مامري تي بحث دوران آءُ ان ڏس ۾ وڌيڪ دليل ڏيندس.

عبدالوهاب شيخ: هاڻ مامرن تي ٿا اچون. پهريون اهم مامرو سنڌو جي پاڻين جو ٺاهه 1960 جا نتيجا/ اثر آهي. اِهو اهم مامرو درحقيقت هن ڪميٽيءَ جي مول متن سان لاڳاپيل آهي جنهن کي انهيءَ ٺاهه جي اثرن/ نتيجن تي جوڳو غور ويچار ڪرڻو آهي. سائين! ڪميٽيءَ کي ٺاهه جي اهم پسمنظر مواد کان واقف ڪرائڻ چاهيندس. انهيءَ پسمنظر واري مواد جي تاريخ بيان ڪرڻ نه چاهيندس چاڪاڻ جو ان تي ڳالهيون سالن جا سال هلنديون رهيون. جهڙي ريت اوهان اڳ ۾ اظهار ڪري چڪا آهيو ته اسان کي انهن ڳالهين جي تاريخ ۾ گهڻو اونهو وڃڻ جي ضرورت ناهي. ڇاڪاڻ جو اسين ٺاهه جي اثرن/ نتيجن سان واسطو رکنداسين. انهيءَ هدايت جي روشنيءَ ۾، اوهانجو ڌيان ان موضوع سان انتهائي اهميت ۽ واسطو رکندڙ ڪجهه نڪتن ڏانهن ڇڪرائيندس جيڪي '16 مئي کان 18 مئي 1959 تي ڪينال جي پاڻين جي متبادل منصوبي بابت عالمي بينڪ گروپ سان ٿيل ڳالهين بابت رپورٽ' ۾ شامل آهن. اِهو منسٽري آف ورڪس، حڪومت پاڪستان طرفان شايع ڪرايل هڪ انتهائي ڳجهو دستاويز آهي جيڪو سنڌ اوهان صاحبن کان حاصل ڪيو.

اوهانجو ڌيان 'ڪينال جي پاڻين تي عالمي بينڪ سان ڳالهين بابت رپورٽ' جي سروي واري صفحي پهرين ڏانهن ڇڪرائيندس. مهرباني ڪري پيرا 6 پڙهو. ان ۾ بيلڪ صاحب چوي ٿو ته بينڪ پنهنجون تجويزون سامهون آڻڻ تي مجبور ٿي آهي ڇاڪاڻ جو پارت ۽ پاڪستان ٻئي هڪٻئي جون تجويزون قبول ڪرڻ کان قاصر هئا. جيڪو نڪتو آءُ هت اُٿارڻ ٿو چاهيان سو اِهو ته بينڪ کي پنهنجون تجويزون سامهون آڻڻ ۾ ڪا دلچسپي نه هئي ۽ ان اِهو عمل چو ڪيو.

صفحي نمبر 2 تي ساڳي ڳالهه پارت لاءِ ورجائي وئي آهي ته انجي رٿائن جي تجويز اڳتي آڻڻ ۾ ڪا دلچسپي نه هئي. مهرباني ڪري پيرا نمبر7 ڏسو جيڪا ڄاڻائي ٿي ته پارت جي وڏي ڳڻتي/ سروڪار پنهنجي مالي حصيداري ۽ عارضي عرصي جي معياد سان هو. ان کي پاڪستان ۾ ٺهندڙ رٿائن جي نوعيت سان ڪو سروڪار نه هو.

ساڳي صفحي تي اوهانجو ڌيان پيرا نمبر9 ۽ پنجين سٽ ڏانهن

چڪرائيندس. اِها ڄاڻائي ٿي تہ هن ناهہ تي پنج سال عمل ٿيندو ۽ ان اُميد جو اظهار ڪيو ويو تہ ان دوران ايم آر II ۽ بي ايس II تيار ٿي ويندا. ٻنهي لنڪن جي تڪميل پارت کي 21 جون کان 10 سيپٽمبر تائين سڄو خريف پاڻي چڙهڻ جو اهل بڻائيندي.

اوهانجو ڌيان صفحي نمبر 3 ۽ پيرا نمبر14 ڏانهن چڪرائيندس. اِها چوي ٿي تہ "هڪ سوال جي جواب ۾ مسٽر اليف چيو تہ بينڪ کي ڪراچيءَ ۾ سندن ترسڻ واري هاٽوڪي عرصي دوران پاڪستان طرفان رٿائن جي منصوبي ۽ مالي انتظامن جي تجويزن ٻنهيءَ جي قبول ڪرڻ جي اُميد هئي." اهو مدنظر رکڻ اهم ٿيندو تہ انهيءَ اهم مرحلي تي مسٽر بليڪ ۽ مسٽر اليف 15 مئي کان 18 مئي 1959 تائين پاڪستان ۾ ترسيا. سائين! IBAB گهڻو بعد ۾ آئي پر اِهو عجيب آهي تہ انهيءَ مختصر عرصي دوران اسان جي سمورن تاريخي حقن کي سڌو سنئون متاثر ڪندڙ ترميمي رٿائن بابت اهڙا اهم فيصلا ڪرڻ لاءِ مناسب ليکيو ويو. اِها ترميم ڪيل رٿ آهي تہ تريمو پنجند ۽ اسلام کي سنڌو دريا مان پاڻي فراهم ڪيو وڃي.

سائين! صفحي نمبر4 تي انهن آبي ذخيرن ڏانهن اوهانجو ڌيان چڪرائيندس جيڪي بينڪ جي رٿن ۾ شامل هئا.

ان ۾ ترميلا ڊيم جو وجود ئي ناهي. منگلا آبي ذخيرو 4.75 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ روهتاس آبي ذخيرو 2.1 ملين ايڪڙ فوٽ ڄاڻايل آهي. 6.85 ملين ايڪڙ فوٽ وارو اِهو انگ اهم آهي. انڪان پوءِ اوهانجو ڌيان چڪرائيندس تہ تربيلا ڊيم ڪانسواءِ ۽ ذيلي زون ۾ 6.85 ملين ايڪڙ فوٽ ذخيري سان. ڪالاباغ جهلم لنڪ فقط 9000 ڪيوسڪ گنجائش وارو هو.

هاڻ 'ذخيري جي ڦير گهير" واري سري هيٺ صفحي نمبر5 تي ٿا اچون. اِهو ٻڌائي ٿو تہ "بينڪ اِها يادگيري ڪرائي تہ پاڪستاني انجنيئرن سدائين اِهو موقف رکيو تہ اصل گهرجون گهٽيون وڌيڪ آهن. پاڪستان کي متبادل طور قابل قبول گهٽ ۾ گهٽ ذخيرو جهلم تي 3.5 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ سنڌو تي 2.4 ملين ايڪڙ فوٽ هو." اِهو چوڻ برمهل ٿيندو تہ سنڌو تي 2.4 ملين ايڪڙ فوٽ واري ذخيري ۾ سمورا وهڪري وارا ذيان شامل هئا. بهرحال ان پيرا ۾ اِهو ڄاڻايو ويو آهي تہ منگلا ۽ پنجند وچ ۾ دريا جي سڪل پيٽ ۾ ذيان وڌيڪ هوندا. ٻين لفظن ۾ ان جو مطلب آهي تہ جيڪڏهن منگلا کان پاڻي فراهم ڪيو ويو تہ پوءِ تمام گهڻا

ڏيان ٿيندا. انهيءَ پيرا مان اِهو بہ واضح آهي تہ پاڪستان انهيءَ حقيقت کان واقف هو تہ مٿا سٽا/ متبادل واريون سموريون گهرجون جهلم کان حاصل ٿيندڙ 3.4 ملين ايڪڙ فوٽ واري ذخيري مان ئي پوريون ڪري سگهجن ٿيون ۽ اِهو تہ تربيلا کي روهتاس جي قيمت تي بہ شامل ڪيو وڃي. اڳتي هلي وضاحت ڪندس تہ اِهو انڪري هو جو روهتاس آبي ذخيرو وڏيڪ سولو هو ۽ انجي اڏاوت اڳتي هلي پاڪستان لاءِ ڪرڻ جوڳي هئي.

هاڻ هلون ٿا صفحي نمبر 6 تي. سائين اوهانجو ڌيان ذيلي پيرا (d) تحت 'لچڪ' واري سري ڏانهن ڇڪرائيندس. ان تي سهمت ڪئي وئي تہ پاڪستان کي پنهنجي مرضيءَ پٽاندر منصوبو جوڙڻ جو حق هوندو بس رڳو هو انهيءَ ڏس ۾ وڌيڪ اضافي فنڊ نہ گهرندو ۽ ڪنهن بہ متعارف ڪرايل تبديليءَ جي حوالي سان عارضي عرصي کي وڌائڻ جي گهر نہ ڪندو. درحقيقت پاڪستان کي رٿائن جي سرشتي جي رٿابنديءَ لاءِ مڪمل آزادي هئي.

ساڳي صفحي تي ذيلي پيرا (e) 'سيلاب' بابت آهي. سائين! اِهو اوهان طرفان ظاهر ڪيو ويو تہ سيلاب تي ڳالهين دوران ڳالهہ ٻولهہ ٿي هئي پر ان کي رٿائن جي حتمي سرشتي ۾ شامل نہ ڪيو ويو. هت واضح ڪرڻ ٿو چاهيان تہ بينڪ سيلاب لاءِ متبادل فراهم ڪرڻ واسطي ٽيوب ويل فراهم ڪيا هئا. پنجاب ۾ تہ سيلاب کي ٽيوب ويلن منهن ڏنو پر سنڌ ۾ سيلابي ايراضيءَ لاءِ پاڻيءَ جا وهڪرا تفويض ڪيا ٿي ويا.

هاڻ هلون ٿا صفحي نمبر 9 جي پيرا 21 تي. هت اِهو واضح طور تي ڄاڻايو ويو آهي تہ صدر بينڪ کي پاڪستان جي رٿابنديءَ تي نئين سر نظر وجهڻ لاءِ هڪ بااختيار ڪميٽي جوڙڻ بابت ڄاڻايو. سنڌ جي ڪيس جي حوالي سان اِهو هڪ انتهائي اهم نڪتو آهي. ڇاڪاڻ جو IBAB جا مول مٿا هڪ مخصوص مقصد لاءِ منصوبو تيار ڪرڻ ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ هئا. انفرادي ماهرن تي بحث دوران انهيءَ نڪتي تي تفصيلي ڳالهہ ٻولهہ ڪندس.

هاڻ صحفي نمبر 11 ۾ پيرا 5 تي ٿا اچون. اِهو ٻڌائي ٿو تہ ڪٽ واري ورڪنگ پيپر ۾ نقصن ۽ ڪوتاهين کان بينڪ کي ڪيترائي پيرا آگاهہ ڪيو ويو پر سندن انجنيئرن انهيءَ تنقيد جي صحت تي شڪ جو اظهار ڪيو ۽ واضح ڪيائون تہ سندن منصوبو مڪمل تبديلي/ متبادل آڻيندو ۽ ترقيات، نئين سر بحالي وغيره لاءِ 2.0 ملين ايڪڙ فٽ پاڻي اضافي طور فراهم ڪندو.

صفحي نمبر12 ۾ پيرا نمبر8 جي ذيلي پيرا 4 جي پڇاڙڪي حصي تي ڌيان ڏيڻ گهرجي. اُن وقت پاڪستان طرفان تربيلا ڪي گهٽ ذخيرو ڪندڙ (4.2 ملين ايڪڙ فوٽ) طور ڏيکاريو ويو آهي. انهيءَ گهٽ گنجائش جي باوجود، ان جو 40 سيڪڙو ترقياتي ڪمن واسطي ليکيو ويو جنهن جون پاڪستان مالي خرچ پررڻ لاءِ پڻ تيار هئو. ان سان اِهو چاڻي سگهبو ته پاڪستان تربيلا جي گهٽ ذخيري واري گنجائش سان پنهنجي اعليٰ ترين مقاصد واري حد ليکڻ لاءِ تيار هو.

ذيلي پيرا 5 اهم آهي ۾ انگريزي اِها پڙهان ٿو "جيتوڻيڪ ٽيوب ويلن کي منظر تان ٻاهر رکڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي وئي آهي پر ان هوندي به اِهي هن صورتحال ۾ هڪ اهم عنصر آهن. هڪ رٿا تي ڪم اڳيئي شروع ٿي چڪو آهي جيڪو 3 کان 4 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ڏئي سگهي ٿو. اِها رٿا بهر صورت انهي وسيلي جي ست کي ختم نٿي ڪري ۽ آمريڪي صلاحڪار موجب. ٽيوب ويلن مان 5 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي حاصل ڪري سگهجي ٿو."

هت اِهو ٿو ڏيکاريان ته پاڻيءَ جي انهيءَ جوڳي ست کي ٻاهر رکڻ لاءِ کهڙي ڪوشش ڪئي وئي.

هاڻ اچو ته صفحو نمبر 15 ڏسون. اڳيئي پنهنجي عمومي بحث ۾ هڪ شئي داخل ڪرائي چڪو آهيان ۽ اوهان جو ڌيان پيرا 4 ڏانهن ڇڪرائيندس جتي ذيلي پيرا (b) تحت لکيو ويو آهي ته پاڪستان لاءِ بنيادي ضرورتون 'لنڪ ڪينالن جي وڌايل استعمال' آهن ۽ ذيلي پيرا (d) ۾ پاڪستان جي ضرورت پيهر بحالي چاٽايل آهي يعني اهڙي بحاليءَ کي ذيلي ندين تي 23 لک ايڪڙ ايراضيءَ جي ضرورت آهي. لڳي ٿو ته پاڪستان جون ضرورتون نه رڳو 5 لنڪ ڪينالن جي وڌايل استعمالن ۾ پنجاب ۾ نئين سر حاصل ٿيندڙ ايراضيون هيون پر سنڌ ۾ اهڙين ايراضين جي ته اچا تائين وڌيڪ ضرورت هئي جتي زمين نسبتاً وڌيڪ لوڻياڻي آهي ۽ اضافي پاڻيءَ جا وهڪرا لهڻي.

جيڪڏهن هاڻ صفحي نمبر16 جي پيرا 12 تي لوٽو هٽندا. جنهن ۾ لکيل آهي ته جهلم تي مڪمل متبادل جي ذخيري واري گنجائش 4.4 ملين ايڪڙ فوٽ جڏهن ته سنڌو تي اِها گنجائش 2.4 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. وڌيڪ اِهو ته جيڪڏهن سنڌو تي ڪو ذخيرو ناهي ۽ حويلي ۽ پنجند پنهنجي فراهمي جهلم کان ئا حاصل ڪن ته پوءِ دريا جي وڌايل نقصانن کي آڏو رکڻو پوندو ۽ اِها پاڪستاني انجنيئرن جي ڪٽ هئي ته مڪمل متبادل لاءِ جهلم جي گهٽ ۾

گهٽ گنجائش 7 ملين ايڪڙ فوٽ هئڻ گهرجي. ان جو مطلب آهي تہ فقط 0.2 ملين ايڪڙ فوٽ اضافي نقصان رهندو. سائين! انهيءَ ننڍي مقدار واري نقصان کي مدنظر رکو جيڪو مٿين پاڪستان جي تجويزن جي برعڪس هاڻ وڌائي پيش ڪيو ٿو وڃي. پئي پاسي، بينڪ جو التماس تہ رڳو جهلم تي ئي 3.4 ملين ايڪڙ فوٽ جي ذخيري سان متبادل حاصل ڪري سگهجي ٿو.

اِهو دلچسپيءَ کان خالي نہ هوندو جو تربيلا کان تريمو تائين ۽ منگلا کان تريمو تائين فاصلو ميلن ۾ واقع ڪريان.

**تربيلا کان تريمو**

| | |
|---|---|
| تربيلا ـ چشما تائين رسائي | 186 ميل |
| چشما ـ جهلم لنڪ تائين رسائي | 63 ميل |
| چشما ـ جهلم لنڪ ـ ريمو تائين رسائي | 60 ميل |
| ٽوٽل | 309 ميل |

**منگلا کان تريمو**

| | |
|---|---|
| منگلا ـ رسول تائين رسائي/پهچ | 43 ميل |
| رسول ـ تريمو تائين رسائي/پهچ | 178 ميل |
| ٽوٽل | 221 ميل |

هتان، اهو مشاهدو ڪري سگهجي ٿو تہ منگلا کان تريمو تائين فاصلو، تربيلا کان تريمو جي ڀيٽ ۾ هڪ سؤ ميل کان بہ گهٽ آهي.

هاڻ تربيلا کان پنجند تائين ۽ منگلا کان پنجند تائين جو فاصلو واضح ڪندس.

**تربيلا کان پنجند**

| | |
|---|---|
| تربيلا ـ چشما تائين پهچ | 186 ميل |
| چشما ـ تونسا تائين پهچ | 152 ميل |
| تونسا ـ پنجند لنڪ | 38 ميل |
| تونسا ـ پنجند لنڪ پڇڙيءَ کان پنجند هيڊورڪ | 70 ميل |
| ٽوٽل | 446 ميل |

**منگلا کان پنجند**

| | |
|---|---|
| منگلا کان تريمو | 221 ميل |
| تريمو کان پنجند | 189 ميل |

ٽوٽل 410 ميل

انهن انگن اکرن لاءِ ڪنهن بہ اپٽار جي ضرورت ناهي. جيتوڻيڪ اسانجو هدف تربيلا ڊيم کي رٽائن جي سرشتي ۾ متعارف ڪرائڻ هو پر رٽائن جو سرشتو هئڻ لاءِ زيان جي حد ۽ زيان جي جاچ حاصل ڪرڻ جي سبب کي درست ريت سمجهڻ واسطي انتهائي ضروري آهي.

صفحي نمبر17 جي پيرا 13 بہ انتهائي لاڳاپيل آهي. اِها چوي ٿي، "بينڪ بہ آبي ذخيرا منگلا 4.75 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ روهتاس 2.1 ملين ايڪڙ فوٽ فراهم ڪيا آهن. سندس دعوئِ آهي تہ اِهي بئي آبي ذخيرا، مڪمل متبادل ڪانسواءِ گهٽ ۾ گهٽ 2.0 ملين ايڪڙ فوٽ نئين سر بحالي ۽ ترقيات فراهم ڪندا...." اِها درحقيقت ساڳيو نڪتو آهي.

انهيءَ صفحي تي روهتاس بابت هڪ انتهائي دلچسپ شيءِ آهي. مهرباني ڪري پيرا (d)17 ڏسو جيڪا چوي ٿي تہ "تربيلا کي منصوبي ۾ شامل ڪيو وڃي پوءِ پل حال واسطي روهتاس کي خارج ڪرڻو پوي. روهتاس ٺاهڻ لاءِ سولو آبي ذخيرو آهي ۽ پاڪستان ان کي بعد ۾ ڪري سگهي ٿو." پاڪستان جي اِها حڪمت عملي ثابت ٿي ڪري تہ تربيلا وارو وڏو شاهي ڊانچو بنيادي طور تي هڪ ترقياتي رٿا هوندو.

هاڻ پيرا 20 جو حوالو ڏيندس. اِها منگلا ۽ تربيلا آبي ذخيرن جي لٽ بابت آهي. ان اسم کي وڏيڪ واضح ڪرڻ نہ چاهيندس جو اِهو اڳيئي 'ماهراڻي ذيلي ڪميٽيءَ' آڏو آهي پر هت ڪيل ڳالهہ ئي ٿو ورجايان. اِهو نظر ايندو تہ 25 سالن ۾ منگلا آبي ذخيرو پنهنجي روان ذخيري ۾ 1.0 ملين ايڪڙ فوٽ تائين لاٽ آڻيندو. جيستائين تربيلا واري آبي ذخيري جو تعلق آهي تہ پنجاب اهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ ان جي لٽ اڻ مٽ سطح جي ۽ غير معمولي آهي پر سائين ائين ناهي. هت اِهو ڏيکاريو ويو آهي تہ 25 سالن ۾ 4.2 ملين ايڪڙ فوٽ وارو تربيلا آبي ذخيرو 3.0 ملين ايڪڙ فوٽ تائين گهٽجي ويندو. ٻين لفظن ۾ 25 سالن اندر منگلا آبي ذخيرو 1.0 ملين ايڪڙ فوٽ گهٽبو ۽ تربيلا آبي ذخيرو لڳ ڀڳ 1.2 ملين ايڪڙ فوٽ. سائين! اِهي بنيادي انگ اکر آهن جيڪي اسين ڪرماني ۽ ٻين سميت ان تي ڪم ڪندڙ جوڙيا آهن.

صفحي نمبر 19 تي 'صدر لاءِ وچور' آهي. انجي پيرا 1 'منظم ڪارڪردگيءَ جي ضمانت' جي سري سان ڄاڻائي ٿي تہ پاڪستاني انجنيئر

سهمت آهن تہ لنڪ جي گنجائش ۽ ذخيري جي حوالي سان تجويزون غير مناسب آهن پر بينڪ جا انجنيئر ڳنڍ بدل آهن تہ سندن رٿون مڪمل متبادل ۽ گڏوگڏ ترقيءَ واسطي پاڻيءَ جو جوڳو مقدار مهيا ڪنديون.

انهيءَ صفحي جي پيرا 2 ۾، جيڪڏهن ڏسندؤ تہ چوٿين سٽ ۾ صدر چوي ٿو تہ، "اوهان کي درخواست ڪندس تہ روهتاس جي قيمت تي ئي سهي هن دريا (سنڌو) تي ذخيري جي شموليت کي مدنظر رکو." انکان پوءِ ان پيرا جي پڇاڙي ۾ اِهو چاٽايو ويو آهي تہ صدر بينڪ کي ٻڌايو تہ جيڪڏهن اِها تربيلا تي سهمت نٿي ٿئي تہ گهٽ ۾ گهٽ بينڪ انجو ادراڪ ڪري ۽ ڪنهن آڳاٽي مرحلي تي ٺهڻ واسطي تربيلا جي اهميت کي تسليم ڪري. مجتا واري انهيءَ اظهار کي ضروري ليکيو ويو تہ جيئن پاڪستان جلد کان جلد ان رٿا جي اڏاوت لاءِ پنهنجي دوستن کي سهائتا جي درخواست ڪري سگهي.

صفحي نمبر 20 تي، رٿائن جي چونڊ ۾ لچڪ جو ٻيهر ذڪر ڪيو ويو آهي. ان ۾ سائين بينڪ ۽ اسانجا انجنيئر اسان جي رٿيل مقصدن جي حصول لاءِ رٿائن جي بهترين اسمن لاءِ بهترين غور ويچار ڪيل چاٽايا ويا آهن. اِهو پهريون منصوبو هو جنهن ۾ تريمو پنجند ۽ اسلام کي سنڌو مان فراهمي نہ ٿيڻي هئي. اِهو چيو ويو تہ نوان عنصر سامهون ايندا ٿا رهن. مثال جي طور تي هڪ مرحلي تي نہ رڳو پاڪستاني وفد طرفان پر خود بينڪ طرفان بہ تريمو - اسلام لنڪ گهربل ليکيو ويو.

بهرحال ٽيڪنيڪي ڏکيائين کين اهو تبديل ڪرڻ تي مجبور ڪيو. بعد واري ڪٿ ٽيڪنيڪل اعتراضن کي منهن ڏيڻ جا امڪان سامهون آندا. هڪ آمريڪي انجنيئر جو پڻ حوالو ڏنو ويو. انڪري اِهو رٿيو ويو تہ پاڪستان کي رٿائن جي چونڊ ۾ ڪنهن حد تائين لچڪ جي اجازت ڏني وڃي. بهر صورت ان تي زور ڏنو ويو تہ پاڪستان اِهو جانچڻ لاءِ انتهائي خيال رکندو تہ متعارف ڪرايل ڪابہ تبديلي رٿا جي لاڳت وڌائڻ يا وقت اينگهائڻ جو سبب نہ بڻجي. سائين! اِهي حدون هيون جن ۾ اسان پنهنجي رٿائن جي چونڊ لاءِ لچڪ حاصل ڪئي.

صفحي نمبر 24 تي "سنڌو دريا تي آبي ذخيرا" واري سري هيٺ. آءٌ سمجهان ٿو تہ ذري گهٽ ورجاءُ آهي، پر اهم ڳالهہ اِها آهي تہ صدر چوي ٿو تہ، سندس درخواست تي پاڪستاني انجنيئر ان سوال جو جائزو ورتو ۽ هنن ڪيس

خاطري ڪرائي آهي تہ سنڌو تي ڪو آبي ذخيرو ضروري آهي. انهيءَ پيرا ۾ هڪ ٻيو جملو پڻ اهم آهي تہ "جيڪڏهن منصوبي ۾ فقط ٻہ آبي ذخيرا ئي آهن تہ پوءِ پاڪستان منگلا ۽ روهتاس بدران منگلا ۽ تربيلا کيُ ترجيح ڏئي."

صفحي نمبر 25 تي هڪ ٻيرو ٻيهر رٿائن ۾ لچڪ جو ذڪر آهي. منهنجو خيال آهي تہ مونکي ورجائڻ نہ گهرجي. بهرصورت ان ۾ ڪي نوان جملا آهن ۽ اِهو ڄاڻائڻ گهرجيم تہ هنن منصوبي ۾ وڏي پيماني تي تبديليون رٿيون. اِهو پڻ ڄاڻايو ويو آهي تہ منصوبي جي تڪميل تي لڳندڙ ڊگهي عرصي دوران اهڙا ڪي ٻيا ڦير گهير دلڪش لڳي سگهن ٿا. انڪري اِهو رٿيو ويو تہ پاڪستان کي رٿائن جي چونڊ ۾ لچڪ جي اجازت ڏني وڃي. پاڪستان واسطي واحد حد بندي انهن جملن مان سامهون اچي ٿي. "اسين پنهنجي طرفان هر ممڪن خيال رکندا سين تہ متعارف ڪرايل تبديليون لاڳت ۽ لڳندڙ وقت نہ وڌائين."

سائين! هاڻ صفحي نمبر 28 جو حوالو ٿو ڏيان. بيراج جي لٽ بابت پيرا 14 انتهائي اهم آهي. اِها چوي ٿي, "دريا جي گهٽ ٿيل وهڪري سبب, سمنڊ سنڌو جو زرخيزيءَ تي ڪات (invade) هڻي نقصان جو سبب بڻجي سگهي ٿو سو لٽ ذريعي پهچندڙ اهڙي ڪنهن نقصان کان بچڻ واسطي ڪو بيراج ٺاهيو وڃي. پاڪستان ۽ ڀارت وچ ۾ خرچ پکي / ذميوارين جي ورچ هڪ ڏکيو ڪم ٿي سگهي ٿو......" سائين! آءٌ سنڌو دريا جي چوڙ تي گهٽجي ويل وهڪري سبب انهيءَ بيراج جي اهميت واضح ڪرڻ ٿو چاهيان. جهڙي ريت اوهان پاڻ ڪجھ وقت اڳي واضح ڪيو هو تہ اِهو مسٽر ڪارپوف جو نقطي نظر هو.

<u>چيئرمين</u>: هائو. مسٽر ڪارپوف چوي ٿو تہ سنڌو دريا ۾ گهٽ ۾ گهٽ 11.0 ملين ايڪڙ فوٽ جو وهڪرو لازمي طور تي هجي.

<u>عبدالوهاب شيخ</u>: سائين دريا جو گهٽيل وهڪرو ڪراچي بندرگاهہ کي متاثر ڪري رهيو آهي. دريائي ڊيلٽا جي مهاڙ تي شهر جا ٻيلا آهن جيڪي لٽ کي ڪراچي بندرگاهہ ۾ گهڙڻ کان روڪين ٿا. انڪانسواءِ جيڪڏهن دريائي پاڻي هيٺانهين ڏانهن نہ وهي پيو تہ پوءِ انجا ڪراچي بندرگاهہ تي انتهائي اُگرا اثر پوندا.

سائين! مٺي پاڻيءَ جي ڪثافت گهٽ هوندي آهي جڏهن تہ لوڻيانو پاڻي انجي بلڪل اُبتڙ آهي. اِهي عنصر تهن ۾ ڦير گهير جو سبب ٿا بڻجن جن جي بندرگاهہ لاءِ انتهائي اهميت آهي.

مهرباني ڪري صفحي 31 تي پيرا 8 ڏسو. اسانجو صدر مخاطب آهي تہ هُن اسان جي رٿابندي تي نئين سر نظر وجهڻ لاءِ اعليٰ اختياراتي ڪميٽي جوڙي ڇڏي آهي. نڪتو سامهون آڻڻ جي ڪوشش پيو ڪريان تہ اهو سمورو مفاد منصوبو جوڙڻ بابت هو. ان مامري تي بحث دوران ان تي تفصيل سان ڳالهائيندس. هاڻي اچون ٿا صفحي نمبر 331 جي پيرا 2 تي سمورين ڳالهين جي مڪمل ٿيڻ کان پوءِ جڏهن ڪين (بينڪ) ہن ڏينهن کان پوءِ ہڌايو ويو تہ تريمو پنجند ۽ اسلام سرشتا سنڌو مان فراهمي حاصل ڪندا تہ بينڪ چيو تہ پاڪستان فوري طور تي رٿائن جي انهيءَ ترميم ڪيل سرشتي جي تياريءَ لاءِ فوري طور تي ڪم شروع ڪري. IBRD کي انهن ترميمن جا تفصيل 15 جون تائين پهچي وڃڻ گهرجن. سائين! اِهو بلاشڪ هڪ پاڪستاني مامرو هو. بينڪ رٿائن جي تفصيل ۾ ئي دلچسپي تي رکي ڇاڪاڻ جو اُن انهن لاءِ رقم تي ڏني.

<u>چيئرمين</u>: ڇا اِها 18 مئي جي تاريخ هئي؟

<u>عبدالوهاب شيخ</u>: جيءَ سائين!

صفحي نمبر 34 تي اوهانجو ڌيان پيرا 8 ڏانهن ڇڪرائيندس. ان ۾ لکيل آهي تہ "بينڪ 'سنڌو ترائي ترقياتي فنڊ' قائم ڪرڻ جو رٿيندي جيڪو بينڪ تحت هلايو ويندو ۽ جنهن ۾ سمورن ذريعن کان ايندڙ مالي حصيداريون گڏ ڪري خرچ ڪيون وينديون.

اهو نڪتو سامهون ڇو پيو آڻيان؟ ان تي اڳتي بحث ڪندس پر هتي رڳو هڪ نڪتو سامهون آڻڻ ٿو چاهيان تہ سنڌو جي پاڻيءَ واري ٺاهہ ۾ پارٽ تي مالي ذميواري هئي ۽ ان کي بينڪ فنڊ ۾ ادائيگي ڪرڻي هئي. ادائيگيءَ لاءِ ڪو تہ طريقو هئڻ کپندو هو.

صفحي نمبر 36 تي صدر پاڪستان جو اخباري بيان ڏنل آهي. مهرباني ڪري پيرا 5 ڏسو جيڪا چوي ٿي تہ "متبادل کان علاوه، منصوبي ۾ ڪيترائي جوڳا ترقياتي عنصر پڻ شامل آهن." لفظ ترقياتي کان اڳ جوڳا لفظ انتهائي اهم آهي. اڳتي هلي ان تي تفصيل سان ڳالهائيندس انڪري هينئر اوهانجو وقت نٿو سيڙائڻ چاهيان. اِهي حوالا تفصيلي بحث مباحثي دوران اسان جي تمام گهڻي مدد ڪندا.

<u>چيئرمين</u>: ڇا اوهان مامرو نمبر (1)1 تي ايندا؟

**<u>عبدالوهاب شيخ</u>: سائين! اهم مامرو 'سنڌو جي پاڻيءَ جي ٺاهہ جا اثر'،**

**انجي پهرين ذيلي مامري ۾ انجي اثرن جو آهي.**

اهڙا ڪيترائي ذريعا آهن جن وسيلي اثرن کي واضح ڪري ۾ ڪٽ لڳائي سگهجي ٿو. اوهين مادي نقصانن جو ترتيب وار اندراج ڪري رهيا هئا ۽ آءٌ بہ ان ڏس ۾ ٽُڙ ڳالهہ ڪرڻ ٿو چاهيان. اِهو واضح ڪرڻ لاءِ تہ سنڌ ڇا وڃايو آهي، ڪي حدون مقرر ڪندس. ان کي نٿو ليکيان تہ ٺاهہ بابت ڳالهائڻ انجو ڪو تعلق سنڌو ترائي ترقياتي فنڊ سان جُڙي ٿو. ٺاهہ موجب ٽي اڀرندا دريا ڀارت حوالي ٿيا جڏهن تہ ٽي اولهندا ڀيا پاڪستان جي حصي ۾ آيا. گڏوگڏ انجي تہ ڀارت کي مالي حصيدار پڻ بڻجڻو هو. فطري طور تي ڀارت طرفان رقم جي دائيگيءَ واسطي طور طريقو پڻ جوڙيو ويو. اثرن جي اپٽار لاءِ پنهنجو پاڻ کي ٺاهہ ۾ سنڌو ترائي ترقياتي فنڊ تحت رٿائن جي سرشتي جي اڏاوت وچ ۾ حد بنديءَ تائين ئي محدود رکندس. تربيلا وغيره جي اثرن سبب ٿيل مادي نقصانن بابت نہ ڳالهائيندس جيڪي ٺاهہ جي متن جو حصو ناهن. پنهنجو پاڻ کي فقط ٺاهہ جي پيل اثرن تائين ئي محدود رکندس. ٺاهہ جو فوري اثر اِهو آهي تہ پاڪستان ۾ اهي ايندڙ دريائن جي پاڻيءَ جي ڪُل مقدار ۾ لاٽ آئي. اهو اسانجو دائمي زيان آهي. پاڪستان کي ڪجهہ پاڻين جي تاريخي طور تي آزاداڻي وهڪرن کان محروم ڪيو ويو. هاڻ اچو تہ پاڻي جي انهيءَ دائمي زيان سبب ٿيندڙ لاٽ جي اثرن کي جاچيون. انڪري هاڻ مامرو نمبر (1) اتي ايندس ۽ واضح ڪندس تہ ان سنڌ تي ڪهڙا اثر وڌا. انجا هڪ هڪ ڪري اثر ڄاڻائيندس.

(1) سنڌ پنجند مان ملندڙ پاڻيءَ جو سمورو مقدار وڃائي ويهندي، جيڪو ربيع ۾ 1.92 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ خريف ۾ 29.36 ملين ايڪڙ فوٽ تائين آهي. اِهو ورهاڱي کان ڏهہ سال اڳ يعني 37-1936 کان 46-1945 وارن ڏهن سالن جي سراسري مقدار آهي. اِهو مقدار ربيع جي مُند ۾ ۽ سنڌ جي بيراجن ۾ آڳاٽي ۽ پڇاڙڪي خريف دوران واري هاڻوڪي ڪوٽ ۾ ڪارائتو ثابت ٿئي ها.

نندڙي وضاحت انجي تہ 37-1936 کان 46-1945 واري عرصي کي ڇو چونڊيو ويو آهي. سائين! ورهاڱي کان اڳ ٿيو اِهو جو اڀرندي دريائن جو فطري وهڪرو هو جيڪو بنان ڪنهن رڪاوٽ جي پاڪستان واري پاسي وهي ٿي آيو. ورهاڱي کان پوءِ ڀارت دريائي وهڪرن سان هٿ چراند شروع ڪئي ۽ انڪري دريائن ۾ پاڻيءَ جي فطري موجودگي گهٽجي وئي ۽ ورهاڱي کان پوءِ اڀرندي دريائن جا اصلوڪا وهڪرا بي معنيٰ آهن.

(2) انڪانسواءِ سنڌ موجوده استعمال ۽ مستقبل جي ترقيءَ ٻنهي لاءِ مادي نقصان پرائيندي، جيڪڏهن سنڌو جو پاڻي ذيلي زون ڏانهن منتقل ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي.

(3) غلام محمد بيراج جي مدامي ايراضين کي مادي نقصان رسائيندي، سکر کان هيٺ دريا جي حدن ۾ نئين سر (پاڻي جي) regeneration اوسر ذري گهٽ مڪمل طور تي غائب ٿي وئي آهي. نتيجي طور ڪراچي ۽ حيدرآباد جي شهري ۽ صنعتي گهرجن سميت غلام محمد بيراج جون دائمي گهرجون جوکم جو شڪار بڻجي ويون آهن.

ڪميٽيءَ آڏو آڻڻ چاهيندس تہ ويجهي ماضيءَ ۾ سکر بيراج تي اسان کي اسان جي تفويض ٿيل حصي جي پيٽ ۾ تمام گهٽ پاڻي ملي رهيو هو. سکر بيراج کان هيٺ سنڌو ۾ وهڪرو نہ هئڻ ڪري ڪينجهر ڍنڍ ۾ پڻ پاڻي گهٽجي ويو. ايستائين جو غلام محمد بيراج کان اوپاري تي وڏي تعداد ۾ حاصل ٿيندڙ اوسر پڻ اٿلي هئي ۽ اسين ڪراچيءَ لاءِ پيئڻ جي پاڻيءَ واري گنجائش پوري ڪرڻ کان بہ قاصر هئاسين. نئين سر اوسر جي زيان وارو مامرو انتهائي اهم آهي.

(4) اپرندي ذيلي ندين جي وهڪرن ۾ لاٿ ۽ سنڌو جي وهڪرن ۾ گهٽتائي سبب سنڌو دريا جي پوچڙ ۾ چاڙهہ انهن جي تڪرار ۽ عرصي ۾ تمام گهٽي گهٽتائي ايندي، جنهن سبب سنڌ ۾ ڪچي واريون سموريون ايراضيون پيداوار کان وانجهيل هونديون ۽ انهن ايراضين لاءِ پاڻيءَ جا متبادل انتظام ڪرڻا پوندا.

(5) دريا ۽ ساحلي پٽيءَ وارا ٻيلا آهستي آهستي ويران ٿيڻ شروع ٿيندا ۽ وقت گذرڻ سان بنهہ ميسارجي ويندا. اِهو عمل اڳيئي شروع ٿي چڪو آهي.

(6) سامونڊي لوڻياٽ جي پيش قدمي غلام محمد بيراج جي پوکيءَ لائق ايراضيءَ کي تباهہ ڪندي پوچڙيءَ وارو هڪ بيراج اڏي ان کان جزوي طور تي بچي سگهجي ٿو.

(7) هن جو تعلق مڇيءَ جي ست/ تعداد سان آهي. پلو سنڌ جي آباديءَ واسطي پروٽين جو هڪ ذريعو رهيو آهي. پاڻيءَ جي گهٽ ٿيل وهڪري سبب مڇي ۽ پلي جواِهو نقصان انتهائي اهم مادي هاڃو آهي ۽ سنڌ تي ناهہ جو هڪ سڌو سنئون اثر پرڻ.

(8) ڪيٽي بندر ۽ شاهہ بندر جهڙن ڪيترن ئي ماڳن سنڌو دريا جي

پوچڙيءَ ۾ ٻيڙين جا ننڍا بندر آهن. اِهي ننڍا ۽ وچولا دريائي بندر سال جو وڏو حصو دريائي مٺي پاڻيءَ کان محروم هئڻ سبب تباهه ٿي ويا آهن.

(9) هيءَ ٻيڙي رانيءَ سان لاڳاپيل آهي. اڳي اسان وٽ دريا ۾ پاڻي ايندو هو ۽ سکر ۽ حيدرآباد وچ ۾ ٻيڙين ذريعي مال برداري ٿيندي هئي. سائين! اِهو عمل مڪمل طور تي ختم ٿي چڪو آهي. اسان ته انهيءَ ٻيڙين ذريعي مال برداريءَ لاءِ غلام محمد بيراج ۾ هڪ معلق پل پڻ ٺاهي هئي. هاڻ اِها سموري سيڙپ ڊوڙ تي وئي آهي.

(10) دريا جي پيٽ ۾ ابتري ۽ اتفاقي وڏين ٻوڏن دوران دريائي بندن ۾ پونڊڙ گهارا اٿتر آهن. اِهو انتهائي اهم نڪتو آهي. سائين! اڄڪلهه حيدرآباد ۾ اِهو پيو ٿئي جو لطيف آباد مان روز شام جو ماڻهو سنڌو دريا جي بند تي پسار ٿا ڪن. ڪنڌين تي موجود سموري واري اڏامي پئي ۽ دريا جو پيٽ اوچو ٿي ويو آهي. پتو نه اڳتي مستقبل ۾ ڇا ٿيندو. اِهو هڪ سنجيدو انجنيئرنگ مسئلو آهي. سنڌ ۾ دريا جي پيٽ ۽ ڪنڌين جو زيان انتهائي سنجيدو معاملو آهي، ڇاڪاڻ جو اُتي دريا ٻني (Ridge) تي آهي. پنجاب ۾ صورتحال بنهه ابتڙ آهي جتي دريا ماٿريءَ ۾ هموار سطح تي آهي.

(11) سکر ۽ غلام محمد بيراج وچ ۾ سنڌو جي پيٽ جي وسيع ٽوٽ ايراضيءَ ۾ دريائي زيان وڌندا. اِهي وڌجندڙ زيان اسان کي ضربي رهيا آهن. غلام محمد بيراج لاءِ پاڻيءَ جي تفويض اڳيئي گهٽ آهي ۽ اِهي وڌندڙ لاٽيون انتهائي اهميت حاصل پيون ڪن.

(12) نئين سر اوسر ۾ وڏي پيماني تي گهٽتائي سبب غلام محمد بيراج انتهائي غير يقيني طور تي ٿي وهايو ويچي ۽ ان کي تريمو پنجند ۽ اسلام هيڊروڪن لاءِ رٿيل پاڻيءَ جيان ٺي ليکيو ويچي.

سائين! منهنجو خيال آهي ته اهم ايذائن جي حوالي سان اِهو ڪافي ٿيندو.

<u>عبدالوهاب شيخ</u>: هاڻ آءٌ نمبر (2)1 ڪٽندس. جيڪو چوي ٿو ته "**<u>ڇا سنڌو ترقياتي فنڊ ٺاهه ۽ قرض ٺاهه کي سنڌو جي پاڻيءَ واري ٺاهه جي پوئواري ليکڻ گهرجي.</u>**"

سنڌو جي پاڻيءَ وارو ٺاهه ڪشمير ۽ پارت ۾ ڪجهه معمولي استعمالن بابت ڪجهه اعتراضن سان. ايرندي دريائن جي پاڻيءَ جي پارت کي ۽ اولهندي

دريائن جي پاڪستان کي ورهاست بابت ئي هو. ان جي ڪري پاڪستان کي پهچندڙ پاڻيءَ جي نقصان جو ازالو ڪرڻ واسطي. تفويض ٿيل پاڻيءَ جي ڪارائتي استعمال واسطي پاڪستان ۾ رٿائن جي اڏاوت ٿيڻي هئي تہ جيئن اولهہ پاڪستان جي متبادل ۽ ترقياتي ضرورتن جو پورائو ڪري سگهجي. پارت رٿائن جي متبادل حصي واسطي پاڪستان کي هڪ مخصوص رقم ڏيڻ تي راضپو ڏيکاريو. سنڌو جي پاڻيءَ واري ٺاهہ جو پاڪستان ۾ ترقياتي ڪمن سان ڪو تعلق نہ هو جيڪي متبادل وارين گهرجن لاءِ ضروري رٿائن کان علاوه نہ ڪيا ويا.

هٿي پاسي سنڌو ترقياتي فنڊ ٺاهہ جيئن ان جي نالي مان ئي ظاهر آهي تہ اولهہ پاڪستان ۾ آبپاشي ۽ آبي سهولتن جي ترقين واسطي فنڊز جي فراهميءَ لاءِ هو ۽ جيڪڏهن سنڌو جي پاڻيءَ واري ٺاهہ تحت ڀارت طرفان فراهم ٿيندڙ فنڊ رٿائن جي متبادل واري حصي لاءِ گهٽ ليکيا ويا تہ پوءِ سنڌو ترقياتي فنڊ ٺاهہ يا قرض واري ٺاهہ مان حاصل ڪيل وڌيڪ فنڊ استعمال ٿيڻا هئا تہ جيئن رٿائن جي متبادل واري حصي جي مناسب اڏاوت ٿي سگهي. ان ريت, سنڌو ترقياتي فنڊ ٺاهہ ۽ قرض واري ٺاهہ کي سنڌو جي پاڻيءَ واري ٺاهہ جي پوئواري نٿو ليکي سگهجي, ڇاڪاڻ جو پاڻيءَ واري ٺاهہ جو واسطو فقط ڇهن دريائن جي ورهاست ۽ ڀارت طرفان متبادل رٿائن جي لاڳت ۾ حصيداري سان ئي هو. اِهو واضح آهي تہ جيڪڏهن سنڌو جي پاڻيءَ واري ٺاهہ تحت رڳو متبادل رٿائن وارو ڪم ئي ٿيڻو هجي ها تہ پوءِ سنڌو ترائي 'متبادل' فنڊ ٺاهہ هجي ها نہ ڪي سنڌو ترائي ترقياتي فنڊ ٺاهہ يا قرض وارو ٺاهہ.

بهرحال پاڪستان طرفان اولهہ پاڪستان ۾ ترقياتي ڪمن جي مقصد لاءِ فنڊ حاصل ڪرڻ واسطي هڪ موقعو حاصل ڪيو ويو تہ جيئن آبپاشي مقصدن لاءِ اضافي پاڻيءَ جي موجودگيءَ سان گڏوگڏ ڀارت کي مليل ٽن اڀرندي دريائن سبب پاڻيءَ جي نقصان جي پورائي لاءِ رٿائن جو متبادل حصو پڻ اڏي سگهجي. ان ريت, سنڌو ترائي ترقياتي فنڊ ٺاهہ ۽ قرضن وارو ٺاهہ خود مختيار هئا. مٿي ڄاڻايل مقصد واسطي فنڊز فراهم ڪرڻ وارن عالمي ٺاهن کي سنڌو جي پاڻيءَ واري ٺاهہ جي پوئواري نٿو ليکي سگهجي. سنڌو ترقياتي فنڊ ٺاهہ ۽ قرضن واري ٺاهہ جون ڌريون سنڌو جي پاڻيءَ واري ٺاهہ کان بنهہ مختلف آهن.

اِهو دليل سامهون اچي سگهي ٿو تہ سنڌو جي پاڻيءَ واري ٺاهہ ۾ رٿائن جي متبادل حصي ڪانسواءِ وارن ڪمن بابت هڪ اڻسڌو حوالو ڏنو ويو آهي تہ

پارٽ رڪائن جي متبادل حصي واسطي هڪ مخصوص رقم جي ادائيگيءَ لاءِ ذميوار هوندو. پر اِهو پاڪستان طرفان اڏجندڙ ڪنهن به ترقياتي ڪم ڪي سنڌو جي پاڻيءَ واري ڳالهه جي حصي طور عالمي امداد سان ٿيندڙ متبادل رڪائن/ ڪمن کان متاهون نٿو ٿي سگهي. ان ريت خود مختيار سنڌو ترائي ترقياتي فنڊ ڳالهه ۾ قرضن واري ڳالهه کي سنڌو جي پاڻيءَ واري ڳالهه جي پوئواري نٿو ليکي سگهجي.

**عبدالوهاب شيخ: مامرو نمبر 1(3) چوي ٿو "ڇا سنڌو ترائي رٽا کي سنڌو ترائي ترقياتي فنڊ ڳالهه جو حصو ليکي سگهجي ٿو؟**

سائين! سنڌو ترائي ترقياتي فنڊ ڳالهه ۾ ڪٿي به "سنڌو ترائي رٽا" جو لفظ نہ آيو آهي. فنڊ ڳالهه ترقياتي ۽ گڏوگڏ متبادل نوعيت پنهي جي هڪ 'رڪائن جي سرشتي' جي ڳالهه ٿو ڪري. فنڊ ڳالهه انهيءَ ڳالهه تحت رڪائن جي سرشتي جي اڏاوت جو هڪ 'رٽا' طور حوالو ٿو ڏئي. اِهو فرق انهيءَ ڪري پيو ڪريان جو سنڌو ترائي ترقياتي فنڊ ڳالهه ۾ لفظ 'رٽا' جو استعمال رڪائن جي سرشتي ۾ شامل ڪنهن انفرادي ڪم جي ڳالهه نٿو ڪري. انڪري ڪنهن به اداري جو شيڊول ۾ ڄاڻايل ڪنهن انفرادي ڪم جا ڪي بہ تفصيل سنڌو ترائي ترقياتي فنڊ ڳالهه ۾ داخل ڪري نٿا سگهجن. نہ ئي وري پاڻيءَ جي ورڇ، ترجيح يا ٻين عملي تفيصلن بابت فيصلن کي ان ڳالهه جي حصي طور ليکڻ گهرجي.

انڪري، ان سوال بابت تہ ڇا رڪائن جي انهيءَ سرشتي يا 'رٽا' کي سنڌو ترائي ترقياتي فنڊ ڳالهه جي حصي طور ڏسڻ گهرجن. آءٌ اِهو چوندس تہ ترقياتي فنڊ ڳالهه جي ضميمي D ۾ شامل هر هڪ انفرادي ڪم/ رٽا سمورين تفيصلن سميت پنهنجي سر مڪمل آهي ۽ انهن مان ڪابہ ڳالهه ۾ ڪٿي بہ شامل ٿيل ناهي. سنڌو ترائي ترقياتي فنڊ ڳالهه جي ضميمي D ۾ فقط انهن رڪائن جا نالا شامل آهن جن لاءِ فنڊ ڳالهه وٽان مالي امداد ٿيڻي هئي.

شيڊول ۾ ڄاڻايل نالن واريون رڪائون ان ريت ڳالهه جو حصو آهن پر ان کان وڌيڪ ڪجهہ بہ ناهي. ڳالهه تي صحيحون ڪندڙن جو پاڻيءَ جي ڏرين ۾ ورڇ يا مٿي ڄاڻايل ٻين تفيصلن سان ڪو سروڪار نہ هو. انڪري فنڊ ڳالهه بشمول ضميمو D ان بابت ڪجهہ بہ نٿا چون تہ اهي رڪائون ڪڏهن اڏيون وينديون. اڳيئي موجود رڪائن توڙي ترجيح ۽ تفويض جي ڏس ۾، انهن مان هر ڪنهن رٽا لاءِ پاڻيءَ جي فراهميءَ جي تفويض يا ترجيح يا رڪائن جي سال جي ڪهڙي حصي ۾ ڪهڙين حالتن ۾ ڪيتري حد تائين وارن ٻين عملي تفصيل ڇا آهن. اِهي سمورا

مامرا فنڊ ٺاهه جي دائري کان ٻاهر هئا.

جيڪڏهن لفظ "سنڌو ترائي رٿا" کي سنڌو ترائي ترقياتي فنڊ ٺاهه جي طور استعمال سان اِهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي تہ نالو وٺي رٿائن جي ذڪر ڪانسواءِ مٿي ڄاڻايل پيا تفصيل ۽ وهنوار پڻ فنڊ ٺاهه جو حصو آهن ۽ عالمي ٺاهه هئڻ طور متبرڪ*آهن تہ پوءِ ان مامر تي ورندي انڪار ۾ هوندي.

**عبدالوهاب شيخ: هاڻ مامرو نمبر (4) 1 "ڇا ٺاهه جي پوئواري طور تريمو پنجند ۽ اسلام کي سنڌو جي مرڪزي وهڪري تي وجهي سگهي ٿو؟" تي ٿا اچون.**

سائين! جهڙي ريت اڳ ۾ ڄاڻايو اٿم تہ ٺاهه جو تعلق ڪجهہ اعتراضن سميت ٽن اڀرندي دريائن جي ڀارت کي ۽ ٽن اولهندي دريائن جي پاڪستان کي منتقليءَ سان آهي. ان جو ان سان ڪو واسطو ناهي تہ ڪهڙن ٽن اولهندي دريائن تي تريمو پنجند ۽ اسلام جو انحصار ٿئي ٿو. هيءُ ان بابت ڪا ڳالهہ نٿو ڪري تہ ٽن اولهندي دريائن کي پاڪستان ۾ ڪهڙي انداز ۾ ٿو استعمال ڪيو وڃي. ٺاهه ۾ اِهو ڪٿي بہ ڪو ذڪر ناهي تہ ٽنهي رٿائن کي سنڌو جي مرڪزي وهڪري تي رکيو وڃي ۽ نہ ئي ان سان ٺاهه جو ڪو سروڪار بہ آهي. ٺاهه جو معاملو فقط اِهو هو تہ ڀارت کي ملندڙ ٽن اڀرندي دريائن سبب پاڻيءَ جي فراهميءَ ٿيل گهٽتائي جو پورائو ڪرڻ لاءِ اڏجندڙ متبادل ضرورتن لاءِ ڪن رٿائن سان هو. تريمو پنجند ۽ اسلام درحقيقت ورهاڱي کان اڳ پنجاب جي پنجن دريائن مان پاڻي حاصل ڪندا هئا. نہ ڪي سنڌو جي مرڪزي وهڪري مان. ان ڪري انهن کي پاڪستان کي مليل پنجاب جي پنجن دريائن مان ٻن يعني جهلم ۽ چناب جي حوالي ڪرڻ گهرجي. ان جو مطلب فقط CBDC ۽ ستلج ماتريءَ جي ڪينالن لاءِ ذريعي جي تبديلي ٿيندو. دراصل جهلم تي منگلا ڊيم ڀارت جي حوالي ٿيل ٽن اڀرندي دريائن جي منتقليءَ سبب پنهنجا ذريعا وڃائڻ جي نقصان جي ڀر جهلي لاءِ هيڊ ورڪس کي پاڻيءَ جي فراهميءَ لاءِ هڪ متبادل رٿا طور تي ٺاهيو ويو هو. انڪري اِهڙا هيڊ ورڪس منگلا ڊيم ذريعي جهلم ۽ چناب تي وجهي سگهجن ٿا ۽ اِهي ٽي هيڊ ورڪ ٺاهه جي پوئواري طور ڪنهن بہ صورت ۾ سنڌو جي مرڪزي وهڪري تي نٿا وجهي سگهن.

**چيئرمين مسٽر جسٽس فضل اڪبر جي صدارت هيٺ تاريخ 19 مئي 1971 تي ڪراچيءَ ۾ ڪوٺائل سنڌو دريا جي پاڻيءَ بابت ڪميٽي جي گڏجاڻيءَ**

جي ڪاروائي.

عبدالوهاب شيخ: مامرو نمبر1 چوي ٿو "تاهه جي شق (IV(I تحت ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن جي استعمال واسطي متبادل فراهمين جي سطح ڇا هوندي؟".

چيئرمين: ٿن ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن جي استعمال جي سطح ڇا آهي؟

عبدالوهاب شيخ: سائين! سنڌ جي نقطي نظر موجب, اها استعمالن جي اُها سطح آهي جيڪا اِهي مخصوص ڪينال 15 آگسٽ 1947 تي حاصل ڪري رهيا هئا. سائين! انجي مختصر طور وضاحت پيش ڪندس:-

ننڍي ڪنڊ جو ورهاڱو 15 آگسٽ 1947 تي ٿيو ۽ ٻه آزاد ملڪ پاڪستان ۽ ڀارت وجود ۾ آيا. انهيءَ ورهاڱي تحت اوپر پنجاب ۽ اولهه پنجاب ۾ سرحدن جو تعين ڪيو ويو جنهن موجب ٽن ايرندي دريائن راوي, ستلج ۽ بياس جا مٿاهان وهڪرا ڪجهه هيڊ ورڪس سوڌو ڀارتي حدن ۾ آيا, نتيجي طور ڀارت انهن دريائن مان پاڻيءَ جي فراهمي سال جي ڪنهن به موقعي تي مڪمل طور تي بند ڪرڻ يا گهٽائڻ واري حيثيت ۾ اچي ويو. پاڪستان جو موقف اِهو هو ته پاڪستان جي پوچڙ تي هئڻ وارن حقن موجب ڀارت کي پاڪستان ڏانهن انهن دريائن جي پاڻيءَ جي فراهمي اهڙي ريت ٿي بنان ڪنهن رڪاوٽ جي جاري رهڻ گهرجي جهڙي ريت اها 15 آگسٽ 1947 کان اڳ هئي. آخرڪار عالمي بينڪ جي ذريعي هڪ تاهه تي صحيون ٿيون, جنهن تحت پاڪستان ۾ ايندڙ پاڻيءَ جي پوچڙ وارن حقن تان هٿ کنيو ويو ۽ انجي عيوض ۾ ڀارت رٿائن جي هڪ سرشتي جي اڏاوت واسطي هڪ مقرر ڪيل رقم جي ادائيگيءَ تي راضپو ڏيکاريو جنهن جو هڪ حصو اولهندي دريائن ۽ بين آبي ذريعن کان حاصل ٿيندڙ متبادلن جي تڪميل, پاڪستان ۾ آبپاشيءَ وارن ڪينالن لاءِ فراهمي جيڪي 15 آگسٽ 1947 تائين ايرندي دريائن مان پاڻيءَ جي فراهمي حاصل ڪري رهيا هئا, تي خرچ ٿيڻو هو. ڀارت کي ايرندي دريائن جي انهيءَ منتقليءَ جو نتيجو ان پاڻيءَ جي فراهمي وڃائڻ جي صورت ۾ نڪتو جنهن ذريعي 15 آگسٽ 1947 تائين ڪينال پاڻي حاصل ڪري رهيا هئا. ان ريت انهن ڪينالن کي فراهميءَ ۾ لاٽ جي سطح اوستائين ايرندي دريائن مان حاصل ٿيندڙ پاڻيءَ جي سطح جي برابر هئي. انجو مطلب اِهو ٿيو ته انهن ڪينالن کي 15 آگسٽ 1947 تائين هلندڙ

پاڻيءَ جي فراهميءَ کان هاڻ نابري هئي. انڪري پاڪستان کي ايرندي دريائن کان حاصل ٿيندڙ فراهمين جي حصول جو حق حاصل هو جنهن لاءِ ٺاهه جي شق (V(I تحت ڪينالن جي استعمال واري سطح حاصل ڪرڻ لاءِ متبادل پاڻيءَ جو حصول ٿيڻو هو جيڪو "اولهيندي دريائن ۾ هين ذريعن" کان حاصل ٿيڻو هو.

15 آگسٽ 1947 تي ننڍي ڪنڌ جي ورهاڱي وقت حاصل فراهميءَ جي سطح کان وڌيڪ واري بعد ۾ ٻڌايل سطح کي ٺاهه شق (IV(I تحت متبادل جي مقصدن واري سطح قرار ڏئي نٿو سگهجي. ان ڏس ۾ حوالو ڏنل استعمال واري سطحن جو ٺاهه تي صحيحون ڪرڻ واري تاريخ سان ڪو تعلق ناهي.

1948 واري پاڪستان جي ٺاهه جي ڏس ۾، ورهاڱي کان پوءِ پاڪستان طرفان استعمال ٿيندڙ پاڻيءَ واسطي ڀارت کي ٿيندڙ سرڪاري ادائيگي، ورهاڱي واري تاريخ کان ڀارت طرفان پاڻيءَ جي فراهميءَ تي مالڪيءَ جو حق تسليم تي ڪري، جڏهن تہ ٺاهه ڀارت کي ٽن ايرندي دريائن تي اختيار ورهاڱي کان وٺي ڏنو نہ ڪي ٺاهه تي صحيحون ڪرڻ واري تاريخ کان.

هونئن بہ ٺاهه جي شق (IV(I ۾ استعمال ڪيل ٻولي جيڪا اُيرندي دريائن تي پاڻيءَ جي فراهمي واسطي ڪينال جي انحصار جي تاريخ طور 15 آگسٽ 1947 جو حوالو تي ڏئي، پڻ ان ڏس ۾ ان تاريخ جي تصديق تي ڪري.

اِهو بہ مدنظر رکڻ گهرجي تہ سنڌ جهڙي هيٺانهين واري ايراضيءَ وارن کي بہ پنهنجي ايراضيءَ ۾ انهن اُيرندي دريائن جي پاڻيءَ جي وهڪري جا حق حاصل آهن. انڪري پنجاب ۾ انهن ڪينالن جي استعمال جي سطح 15 آگسٽ 1947 واري سطح کان وڌيڪ رکڻ، جنهن جو وڏو سبب اولهندي دريائن کان اضافي فراهمي هئي، جا 15 آگسٽ 1947 تي سنڌ طرفان ڪنڌيءَ واري طور مائيل حقن تي اُگرا اثر وجهندو. انڪري ٺاهہ اخلاقيات ۽ انصاف تحت ايرندي دريائن تي انحصار رکندڙ ڪينالن 15 آگسٽ 1947 تائين حاصل ٿيندڙ پاڻيءَ جي فراهميءَ جي اهل هوندا نہ ڪي ان کان وڌيڪ. انڪري انهن ڪينالن کي فراهميءَ جي منتقلي کي اُن ساڳي سطح تي برقرار رکيو وڃي.

سائين! ان ڏس ۾ اتر اولهہ سرحدي صوبو ۽ بلوچستان پڻ اسان جي اپٽار سان سهمت آهن.

<u>چيئرمين</u>: مهرباني ڪري هن وراڻيءَ جي نقل فراهم ڪريو.

<u>عبدالوهاب شيخ</u>: ٺيڪ آهي سائين، يقيناً ڪندس.

**عبدالوهاب شيخ: هاڻ مامرو نمبر 1(7)(a) بحث هيٺ آڻڻ چاهيندس. ان دوران مامرو نمبر 1(6) بہ ذري گهٽ نبيرجي ويندو.**

مامرو آهي تہ ”ڇا ناهہ ممڪن ليڪي ٿو تہ متاستا وارو بار ڪنهن هڪ مخصوص سال جي استعمالن جي سطح هوندو؟ جيڪڏهن نہ تہ پوءِ ڪهڙي سال جي اهڙي متا ستا کي مقدم رکبو؟ درحقيقت هن مامري جا ٽي حصا آهن. اسان جي خيال ۾ پهريون حصو اڳيئي مامرو نمبر 1(5) تحت نبري چڪو آهي. ٻيو حصو ليکي ٿو تہ جيڪڏهن ناهہ ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن جي استعمالن جو تعين نہ ڪيو آهي تہ پوءِ اهڙي متا ستا لاءِ ڪهڙي سال جي استعمال کي مقدم رکڻ گهرجي؟ اِهو ٻيو حصو انتهائي اهم آهي ڇاڪاڻ جو پنجاب اِهو ڇاٽائيندي انهن ڪينالن واسطي همدردي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ انهن ڪينالن جي 1947 واري سال ۾ استعمالن جي گهٽ سطح کي طئي ڪرڻ نہ گهربو هو ۽ انڪري هو 1971 تائين وڌايل استعمالن واري پنهنجي سطح جي مقرريءَ جي وڪالت ڪندا رهيا آهن. ٽيون حصو خريف ۽ ربيع ٻنهي مُندن جي فراهمين لاءِ متاستا جي مقدار جي تعين بابت آهي. سائين! ڪينال فراهمين جي مقدار جو تعلق استعمالن. ڪينالن جي ڍانچي وار گنجائش ۽ دريائن ۾ پاڻيءَ جي موجودگيءَ سان هجي ٿو. انڪري هيءَ مامرو انتهائي جوڳي اهميت وارو آهي.

چيئرمين: سو پهرين حصي لاءِ اوهانجي وراڻي ساڳي مامرو نمبر 1(5) واري آهي؟

عبدالوهاب شيخ: جيءَ انجينئر طور مونکي چوڻ گهرجي تہ ڪنهن ڪينال سرشتي ۾ ڪنهن مخصوص سال جي استعمال وارو تصور بنيادي طور تي غلط آهي. ڪينال سرشتن ۾ استعمال سال بہ سال دريائن ۾ پاڻيءَ جي موجودگيءَ موجب مختلف ٿين ٿا.

هاڻ سوال اچي ٿو ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن جي استعمالن جي سطح مقرر ڪرڻ سان همدرديءَ وارو. سائين! اسان کي جانچڻ گهرجي تہ جيڪڏهن ورهاڱو نہ ٿئي ها تہ ڪينالن کي پريندڙ دريائن ۾ پاڻيءَ جي اصل فراهمي جي حوالي سان تڏهن موجود ڪينالن جي وڌ کان وڌ انحصاري گنجائش جو وڌ کان وڌ استعمال ڇا هجي ها. ٻين لفظن ۾، بين الدريائي لنڪ يا ڊيم وغيره جهڙين نين رٿائن جي اڏاوت کانسواءِ ايرندي دريائن جو پاڻي استعمال ڪرڻ جي انهن ڪينالن جي وڌ کان وڌ گنجائش سامهون ٿو آڻڻ چاهيان. انهن

جي هاڻوڪي گنجائش ۾ وجود نہ رکندڙ رٿائن جي سرشتي جي مدد سان بهتر ٻڌايل استعمالن کي ڳڻيڻ درست نہ ٿيندو.

متاستا واري فراهمين جي هڪ ٻئي فلسفي کي سمجهڻ جي ضرورت آهي. اسان جي گذارش اِها آهي تہ جڏهن اسين متاستا/ متبادل فراهمين جي ڳالهہ ٿا ڪريون تہ اسان کي اِهو سمجهڻ گهرجي تہ پاڪستان ڏانهن اپرندي دريائن جي وهڪري ۾ پاڻيءَ جي انحصاري موجودگي ڇا هئي. جڏهن پنجاب اولهندي دريائن جي انحصاري موجودگيءَ جي ڳالهہ ٿو ڪري تہ اِهو ٽن کان ڇهن سالن جي انحصاريءَ وارو فارمولو ٿو اختيار ڪري پر جڏهن اپرندي دريائن جي صورت ۾ وچايل پاڻيءَ جو ذڪر ڪرڻ مهل سراسري موجودگيءَ جي ڳالهہ ٿو ڪري. جيڪڏهن انهي موجودگيءَ تي ٽن کان ڇئن سالن واري فارمولي جي بنياد تي ڪم ڪجي تہ اپرندي دريائن کان ايندڙ انحصاري فراهميون 17 ملين ايڪڙ فوٽ تائين گهٽجي وينديون. بهر صورت، اسين سمورن مامرن ۾ سراسري موجودگي لاڳو ڪرڻ کي درست طريقو ٿا ليکيون.

<u>چيئرمين</u>: پهرين حصي لاءِ اوهانجي وراڻي 15 آگسٽ 1947 آهي. ٻئي حصي لاءِ ڇا جواب آهي؟

<u>عبدالوهاب شيخ</u>: سائين! آءٌ محسوس ٿو ڪريان تہ ڄاڻايل طريقي ڪانسواءِ متاستا / متبادل ضرورتن کي پروڙڻ جو فقط هڪ ئي ٻيو رستو آهي. انڪري جيڪڏهن ڪا شئي وجود ئي نٿي رکي تہ اِها بدلائي نٿي سگهجي. هن مامري ۾ گهربل متجندڙ مادي وکر پاڻي آهي ۽ انڪري فقط اُهوئي پاڻي متاستا ۾ اچي سگهي ٿو جيڪو اپرندي دريائن ۾ انهن مان نڪرندڙ ڪينالن ۾ موجود هو. اهو اوهان لاءِ فراهمين جي متبادل واري مسئلي کي نبيرڻ ۾ انتهائي ڪارائتو ٿي سگهي ٿو. اسين محسوس ٿا ڪريون تہ جيڪڏهن اپرندي دريائن ۾ غير مناسب موجودگي هئي تہ پوءِ جهڙي ريت اوهان اڳيئي چئي آيا آهيو تہ اهي ڪينال دريائن جي موجودگين مان وڌ کان وڌ ڪيترو پاڻي کڻي سگهن ٿا.

<u>چيئرمين</u>: هت اوهين انهن ڪينالن جو ذڪر پيا ڪريون جيڪي 1947 ۾ موجود هئا.

<u>عبدالوهاب شيخ</u>: جيءُ سائين! درحقيقت متبادل فراهمين لاءِ سندر استعمال 15 آگسٽ 1947 تائين وارا هئڻ گهرجن پر آءٌ پتوڙ ڪري کين ڪجهہ وڌيڪ ڏيڻ جي ڪوشش ڪندس، جيڪڏهن اِهو ثابت ٿو ڪيو وڃي تہ اهي

ڪينال اڻ رنڊڪ ايرندي دريائن جي موجودگيءَ کي آڏو رکندي وڌيڪ پاڻي حاصل ڪري ٿي سگهيا.

ايرندي دريائن ۽ ڪينالن ۾ رم اسٽيشن تي پاڻيءَ جي موجودگي، پاڻيءَ جي هئڻ جو ماپو آهي ۽ انڪري دريائن ۽ انهن مان نڪرندڙ ڪينالن جي رم اسٽيشن تي موجودگي متبادل فراهمين جو وهنوار هئڻ گهرجي. ان لاءِ پهرين مرحلي تي، ايرندي دريائن ۽ ڪينالن جي رم اسٽيشن تي موجودگيءَ جو تعين ڪرڻو پوندو. رم اسٽيشن تي موجودگي مختلف سالن ۾ مختلف ٿئي ٿي. ڪنهن مخصوص سال ۾ اِها موجودگي تمام گهٽي يا تمام گهڻ ٿي سگهي ٿي ۽ انڪري اِهو واضح آهي تہ ڪنهن نمائنده سال طور چونڊيل هئڻ ڪانسواءِ ڪنهن هڪ مخصوص سال لاءِ موجودگيءَ کي متبادل فراهمين جي تعين جو بنياد نٿو بڻائي سگهجي. سال 1947 کان اڳ ايرندي دريائن ۽ ڪينالن جي رم اسٽيشن تي موجودگيءَ ۾ ورهاڱي سبب ڪا رنڊڪ نہ هئي. واپڊا جي شايع ٿيل رڪارڊ ۾ 1936-37 کان رم اسٽيشن چوڙ موجود آهن ۽ انڪري متبادل فراهمين جي تعين لاءِ استعمال واسطي سڀ کان وڌيڪ مناسب عرصو 1936-37 کان 1945-46 وارا ڏهہ سال رهندو.

بهرحال، رم اسٽيشن تي مڪمل موجودگي متبادل فراهمين جو بنياد نٿي بڻجي سگهي. متبادل فراهميون موجودگيءَ جو فقط اُهو حصو آهن جيڪي استعمال ٿيڻ جوڳيون آهن.

<u>چيئرمين</u>: اِهو مونجهاري پريو آهي. ڪو اهڙو ڪينال آهي جتي پنجن سالن جا انگ اکر موجود نہ هجن؟ ڪي اهڙي ڪينال جو نالو ڄاڻائي سگهو ٿا؟

<u>عبدالوهاب شيخ</u>: سائين! آءٌ سمورا تفصيل ڏيندس. ڪميٽي ميمبران آڏو متبادل فراهمين کي سمجهڻ لاءِ سمورو پس منظر وارو مواد پيش ڪرڻ ڏيو. هت آءٌ استعمالن جي ڳالهہ نہ پيو ڪريان، پر اِهو ڏيکارڻ جي ڪوشش پيو ڪريان تہ متبادل فراهميون موجودگين جو فقط اُهو حصو آهن جيڪي ڪينال سرشتن ذريعي استعمال ٿيڻ جوڳيون آهن. مثال جي طور تي، چاڙهہ / ٻوڏ وارن ڏينهن ۾ دريائن ۾ پاڻيءَ جي موجودگي تمام گهٽي هوندي آهي پر ڪينالن جي محدود گنجائش سبب انهيءَ موجودگيءَ جو هڪ حصو ئي استعمال ڪري سگهجي ٿو. انڪري، ايرندي دريائن ۽ ڪينالن تي انحصار ڪندڙ مختلف هيڊ ورڪس ۽ ڪينالن لاءِ متبادل فراهميون هيڊ ورڪس تي موجودگين يا گهرجن، انهن مان

جيڪي ٻه گھٽ هجي جي برابر ٿي ڪٽي سگھجن ٿيون. انهن مان مراد دريائي وهڪرا آهن. بورڊ تي جدول ذريعي ٿو واضح ڪريان.

سائين! سال کي خريف ۽ ربيع جي عرصن ۾ ورهايو اٿم. خريف واري عرصي کي وري چئن حصن ۾ ورهايو اٿم جيڪي عمومي موجودگيءَ واري انداز سان لاڳاپيل آهن.

پهريون حصو اپريل ۽ مئي آهي.
ٻيو حصو جون آهي.
ٽيون حصو جولاءِ ۽ آگسٽ آهي
۽ چوٿون حصو سيپٽمبر جو مهينو آهي.

ڪُل موجودگي

(1936-37 کان 1945-46 وارن ڏهن سالن جي آڌار تي)

| بنياد | وچٿرو انحصار | 3 کان 4 سالن جو انحصار |
|---|---|---|
| ربيع | 3.12 ملين ايڪڙ فوٽ | 2.14 ملين ايڪڙ فوٽ |
| خريف | | |
| (a) اپريل - مئي | 1.71 ملين ايڪڙ فوٽ | |
| (b) جون | 1.71 ملين ايڪڙ فوٽ | |
| (c) جولاءِ - آگسٽ | 13.22 ملين ايڪڙ فوٽ | |
| (d) سيپٽمبر | 3.75 ملين ايڪڙ فوٽ | |
| ڪُل خريف | 20.39 ملين ايڪڙ فوٽ | 15.0 ملين ايڪڙ فوٽ |
| ساليانو ڪُل مجموعي | 23.51 ملين ايڪڙ فوٽ | 17.14 ملين ايڪڙ فوٽ |

سائين! هت 23.51 ملين ايڪڙ فوٽ وارن انگن اکرن ڏانهن ڌيان ڇڪرائڻ چاهيندس. جيڪي سراسري انحصار جي بنياد تي آهن. هيءَ پاڻيءَ جو اُهو مقدار آهي جيڪو پنجاب عام طور تي 24 ملين ايڪڙ فوٽ طور ڄاڻائيندو آهي. جيتوڻيڪ متبادل فراهمين واري سوال تي بحث مباحثي مهل هو سراسري موجودگيءَ وارن انهن انگن اکرن جو حوالو ڏيندا آهن پر جڏهن چناب ۽ جهلم وغيره جي انحصار جوڳن وهڪرن جي وڪالت ڪندا آهن ته پوءِ ٽن کان چئن سالن جي انحصار واري بنياد کي مدنظر رکڻ لاءِ زور ڀريندا آهن.

ان ريت جيڪڏهن اپرندي دريائن کان اينڌڙ وهڪرن جا انگ اکر ٽن کان چئن سالن جي انحصار جي بنياد تي کنيا ٿا وڃن ته پاڪستان ڏانهن اينڌڙ

ڪُل پاڻي ربيع ۾ 2.14 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ خريف ۾ 15 ملين ايڪڙ فوٽ يعني ڪُل لڳ ڀڳ 17 ملين ايڪڙ فوٽ هو. بهر صورت، آءُ سراسري فراهمين جي بنياد تي ئي ڳالهائيندس جيڪي درست بنياد آهن ۽ عالمي تڪرارن ۾ پڻ نبيري لاءِ استعمال ٿين ٿيون. وهڪري کي انهيءَ حقيقت مان پروڙي سگهجي ٿو ته ڪينالن جو حقيقي ڪاپو ربيع دوران 3.12 ملين ايڪڙ فوٽ هو ۽ جيڪڏهن ٽن ڪان ڇنڻ سالن جي بنياد تي انحصار جوڳي وهڪري کي مدنظر رکٽو آهي ته جيڪڏهن ڪينال موجود سمورو پاڻي استعمال ڪري رهيا هئا ته اِهو فقط 2.14 ملين ايڪڙ فوٽ هو.

هاڻ مونکي اصل ۾ ڪتب آندل فراهمين ۽ خود IBAB جي استعمالن واري وڏي تصور پٽاندڙ ڇا ڪتب اچي پئي سگهيو جنهن سان سنڌ يقيني طور تي سهمت ناهي ۽ نه ئي ٿي پئي سگهي، بابت ڪجهه چوڻ جي اجازت ڏيو. پنهنجي ڳالهه واضح ڪرڻ لاءِ بورڊ تي انگ اڪر ڇٽيندس.

انگ اڪر ملين ايڪڙ فوٽ ۾

| عرصو | مجموعي موجودگي (معتدل) | ڪتب اچڻ جوڳو وهڪرو | 15 آگسٽ 1947 تائين اصل ۾ ڪتب آندل (10 سالن جو سراسري)* |
|---|---|---|---|
| ڪُل ربيع | 3.12 | 3.12 | 3.12 |
| خريف | | | |
| (الف) اپريل ـ مئي | 1.17 | 1.17 | |
| (ب) جون | 1.17 | 1.17 | |
| (پ) جولاءِ ـ آگسٽ | 13.22 | (IBAB)5.44 | |
| (ج) سيپٽمبر | 3.75 | (IBAB) 2.42 | |
| ڪُل خريف | 20.39 | 11.28 | 10.67 |

*(واپڊا جا انگ اڪر (صحفو 4)

ان ريت نظر اِهو آيو ته جيڪي ڪجهه ربيع دوران دريائن ۾ موجود هو سو ڪينالن ذريعي استعمال ڪيو ويو. گڏوگڏ خريف دوران اِهي 10.67 ملين ايڪڙ فوٽ استعمال ڪري رهيا هئا ۽ IBAB طرفان طئي ڪيل وڏيڪ استعمالن تحت به فقط 11.28 ملين ايڪڙ فوٽ ئي استعمال ڪري پئي سگهيا. انڪري ڪميٽي مٿا سٺا وارين فراهمين جي تعين لاءِ کهڙو به پيمانو طئي ڪري، سنڌ جو اِهو سوچيل سمجهيل موقف آهي ته استعمال جوڳي حد. جهڙي ريت مون واضح ڪيو آهي، مٿاهين سطح تي مقرر ڪئي وڃي جنهن کان وڏيڪ "مٿا سٺا" جي

عقلي ۽ انصاف جوڳي حدن کي اورانگهڻ ٿيندو.

هڪ ٻي ڳالهه جيڪا ڪميٽيءَ آڏو نوٽ ڪرڻ جوڳي آهي اها آهي ته جيئن مون اڳ ٻڌايو، اوڀر ۾ بيراجن ۽ ڪينالن جي تعمير لاءِ ناهي. اهو پاڻي ٽڪن مٿان پيا آهن ۽ آخر مان اهو پنهنجي ۾ ڪهڙي جو پاڻي انهن ڪينالن کي فراهم ڪيو وڃي.

هڪ ٻي ڳالهه جيڪا ڪميٽيءَ آڏو نوٽ ڪرڻ جوڳي آڻڻ چاهيان ٿو سا آهي مون طرفان رم اسٽيشن تي ڏيڪاريل موجودگي ۽ انڪري رم اسٽيشن تي استعمال جوڳا وهڪرا پڻ. ڪينالن جي مهاڙ تي اٽڪر نقصانن کي ڪاٽو ڪنديءَ سمجهان ٿو ته شايد ئي ڪجهه بچي جو ڪينال اُن کان وڌيڪ ڪجهه استعمال ڪري سگهن جيڪي اُهي 15 آگسٽ 1947 تائين استعمال ڪري رهيا هئا. انهن وچٽرن انگن اکرن کي مهرباني ڪري 12 مئي 1971 تي لاهور ۾ ٿيل صبح واري ويهڪ ۾ پنجاب طرفان پيش ڪيل انهن انگن اکرن سان ڀيٽايو وڃي ته گذريل پنجن سالن دوران هنن انهن ڪينالن جا ڪيترا سراسري استعمال ڏنا. پنجاب جي انهيءَ گذارش جو حوالو انڪري ڏنو اٿم ته جيئن پنجاب طرفان متبادل فراهمين لاءِ وڏائي چڙهائي پيش ڪيل دعويٰ کي سمجهڻ ۾ ڪا ڏکيائي نه ٿئي.

هاڻ انهن متبادل فراهمين جو هڪ ٻيو پاسو پيش ڪرڻ چاهيندس. پاڪستاني طور چوندس ته سائين پاڻيءَ ڄلو ڪُل گهاٽو پاڪستان جو آهي نه ڪي رڳو پنجاب جو. ان سان گڏوگڏ اسان کي پاڪستان کي پاڻيءَ جي پهتل ڪُل گهاٽي جي ڪٽ ڪرڻ مهل معتدل / عقل پريو پڻ رهڻ گهرجي. سائين! جيڪڏهن ورهاڱو نه ٿئي ها ته اِهو درست ناهي ته ڪو اسين اِهو سمورو پاڻي استعمال ڪريون ها. جيڪڏهن ورهاڱو نه ٿئي ها ته ان جو ڪجهه حصو شايد نين رٿائن وسيلي ڪتب اچي ها. اِهي سموريون رٿائون رڳو پنجاب جو ئي حصو نه هجن ها جيڪو هاڻ پاڪستان جو حصو آهي. ڪجهه ٻه هجي اِهي رٿائون پنجاب جي ٻنهي حصن ۾ هجن ها جيڪي هاڻ پاڪستان سان گڏوگڏ ڀارت جو ٻه حصو آهن. ورهاڱي کان اڳ پنجاب جي اُن حصي ۾ جيڪو هاڻ پاڪستان ۾ شامل آهي وڏي پيماني تي ترقياتي ڪم ٿيا. جيڪڏهن رٿائون/ سگهه کي هٿي وٺرائي وڃي ها ته فطري طور تي ان جو وڏو حصو اوپر پاڪستان ۾ ڪتب اچي ها. انڪري اِهو چوڻ ته پاڪستان کي 24 ملين ايڪڙ فوٽ جو گهاٽو ٿيو عقل پري ڳالهه نه ٿيندي. هينئر ٻه اوپر پنجاب بکره، بياس وغيره جهڙا ڊيم مڪمل ڪري رهيو آهي ۽ هو ڪنٽرول کان وانجهيل پاڻيءَ جو وڏو حصو/ مقدار عربي سمنڊ ۾ پوڻ جي اجازت ڏيڻ بدران اوپر پنجاب ۾ ئي استعمال ڪن ها. پيهر اِهو چوندس ته 24 ملين ايڪڙ فوٽ جا انگ اکر سنڌ جي موقف تي آڌاريل آهن ۽ پنجاب جي فارمولا موجب 1947 ۾ ورهاڱي تائين پاڪستان ڏانهن فقط 17 ملين ايڪڙ فوٽ

انحصار جوڳا وهڪرا ئي اڃي رهيا هئا.

ڪميٽيءَ آڏو متبادل فراهمين جو هڪ وڏيڪ پهلو پيش ڪرڻ چاهيندس. پنجاب طرفان اِهو چيو ٿو وڃي ته پاڪستان ڏانهن جيڪي ڪجهه به آيو پئي سو پنجاب جي مستقبل وارين رٿائن / ترقيءَ لاءِ هو. ڳالهه اِها آهي ته جيڪڏهن ڪنٽرول کان وانجهيل پاڻي ڪينال سرشتن ۾ استعمال هيٺ اچڻو هو ته پوءِ وڏي پيماني تي ترقياتي ڪم ڪرڻو هو. درحقيقت اِهو نڪتو پنجاب طرفان استعمال ڪندڙن طرفان مالي ذميوارين کي ونڊڻ ورڇڻ واري نڪتي تان ئي ڪنيو اٿم. ٻين لفظن ۾ اسان کي پاڻيءَ جي ڪنٽرول کان وانجهيل وهڪرن کي ڪتب آڻڻ لاءِ جاري خرچن کان گهڻو وڏيڪ اضافي خرچ ڪرڻا پون ها. ان ڪانسواءِ انجي ڪٿ لڳائڻ به ضروري آهي ته ڪنٽرول کان وانجهيل ڪُل فراهمين مان ڪيترو ڪجهه حاصل ٿي پئي سگهيو؟ بظاهر ته ڊيم ٺاهڻ سان ئي پاڻيءَ جي وسيلن کي ڪتب آڻڻ ممڪن آهي. پر ايرندي دريائن جو پاڻي ذخيرو ڪرڻ لاءِ ڊيم ٺاهڻ واسطي پاڪستان ۾ ماڳ ڪٿي آهن؟ جيڪڏهن ڊيم اوپر پنجاب ۾ ڏنا وڃن ها ۽ رڳو دليل طور ئي چئجي ته جيڪڏهن ساڳئي نوعيت جي گنجائش پنجاب جي اُن حصي لاءِ پڻ ميسر ڪئي وڃي ها جيڪو هاڻ پاڪستان ۾ آهي تڏهن به پاڪستاني پنجاب کي ورهاڱي کان اڳ برطانوي پنجاب جي حصي طور مالي خرچن جو بار ڪڻڻو پوي ها. سائين! ايرندي دريائن کان ڪينال فراهمين ۾ گهٽتائي پاڪستان ٺهڻ جو نتيجو هئي ۽ انڪري متبادل فراهمين جي لاڳت اتر اولهه سرحدي صوبي، سنڌ، بلوچستان، پنجاب ۽ اوپر پاڪستان کي ڪڻڻي آهي. اِهو مالي بار پاڪستان جي سمورن صوبن کي ڪڻڻو آهي، ڇاڪاڻ جو متبادل فراهمين لاءِ متبادل رٿائون پاڪستان ٺهڻ جي ڪري ئي ضروري ٿيون آهن. اسين اڳيئي ڪاٿو لڳائي چڪا آهيون ته متبادل فراهميون جيستائين پنجاب جي ڪينالن جو تعلق آهي ربيع دوران 3.12 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ خريف دوران 10.67 ملين ايڪڙ فوٽ آهن. هاڻ متبادل فراهمين جي مقدار بدران هاڻ پنجاب، اتر اولهه سرحدي صوبي، سنڌ، بلوچستان ۽ اوپر پاڪستان جي قيمت تي 21.12 ملين ايڪڙ فوٽ کان به وڏيڪ جي گهر ڪري رهيو آهي. اِهو عجيب آهي ته پنجاب ڪجهه به خرچ ڪرڻ ڪانسواءِ پاڪستان جي ٻين صوبن جي قيمت تي پنهنجي رٿائن جي ترقي چو ٿو چاهي؟ انڪري جڏهن پنجاب متبادل فراهمين جي ڳالهه ٿو ڪري ته ان کي سمجهڻ گهرجي ته اصلي متبادل گهر کان وڏيڪ انجي گهر

پنجاب جي رٿائن / ترقيءَ لاءِ آهي نہ ڪي پراڻن ڪينالن ڪي متبادل فراهمين لاءِ انڪري اِهو ضروري آهي تہ متبادل عنصر ۽ ترقياتي عنصر وچ ۾ حد بنديءَ جو ليڪو ڪڍيو وڃي.

انڪري هن جامع مامري ڪي اُڪلائڻ ڪان اڳ اسانجو درست متبادل عنصر تي پهچڻ واسطي سمورن پهلوئن تي بحث مباحثو انتهائي ضروري آهي. اچو تہ سنڌ مان لنگهندڙ ڪنٽرول ڪان وانجهيل پاڻيءَ تي ويچاريون. جيڪڏهن ان ڪي ڪتب ٿا آڻڻ چاهيون تہ پوءِ ڪي ڊيم يا ڪي ٻيون رٿائون اڏڻيون پونديون. انهن ڊيمن وغيره تي ڪروڙين رپين جو خرچ ايندو. ڪجھ بہ هجي پنجاب انجي ترقياتي رٿائن واسطي سنڌ ڪي تہ ڪابہ ادائيگي نہ ڪندو. ساڳي ريت اتر اولهہ سرحد صوبو بلوچستان ۽ اوير پاڪستان پڻ سنڌ ڪي ڪابہ ادائيگي نہ ڪندا. ترقي جو مالي بار لاڀ پرائيندڙن کي کڻڻ گهرجي. جيڪڏهن پنجاب ۽ سنڌ گڏجي مستقبل ۾ ڪي ڊيم وغيره ٺاهي پاڻيءَ جون اضافي فراهميون حاصل ڪرڻ چاهين ٿا تہ پوءِ فطري طور تي انهن کي خرچن ۾ ڀائيواري ڪرڻي پوندي. انڪري ئي اِهو ڏيکارڻ جي ڪوشش پيو ڪريان تہ ايرندي دريائن مان جيڪي ڪجھ بہ آيو پئي سو پنجاب طرفان وڌ کان وڌ وهڪرا ڪتب هيٺ هئا. جيڪڏهن پنجاب کي پاڻيءَ جون رٿائون تيار ڪرڻيون آهن تہ پوءِ ان کي رقم بہ خرچ ڪرڻي پوندي ۽ اِهي خرچ پنجاب کي ئي ڪرڻا پوندا نہ ڪي ٻيا صوبا ان ۾ ڪو حصو وجهندا. انڪري سائين اوهان کي مٿيان پهلو آڏو رکندي حقيقي متبادل فراهمين جي تعين بابت ڪو فيصلو ڪرڻو پوندو. جيئن تہ متبادل فراهمين جو بار سمورن صوبن کي کڻڻو آهي انڪري ضروري آهي تہ متبادل جون حدون وڌن نہ ۽ پنجاب متبادل فراهمين جي نالي تي اسان جي قيمت تي پنهنجي ترقي / رٿائن واسطي وڌيڪ پاڻي حاصل نہ ڪري.

چيئرمين: جڏهن ٺاهہ متبادل جي بار جو جائزو ٿو وٺي تہ ڪنهن مخصوص سال ۾ استعمال جي سطح ڇا هوندي؟

عبدالوهاب: سائين! مامرو نمبر(5)1 تي بحث دوران اڳيئي گذارش ڪري چڪو آهيان تہ ڪينالن جي استعمال جي سطح 15 آگسٽ تائين ڪينالن جو سراسري استعمال هوندي.

هاڻ خريف ۽ ربيع مندن دوران متبادل فراهمين جي مقدار جي ڏس ۾ مامري جو ٽيون حصو. جيڪڏهن اوهين ضروري سمجهو تہ خريف ۽ ربيع جا اهي

انگ اکر ٻيهر پيش ڪريان جيڪي سنڌ متبادل فراهمين طور ليکي ٿي.

چيئرمين: ٻڌايو تہ متبادل فراهمين لاءِ استعمال جي سطح ڇا هئڻ گهرجي؟

عبدالوهاب: سائين! اڳيئي ڄاڻائي چڪو آهيان تہ 15 آگسٽ 1947 تائين استعمال ڪيل سطح. اوهان سهمت ٿيندا تہ اِهو معاملو انتهائي واضح ڪيو اٿم جيڪو انتهائي سولو آهي ۽ حد جي تعين لاءِ مونکي اعليٰ انجنيئر يا قانون جي ڄاڻ هئڻ جو گهرجائو ناهي.

چيئرمين: ڇا ناهہ چاهي ٿو تہ متبادل جو بار استعمال جي سطح هوندو؟

عبدالوهاب: سائين! ڪيترن ئي پاسن کان اِهو ثابت ڪيو اٿم تہ متبادل بار 15 آگسٽ 1947 تي ڪينالن جي استعمال ڪيل استعمالن جي سطح تي هوندو.

چيئرمين: اوهانجي ورنديءَ اِها آهي تہ ناهہ ڪنهن مخصوص سال جي فراهمين جو ذڪر ٿو ڪري؟ ائين آهي؟

عبدالوهاب: سائين! هن مامري جي معنيٰ آءٌ ڪجهہ مختلف ٿو ليکيان. هڪ ناهہ جي قانوني اُپٽار آهي جت شق (I)IV ۾ متبادل فراهمين جو ذڪر ڪيو ويو آهي. سنڌ جو قانوني موقف اڳيئي ڄاڻائي چڪو آهيان. سائين! اِها قانوني حيثيت اوهان وٽان تہ بهتر ميتا ماڻي سگهي ٿي پر مون هڪ انجنيئر جي حيثيت ۾ ان مامري کي سمورن امڪاني مختلف پهلوئن کان جانچيو آهي ۽ اِهو ثابت ڪيو اٿم تہ استعمال جي سطح دريائن ۾ وهڪرن جي انحصار جوڳي موجودگين جي بنياد تي ئي هئڻ گهرجي. اِهو بہ ڄاڻايو اٿم تہ اپرندي دريائن ۾ موجودگيون اوتريون ئي هيون جو ڪينال اُهوئي ڪجهہ حاصل ڪري سگهندا جيڪي اِهي 15 آگسٽ 1947 تائين حاصل ڪري رهيا هئا. اوهان کي ياد هوندو تہ پنجاب چيو هو تہ ناهہ استعمالن جي سطح جي ڳالهہ ناهہ لاڳو ٿيڻ واري تاريخ يعني پهرين اپريل 1960 واڌو 1971 تائين سندن سمورين رٿائن پٽاندر ڪئي آهي. اِها هڪ وڏاءُ ڀري دعويٰ هئي جنهن تڪرار پئي ڪيو ۽ انڪري ئي اِهو ثابت ڪرڻ ٿي چاهيم تہ متبادل فراهمين جو مقدار ڇا هئڻ گهرجي. ان مامري کي جوڳي انداز ۾ نبيرڻ ضروري آهي ڇاڪاڻ جو ڪوبہ ٻيو اهڙو مامرو ناهي جيڪو متبادل فراهمين جو مقدار متعين ڪندو. اِها ڄاڻ ڪميٽيءَ لاءِ پنهنجي حتمي رپورٽ لکڻ مهل انتهائي ضروري هوندي.

چيئرمين: اوهان اِهو نٿا چئي سگهو تہ ٺاهہ متبادل فراهمين جي مقدار جي ڳالهہ ٿو ڪري؟

عبدالوهاب: سائين! مقدار بابت اِهو ڳالهائي ٿو جهڙي ريت اڳيئي ڄاڻائي چڪو آهيان پر ٺاهہ ڪانسواءِ بہ. منهنجي سوچ موجب اِهو اجايو ٿو ٿئي ڇاڪاڻ جو دريائن ۾ جيڪي ڪجهہ ميسر هو سو ڪينالن ذريعي ڪتب آندو ويو ۽ ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن لاءِ وڌيڪ ڪتب اچڻ جوڳا وهڪرا ميسر نہ هئا.

چيئرمين: اِهو ورجاءُ ناهي؟ مقدار ڪي هن مامري جي ٽنهي حصن ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

عبدالوهاب: پر درحقيقت مامرو نمبر (7) 1 جو ٻيو حصو مقدار ڪي بہ آڏو ٿو آڻي.

چيئرمين: پر جيڪڏهن پنجاب چوي ٿو تہ اِهو پهرين اپريل 1960 واري عرصي تائين لاڳو آهي تہ پوءِ مقدار پهرين اپريل 1960 موجب هوندو. منهنجو مطلب اِهو آهي تہ اوهين ان سوال تي مامري نمبر (a)7 جي پهرين حصي ۾ يا مامرو نمبر (5) 1 ۾ بحث ڪريو. ان ريت متبادل جو جيڪي بہ مقدار هوندو سو شامل ڪيو ويندو. درحقيقت آءُ چئي سگهان ٿو تہ مامرو نمبر (a)7 تي دليل ڏيندي توهان پاڻ بہ ڄاڻو تہ مامري نمبر (a)7 تي اوهين اوستائين مڪمل طور تي بحث نٿا ڪري سگهو جيستائين مونکي مامري نمبر (a)7 جي پهرين حصي جو واضح جواب نٿا ڏيکاريو.

عبدالوهاب: مامري نمبر (a)7 جي پهرين حصي جو اڳيئي مامري نمبر (1(5 تحت احاطو ڪيو ويو آهي. سائين! دراصل مامرو نمبر (a)7 جو ٻيو ۽ ٽيون حصو ئي آهن جن کي مڪمل طور تي واضح ڪري چڪو آهيان.

چيئرمين: تہ پوءِ ٽيون حصو اجايو ٿو بڻجي. ٺيڪ آهي، پوءِ مامري نمبر (a)7 جي ٽين حصي بابت پنهنجا دليل پيش ڪريو.

عبدالوهاب: سائين! منهنجي عرضداشت موجب، ٽيون حصو ربيع ۽ خريف جي مُندن لاءِ متبادل فراهمين جو فقط وچور ئي آهي. ربيع ۽ خريف لاءِ متبادل جو بار اڳيئي واضح ڪري چڪو آهيان ۽ انڪري منهنجو بحث هن جوڳي مامري نمبر (a)(7)I جي سمورن پهلوئن جو احاطو ڪري چڪو آهي.

عبدالوهاب: هاڻ اچو تہ مامري نمبر(6) 1 ڏانهن وڌون. اِهي چوي ٿو

**"مستقبل ۾ اڀرندي دريائن جي ڪينالن جي استعمال جي ڪهڙي سطح لهڻي آهي؟:"**

اڀرندي ڪينالن جي استعمالن جي سطح جيڪا اڀرندي دريائن جي اڻ روڪ وهڪرن ذريعي برقرار رکجي پئي سگهجي، مامري نمبر 1(7)(a) ۾ متعين ڪئي وئي آهي. اِهي حقيقي متبادل جوڙين ٿا. انهن انگن اکرن کان وڌيڪ ڪوبہ استعمال انهن ڪينالن لاءِ ترقياتي عنصر جو موجب هوندو. رٿائن جي سرشتي هيٺ رٿائن لاءِ ميسر ڪيل ترقياتي / رٿائن واري فراهمين کي زميني سطح تي پاڻيءَ جي موجودگيءَ کي مدنظر رکندي اولهہ پاڪستان جي سمورن ڪينالن وچ ۾ برابريءَ جي آڌار تي ورهائڻو پوندو.

چيئرمين: هاڻ مامرا نمبر 7(b)، 7(c) ۽ 7(d) تي اچو.

عبدالوهاب: سائين! هاڻ مامري نمبر 1(7)(b) تي اينڊس جيڪو چوي ٿو "ڇا ٺاهہ طئي ڪري ٿو تہ متبادل جو بار ڪنهن حد تائين زميني پاڻيءَ جي ست مان پورو ڪيو ويندو. جيڪڏهن ها تہ پوءِ ڪيتري حد تائين؟"

ٺاهہ جي شق IV جو سيڪشن (i) چوي ٿو:

"پاڪستان پنهنجي واڌ ويجهہ ۽ معيشت جي ڏس ۾ رٿائن جي سرشتي جي حصي طور اڏاوت ۽ عملي صورت ڏيڻ لاءِ پنهنجي ڀرپور عمل ڪندو جيڪو اولهندي دريائن ۽ پاڻيءَ جي ٻين وسيلن کان متبادل کي حتمي شڪل ڏيندو...."

مٿين حوالي مان اِهو واضح آهي تہ ٺاهہ متبادل جي مقصدن واسطي اولهندي دريائن کانسواءِ ٻين وسيلن جي پڻ ڳالهہ ٿو ڪري پاڻيءَ جا ٻہ ئي امڪاني وسيلا ٿا سامهون اچن مٿاڇري وارا وسيلا يا زيرِ زمين وسيلا. جيئن تہ مٿاڇري واريون فراهميون فقط اولهندي دريائن کان ئي ميسر آهن ۽ جيئن تہ اِهي ٺاهہ ۾ واضح طور تي ڇاٽايل آهن انڪري اِهي ٻين وسيلن طور ڳڻجن کان ٻاهر مرادو ٿيون ٿين. انڪري فقط زيرِ زمين پاڻي ئي فراهميءَ جي ٻئي وسيلي طور باقي ٿو بچي. انڪري ٺاهہ زير زمين پاڻيءَ جي ست ذريعي متبادل جو بار ورڇڻ جي ڳالهہ ٿو ڪري. انجي وڌيڪ خاطري فنڊ ٺاهہ جي ضميمي D ۾ درج ڪيل رٿائن جي سرشتي مان ٿئي ٿي. ان فهرست ۾ 2500 ٽيوب ويلن جي اڏاوت پڻ شامل آهي جن مان ڪن کي متبادل واري عنصر جي پورائي لاءِ آبپاشي واسطي پاڻي فراهم ڪرڻو هو.

پنجاب جو موقف تہ ٻين وسيلن ۾ امڪاني طور تي پاڪستاني حدن ۾

راوي دريا جي ڪجهه ذيلي شاخن تي حفاظتي سيلابي آبپاشي تي سگهي ٿي، ليڪڻ جوڳو ناهي ڇاڪاڻ جو ناهه جي تحفظ فراهم ڪيل ڪجهه مخصوص ايراضين ۾ سيلابي آبپاشي آهي نه ڪي انهيءَ آبپاشي لاءِ ڪتب ايندڙ پاڻيءَ جي ڪنهن ٻئي ايراضيءَ ڏانهن منتقلي. وڌيڪ اِهو ته پنجاب جو موقف ته متاچري واري پاڻيءَ جي فراهميءَ جي وسيلي طور رد ڪيو ويو هو پڻ ليڪڻ جوڳو ناهي، ڇاڪاڻ جو جيڪڏهن ائين هجي ها ته پوءِ ناهه ٻين وسيلن کي شامل نه ڪري ها جيڪي ان ڏس ۾ فقط زيرِ زمين پاڻي ئي آهي.

سائين! ناهه ته متبادل فراهمين جي وسعت جو ئي تعين نٿو ڪري انڪري فطري طور تي اِهو زيرِ زمين پاڻيءَ جي ست جي متبادل لاءِ استعمال جو پڻ تعين نٿو ڪري. انهيءَ وسعت بابت هن معزز ڪميٽيءَ کي ئي وضاحت ڪرڻي آهي.

عبدالوهاب: هاڻ مامرو نمبر (c)(7) 1 تي ايندس، جيڪو چوي ٿو ته "ڇا ناهه واضح ڪري ٿو ته منگلا ۽ تربيلا ڊيم متبادل جو بار کڻن. جيڪڏهن ها ته پوءِ ڪيتري حد تائين؟"

سائين! مون انڊس واٽرس ڪميٽيءَ جي سيڪريٽري ۽ سنڌو دريا لاءِ پاڪستان ڪمشنر ميان خليل الرحمان ڏانهن هڪ خط لکيم. ڪائنس رٿائن جي سرشتي جي اڏاوت سبب پيدا ٿيل نين گنجائش جي ترقياتي عنصر ۽ متبادل عنصر کي واضح ڪرڻ جي گذارش ڪيم. هُن وراڻيو ته ان بابت اجان ڪو فيصلو نه ٿيو آهي ۽ ان جو تعين ڪرڻ هن معزز ڪميٽيءَ جي صوابديد آهي. انڪري اِهو واضح آهي ته رٿائن جي سرشتي سميت مختلف وسيلن کان متبادل فراهمين جو ٽُڙ مقدار متعين ڪرڻ جو ڪم هن ڪميٽيءَ کي ئي ڪرڻو آهي.

ناهه اِهو نٿو ڄاڻائي ته متبادل فراهمين جو ڪيترو پاڻي پاڪستان طرفان ٺهندڙ رٿائن تي وڌو ويندو. درحقيقت، ناهه ڪنهن به رٿا جي نوعيت بابت ڪو معمولي اشارو به نٿو ڏئي. بهرحال پاڪستان طرفان ٺهندڙ رٿائن جي متبادل عنصر بابت ڪجهه ترجيحن جو ذڪر ضرور ٿو ملي. ان مامري تي ويچارڻ کان اڳ، اِهو متعين ڪرڻو پوندو ته سالن جي مختلف حصن دوران ڪيتري حد تائين متبادل فراهمين جي گهرج هوندي، اِهو ڪندي مدنظر رکڻ گهرجي ته آبي ذخيرن، پوءِ پيل اِهو منگلا ۽ تربيلا هجن يا ڪي ٻيا. ۾ ذخيرو ڪيل فراهميون اوڏي مهل ئي ڪتب آنديون وينديون جڏهن دريائن ۾ وهڪري جون فراهميون ميسر آهن ۽ ٻيا

وسيلا متبادل گهرجن جي پورائي جو ست رکندا هجن.

چيئرمين: ڇا ٿاهه تحت ڊيمن کي "پيا وسيلا" نه ليکڻ گهرجي؟

عبدالوهاب: سائين! ڊيمن ۾ پاڻي اولهندي دريائن وارو ئي ساڳيو ست آهي. جهڙي ريت اڳ ۾ وضاحت ڪري چڪو آهيان ته منگلا ڊيم ۾ ڪجهه پاڻي متبادل واسطي آهي. جيڪڏهن اِهو ٺا چئو ته ڊيم ٻيو وسيلو آهي ته پوءِ چشما آبي ذخيرو پڻ ٻيو وسيلو آهي. درحقيقت مختلف وسيلن جو مطلب آهي پاڻيءَ جي اضافي ست وارا وسيلا. آبي ذخيرن ۽ ڊيمن جي ساڳي وسيلي يعني دريائن جي وهڪري واري فراهميءَ مان اڏاوت ڇاڪاڻ جو ست کان سواءِ ڪوبه وسيلو ٿي نٿو سگهي ۽اِهو وسيلو وهڪري واريون فراهميون آهن. ٻيو وسيلو مٿاڇري واري پاڻيءَ جو ست آهي.

چيئرمين: منگلا ۽ تربيلا ڊيم متبادل جو ڪيترو بار کڻن؟

عبدالوهاب: سائين! پنهنجي اڳ ۾ ڪيل عرض موجب. ٻيهر ورجايان ٿو تهاِهو ٿاهه ۾ شامل ناهي.

چيئرمين: ڪيتري حد تائين؟

عبدالوهاب: جيتوڻيڪ ٿاهاِهو واضح نٿو ڪري ته منگلا ۽ تربيلا ڊيمن کي ڪيترو متبادل کڻڻو پوندو پر منگلا ۽ تربيلا بابت بحث جي ڏس ۾ منهنجو وڏو مقصد اصل تصوير پيش ڪرڻ آهي جيڪا پنجاب ڪيس پيش ڪرڻ دوران مُڏي ڪئي وئي آهي. پنجاب سان تعلق رکندڙ منهنجي دوست متبادل فراهمين جا ڪي انگ اکر وڏائي پيش ڪيا آهن جن موجب منگلا مڪمل طور تي ۽ تربيلا ذري گهٽ مڪمل طور تي پنهنجي مختص متبادل فراهمين جي پورائي لاءِ مشڪل سان ئي ست پريا آهن. اِهوئي سبب آهي جو اوهانجو ڌيان انهن ذخيرن ڏانهن ڇڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم ته جيئن اسانجو ڪيس اڻ ٻڌل نه رهي. آءُ ربيع ۽ خريف دوران پنجاب جي ڪينالن ۽ سنڌ ڏانهن پاڻيءَ جي نقصانن/ لاٿن بابت اڳيئي آگاهه ڪري چڪو آهيان.

چيئرمين: متبادل فراهمين جو ڪيترو حصو زيرِ زمين پاڻيءَ کي کڻڻ گهرجي؟

عبدالوهاب: جهڙي ريت اڳيئي ڄاڻايو ويو آهي، متبادل فراهمين جي مقدار ۽ مختلف وسيلن تي انهن جي بار بابت ٿاهه ۾ ڪجهه به ڏنل ناهي. بهرحال، انجنيئر طور آءُ محسوس ٿو ڪريان تهاِهو ٻن طريقن سان ڪري سگهجي ٿو

پهريون تہ اسين مڪمل متبادل ذخيري مان حاصل ڪريون پر واڌ ويجهہ زيرِ زمين پاڻيءَ تي وجهي سگهجي ٿي چاڪاڻ جو اِهو سولو ٿيندو. ٻيو طريقو اِهو ٿيندو تہ متبادل جو هڪ حصو ذخيري مان پورو ڪريون ۽ ٻيون ٽيوب ويلن مان.

چيئرمين: چاهيندس تہ اوهان ۽ مظهر صاحب هن نڪتي کي ڇُلهوڙيو.

اِهو ناهہ ۽ سنڌ طاس ترقياتي فنڊ ناهہ بابت آهي. ڪميٽيءَ وٽ ان ڳالهہ جو ڪيتري حد تائين چوڻ جو اختيار آهي تہ سنڌ طاس ترقياتي فنڊ ناهہ تحت اڏيل رٿائن جو سرشتو ناهہ سبب متاثر نٿو ٿئي؟

عبدالوهاب: مامرو نمبر(2) 1، (3)1 ۽ (4)1 تي بحث دوران انهيءَ نڪتي جي اُپٽار ڪري آيو آهيان. پر جيڪڏهن اوهانکي ان ڳالهہ ۾ قانوني موقف گهرجي تہ پوءِ اوهين پاڻ ان شعبي جا ماهر آهيو.

چيئرمين: مونکي اوهان جي صوبي جو قانوني موقف گهربل آهي.

عبدالوهاب: سائين! اِهو مناسب ٿيندو تہ جيڪڏهن سوال لکت ۾ ڏيو چاڪاڻ جو هر لفظ جي قانوني معنيٰ ٿي سگهي ٿي ۽ اسين هر ممڪن ڪوشش ڪنداسين جو اوهانکي پنهنجو قانوني موقف ڏئي سگهون.

چيئرمين: ٺيڪ آهي، ائين ئي ڪندس.

عبدالوهاب: ٻيهر مامرو نمبر( c)7ڏانهن ٿو موٽان. چئي آيو آهيان تہ ٻين بحثن ۾ پوڻ کان اڳ، اسانکي متبادل فراهمين جي حد جو تعين ڪرڻو آهي، جيڪي سالن جي مختلف حصن يعني خريف ۽ ربيع دوران گهربل هونديون. متبادل ٿيندڙ پاڻيءَ جو مقدار لهڻ ڪانپوءِ اهي پهرين تہ ذيلي زون جي ندين وارن وهڪرن مان حاصل ڪرڻا پوندو چاڪاڻ جو اپرنديون نديون پڻ ذيلي زون ۾ هيون. جيڪڏهن جهلم ۽ چناب ۾ وهڪرا گهٽ آهن تہ پوءِ باقي بچيل متبادل منگلا ۽ ٻين وسيلن مان پورا ڪرڻا پوندا. سائين! آءُ تہ ائين ٿو سمجهان تہ ناهہ ۾ اِهو چاٽايل آهي. ناهہ متعين ڪيو آهي تہ متبادل تڪڙا ۽ ڪفائت پريا هجن. ان ڪري متبادل جا پهريان پڙ جهلا وهڪرن مان فراهمين ذريعي هٿڻ گهرجن. چاڪاڻ جو متبادل جي ڪاپي وارا وسيلا جهلم ۽ چناب جي وهڪرن جي ويجهو آهن. جيڪڏهن باقي ڪو حصو بچي ٿو تہ اُهو منگلا ڊيم مان ايندو جيڪو پڻ تربيلا ڊيم ۽ ٻين وسيلن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ويجهو آهي. سائين! ناهہ ۾ متبادل ضرورت لاءِ استعمال ٿيل لفظ تڪڙو ۽ ڪفايت پريو اهم آهن. پاڻيءَ جي وسيلن جو هنڌ ۽ ڪاپي جو هنڌ تڪڙ ۽ ڪفائت جي حوالي سان آڏو رکڻ گهرجي.

هن مرڪزي نڪتي تي بحث ڪندي آءُ اڳيئي واضح ڪري چڪو آهيان تہ ربيع دوران گھرج سراسري طور 3.121 ملين ايڪڙ فٽ آهي جڏهن تہ پنجاب جي 3 کان 4 سالن جي انگ اکرن موجب اِها 2.1 ملين ايڪڙ فٽ آهي.

عبدالوهاب: سائين! اوهانجو سوال درست آهي. انجي وڌيڪ اُپٽار تو ڪريان. رائو ڪميشن ۾ اهڙا ڪيترائي ماهرا هئا جيڪي پاڪڙا ڊيم جي اڏاوت سان لاڳاپيل هئا. سنڌ پاڪڙا ڊيم جي اڏاوت جي صورت ۾ ان کي رسندڙ امڪاني مادي نقصان بابت شڪايت ڪئي هئي. رائو ڪميشن جي ڪاروائي دوران پنجاب ڪيتريون ئي ڳالهيون ڪيون. بعد ۾ S.V.C کي ٻہ ملين ايڪڙ فوٽ جي فراهميءَ بابت پڻ ڳالھہ تي پر پاڪڙا کان ٻہ ملين ايڪڙ فوٽ جي فراهميءَ جي ڏس ۾ ڪوبہ فيصلو نہ ٿيو.

چيئرمين: سمورا دستاويز S.V.C جي گھرجن کي للڪارين ٿا. دراصل، پرڏيهي ماهرن جن هن معاملي تي بحث مباحثو ڪيو آهي. پڻ واضح ڪيو آهي تہ S.V.C سدائين پاڻيءَ جي کوٽ جو شڪار رهي. گنجائش پل گھٽ هجي. پر ضرورتن جو سوال ضرور اٿندو. اوهين ان ماهري جي اپٽار ڪري سگھو ٿا.

عبدالوهاب: اِهو هڪ انجنيئرنگ مسئلو آهي. سائين! اضافي گھرج جو پورائو ترقيات واسطي ذخيري مان ٿيڻو هو ۽ جهڙي ريت اڳ ۾ بہ وضاحت ڪري چڪو آهيان تہ ربيع جون گھرجون موجودگين مان مڪمل حد تائين ڪٽب آنديون پئي ويون.

چيئرمين: اسان اِهو پڙهيو ناهي.

عبدالوهاب: سائين! ڪميٽي آڏو بيان داخل ڪري چڪو آهيان تہ S.V ڪينالن جي کوٽ حقيقي هئي ۽ سابہ گھٽي پاڳي خريف جي مند ۾. ويچار هيٺ اهم نڪتو متبادل گھرجن جو آهي نہ ڪي رٿائن / ترقيات واسطي S.V.C جي ڪثيل گھرجن جي متبادل جو. پنجاب ترقياتي ست (potential) جوڙڻ لاءِ وڏي شاهي رقم سيڙائي ها ۽ اِهو مالي پهلو جهڙي ريت اڳيئي بحث ڪري چڪو آهيان متبادل فراهمين سان ڳنڍڻ نہ گھرجي. اهم نڪتو آهي تہ تڏهن ڪينالن ۾ گھٽيون فراهميون ويون ۽ گھڻو مقدار تبديل ڪرڻو آهي. سنڌ رٿائن جي سرشتي جي ترقياتي عنصر مان رٿائن/ ترقيات واسطي فراهمين جي مخالف ناهي. اِهو هن ڪميٽيءَ کي طئي ڪرڻو آهي تہ S.V.C کي گھڻو وڌيڪ پاڻي ڏيڻو آهي. يا وري متاچري واري پاڻيءَ جي موجودگيءَ جي مدنظر رٿائن/ ترقيات لاءِ گھٽ متاچري

وارا وهڪرا چڙهيا آهن.

چيئرمين: ربيع ۾ ڪٿي به پاڻي نه هوندو آهي.

عبدالوهاب: اسان کي مامرن تي ڌيڪ نه وجهڻ گهرجي. ڳالهه بنهه چٽي پئي آهي ته ڪينال ان حد تائين ئي متبادل فراهميون حاصل ڪندا جيتريون انهن اصل ۾ وچايون هونديون. اِهو سنڌ جو موقف ناهي ته ڪو انهن کي رٿائن/ واڌ ويجهه لاءِ وڌيڪ پاڻي نه ڏنو وڃي پر اِها اضافي فراهمي ٻين جي قيمت تي نه هئڻ گهرجي. حقيقي صورتحال اِها آهي ته پنجاب پناهگير لاوارث ڪينالن جي نالي ۾ وڏي شاهي تفويض چاهي ٿو ۽ خود سنڌن پنهنجي لفظن ۾ 5 لنڪبڊ ڪينالن جهڙن ٻين ڪينالي سرشتن کي رم ريج ڏيڻ چاهي ٿو. اهڙو استحصال ته خود اسلامي اصولن جي پڻ پيچڪڙي آهي.

اها گذارش ڪرڻي اٿم ته متبادل فراهمين جي حد جو تعين ڪيو وڃي ۽ اِهي ضرور فراهم ڪيون وڃن جنهن لاءِ اسين سمورا پاڪستاني پابند آهيون. چاڪاڻ جو لاڳاپيل ڪينالن تي اِهو عذاب پاڪستان ٺهڻ جي ڪري آيو آهي. انهن کي ترقيات لاءِ وڌيڪ پاڻي ڏيڻ گهرجي جهڙي ريت ٻين کي ڏنو ويو آهي، پر اِهو برابريءَ جي بنياد تي ڏنو وڃي. مختصر طور تي اسين متبادل جي نالي تي وڌيڪ فراهمين جي اجازت نه ڏينداسين ۽ ان کان پوءِ رڳو پنجاب ۾ ئي ٻين ڪينالي سرشتن جي آبياري جي اجازت نه ڏينداسين. سائين! اجهو ان ريت ٿو تڪرار پيدا ٿئي.

انڪري ربيع ۾ ڪا ڪوٽ ناهي ۽ جيستائين خريف جو تعلق آهي ته اِهو بين الدريائي لنڪز ذريعي جهلم ۽ چناب دريائن ۾ موجود پاڻيءَ جي اضافي وهڪرن سان پورائو ڪري سگهجي ٿو. ڪوٽ جي صورت ۾ اسان آڏو موجودگي، استعمالن ۽ بااختيار ضرورتن جي تصوير هئڻ گهرجي.

چيئرمين: منگلا آبي ذخيرو 5.34 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. ڇا اِهو پنجند ۽ تريمو ڏانهن ويندو؟

عبدالوهاب: ڇا ته شاندار سوال آهي! اِهوئي ته مون چاهيو ٿي. سائين! منگلا تي ڀريون ذمو متبادل گهرجن جو پورائو ڪرڻ وارو هئڻ گهربو هو پر اصل ۾ ان کي خريف دوران ڪينالن ۾ ڪوٽ دوران پڻ استعمال ڪيو ويندو رهيو آهي جيڪو ضابطي جي لحاظ کان نه هئڻ کپندو هو. فقط ربيع جون گهرجون ۽ اپرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن جي ٻين ڪوٽن کي منگلا آبي ذخيري ذريعي

پورو ڪرڻو گهربو هو. اِهو ڪو انصاف نہ ليکبو تہ خريف دوران پنجاب جي ٻين ڪينالن جي ڪوٽ منگلا مان پوري ڪئي وڃي.

چيئرمين: ڇو؟

عبدالوهاب: سائين! انڪري جو منگلا جي بنيادي ذميواري ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن لاءِ متبادل جو پورائو آهي. پنجند ۽ تريمو پناهگير هيڊ ورڪ ناهن. قطعي ناهن. پناهگير هيڊ ورڪ سليمانڪي ۽ اسلام آهن.

چيئرمين: تريمو ۽ پنجند کي فراهمي ڪٿان ڪئي ويندي؟

عبدالوهاب: ماضيءَ ۾ روائتي طور تي جهلم ۽ چناب دريائن مان ٿيندي رهي آهي. هنن تہ هاڻ تونسا - پنجند لنڪ بہ وهائڻ شروع ڪيو آهي ۽ ربيع ۾ پنجند کي منگلا مان پڻ پاڻي فراهم ڪيو ٿو وڃي. سائين! دراصل پنجند ۽ تريمو کي پنهنجو روايتي پاڻي جهلم ۽ چناب کان حاصل ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ جو جهلم ۽ چناب جا اُهيئي پاڻي S.V.C ڏانهن منتقل ڪيا ويا آهن جيڪي اصل ۾ جهلم ۽ چناب دريائن تي انحصار ڪندڙ هيڊ ورڪس جي روائتي فراهمين کان اضافي هئا. بين الدريائي لنڪس ذريعي اِهي اضافي منتقليون دراصل اضافي گنجائش جي پيداوار آهن. اِهو هڪ لحاظ کان ذخيري جو نيڪال پڻ آهي. جيڪڏهن جهلم ۽ چناب جي اضافي پاڻيءَ جي منتقلي ريفو جي ڪينالن جي پورائي لاءِ ڪافي ناهي تہ پوءِ منگلا ٻين وسيلن سان گڏ انجي بنيادي فراهميءَ لاءِ حصو ونڊائي. اسان کي اِهي ضرورتون پوريون ڪرڻيون پونديون.

چيئرمين: پنجنُ لنڪڊ ڪينالن جا اضافي استعمال ڪهڙي ريت پورا ڪندا؟

عبدالوهاب: سمجهان ٿو تہ اوهانجي نڪتن کي پروڙيو اٿم. ان سوال تي اوهانجو ٿورائتو آهيان. سائين! رٿائن جي نئين سرشتي مان پنجن لنڪڊ ڪينالن جي اضافي استعمالن جي پورائي وارو سوال خلا ۾ پيدا نٿو ٿئي. اِهي ڪينال جهلم ۽ چناب دريائن تي آڌاريل هئا ۽ انهن کي اِهي فراهميون ۽ انهن دريائن مان ئي اضافي استعمالن جو ڇوڙ آهي، انهن جو پورائو پنجاب لاءِ رٿائن واري عنصر جي تفويض مان ئي.ڪري سگهجي ٿو ۽ انڪري ورچ جو سوال پيدا ٿيندو. هو ٻين صوبن جي ايريگيشن حقن کي نظر انداز ڪندي ويڳاڙپ ۾ اضافي استعمالن واسطي منگلا جو پاڻي استعمال نٿا ڪري سگهن.

چيئرمين: اوهان مونکي سنڌ کي نقصان جي اثرن طور 12 اسم ڇو ڏنا؟

عبدالوهاب: سائين! اِهي اسم سنڌ ۾ پاڻيءَ جي وهڪري جي ڪُل لاٽ جو اثر ڄاڻائين ٿا.

چيئرمين: جڏهن اوهان پنجاب تي نقصان جي اثرن بابت ويچاريو ٿا ته اُوهين فقط متبادل فراهمين تائين ئي محدود رهو. هنن لاءِ به پاڻيءَ جي لاٽ/ اثرن وارو مامرو انهن ٻارنهن اسمن جهڙو ئي هئڻ گهرجي؟

عبدالوهاب: اِهي عمومي نقصان اسان کي به ٿيا آهن. انهن مان ڪي اسم عام آهن.

چيئرمين: ڇا متبادل جو مطلب رڳو اهو حصو آهي؟

عبدالوهاب: آءٌ سمجهان ٿو پر هيءُ بحث فقط متبادل فراهمين بابت ئي آهي. هنن پنهنجي متبادل فراهمين کي وڌائي پيش ڪرڻ لاءِ مختلف طريقن جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ ان ريت اضافي رٿائون/ ترقي ڪري سگهيا آهن.

چيئرمين: پهرين، اوهان سوال اُٿاريو ته پنجاب هر وقت پنجاب کي نقصان جو لفظ استعمال ڪري رهيو هو. درحقيقت ٽن دريائن جو نقصان پاڪستان جو نقصان آهي. هاڻ ان نقصان جو ڪيتري حد تائين اثر پيو آهي؟ اوهان ڪيترو وڃايو آهي ۽ پنجاب ڪيترو وڃايو آهي؟ اوهان نقصان جي اثرن تي نظر وجهو يعني ان جو سنڌ تي اثر ۽ انجو پنجاب تي اثر.

عبدالوهاب: سائين! آءٌ پنجاب جي پڻ ڳالهه ڪندس.

چيئرمين: ته پوءِ اوهان مان هر ڪنهن جو ازالو ڪرڻو پوندو. ان جي اوهان وٽان بهتر مهيتا ملڻ گهربي هئي. انڪري هيل تائين اوهان جيڪي ويچاريو پيا. اوهان پنجاب ۾ متبادل جو ويچاريو پيا نه ڪي پاڪستان ۾ متبادل جو.

عبدالوهاب: سائين! تربيلا جي ذڪر دوران ان تي به ايندس.

چيئرمين: اوهان چئو ٿا جزوي طور تي پاڪستان جو ۽ جزوي طور تي پنجاب جو. مون آڏو مڪمل تصوير پيش ڪريو.

عبدالوهاب: آءٌ پيش ڪندس.

چيئرمين: سمورن چئني صوبن تي ڪهڙو اثر پيو آهي. اوهان جو چوڻ آهي ته اثر رڳو پنجاب صوبي تي ئي نه پيو آهي. ته پوءِ مونکي پڇڻو پوندو ته سيني تي ڪهڙو اثر پيو آهي؟ مثال جي طور تي هن مهل آءٌ آبپاشي کي ئي مدنظر رکان.

اِهو چئون ته ورهاڱي کان پوءِ ڏهه لک ماڻهو سنڌ ۾ آيا ۽ حڪومت انهن ماڻهن کي غلام محمد بيراج ۽ گڊو بيراج ۾ زمينون ڏنيون.

عبدالوهاب: آباد ڪاريءَ لاءِ پنجاب جي پيٽ ۾ سنڌ جي حصي ۾ وڏيڪ ماڻهو آيا.

چيئرمين: ڇاهه ڇا ٿي چيو ڇاهه جو اثر متوازن/ برابر هئڻ گهربو هو. پاڻيءَ جي ورڇ دوران ڀين ڪهڙن عنصرن کي مدنظر رکڻ گهرجي؟

عبدالوهاب: آءٌ نٿو سمجهان ته ڪو اِهو انتهائي سادو سودو سوال آهي. اِهو هڪ جامع سوال آهي جيڪو انتهائي لاڳاپيل پڻ آهي.

چيئرمين: اِهوئي اصل اثر آهي جڏهن اسان آڏو تصوير پيش ڪريو ته مهرباني ڪري هڪ طرفي نه پر مڪمل تصوير پيش ڪجو. هنن کي اِهو پيش ڪرڻ ڏيو ته پنجاب کي پورڳٽو پيو آهي ۽ اِهو ته ڇاهه ذريعي ڪين تمام گهٽ لاڀ رسيو آهي. هيءُ مامرو سڄي پاڪستان واسطي آهي. جيستائين متبادل واري عنصر جو تعلق آهي ته ان پنجاب کي لاڀ رسايو آهي.

عبدالوهاب: اِهو انتهائي سٺو جامع سوال آهي. نقصان جي ازالي واسطي رٿابندي ڪندي اسين مختلف پهلوئن کان ان جو تجزيو ڪندي انهيءَ سوال کي منهن ڏئي سگهون ٿا. اثرن جي پهرين درجو اپرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن جي پاڻيءَ جو عملي نقصان آهي. پنجاب ۾ ڪجهه ازالو پاڻ مرادو ٿي ويو. ڪينالن جي رسائي وارن وسيع تر علائقن ۾ ڪلر ٿي پيو ۽ پاڻيءَ جي بندش ڪري زيرِ زمين پاڻيءَ جي سطح هيٺ لهي وئي ۽ اِهو اپرندي دريائن جي خشڪ ٿيڻ تي پنجاب لاءِ فوري لحاظ کان بهتر اثر ثابت ٿيو. سو سائين! هن سموري مسئلي کي درجي وار ڪري سگهجي ٿو. بهرصورت، اهم مامرو ڪينال سرشتن لاءِ فراهمين جي عملي متبادل جو آهي جن تي هاڻوڪي آباد ڪاريءَ کي انحصار ڪرڻو آهي. اِهو بحث هيٺ مامري سان لاڳاپيل آهي.

چيئرمين: رٿائن جي مجموعي سرشتي ۾ جوڳي بهتريءَ لاءِ اوهين ڇا ڪري رهيا آهيو؟

عبدالوهاب: سائين! نقصان ۽ اثر وارو مسئلو حل ڪرڻو پوندو ۽ انڪري اِهو جيڪڏهن منهنجي گذارش پٽاندر تجزئي هيٺ آندو وڃي ته ٺورائتو رهندس.

چيئرمين: ڪين ڇا حاصل ٿيو آهي؟

عبدالوهاب: اوهان جو مطلب آهي ته منگلا مان؟

چيئرمين: هاڻي اوهان ڏسو تہ اصل نقصان ڪيترو آهي. پاڪستان سرڪار چا پئي ڏيڻ چاهي. پاڪستان, ٻوڏ ۾ ڪلر واري بيراج (Salaning Barrage) سمنڊ جي اٿل کي روڪڻ لاءِ ڇا ڇا گهريو جنهن کي بينڪ منظور نہ ڪيو.

عبدالوهاب: فطري طور تي ڇاڪاڻ جو ڏوڪڙن يا ماليات جو معاملو هو ۽ بينڪ اِن ثاهہ کي حتمي شڪل ڏيڻ لاءِ اتاولي هئي.

چيئرمين: ڪير سمورن نقصانن لاءِ ازالا نظر انداز ڪرڻ چاهيندو؟

عبدالوهاب: سائين! اهم ڪينال سرشتن کي متبادل فراهميون آهن جيڪي پاڻيءَ سان ئي فراهم ڪري سگهجن ٿيون.

چيئرمين: شق (1)4 چوي ٿي, "پاڪستان ليکي ٿو تہ رٿائن جي سرشتي جو حصو جيڪو پاڪستان ۾ آبپاشي ڪينالن. جيڪي ايرندي دريائن کان پاڻيءَ جي فراهميءَ تي انحصار ٿا ڪن. لاءِ اولهندي دريائن ۾ ٻين وسيلن کان پاڻيءَ جي متبادل کي مڪمل ڪندو.

عبدالوهاب: آءٌ سهمت آهيان سائين! تہ جهڙي ريت اوهين چئي رهيا آهيو سو درست هوندو پر آءٌ متبادل جي ان حصي بابت گذارش ڪري رهيو هئس جيڪو ڪينالن کي پاڻيءَ جي عملي متبادل لاءِ ليکيا پئي ويا جيڪي ايرندي دريائن ذريعي ٿيندڙ فراهمين جي بند ٿيڻ کان پوءِ سگهي ويا آهن. آءٌ ثاهہ جو اُهو حصو پڙهي رهيو هئس ۽ اصل ۾ ڪينالن جي متبادل جو اِهوئي حصو آهي جيڪو بظاهر اصل اثر انداز ٿيندڙ ليکيو ويو جيڪو ثاهہ ۾ داخل ڪيو ويو ۽ انڪري متبادل فراهمين جي ان حصي جي مقدار جو تعين ٿيڻ گهرجي.

چيئرمين: ٺُز لحاظ کان نہ.

عبدالوهاب: جيڪڏهن متبادل جي وسيع دائري جو ارادو هجي ها تہ جيڪر اوهان اُهي اسم متعين ڪريو ها جن جي آڌار تي هر صوبي کي پنهنجو بيان داخل ڪرڻو هو.

چيئرمين: جيڪڏهن اوهين پڙهندا تہ ادراڪ ٿيندو تہ پاڪستان ۾ صدر پاڻيءَ جي نقصان جا ناڪاري اثر گهٽائڻ لاءِ ڪيترو پتوڙيو آهي.

عبدالوهاب: سائين! جهڙي ريت اڳ ۾ ئي ڄاڻايو ويو آهي تہ جيستائين سنڌو جي پاڻيءَ بابت ثاهہ متعلق اسان کي جڏهن شروعات ۾ نڪتا ڏنا ويا تہ ان ۾ فقط بہ اسم هئا:

(i) اولهندي دريائن ۾ پاڪستان جي استعمال واسطي پاڻيءَ جي وهڪري جو مقدار.

(ii) ڇا ٽن ايرندي دريائن جو بار ٽن اولهندي دريائن ۾ ورهائڻ جي ڪارڻ هئي، جيڪڏهن هئي ته پوءِ ڪهڙي تناسب سان؟

چيئرمين: اِهو نه ڪريان ها پر درحقيقت تحرير جا نڪتا هن ڪميٽيءَ جي مقرري ڪان لڳ ڀڳ ٻه هفتا پوءِ تيار ڪيا ويا.

عبدالوهاب: جيئن ته ڪيس جي پيشڪش مرڪزي صوبائي بيان پٽاندڙ ٿي هئڻ گهرجي جنهن لاءِ اوهان اسم طئي ڪيا آهن. فطري طور تي ڳالهه مرڪزي ڪيس سان ٿي لاڳاپيل رهندي بهرحال جيڪڏهن ڪميٽيءَ کي ڪا همڪاري گهرجي ته اسين سدائين حاضر آهيون. آءٌ ٻيهر ٿو ورجايان ته ثاهه جو اثر سڄي پاڪستان جو معاملو آهي نه ڪي فقط هڪ صوبي جو.

چيئرمين: اوهان جواب اهڙي نموني سان تيار ڪريو جو اِهو پنجاب ۽ سنڌ ٻنهي تي اثرن جو مامرو نبيري.

عبدالوهاب: سمورن صوبن کي متبادل جي نئين جاڳايل وسيع تر تصورتي لکت ۾ پيش ڪرڻ لاءِ چئي سگهجي ٿو جيڪو ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن لاءِ ٿيندڙ عملي متبادل فراهمين ڪان ڊار هجي.

چيئرمين: پنجاب، سنڌ ۽ بلوچستان کي ڪيترو پوڳڻو پيو؟ ٻيو اِهو ته جيڪڏهن اوهين اِهو ٿا چئو ته پنجاب جون گهٽي پاڻي گهرون پوريون ٿي ويون آهن ته پوءِ ڇا انجو نقصان/ پوڳنا ختم ٿي وئي؟ جيڪڏهن مڪمل تصوير پيش ڪرڻ چاهيو ٿا ته اِهوئي درست انداز هوندو اوهين پروڙيندا ته رڳو پاڻي ئي سمورين پوڳنائن جو مٽ/ متبادل نٿو ٿي سگهي.

عبدالوهاب: سائين! اسين اِهو ڪنداسين پر موجود رٿائن کي پاڻي فراهم ڪرڻو ئي پوندو. مون غلام محمد بيراج جي اڏاوت ڪئي آهي ۽ سنڌو دريا جي پڇڙيءَ واري علائقي ڪان پلي پت واقف آهيان. ساموندي پاڻي پائي رهيو آهي ۽ ڪنهن "پڇڙيءَ واري بيراج" ڪانسواءِ جنهن لاءِ سنڌ کي ازالو ٿيڻ گهرجي، صورتحال ابتر ٿي رهي آهي.

چيئرمين: پيش آيل هر پوڳنا جو درمان ٿيڻ گهرجي.

عبدالوهاب: يقيناً سائين! اِهو چيو ويو آهي ته حڪومت پاڪستان پاڻيءَ جي نقصان سبب رسيل سمورن عملي ايذائن ڪان واقف آهي ۽ ان هوندي به

اُن ئاهه تي صحيحون ڪيون ۽ اڳتي هلي سڄي اولهه پاڪستان لاءِ رٿائن جو سرشتو اڏڻ لاءِ ئاهه ڪيائين. هاڻ اِهو هن ڪميٽيءَ کي فيصلو ڪرڻو آهي ته رٿائن جي سرشتي ڪري پيدا ٿيل اضافي گنجائش کي ڪهڙي ريت ورهائڻو آهي جنهن دوران ايذائن ۽ نقصانن کي مدنظر رکڻو پوندو. ڪجهه هجي پاڪستان حڪومت کي مجموعي قومي مفادن کي آڏو رکندي عمل ڪرڻ کپندو هو.

چيئرمين: پوءِ نظر ثاني ڪيل متبادل ضرورتون ۽ ترقياتي/ رٿائن جون ضرورتون.

عبدالوهاب: سائين! بينڪ آڏو پيش ڪيل سڀ ڪجهه کين ان جي خاطري ڪرائڻ واسطي هو ته سندن طرفان فراهم ٿيندڙ رقمون مناسب ريت خرچ ڪيون وينديون. اِهو انداز قومي مفادن وٽان هو پر هاڻ اِهي صلاحيتون/ گنجائشون حاصل ٿي وڃڻ کان پوءِ اِهي سموريون چڱايون (رٿائن جو سرشتو) ڪهڙي ريت پنهنجي بهترين لاڀ لاءِ استعمال ڪريون سو هن ڪميٽيءَ کي طئي ڪرڻو آهي.

چيئرمين: ڏاڍو سٺو جيڪڏهن هت متبادل وارو تصور وسيع تر حوالي سان استعمال نٿا ڪريو ته پوءِ پنهنجي ڳالهه جاري رکي سگهو ٿا.

عبدالوهاب: سائين! اوهان انهيءَ تصور جو پهريون پيرو لاهور ۾ اشارو ڏنو پر اسين ان کي مڪمل طور تي سمجهي نه سگهياسين. اوهان اُتي اِهو به چيو ته اِهو درست آهي ته پاڻيءَ جي نقصان سبب ڪنهن يوڳيو هوندو پر ڪيترين ئي جاين تي متبادل طور ڪجهه به فراهم نه ڪيو ويو. بهاولپور رياست جي ڊسٽري بيوٽري ۽ BRBD لنڪ جي ڪابي ڪنڌيءَ واري آبپاشي سهولت تي بحث ڪندي اوهانجو اِهوئي چوڻ هو. اڄ ان ڏس ۾ اوهان پنهنجي ڳالهه جي وڌيڪ اُپٽار ڪئي آهي.

چيئرمين: ڪنهن جي لاءِ به ڪجهه محسوس ڪرڻ ڪانسواءِ به حقيقت اِهائي آهي ته ڪيترين ئي شين يوڳيو آهي. درحقيقت اوهين يوڳي رهيا آهيو.

عبدالوهاب: زيرِ بحث مامري موجب اُ پنهنجو پاڻ کي منگلا ۽ تربيلا ئي متبادل جي عملي بار تائين ئي محدود رکي رهيو آهيان. جهڙي ريت اڳيئي گذارش ڪري چڪو آهيان ته ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن جي ربيع واسطي ڪُل متبادل فراهمي 3.12 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. اِها بنيادي گهرج جهلم ۽ چناب جي وهڪرن جي فراهمين مان پوري ٿيڻ گهرجي جڏهن ته باقي منگلا ۽

بين وسيلن مان. ان ريت بين ڊيمن جو مامرو پاڻ مرادو حل ٿي وڃي ٿو يعني تربيلا ڊيم کي ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن لاءِ متبادل جو بار سهڻو ناهي. انڪري، تربيلا ڊيم مان ستلج ماٿري ڪينالن لاءِ متبادل فراهمين جو سوال نٿو پيدا ٿئي. پنجاب ڪينالن جي متبادل ڪانسواءِ. سنڌ ربيع دوران پنجند آرم کان 1.92 ملين ايڪڙ فوٽ جو سراسري چوڙ هميشه لاءِ وڃائي چڪي آهي. اِهو مقدار انتهائي ڪارائتو هو ۽ سنڌ جي بيراجن جي ربيع وارين گهرجن جي پورائي لاءِ خاص طور تي گهربل آهي. انڪري سنڌ کي ربيع دوران تربيلا کان مسافريءَ دوران نقصانن سان گڏوگڏ انهيءَ پورائي لاءِ فراهم ٿيڻ گهرجي. متبادل فراهمين جي انهيءَ ازالي بابت فيلڊ مارشل ايوب خان پنهنجي سياسي سوانح عمري Friends not Masters ۾ لکيو ته تربيلا ڊيم ترقي/ رٿائن واسطي سنڌ جي ڪينالن کي متبادل ۽ پاڻيءَ جي فراهميءَ واسطي انتهائي اهم هو. تربيلا جي بنيادي طور تي سنڌ جي ترقيءَ لاءِ هئڻ کي آءٌ وڌيڪ دستاويزي شاهديون پيش ڪري ثابت ڪندس، جڏهن لاڳاپيل مامري کي بحث هيٺ آڻيندا سين.

<u>چيئرمين</u>: ٽن ايرندي دريائن جي نقصانن سبب سنڌ پڻ پوڳيو آهي. ان کي متبادل فراهميون ملڻ گهرجن ۽ انجي رٿائن جون فراهميون مڪمل طور تي ذخيري مان پوريون ٿيڻ گهرجن.

<u>عبدالوهاب</u>: سائين! ذيلي زون ۾ ڪينالن کي متبادل فراهمين لاءِ تربيلا ذخيري جي ضرورت ناهي. منگلا ۾ موجود ذخيرو 5.34 ملين ايڪڙ فوٽ آهي ۽ منگلا ۾ ذخيرو ڪيل پاڻيءَ جو فقط هڪ حصو ئي ربيع واري مُند دوران ذيلي زون ۾ متبادل استعمالن جي پورائي لاءِ ڪافي آهي. تربيلا واري ذخيري جو پاڻي ان صورت ۾ ئي گهربل هوندو جڏهن جهلم ـ چناب دريائن جو پاڻي منگلا ذخيري ۽ مٿاڇري واري پاڻيءَ جهڙن بين وسيلن ۽ سنڌو دريا جي اضافي وهڪرن سميت ذيلي زون ۾ متبادل فراهمين جون گهرجون پوريون نه ڪري سگهندو. اِهو اڳيئي ڏيکاريو ويو آهي ته جهلم ـ چناب جو پاڻي منگلا ذخيري جي معمولي مدد سان متبادل جون سموريون گهرجون پوريون ڪري سگهي ٿو ۽ انڪري تربيلا ذخيري جي ذيلي زون جي متبادل فراهميءَ جي حصي طور ورڇ جو سوال نٿو اُٿي. هئي پاسي، متبادل جون سموريون گهرجون پوريون ڪرڻ کان پوءِ منگلا آبي ذخيري ۾ اضافي ذخيرو توازن سان ورهائڻ گهرجي.

اسان جي موقف کي خود ٿاهه مان پڻ هٿي ملي ٿي. ٿاهه جي شق IV

واضح طور تي طئي ٿي ڪري ته پاڪستان ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن کي پاڻيءَ جي فراهمي سان لاڳاپيل رٿائن جي سرشتي جي متبادل حصي لاءِ تحقيق ۽ معيشت کي جوڳي اهميت ڏيندي. اڏاوت ۽ عملي روپ ڏيڻ لاءِ وسان نه گهٽائيندو. انڪري عبوري عرصي جي ختم ٿيڻ کان اڳ جيڪي ڪجهه اڏيل هو سو ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن جي منبادل ضرورتن جي پورائي لاءِ تي ويو. جيڪڏهن اِهي متبادل رٿائون عبوري عرصي دوران مڪمل نه ٿين ها ته ان صورت ۾ پاڪستان کي يارت کي هڪ طئي ٿيل رقم جي ادائيگي کان پوءِ عبوري عرصو ٽن سالن تائين وڌائڻ جي رعايت حاصل هئي. اِها حقيقت ته اسان ڪڏهن به ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن لاءِ متبادل رٿائن جي تڪميل لاءِ توسيع جي گهر نه ڪئي واضح طور تي ظاهر ٿو ڪري ته تربيلا ڊيم جو ذيلي زون جي متبادل فراهمين واري اهڙي بار سان ڪو واسطو نه هو. تربيلا کي فقط سنڌ لاءِ متبادل فراهمين جو پورائو ڪرڻو هو ۽ باقي ذخيرو مڪمل طور تي ترقيات واسطي آهي.

چيئرمين: اوهين ناهه ۽ انجي شق (I)IV جي حمايت ٿا ڪريو.

عبدالوهاب: جي سائين! ۽ اسان جي مشهور انجنيئر ايس ايس ڪرمانيءَ جي قول ذريعي پڻ پنهنجي گذارش ڪرڻ چاهيندس. اِها ڳالهه آءِ بي پي پبليڪيشن نمبر 265 ۾ شامل آهي. اِها لکڻي 1967 جي پڇاڙيءَ دوران منگلا ڊيم جي مڪمل ٿيڻ تي لکي وئي هئي. صفحي نمبر 14 تي آيل هيءُ حصو لاڳاپيل آهي ۽ پڙهڻ دلچسپي کان خالي نه ٿيندو:

”ان ريت مارچ 1968 تائين 1107 ملين ڊالرن جي لاڳت سان جهلم جي اوير ۾ متبادل رٿائون ناهه ۾ واضح ڪيل معياد کان به سال اڳ مڪمل ڪيون ويون جنهن عمل پاڪستان کي ايرندي دريائن تي يارت طرفان ڪنهن عمل جي ڊپ کانسواءِ پنهنجي پيرن تي بيهڻ جو اهل ڪيو.“

ان ريت متبادل جو بار کڻڻ لاءِ رٿائن/ ڪم جي نوعيت بابت ڪنهن وڌيڪ وضاحت جي ضرورت نٿي رهي. حقيقت اِها آهي ته ايرندي دريائن جي پاڻين جي روڪ سبب پنجاب ۾ ڪجهه ڪينالن جي فراهميءَ جو وسيلو ضايع ٿيو جيڪو بعد ۾ متبادل رٿائن جي اڏاوت ذريعي فراهمين جي نون وسيلي ذريعي پورو ڪيو ويو. انهيءَ مخصوص عمل بظاهر بين ڪينالي سرشتن يا ايستائين جو انهن جي وسيلن جي ورڇ کي متاثر نه ڪيو. انهيءَ پسمنظر ۾ اِهو سمجهه کان

بالاتر آهي ته پنجاب طرفان اڪثر چيو ٿو وڃي ته سنڌو جي پاڻيءَ بابت ٺاهه سبب سنڌ ـ پنجاب ٺاهه تحت ورچ غير ضروري ٿي وئي آهي.

تفصيلي طور تي يا مختصراً اِهو ته تربيلا ذخيرو ڪنهن به صورت ۾ اپرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن جي متبادل فراهمين جو بار کڻڻ لاءِ ناهي.

چيئرمين: اِهو ڪينالي پاڻين جي حوالي سان متبادل رٿائن جي ضمن ۾ درست ٿي سگهي ٿو پر سنڌو دريا مان گهربل متبادلن جو ڇا ٿيندو؟

عبدالوهاب: متبادل فراهمين جي وسيع تر تصور ڪي بحث هيٺ نه پيو آڻيان جيڪو اوهان اڳيئي واضح ڪري چڪا آهيو. مامري موجب، پنهنجا دليل انهن ڪينالن تائين محدود پيو رکان جن ڪي ٺاهه تحت متبادل فراهميون فراهم ٿيڻيون هيون. ان ريت هن بحث ۾ اسين فقط پاڻيءَ جي وهڪرن جي مقدار جو ذڪر پيا ڪريون جيڪو آبپاشي سرشتي لاءِ متبادل رٿائن ذريعي ڪينالن لاءِ ميسر ڪرڻو آهي. تربيلا کان متبادل فراهمين جو ذڪر نه ڪندس جن تي سنڌ جو تاريخي حق آهي.

چيئرمين: جيڪڏهن 'سنڌ طاس ترقياتي فنڊ ٺاهه' جو ضميمو D پڙهبو ته 'رٿا' اپٽار يعني پاڪستان طرفان اڏجندڙ رٿائن جي سرشتي تي بدل 'رٿا' ۾ درج آهي:

(a) سنڌو دريا جي سرشتي جي ٽن اولهندي دريائن (سنڌو جهلم ۽ چناب) کان پاڻيءَ جي منتقلي ته جيئن پاڪستان ۾ موجود آبپاشي استعمالن پورائو ٿي سگهي جيڪي اڳ ۾ ٽن اپرندي دريائن جي پاڻيءَ تي انحصار ڪندڙ هئا.

عبدالوهاب: مهرباني ڪري "سنڌو دريا جو سرشتو" لفظ نوٽ ڪريو نه ڪي 'سنڌو دريا کان پاڻيءَ جي منتقلي'.

چيئرمين: جاري ٿو رکان:

(b) اولهه پاڪستان ۾ جوڳي اضافي آبپاشي جي ترقيءَ جي فراهمي.

(c) اولهه پاڪستان لاءِ ٽي لک ڪلو واٽس هائيڊرو اليڪٽرڪ گنجائش پيدا ڪرڻ.

(d) ڪلرائي ۽ سم سٽيل ايراضين ۾ پاڻيءَ جي سطح گهٽائيندي اولهه پاڪستان ۾ زمين جي نئين سر حاصل ڪرڻ ۽ نيڪال جي ڏس ۾ اهم حصيداري

ممڪن بنائڻ.

(e) اولهہ پاڪستان ۾ ٻوڏ کان بچاءَ جو اُپاءُ وٺڻ.

رٿائن جي سرشتي ۾ جهلم تي 4.75 ملين ايڪڙ فوٽ جو ۽ سنڌو تي 4.2 ملين ايڪڙ فوٽ جو ڊيم شامل هئا. ان ۾ لنڪ، بيراج، ٽيوب ويل ۽ ٻيو رٿائون پڻ شامل هئا. آءٌ اِهو ٻيو چوان تہ اسان کي پاڪستان جي نقطي نظر کان تصوير کي ڏسڻ گهرجي ۽ انڪان پوءِ ڇاڻائڻ گهرجي تہ مونکي هيءُ هيءُ نقصان رسيو.

عبدالوهاب: سائين جهڙي ريت اڳيئي گذارش ڪري چڪو آهيان تہ اسين منگلا ۽ تربيلا تي متبادل فراهمين جي بار بابت ڇاڻڻ لاءِ مامري تي سنڌو جي پاڻيءَ بابت ٺاهہ جي ٻيهڪ بابت پروڙي رهيا آهيون. اسين هڪ ٻئي ٺاهہ يعني سنڌ طاس ترقياتي فنڊ ٺاهہ ۽ انجي ضميمي D تي بحث نہ پيا ڪريون. انتي مناسب موقعي تي بحث ٿيندو جيڪو خود پنهنجي سر هڪ اهم مامرو آهي. سائين! ڪجهہ بہ هجي هر بحث مباحثي جو ڪو بنياد تہ هئڻ گهرجي.

عبدالوهاب: مامرو نمبر (d)(7) 1، موجب،

"جيڪڏهن ڪا تفويض آهي تہ ڇا ٺاهہ بيراجن جي رٿائن جي تفويض ۾ ڪي تبديليون ڪري ٿو؟" منهنجي ورندي آهي، قطعي نہ۔ ٺاهہ تفويض ۾ ڪي بہ قسم جي ڪابہ تبديلي نٿو ڪري. دراصل ٺاهہ جو گهٽي ياڳي تعلق پاڪستان ۽ ڀارت وچ ۾ دريائن جي ورهاست ۽ پاڪستان طرفان اڏجندڙ رٿائن جي متبادل واري عنصر ۾ ڀارت جي مالي حصيداريءَ سان آهي. متبادل واريون رٿائون فقط وسيلي جي تبديلي لاءِ هيون نہ ڪي ڪينالن جي تفويض ۾ ڪنهن تبديلي لاءِ. سنڌ جو اِهو واضح موقف آهي تہ سنڌ ۔ پنجاب ٺاهہ 1945 ۾ ڀڪرائي سان طئي ڪيل ڪينالن جي تفويض ۽ عمل پذير ٿيل ڪنهن بہ ريت ٺاهہ ذريعي غير موثر نٿي ٿئي.

چيئرمين: ضميمي D جي ٻئي ڪالم ۾ لفظ "گنجائش" جي ڇا معنيٰ آهي؟ اِها گنجائش آهي يا تفويض؟

عبدالوهاب: تفويض ٻيو ڪجهہ آهي ۽ جهڙي ريت اڳيئي واضح ڪيو ويو آهي تہ ضميمو D اسمن جي فهرست ٿي آهي ۽ ان ۾ رٿائن جي ڪا مڪمل فهرست شامل ناهي. گنجائش جو تفويض سان ڪو تعلق نٿو هجي. سنڌ جو اِهو بہ موقف آهي تہ ٺاهہ جو ضميمي D سان ڪوبہ واسطو ناهي.

چيئرمين: فهرست جو سرو 'رٿائن جو سرشتو' آهي.

عبدالوهاب: ڪينالن جي متبادل فراهمين جي پورائي ڪان پوءِ رٿائن جي سرشتي ۾ جوڳيون اضافي گنجائشون آهن جن جي برابريءَ جي بنياد تي ورڇ ٿيڻي آهي ۽ اضافي تفويضون صوبن کي ترقي / رٿائن لاءِ ڏيڻيون آهن. ٿاهه پاڪستان جي ڪنهن بہ رٿا جو تعين نٿو ڪري ان ڏس ۾ ٿاهہ رڳو پارت جي مالي واعدن سان ئي سروڪار ٿو رکي. انڪري اِهو سوال نٿو پيدا ٿئي تہ ٿاهہ ڪنهن مخصوص نئين وسيلي مان ڪنهن مخصوص هيڊ ورڪ کي پرڻ جو تعين ٿو ڪري.

چيئرمين: اسين تفويض طئي ڪرڻ لاءِ بااختيار ناهيون.

عبدالوهاب: سائين! ڪينالن جي تفويض اڳيئي طئي ٿيل آهي ۽ جيڪڏهن اوهين اضافي پاڻي مختلف صوبن کي ڏيندڏ تڏهن بہ اسين ان اضافي پاڻيءَ کي اضافي تفويض ليکينداسين. صوبن کي اِهي اضافي تفويضون مختلف رٿائن ۾ ورهائڻيون پونديون ڇاڪاڻ جو ڪجهہ بہ هجي پاڻيءَ کي رٿائن ۾ ورهائجڻو ئي آهي.

چيئرمين: اسان کي هاڻوڪي تفويض تي ويچارڻ ڪان پوءِ پاڻيءَ جي ورڇ لاءِ چيو ويو آهي.

عبدالوهاب: سائين! اضافي پاڻين جي ورڇ لاءِ کي انگ اکر هئڻ گهرجن. هاڻوڪين تفويضن جا انگ اکر موجود آهن ۽ انڪري ئي هن ڪميٽيءَ کي هاڻوڪين تفويضن تي جوڳو ڌيان ڏيڻ کي مول متن ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

چيئرمين: اسان کي صوبن ۾ ورڇ ڪرڻ آهي. ڪنهن مخصوص ڪينال جي ورڇ ڏکيو معاملو آهي.

عبدالوهاب: تي سگهي ٿو تہ ڪنهن صوبي کي نيون تفويضون، پر ان تي ڪا پابندي ناهي تہ جيڪڏهن صوبا اِهي مختلف رٿائن ۾ ورهائين ٿا ۽ انهن کي رٿائن لاءِ تفويضون ٿا سڏين.

عبدالوهاب: مامرو نمبر (8)1 چوي ٿو "خريف ۽ ربيع ٻنهي مُندن لاءِ ٿاهہ تحت استعمال واسطي دريائي فراهميون ڪيتري حد تائين پاڪستان لاءِ گهٽجي ويون آهن؟"

هيءُ معاملو ماهرن جي ذيلي ڪميٽيءَ جي حوالي ڪيو ويو آهي. بهرحال ربيع ۽ خريف فراهمين کي هڪ جاءِ تي رکڻ جو ڪو فائدو ناهي. ان مان ڪجهہ بہ نہ ورندو. اُميد اٿم تہ ماهرن جي ذيلي ڪميٽي 10 ڏينهن عرصي لاءِ

فراهمين تي ڪم ڪندي جيستائين انحصار جوڳي موجودگين جو تعلق آهي، اسين اجان تائين ڪنهن سهمت پرئي فارمولي تي نہ پهتا آهيون. چاڪاڻ جو پنجاب ٽن ڪان چئن سالن جي بنياد تي انحصار ڪرڻ وارو موقف اختيار ڪيو آهي. درحقيقتِ اِهو سراسري موجودگيءَ جي بنياد تي هئڻ گهرجي.

پاڻيءَ جي حقيقي نقصان جو ڪاٿو لڳائيندي هڪ بئي پيماني کي پڻ مدنظر رکڻ گهرجي جيڪو آءٌ اڳيئي واضح ڪري چڪو آهيان. سائين! جيڪڏهن ورهاڱو نہ ٿئي ها تہ فطري طور تي ڪنٽرول ڪان وانجهيل پاڻيءَ تي رڻائون برطانوي پنجاب ۾ ئي ٿين ها. ڪا واضح حد بندي ڪرڻ ڪان تہ قاصر آهيان پر يقيني طور تي اهڙو ترقياتي عمل اوپر پنجاب ۾ پڻ ٿئي ها جيڪو هاڻ پارت جو حصو آهي. ٻين لفظن ۾، ورهاڱي مهل پاڪستان ڏانهن ايندڙ پاڻيءَ جو ڪجهہ حصو ورهاڱو نہ ٿيڻ جي صورت ۾ پارتي حصي ۾ استعمال ٿئي ها. جيئن تہ اسين پاڪستان کي پهچندڙ لاڳيتو نقصان جو تعين ڪري رهيا آهيون تہ آءٌ هڪ انجنيئر طور محسوس ٿو ڪريان تہ پاڪستان کي پهتل لاڳيتو نقصان جو تعين ڪرڻ مهل اسان کي اِهو عقل پريو انداز نہ وسارڻ گهرجي.

ڪميٽيءَ آڏو هڪ ٻيو اسم سامهون آڻڻ چاهيندس سو آهي ناهہ سبب اولهندي دريائن جو پاڻيءَ جي نقصان جو. مونکي افسوس آهي جو اسان جي پنجاب جي دوستن پاڪستان کي نقصان جا انگ اکر 3.4 ملين ايڪڙ فوٽ طور پيش ڪيا آهن ۽ هو انهن انگن اکرن کي گهٽ ڪان گهٽ ٿا سڏين. آءٌ ان بيان کي پاڪستان جي مفادن لاءِ انتهائي خطرناڪ ٿو ليکيان. جيڪڏهن هيءُ بيان پارت جي هٿ ٿو چڙهي تہ پوءِ هو نہ رڳو اولهندي دريائن مان گهٽ ۾ گهٽ 3.4 ملين ايڪڙ فوٽ جي دعويٰ ڪندا پر اِها گهر وڌي بہ سگهي ٿي، چاڪاڻ جو پنجاب موجود اِهي گهٽ ۾ گهٽ انگ اکر آهن. بين الاقوامي ماهرن جي اپياس ذريعي ثابت ڪندس تہ پنجاب طرفان اولهندي دريائن وارن نقصانن جا انگ اکر انتهائي وڌائي پيش ڪيل آهن.

اوهانجو ڏيان "اترائين سنڌو دريا جي ميدانن لاءِ علائقائي منصوبي" جلد IV جي حصي 3_N ڏانهن ڇڪرائڻ چاهيان ٿو. هت "سنڌو دريا جي پاڻين بابت ناهہ ۾ ويچاريل اولهندي دريائن ڪان ڪشمير - پارت چوڙ" جي سري هيٺ هڪ جدول پيش ڪري رهيو آهيان. هيءُ هر دريا جي خريف ۽ ربيع ٻنهي دوران ماهوار انگ اکر آهن. سائين! مناسب ٿيندو تہ جدول جو نت بليڪ بورڊ تي اُتاريان.

| | ربيع | خريف | ڪُل انگ ملين ايڪڙ فوٽ ۾ |
|---|---|---|---|
| سنڌو دريا | 0.067 | 0.174 | 0.24 |
| چناب | 0 | 0.4 | 0.4 |
| جهلم | 0.19 | 0.72 | 0.91 |
| ڪُل | 0.257 | 1.294 | 1.55 |

انڪري اِهو پروڙيو تہ ڪُل 1.55 ملين ايڪڙ فوٽ مان خريف دوران وڌ کان وڌ چوڙ 1.29 ملين ايڪڙ فوٽ تائين ٿين ٿا. انڪري ربيع جا چوڙ ذڪر جوڳا ناهن. اِها افسوس جهڙي ڳالهہ آهي تہ هو اولهندي دريائن جي گهٽيل موجودگي ڏيکارڻ جي جوش ۾ قومي مفادن کي هاڃو رسائڻ جي حد تائين هليا ويا آهن. انهن جابلو ايراضين ۾ ٻوڏ جي مُند دوران چوڙ ڪنهن بہ ريت ذڪر جوڳا ناهن. ان سان گڏوگڏ، عملي ۽ مالي محدود پٽي جي حوالي سان، ڪو خاطريءَ سان نٿو چئي سگهي تہ اِهي سمورا استعمال چاهي ڪهڙي حد تائين پنهنجا حق استعمال ڪرڻ جي اهل هوندا. انڪري اِهو سنڌ جو توريل تڪيل موقف آهي تہ ٽن اپرندي دريائن جي رم اسٽيشن کان مٿي اِهي اڻ جوڳا استعمال، ورڇ جي معاملي ۾ مدنظر نہ رکيا وڃن. ڪوٽن ۽ اضافن جي ورهاست جا بنياد هن معزز ڪميٽيءَ کي متعين ڪرڻا آهن ۽ اِهي بنياد اهڙين ضرورتن جو پورائو ڪندا.

عبدالوهاب: مامرو نمبر II(i) <u>هاڻ مامرو آهي سنڌ طاس رٿا يعني رٿائن جو سرشتو جهڙي ريت سنڌ طاس ترقياتي فنڊ ناهہ ۾ ڄاڻايو ويو آهي.</u>

سائين! اوهان کي اسان جي موقف جو پتو آهي تہ اسين ڪنهن بہ ريت اِها ڳالهہ تسليم نٿا ڪريون تہ تريمو پنجند ۽ اسلام کي سنڌو دريا مان فراهمي ڏني وڃي.

سنڌ جو اِهو موقف آهي تہ سنڌو جي بيراجن جون گهرجون سنڌو جي پاڻيءَ تي پهرين ذميواري هئڻ گهرجي. پنجاب جو دليل تہ نام نهاد 'زوننگ' تحت تريمو پنجند ۽ اسلام سنڌو دريا تي مڪمل منحصر/ بار ٿي ويا آهن. پوءِ پل سنڌو جي بيراجن لاءِ سنڌو دريا ۾ مناسب مقدار ۾ پاڻي نہ هجي ۽ پل جهلم ۽ چناب دريائن ۾ پاڻيءَ جا اضافي وهڪرا هجن. يقيني طور تي انتهائي اڻ سهائيندڙ آهي. ناهہ ۾ طئي ڪيل متبادل رٿائن جي بنيادي شرط سگهہ ۽ معيشت هو. اِهي پيمانا متبادل جي مقصد واسطي چناب ۽ جهلم جي وڌ کان وڌ ڪٽب جا گهرجائو هوندا. ڇاڪاڻ جو اِهي دريا متبادل فراهمين جي حتمي منزل جي ويجهو ترين آهن

۽ انهن کي متبادل لاءِ استعمال ڪرڻ ڪفائتي ۽ وقت بچائڻ جو باعث ٿيندو. انڪري ٺاهہ ۾ واضح ڪيل انهن پيمانن جي حصول لاءِ پهرين جهلم ۽ چناب جي وهڪرن وارين فراهمين کي استعمال ڪرڻ ۽ بعد ۾ منگلا ۽ ٻين وسيلن يعني وهڪري وارو پاڻي استعمال ڪرڻ مناسب ٿيندو. سنڌو دريا جي وهڪري واريون فراهميون متبادل واري مقصد لاءِ اُن صورت ۾ ئي ڪتب آنديون وينديون جڏهن اِهو ليکجي تہ جهلم، چناب ۽ ٻين وسيلن ۾ وهڪرا يا ذخيرا متبادل جي مڪمل گهرج پوري ڪرڻ کان قاصر آهن.

سنڌ پاڪستان جي هڪ حصي طور ٺاهہ جي ڪنهن بہ فقري سان اڻ سهمت نٿي ٿي سگهي. سنڌ کي مٿي ڄاڻايل انداز ۾ پنجند، تريمو ۽ اسلام جون ضرورتون پوريون ڪرڻ تي ڪوبہ اعتراض ناهي. جڏهن بہ مٿي ڄاڻايل اصولن تحت سنڌو دريا کان پاڻيءَ جي منتقلي ڪئي وئي تہ واضح طور تي سنڌو جي پاڻين تي سنڌو جي بيراجن کي ترجيح حاصل هوندي جيڪڏهن جهلم - چناب جا اضافي وهڪرا، منگلا ذخيرو ۽ ٻيا وسيلا ۽ گڏوگڏ سنڌو جا اضافي وهڪرا پنجند، تريمو ۽ اسلام جون ضرورتون ڪنهن مخصوص وقت تي پوريون ڪرڻ کان قاصر آهن تہ پوءِ انهن ٽنهي بيراجن کي ڪوٽ پوڳڻ ڪانسواءِ ڪو چارو نہ هوندو.

ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن يعني CBDC ۽ SVC کي ٺاهہ جي بندوبست تحت جهلم - چناب جي اضافي وهڪرن يا منگلا جي ذخيري ۽ وهندڙ پاڻيءَ فراهمي ڪرڻي آهي. انهن کي پاڻي فراهم ڪرڻ جي انهيءَ انداز ۾ جهلم - چناب بيراجن جي گهرجن تي ڪوبہ اثر نٿو پوي، بين الدريائي لنڪ ۽ منگلا وارو ذخيرو ۽ ٻيا وسيلا انهن کي ورهاڱي کان اڳ ايرندي دريائن جي اڻ روڪ وهڪري کان حاصل ٿيندڙ فراهمي ميسر ڪري سگهن ٿا.

چيئرمين: مهرباني ڪري صفحي نمبر 33 تي ڳالهين بابت انتهائي ڳجهي رپورٽ تي اچو.

عبدالوهاب: سائين! اوهانجو مطلب آهي 'رٿائن جو ترميم ڪيل سرشتو'.

چيئرمين: جيءُ. 'رٿائن جو ترميم ڪيل سرشتو' اُتي هو چوَن ٿا تہ حويلي، پنجند ۽ اسلام کي سنڌو مان فراهمي ملڻي آهي.

عبدالوهاب: قطعي طور تي درست. اِهو واضح هو جڏهن صدر بينڪ

گروپ کي ڄاڻايو تہ هن اسان جي رٿابنديءَ تي نئين سر نظر وجهڻ لاءِ هڪ ڪميٽي جوڙي آهي. سائين! اِهو صفحي نمبر 13 جي پيچاڙ ۾ آهي. رٿائن جو سرشتو اولهہ پاڪستان جي متبادل ضرورتن ۽ جوڳي ترقياتي ضرورتن جي پورائي لاءِ استعمال ٿيندڙ ڪجهہ صلاحيتون حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ مجموعي رٿابنديءَ ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ هو.

چيئرمين: اِهي دستاويز پڙهڻ کان پوءِ منهنجو نڪتواِهو آهي تہ فيصلو انتهائي واضح آهي.

عبدالوهاب: سائين! هنن طرفان ڪيل فيصلي جو واحد مقصد پرڏيهي مدد ۽ سهڪار سان وڏا شاهي ڍانچا اڏڻ هو. ڪجهہ بہ هجي پاڪستان کي سنڌو تي تربيلا ڊيم جي اڏاوت لاءِ جواز بہ تہ پيش ڪرڻو هو. جيڪڏهن سنڌو تي ڪنهن بہ متبادل جو بار ڏيکاريو ويو تہ اِهو فقط تربيلا ڊيم جي اڏاوت لاءِ جواز پيدا ڪرڻ واسطي ئي هو. انهن فيصلن جو رٿائن جي سرشتي جي عملي پيماني سان ڪو تعلق ناهي.

چيئرمين: منهنجو نقطي نظر اِهو آهي تہ آءٌ ڪن فيصلن کان متيرو نٿو وجي سگهان.

عبدالوهاب: سائين! اسانجو دليل اِهو آهي تہ اصولن موجب، ٺاهہ جي شقن جي روح تحت متبادل فراهميون پهرين چناب ۽ جهلم جي وهڪرن جي فراهمين مان ۽ پوءِ منگلا ۽ بين وسيلن جهڙوڪ وهندڙ پاڻيءَ جي آخري ٽيل فراهمين مان ٿيڻيون آهن. متبادل لاءِ سنڌو جي وهڪري جي فراهمين جي لاءِ جواز اوڏي مهل ئي پيدا ٿو ٿئي جڏهن اِهو ڄاتو وڃي تہ جهلم ۽ چناب ۽ بين وسيلن ۾ وهڪرا ۽ ذخيرا متبادل جون مڪمل گهرجون پوريون ڪرڻ کان قاصر آهن.

چيئرمين: پوءِ رٿائن جو سرشتو ڇو.

عبدالوهاب: آءٌ اِهو نہ پيو چوان. پنهنجي ڳالهہ جي بهتر وضاحت ڪرڻ ڏيو. جهڙي ريت اڳيئي ڄاڻايو اٿم تہ بينڪ آڏو ڪيترائي تصور ۽ تجويزون آنديون ويون. بينڪ جي رٿائن جي تفصيل ۾ ڪا دلچسپي نہ هئي پر ان جو وڏيڪ ڏيان ڪُل ايندڙ لاڳت ۽ بنيادي طور تي ٺاهہ تي هو.

اسانجو موقف اِهو آهي تہ 'منصوبي' ۾ شامل تجويزون جيڪي تيار ڪري بينڪ آڏو پيش ڪيون ويون تن جو هڪ محدود مقصد هو.

چيئرمين: توهين انجنيئر طور يقيناً ساراهائيندا تہ رٿائن جي سرشتي

جي اڏاوت منصوبي پٽاندڙ ٿئي.

عبدالوهاب: انهيءَ ڳالهه کان انڪاري ناهيان سائين!

چيئرمين: مهرباني ڪري مونکي پنهنجي دليل ذريعي سامهون آڻيندڙ وضاحت کان باخبر ڪريو.

عبدالوهاب: اِهو چوڻ جي ڪوشش پيو ڪريان ته رٿائن جي سرشتي جو عملي پيمانو طئي ٿيل ئي نه هو. اِهي رٿائون ڪهڙي ريت ۽ ڪهڙي انداز ۾ ڪم ڪنديون سو فيصلو ٿيل نه هو. اِهو عنصر انتهائي اهم آهي.

چيئرمين: جيڪڏهن پاڻيءَ جي کوٽ هجي ته؟

عبدالوهاب: سائين! جيستائين ربيع جو تعلق آهي ته سنڌو دريا ۾ اضافي پاڻي ناهي. بهر صورت اسين اِهو ٿا چئون ته رٿائن جي سرشتي جو عملي پيمانو طئي ٿيل ناهي. جڏهن پاڻيءَ جي ورڇ ڪئي ويندي ته کوٽ جا سمورا معاملا پاڻ مرادو حل ٿي ويندا. اِها به حقيقت آهي ته رٿا جي سرشتي ۾ هڪ جوڳو ترقياتي جزو پڻ آهي.

(چيئرمين جي پڇڻ تي، عبدالوهاب چيو ته اِهو اسان کي هڪ انصاف واري انداز ۾ طئي ڪرڻو آهي)

**چيئرمين جسٽس فضل اڪبر جي صدارت ۾ 20 مئي 1971 تي ڪراچيءَ ۾ ڪوٺايل سنڌو جي پاڻيءَ بابت ڪميٽيءَ جي گڏجاڻيءَ جي روئداد**

**عبدالوهاب: مامرو نمبر (2)11 چوٿون، "تربيلا کان پوءِ واري عرصي دوران ترتيبوار تريمو پنجند ۽ اسلام جا استعمال پورا ڪرڻ لاءِ چشما - جهلم ۽ تونسا - پنجند لنڪ ڪهڙي ريت سنڌو جي مرڪزي وهڪري کان هلايا ويندا؟"**

ان مامري تي ورندي ڏيڻ کان اڳ، آءٌ اسان جي گذارش واضح ڪرڻ ٿو چاهيان ته اسين تريمو پنجند ۽ اسلام کي سنڌو مان پيرڻ تي سهمت نٿا ٿي سگهون. اهو سموري تڪرار جو بنيادي جُز آهي. اسان جي گذارش اِها آهي ته ناهه هجي يا سنڌ طاس ترقياتي فنڊ ناهه. پنجاب ان جي لفظن تي گهڻو زور ٿو پري ۽ پنهنجا مطلب پيو ڪڍي.

اوهانجو ڌيان پنجاب طرفان گهڙيل مختلف اصطلاحن جهڙوڪ "سنڌ طاس آباد ڪاري رٿا" ڏانهن ڇڪرائيندس ٻيو آهي "سنڌ طاس رٿا" ان ڪانسواءِ به ڪيترائي اصطلاح هنن استعمال ڪرڻ شروع ڪيا. هنن هڪ نئون لفظ "Zoning" تخليق ڪيو آهي، جيڪو ڪنهن به بين الاقوامي دستاويز ۾ موجود

ناهي ۽ ان کي ڪابہ قانوني حيثيت حاصل ناهي.

اوهانجو ڌيان ڳالهين جي انتهائي ڳجهي رپورٽ ڏانهن ڇڪرائڻ چاهيندس جيڪا ڪالهہ اوهان اسان جي ڌيان تي آندي يعني صفحي نمبر 33 تي رٿائن جو ترميم ڪيل سرشتو. سائين! اِها چوي ٿي تہ رٿائن جي ترميم ٿيل سرشتي تي پاڪستان پنهنجي سر ڪم ڪندو. تجويزن ۾ ڪي بہ تفصيل ناهن تہ ڪهڙي ريت حويلي، پنجند ۽ اسلام کي سنڌو مان فراهمي ڏني ويندي. اِها مڪمل طور تي هوندي يا جزوي يا اِهي جهلم ۽ چناب دريائن بشمول منگلا ۽ بين وسيلن مان بہ ڪو پاڻي حاصل ڪندا.

اهي ٽئي ڳالهيون هڪٻئي کان بنھ مختلف آهن. "پرڻ" واري اصطلاح جو مطلب آهي ڪنهن مخصوص سرشتي کي انجي بک/ ضرورت جي حد تائين پرڻ ۽ گڏوگڏ موجودگيءَ جي حد تائين پڻ. اِهو "پرڻ" واري اصطلاح جي بڻ بڻياد ۾ شامل آهي. جيڪڏهن اِهي اڳيئي پُر آهن تہ پوءِ پرڻ جي ڪا ضرورت/ گنجائش نٿي رهي. جيڪڏهن انهن کي اڳ فراهميون ٿيل آهن تہ پوءِ انهن کي ان حد تائين ئي پريو ويندو. ان صورت ۾ جو انهن جون ضرورتون باجواز آهن ۽ موجودگي ۾ پڻ ميسر آهي. سائين! اِها اپٽار پيو ڪريان تہ 'پرڻ' جي ڇا معنيٰ آهي. آءٌ پنهنجي لفظ استعمال نہ پيو ڪريان. پرڻ وارو عمل بک/ ضرورت جي حد ۽ موجودگيءَ جي حد تائين ئي هوندو. انتهائي ڳجهي دستاويز جو ٽڪرو پرڻ جي حد کي واضح نٿو ڪري ۽ نہ ئي اِهو ٿو ڄاڻائي تہ ذيلي زون ۾ پاڻيءَ جي موجودگيءَ جي صورت ۾ بہ انهن لنڪز کي پاڻي فراهم ڪيو ويندو. انڪري سائين! سنڌ جو اِهو موقف آهي تہ رٿائن جي سرشتي جي نتيجي ۾ ذيلي زون ۾ پيدا ٿيل اضافي موجودگي نہ رڳو ذيلي زون ۾ سمورن ڪينالن جي روائتي موجودگي بحال ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي، جيڪي اِهي ذيلي دريائن جي اڻ روڪ وهڪرن کان حاصل ڪندا رهيا هئا. پر وڏيڪ ترقياتي عمل لاءِ پڻ جوڳو مقدار ميسر ڪري ڏيندي ۽ انڪري تربيلا کان اڳ يا پوءِ واري عرصي ۾، سنڌو جي پاڻيءَ جي منتقليءَ لاءِ ڪو جواز نٿو بڻجي.

مٿين موقف هوندي بہ سنڌ سمجهي ٿي تہ چشما ـ جهلم ۽ تونسا ـ پنجند لنڪ هڪ جوڳي لاڳت سان اڏيا ويا آهن. اِنڪري قومي مفاد ۾، سخت ڪنٽرول هيٺ انهن لنڪز جي بهترين عملي پيماني کي مدنظر رکيو وڃي. انهن لنڪز جي استعمال لاءِ هيٺين اصولن کي مدنظر رکڻ گهرجي.

ان لاءِ پهريون قدم اڏجي ويل رٿائن جي سرشتي جي حقيقي ترقياتي

جزي جو تعين هوندو. اِهو جزو اڻ روڪ دريائن جي وهڪرن وارين فراهمين ذريعي انهن هيڊ ورڪس تي اڳي ميسر رتائن جي سرشتي جي نتيجي طور مختلف هيڊ ورڪس تي وڏايل موجودگيءَ جي برابر هوندو آهي. اِهو ترقياتي جزو وهندڙ پاڻيءَ جي موجودگيءَ کي مدنظر رکندي، اولهہ پاڪستان جي سمورن صوبن ۾ برابريءَ جي بنياد تي ورهايو ويجي. تربيلا مان پنجاب جو جيڪڏهن انهيءَ ترقياتي جزي ۾ ڪو حصو آهي تہ پوءِ اِهو تل ۽ تونسا جهڙن سنڌو تي بيراجن ۾ يا چشما - جهلم ۽ تونسا - پنجند لنڪس ذريعي پنجند يا اسلام ڏانهن پنجاب جي منشا موجب منتقل ڪري ڪٽب آندو وڃي. ربيع واري مند دوران انهن لنڪس کي استعمال ڪرڻ جو اِهو منصفاڻو طريقو آهي.

خريف دوران، جهلم ۽ چناب ۽ بين وسيلن کان موجود سمورا وهڪرا ڪٽب آڻڻ کان پوءِ جيڪڏهن تريمو پنجند ۽ اسلام لاءِ ضرورت باقي هجي تہ سنڌو دريا ۾ اضافي وهڪرن جي اهڙن حصي جي منتلقيءَ لاءِ اِهي بئي لنڪس استعمال ڪري سگهجن ٿا.

چيئرمين: تربيلا کان پوءِ واري عرصي ۾، پاڻيءَ جو ڪيترو حصو چشما - جهلم ۽ تونسا - پنجند لنڪس ذريعي وڃڻ گهرجي؟

عبدالوهاب: تربيلا جي پاڻيءَ جو اُهو حصو جيڪو پنجاب کي تفويض ٿيل آهي.

چيئرمين: ڪهڙو حصو؟

عبدالوهاب: ترقياتي جزو.

چيئرمين: ڪيترو پاڻي ڏيڻ گهرجي؟

عبدالوهاب: اڳيئي چئي آيو آهيان تہ سنڌو جي بيراجن تي انهن جي طئي ڪيل ضرورتن کان وڌيڪ اضافي پاڻي گهربل ناهي ۽ جيڪڏهن تريمو پنجند ۽ اسلام پنهنجي روائتي وسيلن ۽ نئين وهندڙ پاڻيءَ واري وسيلن مان پنهنجون گهرجون پوريون ڪرڻ کان قاصر آهن.

چيئرمين: اوهانجو مطلب آهي تہ جيڪڏهن تريمو پنجند ۽ اسلام تي کوٽ آهي ۽ سنڌو ۾ اضافي پاڻي موجود آهي؟

عبدالوهاب: اِهي هيڊ ورڪس جهلم ۽ چناب جهڙي پنهنجن روايتي وسيلن ۽ ذيلي زون ۾ اڏيل بين متبادل رتائن ذريعي سيراب ٿيڻ گهرجن. سنڌو دريا ذريعي کوٽون پوريون ڪرڻ جو سوال ئي نٿو پيدا ٿئي. بيو نڪتو مدنظر رکڻ

گهرجي سواءِ هو تہ ڇا ڪوٽ ڪنهن مخصوص انگن اکرن موجب آهي؟ جيڪڏهن هنن پنهنجا انگ اکر روائتي طور تي حاصل ٿيندڙ مقدار جي پيٽ ۾ وڌايا آهن تہ پوءِ وڌايل گهرجون انهن ڪينالن کي تفويض ٿيل ترقياتي جزي مان پوريون ٿيڻ گهرجن.

چيئرمين: پهرين پنهنجا مڪمل دليل پيش ڪريو. آءُ هڪ جملي ۾ ئي اڪلائيندس تہ منهنجو نڪتو اِهو آهي تہ جڏهن پاڪستان خود سنڌ طاس ترقياتي فنڊ ناهہ جي ضميمي D ۾ ڄاڻايو آهي تہ رڻائن جو سرشتو اُهوئي آهي جيڪو سنڌو جي پاڻيءَ جو ناهہ 1960 ۾ شامل آهي. تہ پوءِ هيءَ ڪميٽي ان سوال ۾ تي داخل ٿئي تہ انهن مان ڪن جو احاطو نہ ڪيو ويو آهي.

عبدالوهاب: اوهين سنڌو لنڪس جي 22000 ڪيوسڪ ۽ 12000 ڪيوسڪ گنجائش جو ذڪر پيا ڪريو. سائين! اوهين ضميمي D تي سڄي سوال کي ڪوزي ۾ بند پيا ڪريو. افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ جيستائين اسين ان سوال تي وسيع طور نٿا اچون ۽ جيستائين بنياد طئي نٿا ڪريون. اڳيئي وڏڻ انتهائي ڏکيو ٿيندو. اسين ناهہ يا فنڊ ناهہ تحت رڻائن جي سرشتي کي نٿا للڪاريون ۽ نہ ئي وري ڪميٽيءَ کي انهن عالمي دستاويزن کان مٿيرو ويڇڻ جو ٿا چئون. معاملو انتهائي سادو سودو آهي ۽ آءُ اڳيئي واضح طور تي گذارش ڪري چڪو آهيان تہ جيستائين انهيءَ رڻائن جي سرشتي جو تعلق آهي تہ اِهي اهم رڻائون يا صلاحيتون هيون ۽ هن ڪميٽيءَ آڏو اسين انهن رڻائن جي عملي پيماني واري مامري تي بحث ڪري رهيا آهيون.

چيئرمين: جيڪڏهن خلاصي / نتيجي تي ٿو اچان تہ صدر سنڌو دريا تي ٺئي هيڊ ورڪس کوٽن ۽ ترقياتي جزي پنهي لاءِ استعمال ڪرڻ تي راضپو ڏيکاريو هو؟

عبدالوهاب: سنڌ انهيءَ نقطي نظر سان سهمت ناهي. بينڪ سان ڳالهين دوران استعمال ڪيل اصطلاح سنڌو دريا مان ڪجهہ هيڊ ورڪس کي 'رسائي' (Feeding) جو هو نہ ڪي انهن کي سنڌو دريا تي رکڻ (Putting) جو هو. رسائي/ پورائو بک جي حد يعني گهرج ۾ کوٽ ۽ موجودگيءَ جي حد تائين هوندي آهي.

چيئرمين: جيڪڏهن آءُ اِهو چوان تہ ناهہ ۾ اِهو ٿو پڙهان تہ چشما ـ جهلم ۽ تونسا ـ پنجند لنڪ انهن هيڊ ورڪس جو پورائو ڪندا؟

عبدالوهاب: ناهہ ۾ اهڙي ڪا ڳالهہ ناهي. چشما ـ جهلم ۽ تونسا ـ پنجند

لنڪ جا نالا فقط سنڌ طاس ترقياتي فنڊ ناهہ جي ضميمي D ۾ ڄاڻايل آهن جيڪو بنهہ ڌار بين الاقوامي دستاويز آهي.

چيئرمين: هن ڪميٽيءَ کي ڪو اختيار ناهي. اِها ڪميشن يا ٽريبونل ناهي.

عبدالوهاب: آءٌ اِهو نہ پيو چوان. اوهان جي ڳالهہ درست ناهي.

چيئرمين: ڪميٽيءَ کي سفارشي اختيار آهي.

عبدالوهاب: اسان جي گذارش انتهائي واضح آهي ۽ اسان جي مسئلا هن ڪميٽيءَ ذريعي حل ٿي سگهن ٿا.

چيئرمين: اوهان "پورائي" وارو لفظ استعمال ڪري رهيا آهيو.

عبدالوهاب: اِهو منهنجي سموري دليل جو بنياد ناهي. سڀ ڪجهہ لاڳاپيل مامري يعني (3)1 ۾ چٽي آيو آهيان. اسانجو موقف بنهہ واضح آهي ۽ اسان جي گذارش اِها آهي تہ جيڪڏهن صدر ڪجهہ معاملن تي راضپو بہ ڏيکاريو هجي تہ بہ اِهو پاڻيءَ جي وسيلن جون صلاحيتون پيدا ڪرڻ لاءِ رٿائن جي سرشتي جو منصوبو تيار ڪرڻ جي مقصد تائين محدود هو.

اهڙي ڪنهن منصوبي جي منظوري، جيڪڏهن اِهو هو تہ انهن صلاحيتن لاءِ رقمن جي انتظام واسطي هئي نہ ڪي انهن وڏين رٿائن جي عملي پيماني لاءِ.

چيئرمين: رٿائن جو سرشتو صلاحيتن ۽ گنجائش جوئي ذڪر ٿو ڪري نہ ڪي انهن جي عملي پيماني جو.

عبدالوهاب: اِهو درست آهي. ڪنهن مڪمل رٿا ۽ ڪنهن هنڌ قائم ڪيل ڪنهن وڏي صلاحيتن جي رڳو نالي ۾ فرق ٿئي ٿو. اِهو فرق اهم آهي ڇاڪاڻ جو اُن وقت پاڪستان پين ضرورتن سان گڏوگڏ جوڳي ترقيءَ واسطي پاڻيءَ جي وسيلن جون گجائشون پڻ قائم ڪرڻ ٿي چاهيون.

چيئرمين: اِها رٿائن جا سرشتا آهن.

عبدالوهاب: جيءُ. ظاهري طور تي، ڪوبہ منصوبو ان جي وڏ ڪان وڏ گنجائش يا صلاحيت سان ان جي رٿائن جو نالو ڄاڻائڻ ڪانسواءِ تيار نٿو ڪري سگهجي.

چيئرمين: منهنجي خيال ۾ جيڪڏهن چشما ـ جهلم لنڪ سنڌو مان ئي پرجٽو آهي تڏهن بہ انجي آپريشن تہ ڪڏهن پاڻي ڇوڙيو ويندو ڪهڙي انداز ۾ ۽ پهرين ڪير حاصل ڪندو وارو سوال طئي ٿيل ناهي.

عبدالوهاب: سائين! جيستائين سنڌ جي موقف جو تعلق آهي، اسين اِهوئي ٿا محسوس ڪريون تہ ڪوششون پرڏيهي مدد سان وڏ ڪان رٿائن جي سرشتي ذريعي وڏا منصوبا جوڙڻ واسطي هيون تہ جيئن اڳتي هلي پاڪستان اِهي رٿائون متبادل گهرجن ۽ پنهنجي ترقياتي گهرجن پنهي لاءِ استعمال ڪري سگهي. اِهي 'اسم' يا 'اسمن جي فهرست' خالصتاً رٿابندي لاءِ هئا. اولهہ پاڪستان ۾ ڪنهن ذخيري واري صلاحيت قائم ڪرڻ بابت فيصلي کي ان جي عملي پيماني جي گهرجن طور ليکي نٿو سگهجي ۽ يقيني طور تي اِها تڏهوڪي ڪميٽيءَ جي منشا بہ نہ هئي جنهن کي منصوبو جوڙڻ جو ڪم سونپيو ويو جنهن تي صدر راضپو ڏيکاريو هوندو.

چيئرمين: صدر اِهو منصوبو منظور ڪيو. اِهو چوندي تہ چشما - جهلم لنڪ سنڌو مان پرجڻ گهرجي. اوهان کي ئوس حقيقتون ڄاڻائي رهيو آهيان. مون وٽ صدر جا حڪم تبديل ڪرڻ جو اختيار ناهي.

عبدالوهاب: چشما - جهلم لنڪ جي حد تائين جيڪو جهلم - سنڌو لنڪ ناهي. واضح طور تي انهيءَ لنڪ ۾ پاڻي سنڌو ڪان جهلم تائين ئي وهي اچي سگهي ٿو. بهرحال، آءٌ سمجهان ٿو تہ اسان جي بحث ۾ هڪ ليڪو ڪيڏڻ گهرجي. اسين انهي لنڪس جي موجودگي ۽ انهن جي وهڪرن جي گنجائش ڪان انڪار نہ ٿا ڪريون پر اِهو ٿا چئون تہ جنهن انداز ۾ اِهي لنڪ وهڻا آهن سو اڄان طئي نہ ٿيو آهي.

چيئرمين: اِهي هيڊ ورڪس جزوي طور تي جهلم - چناب ۽ جزوي طور تي سنڌو مان سيراب ٿيڻا آهن.

عبدالوهاب: اِهو اڳيئي چئي چڪا آهيون. جيڪڏهن پاڻي موجود آهي ۽ اِهو قادر آباد ۽ سليمانڪيءَ ڪان هيٺ تائين اچي ٿو وڃي تہ اِهو تريمو پنجند ۽ اسلام جي گهرجن لاءِ استعمال ڪرڻ گهرجي. يقيناً اضافي پاڻي سنڌ ڏانهن لنگهائي نٿو سگهجي. سنڌو ڪان پاڻي موجودگيءَ جي ڪجهہ شرطن ۾ سنڌو جي بيراجن جي گهرجن تحت ئي آندو وڃي.

چيئرمين: هيڊ ورڪس کي انهن جي گهرجن پٽاندر ئي فراهمي ڪرڻي پوندي.

عبدالوهاب: سنڌ پنهنجي موقف ۾ واضح ۽ پير ڪپايل آهي.

چيئرمين: جڏهن معاون ندين لاءِ پاڪڙا ڊيم رٿيو ويو ۽ سنڌ کي سيلاب

لاءِ سنڌو مان اضافي پاڻي ڏنو ويو. تڏهن اوهان هائوڪار ڪئي هئي؟

عبدالوهاب: اِها ازالي لاءِ سنڌو کان منتقلي نـ هئي چاڪاڻ جو مٺن ڪوٽ کان هيٺ هڪ دريا آهي. ٻيو پهلو اِهو آهي تـ ڪنهن ايذاءُ/ نقصان جي وسعت جو ادراڪ ڪرڻ گهرجي. اج اِهو ڪو معمولي ڏڪ نـ هوندو جيڪڏهن سنڌو مان 34000 ڪيوسڪ جو چوڙ رٿيو تو وڃي.

اِهوئي ان تڪرار جو اِياڳ آهي جنهن تي اسين بحث ٻيا ڪريون. اسين اڃان تائين پوري ايمانداريءَ سان سمجهون ٿا تـ جيڪڏهن انهن گنجائش جي ڪا منظوري هئي بـ تڏهن بـ منصوبي جي تياريءَ دوران انهن ٻنهي لنڪس جو عملي پيمانو سندن منشا نـ هو نـ ئي انجو ڪو فيصلو ٿيو هو.

چيئرمين: آءُ اِهو ٻيو چوان تـ اسين انهن کي فراهمي ڏني وڃي واري فيصلي کان مٿيرا نٽا وڃي سگهون.

عبدالوهاب: اسان جي موقف جي ڪيترين ئي ٽيڪنيڪل ماهرن جي رپورٽن پڻ تائيد ڪئي آهي. اِهي نـ رڳو حقيقتن تي ٻڌل بيان آهن پر ان ڏس ۾ سفارشون ۽ ٽيڪنيڪل نقطي نظر پڻ موجود آهن تـ انهن رٿائن جي سرشتن، خاص طور تي لنڪس کي ڪهڙي ريت هلايو وڃي. اسين اڃان تائين محسوس ٿا ڪريون تـ جيڪڏهن سڀ ڪجهه اڳيئي طئي ٿيل آهي تـ پوءِ هن ڪميٽيءَ لاءِ ورچ واسطي ڪجهه بـ باقي نٿو بچي. اِها حقيقت تـ عملي پيمانو طئي ٿيل نـ هو. پاڻيءَ جي ورچ لاءِ اختر حسين ڪميٽي ۽ بعد ۾ هن معزز ڪميٽيءَ جو قيام عمل ۾ آندو ويو.

چيئرمين: جيڪڏهن چشما ـ جهلم لنڪ ڪينال کي سنڌو مان پرٽو آهي تـ پوءِ ڪهڙي ريت؟

عبدالوهاب: جيستائين چشما ـ جهلم لنڪ جو تعلق آهي، اڳيئي چئي چڪو آهيان تـ اِهو چشما کان جهلم وهندو پر ڪهڙي ترجيح ۾ يا ڪهڙي انداز ۾ سو طئي ٿيل ناهي. هن ڪميٽيءَ جي فيصلي کان اڳ ڪجهه بـ چئي نٿو سگهان، بس رڳو اصول ڄاڻائي سگهان ٿو.

چيئرمين: توهين اِهو تصور ڪرڻ ۾ غلط آهيو تـ ڪو آءُ صدر جي ڪيل فيصلي کي تبديل ڪري سگهان ٿو. ان سان اختلاف نٿو ڪريان تـ سنڌو مان تمام گهڻو پاڻي ويندو.

عبدالوهاب: سائين! اوهين قانون ۽ انصاف ڏيڻ ۾ پڙ آهيو. عام طور تي،

مون وٽ اوهانجي نقطي نظر تي پنهنجي راءِ ڏيڻ لاءِ جواز نہ هوندو آهي پر سنڌ محسوس ٿي ڪري تہ اسانجون سفارشون لاڳو ڪرڻ کان اڳ صدر طرفان منظور ڪيون وينديون. اوهين انصاف موجب ڪابہ سفارش ڪرڻ واسطي خود مختيار آهيو. مونکي اِهو چوڻ جي اجازت ڏيو تہ صدر پاڪستان ننڍن صوبن جي ڪوڙاڻ ختم ڪرڻ لاءِ ون يونٽ ختم ڪيو آهي. ون يونٽ پاڪستان جي آئين ساز اسيمبليءَ آئيني طور تي منظور ڪيو هو. جيڪڏهن صدر هڪ فرد طور اِهو ختم ڪري سگهي ٿو تہ پوءِ هو اوهانجي سفارشن تي ڪا اهڙي ڳالهہ/ شئي بہ ختم ڪري سگهي ٿو جنهن اسان کي انتهائي ايذايو هجي ۽ اسان جي مستقبل جي ترقيءَ کي نقصان پهچايو هجي. بهر صورت، حتمي فيصلو صدر جوئي هوندو.

چيئرمين: مونکي سونپيل ذمو ڪجهہ بيو آهي. انهيءَ پٽاندر آءٌ صلاح نٿو ڏئي سگهان. ان جي گهر نہ ڪئي وئي آهي. مونکي پنهنجي حد جي پتو آهي. آءٌ انتهائي نماڻو ماڻهو ۽ محدود اختيار رکندڙ آهيان.

عبدالوهاب: آءٌ ذاتي طور تي سمجهان ٿو تہ اوهان کي وسيع اختيار حاصل آهن ڇاڪاڻ جو اوهانجي سفارشن تي صدر پاڪستان جي منظوريءَ کان پوءِ عمل ڪيو ويندو.

چيئرمين: سو اوهانجو نڪتو اِهو آهي تہ اهي لنڪ ڪجهہ مخصوص گهرجن جي کوٽ پوري ڪرڻ واسطي ئي سنڌو مان وهايا ويندا، ٻي صورت ۾ کوٽ چناب ۽ جهلم جي پاڻيءَ مان پوري ڪئي ويندي.

عبدالوهاب: صرف اِهو نہ مون تربيلا مان پنجاب جي ترقياتي جزي واري حصي بابت پڻ ڳالهايو آهي. هو جيڪڏهن ان کي پنهنجي سنڌو ئي بيراجن لاءِ استعمال ڪرڻ نٿا چاهين تہ پوءِ هو ان کي انهن لنڪس ذريعي ذيلي زون ڏانهن منتقل ڪري سگهن ٿا.

عبدالوهاب: هاڻ مامرو نمبر 11(3) تي ٿا اچون. جيڪو چوي ٿو "ڪيتري حد تائين تربيلا ۾ ذخيرو ڪيل پاڻي متبادل جي بار جي ڪنهن حصي جي پورائي لاءِ گهربل هوندو يا اِهو مڪمل طور تي ترقياتي مقصدن لاءِ استعمال ڪرڻ لاءِ مختص هوندو؟"

جهڙي ريت اڳ ۾ بحث هيٺ آندو ويو آهي تہ منگلا ذخيري جو فقط هڪ حصو ئي ذيلي زون ۾ متبادل لاءِ گهربل آهي. انڪري تربيلا ذخيري کي ذيلي زون تي متبادل واري بار لاءِ استعمال ڪرڻ وارو سوال نٿو اُٿي. اِهو بہ ذڪر ڪرڻ

گهرجي تہ ٿاهہ جي شقن موجب. سموريون متبادل رٿائون 31 مارچ 1970 تائين مڪمل ٿيڻون هيون. تربيلا جي اڏاوت ان تاريخ تي شروع ٿي مس ٿي. پاڪستان ڪنهن بہ توسيع جي گهر نہ ڪئي. جنهن جي ٿاهہ رٿائن جي سرشتي جي ڪنهن حصي جي مڪمل نہ ٿيڻ جي صورت ۾ اجازت ٿي ڏني. جنهن سان اِهو واضح ٿو ٿئي تہ ذيلي زون ۾ سموريون متبادل هاڻ تربيلا ڪانسواءِ ٿي ٿينديون.

انِ ڏس ۾ ڪرماني صاحب جو صفحي نمبر 14 تي آءِ بي پي 265 وارو مشاهدو معقول آهي جيڪو دلچسپي جو حامل ٿي سگهي ٿو:-

"ان ريت مارچ 1968 تائين. ٿاهہ ۾ جاڙايل حتمي تاريخ کان ٻہ سال اڳ. 1107 ملين ڊالرن جي لاڳت وارو جهلم کان اوپر ۾ متبادل ڪم مڪمل ڪيو ويو جنهن پاڪستان کي ايرندي دريائن تي ڪنهن پارتي قدم جي ڊپ کان آجو ڪندو پنهنجي پيرن تي بيهڻ جو اهل ڪيو."

چيئرمين: سموري تربيلا ترقياتي مقصد لاءِ هئڻ گهرجي؟

عبدالوهاب: جيءَ سائين!

جهڙي ريت اڳ ۾ بحث ڪيو ويو آهي تہ منگلا ذخيري جو هڪ حصو ئي ذيلي زون ۾ ڪينالن جي متبادل فراهمين جي پورائي لاءِ گهربل هوندو ۽ انڪري تربيلا ذخيري مان ذيلي زون جي متبادل بار جو ڪو سوال ئي نٿو اٿي. آءُ خاص طور تي اِهو ذيلي زون جي متبادل بار بابت چئي رهيو آهيان ۽ انهيءَ دليل جي پٺڀرائي ٿاهہ جون شقون بہ ٿيون ڪن تہ سمورو متبادل ڪم 31 مارچ 1970 تائين مڪمل ڪيو ويندو. متبادل فراهمين جو تيز ترين ۽ سستو رستو اِهو آهي تہ پاڻيءَ جو وسيلو ڪاپي واري مرڪز/ ماڳ پرسان هجي. جهڙي ريت اوهان صاحب ڄاڻو ٿا تہ منگلا تربيلا جي پيٽ ۾ وڏيڪ ويجهو آهي. ان ريت اسان جي دليل جي ٿاهہ جي شقن ۽ بين حقيقتن مان پٺڀرائي ٿي ٿئي تہ ذيلي زون جي ڪينالن ڪوبہ متبادل بار تربيلا تي ناهي.

چيئرمين: جيڪڏهن اوهين لفظ 'متبادل' جي معنيٰ محدود حوالي سان ٿا ڪيو تہ پوءِ شايد اِهو درست هجي.

جيڪڏهن لفظ 'متبادل' کي وسيع تناظر ۾ وٺبو يعني اِهو متبادل فقط ڪينالي پاڻيءَ جو ئي نہ پر صوبن کي وڏي پيماني تي پهتل نقصانن جو بہ متبادل آهي تہ پوءِ پروڙيندو تہ عمومي ڏکيائيون درپيش آهن. ٿاهہ چوي ٿو تہ پاڪستان رٿائن جو اُهو حصو رفتار ۽ لاڳت کي مدنظر رکندي اڏيندو ۽ عمل هيٺ آڻيندو

جيڪو پاڪستان ۾ انهن آبپاشي ڪينالن لاءِ اولهندي دريائن ۾ ٻين وسيلن کان متبادل حاصل ڪندو جيڪي 15 آگسٽ 1947 تي اڀرندي دريائن کان پاڻيءَ جي فراهميءَ تي انحصار ڪندڙ هئا.

اِهو اوهان ڏسندا تہ هڪ وسيع تناظر ۾ متبادل جو منصوبو آهي. اِهو هڪ نہ پر گهڻن ئي جزن تي ٻڌل آهي. هڪ ٻيو جزو وسيع تر حوالي سان آهي. انڪري متبادل جو فقط هڪ جزو جيڪو ڪينالن جون فراهميون پوريون ٿو ڪري، عبوري عرصي دوران پيدا ڪرڻو هو. پر جيستائين منصوبي جي ٻين جزن جو تعلق آهي تہ ناهہ انهن کي نٿي نبيري انڪري جيڪڏهن اوهين ان کي وسيع تر تناظر ۾ ليکيو ٿا تہ پوءِ تربيلا جو پاڻي ٻين جزن جي متبادل لاءِ ڇو نٿو استعمال ڪري سگهجي؟

عبدالوهاب: سائين! اِها شق IV(i) جي مختلف اپٽار آهي. سنڌ جي موقف موجب، انجو واسطو ورهاڱي مهل اڀرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن کي متبادل فراهمين سان آهي.

چيئرمين: اِهو فقط رٿائن جي سرشتي جي انهيءَ حصي بابت ئي آهي؟

عبدالوهاب: پنهنجي جواب کي پڻ پروڙيان پيو. اسين ڪا اهڙي ڳالهہ نہ پيا ڪريون جيڪا اڄان تائين اٿڻتي هجي ڇاڪاڻ جو اسان کي اڄان متبادل جي وسيع تر ادراڪ واري تصور جو تجزيو ڪري دڳ رسائڻو آهي ۽ اِهو تصور اڄان ڪالهہ ئي سامهون آيو هو.

چيئرمين: سو تربيلا کان ٻين شين واسطي متبادل جو اِهو حصو اٿڻتو آهي؟

عبدالوهاب: سائين! اِهو اسانجو موقف آهي جنهن جي وڏيڪ اپٽار ڪندس. اسين پنهنجي گذارش اڳيئي ڪري چڪا آهيون تہ اڀرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ذيلي ڪينالن جو تربيلا تي ڪوبہ متبادل بار ناهي ۽ انهي پٽيرائي آئي بي پي پبليڪيشن 265 ۾ ڪرماني صاحب جي مشاهدي مان پڻ ٿئي ٿي، جنهن ۾ هو چوي ٿو تہ مارچ 1968 ۾ اسان کي اڀرندي دريائن تي پارت جي ڪنهن بہ قدم جو ڪو اُلڪو نہ هو.

بهرصورت تربيلا ذخيري تي هڪ ٻيو بار آهي. سائين! ورهاڱي کان اڳ اسين ربيع دوران پنجند کان هيٺ وهي ايندڙ سراسري 1.92 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي حاصل ڪندا رهيا هئاسين ۽ اهو مقدار سنڌو دريا ۾ ڪوٽ دوران سنڌ جي

ربيع وارين ضرورتن تي پورائي لاءِ گهربل هو. هاڻ ربيع دوران پنجند کان هيٺ نہ هئڻ جيترو وهڪرو ٿو اچي. انڪري سنڌ سمجهي ٿي تہ ان ڏس ۾ ان کي متبادل فراهمين جو تاريخي حق حاصل آهي ۽ اِهو واٽ ۾ ڪوٽن کي شامل ڪرڻ کان پوءِ اسان کي ملڻ گهرجي. سائين! اِهو بحث هيٺ ماهري سان پڻ لاڳاپيل آهي جيڪو متبادل جي ڪنهن حصي جي پورائي واسطي تربيلا جي ذخيري ڪيل پاڻي جي ڪيتري حد تائين ضرورت هوندي، بابت ڳالهہ ٿو ڪري. تربيلا ذخيري جي باقي گنجائش مڪمل طور تي ترقيات واسطي ميسر آهي ۽ هاڻ اوهانجي وسيع تر ادراڪ تحت اِهو استعمال جوڳي زيرِزمين پاڻيءَ جي موجودگيءَ کي مدنظر رکندي، انصاف پٽاندر ورهائڻو آهي.

<u>چيئرمين</u>: مونکي نظر ٿو اچي تہ تربيلا جو پاڻي وسيع تر تصور تحت مادي اهنجن کي ختم ڪرڻ واسطي استعمال نٿو ڪري سگهجي. ڪو حل ڳولهڻ جي ڪوشش پيو ڪريان. پر مونکي ان ڏس ۾ سنڌو جي مرڪزي وهڪري جي سمورين گهرجن جي پورائي کان پوءِ ئي ان بابت ويچارڻ گهرجي. اِهي ضرورتون پوريون ٿيڻ کان پوءِ، مونکي جولاءِ ۽ آگسٽ ۾ اضافي پاڻي ٿو نظر اچي. سموري ڏکيائي 15 سيپٽمبر کان اپريل جي پڇاڙ تائين شروع ٿيندي، جنهن عرصي بابت مونکي ڄاڻايو ويو آهي تہ سنڌو دريا کي متبادل جي بار کان مڪمل طور تي آجو رکڻو پوندو. جيڪڏهن ڪجهہ ليکڻو آهي تہ پوءِ ڪوٽ جي عرصي دوران تربيلا تي ڪيتري حد تائين وڃي سگهجي ٿو.

<u>عبدالوهاب</u>: سائين! جيڪڏهن اِهو اوهانجو نقطي نظر آهي تہ پوءِ ايتري ئي گذارش ڪندس تہ پوءِ پهرين ڪجهہ انگن اکرن جي خاطري ڪرڻ گهرجي. ٻين لفظن ۾ انهن کي تاريخي طور تي ڇا ملي رهيو هو انهن جي تفويض ٿيل مقدار ڇا هو ۽ انهن جون هاڻوڪيون گهرجون ڇا آهن؟ ذيلي زون ۾ ڪوٽن تي ويچارڻ دوران انهن سمورين شين کي مدنظر رکڻ گهرجي.

<u>چيئرمين</u>: اِهو ڏسنداسين تہ پنجاب کي ڇا ملي رهيو هو. جيڪڏهن رٽائن جو سرشتو 22000 ڪيوسڪ گنجائش وارو هڪ لنڪ شامل ٿو ڪري تہ انجو اِهو مطلب ناهي تہ اِهو 22000 ڪيوسڪ سان ئي وهندو رهندو. هاڻ حويلي، پنجند ڪينالن تي نظر وجهندس. اِهي اڳ ۾ ڇا حاصل ڪري رهيا هئا ۽ پاڻي نہ هئڻ دوران انهن لاءِ ڇا ڪجهہ يقيني بڻايو ويو. پر جيڪڏهن هو (پنجاب) چون ٿا تہ اِنهن ۾ 22000 ڪيوسڪ جو وهڪرو لازمي آهي تہ پوءِ اِهوئي

سوچيندس تہ انهن کي اُهو ئي ڪجهہ ملڻ گهرجي جيڪو اوهين هاڻ چئي رهيا آهيون. اوهين اِهو پيا چئو تہ ڪوبہ چشما ـ جهلم لنڪ ڏانهن نٿو وڃي سگهي.

عبدالوهاب: مون جيڪي ڪجهہ چيو پئي سو سمجهڻ جي ضرورت آهي. سائين! پاڻي جهلم ۾ چناب کان هيٺ ٿو اچي. چا اِهو تريمو ۾ پنجند تي استعمال ٿيڻ کانسواءِ سنڌ ڏانهن وڃي سگهي ٿو بس رڳو انڪري جو انهن کي سنڌو تي رڪٽو آهي؟ سائين! اِهو عملي حل ناهي ۽ ليکڻ لاءِ انتهائي اهم نڪتو.

چيئرمين: پاڻي هيٺ نہ پيو اچي؟

عبدالوهاب: يقيني طور تي اِهو اچي پيو ۽ ان کي روڪي نٿو سگهجي. قادر آباد ۾ سليمانڪيءَ تي اضافي پاڻيءَ کي هيٺ وهڻو ئي آهي. ايستائين جو پاڻيءَ لاءِ آبپاشي ضرورت نہ هئڻ مهل بہ اِهو ربيع دوران منگلا مان ڇوڙ ٿيڻ تي هيٺ وهڻو آهي.

چيئرمين: عابدي صاحب سان بہ منگلا جي وهنوارن بابت ڳالهہ ٻولهہ ڪئي اٿم. ڏسو جيڪڏهن سمورا ڪينال ڪنهن ڏکيائي کانسواءِ ڪم ڪري سگهن.

عبدالوهاب: سائين! معاملو انتهائي سادو سولو آهي. تريمو پنجند ۽ اسلام درحقيقت انهن جي ربيع وارين گهرجن لاءِ نئين سر پيدا ٿيل فراهمين تي قائم ڪيا ويا هئا. جيڪي ٿي سگهي ٿو تہ ڪنهن حد تائين گهٽجي ويون هجن پر بنهہ ختم نہ ٿيون آهن. جيتوڻيڪ پنجاب پنهنجي پريزنٽيشن ۾ اِها حقيقت سامون نہ آندي آهي پر لاهور ۾ اِهو اڻ سڌي ريت چيو ويو آهي تہ گذريل ربيع واري مُند دوران ڏهہ لک ايڪڙ فوٽ پاڻي موجود هو جيڪو انتهائي کوٽ وارو عرصو هو. جيڪڏهن نئين سر پيدا ڪيل مقدار جو ڪاٽو لڳايو وڃي، ۽ انجي ڪين اڳ ۾ ملندڙ سان پيٽ ڪئي وڃي ۽ ڪين هاڻ ڪيتري وڌيڪ مقدار جي گهرج آهي تہ هڪدم ان نتيجي تي پهچي ويندا تہ ڪين ڪيترين اضافي فراهمين جي گهرج آهي ۽ هنن لاءِ ٻين هنڌان ڪيترو پاڻي منتقل ڪرڻو آهي. سائين! اسين 'Dog in a Manger' پاليسيءَ جي پوئواري نٿا ڪرڻ چاهيون.

چيئرمين: نہ نہ.

عبدالوهاب: جيڪڏهن اِهو عملي انداز اختيار ڪريو جيڪو اسين واضح ڪرڻ جي ڪوشش پيا ڪريون تہ اوهين بہ ساڳي نتيجي تي پهچندا.

چيئرمين: سوال اِهو آهي تہ هيءَ هڪ عملي مسئلي جو هڪ عملي حل

آهي. ان ڪي عملي حل جي ضرورت آهي.

عبدالوهاب: ۽ حل سامهون پيو آهي.

چيئرمين: انڪانسواءِ پهريون بنيادي معاملو اِهو ڏسڻ آهي تہ ماڻهن جون گهرجون ڇا آهن ۽ ڇا اسين انهن جو پورائو ڪري سگهون ٿا؟ اِهو نہ تہ سنڌ وٽ ڇا هجي، يا پنجاب ڇا هئڻ جي خواهش ٿو رکي يعني مون وٽ تہ سڀ ڪجهہ هجي پوءِ پل ڀيا مري وڃن. سندن گهرجون ڇا آهن، تنهن جي مونکي پرواهہ ناهي. مون وٽ منهنجون گهرجون مقدم آهن. جيڪڏهن ان ريت پنهنجو دڳ ٿا اختيار ڪريو تہ.....

عبدالوهاب: نہ قطعي نہ. اِهو اسانجو موقف ناهي سائين!

چيئرمين: اوهانجو تعارف انتهائي شاندار آهي پر جڏهن تفصيل تي ٿا اچون تہ پوءِ سهمت نٿا ٿيو.

عبدالوهاب: نہ سائين! ائين ناهي. مونکي سڀڪجهہ نہ گهرجي. سوال اِهو آهي تہ جنهن ڏينهن لاهور ۾ پنجاب جو ڪيس پيش ڪيو ويو هو تڏهن چيو ويو تہ تريمو پنجند ۽ اسلام جون گهرجون هيءُ آهن ۽ انهن جون گهرجون سکر بيراج جون گهٽائي بہ پوريون ڪيون وڃن. اِهو مدنظر رکڻ کانسواءِ تہ ڇا سکر بيراج کي انجي گهٽ ۾ گهٽ فراهمي بہ ٿي رهي آهي يا نہ.

چيئرمين: مونکي لکت ۾ ڏيو تہ انتي نظر وجهان. اِهو ڏيوم تہ چشما - جهلم ۽ تونسا - پنجند لنڪ اوڏي مهل سنڌو مان نہ پريا وڃن جڏهن سنڌو پنهنجي تاريخي ادائيگين کان قاصر هجي. اِهو ڄاڻايو تہ رٿائن جي سرشتي جي فهرست ۾ ڏيڪاريل 22000 ۽ 12000 ڪيوسڪ وارا انگ اکر انهن ٻنهي لنڪس جي وڌ کان وڌ گنجائش وارا انگ اکر آهن. هاڻ اِهو قلهوڙيو تہ ڇا طئي ٿي چڪو آهي ۽ ڇا اوهانجي خيال ۾ طئي نہ ٿيو آهي. پوءِ ڏسنداسين تہ ڪين ڪيترو پاڻي ملي رهيو هو ۽ هاڻ ڪيترو ملڻ گهرجي. ڪين 22000 ڪيوسڪ پئي مليو يا 18000 ڪيوسڪ يا 14000 ڪيوسڪ.

عبدالوهاب: اِهو انتهائي سولو آهي. اِهي ٻئي لنڪ پائيپ لائين ئي آهن. ۽ انهن پائيپ لائنن ذريعي ڪي گهرجون پوريون ٿيڻيون آهن. جهڙي ريت اوهانجو چوڻ آهي تہ گهرج انتهائي اهم آهي، ۽ انهن کي پاڻي سندن تاريخي حقن موجب ملڻ گهرجي. جيڪڏهن اوهين اِهو ٿا چئو تہ عرض ڪندس تہ هيڊ ورڪس تي فراهم ٿيندڙ فراهمين کي مدنظر رکڻ گهرجي ۽ مٿان ايندڙ پاڻيءَ کي بہ انهن هيڊ

ورڪس جي طئي ڪيل گهرجن جي پورائي لاءِ استعمال ڪرڻ گهرجي.

چيئرمين: ڏاڍو سٺو اوهين ڪاغذ تيار ڪريو. آءٌ انهن جو جائزو وٺندس. منگلا کي بيشڪ کوٽن جي پورائي لاءِ پاڻي فراهم ڪرڻ گهرجي پر ماهرن موجب. توانائي جي مقصدن واسطي انجي سطح 1075 کان نہ گهٽجڻ گهرجي.

عبدالوهاب: ائين ناهي. ان مامري تي مناسب جاءِ تي بحث ڪنداسين.

چيئرمين: ڪنهن رپورٽ ۾ پڙهيو اٿم.

عبدالوهاب: لاڳاپيل مامري تي بحث دوران اوهان کي ان ڏس ۾ مناسب ورندي ڏيندس.

چيئرمين: هينئر بہ هو پنهنجي ڪرت ۾ رڌل آهن. ربيع ۾ سيني کي پاڻي ملڻ گهرجي. ٺيڪ آهي، اڳتي وڌو.

عبدالوهاب: ربيع پاڻي متبادل فراهمين جي پورائي کان گهٽو آهي ۽ باقي بچندڙ تريمو پنجند ۽ اسلام کي اضافي فراهمين لاءِ ڪافي گهٽو آهي.

چيئرمين: آءٌ فقط ايترو ڄاڻڻ چاهيان ٿو تہ اوهانجي خيال ۾ منگلا کان تريمو ڪيترو پاڻي ڇڏيان. اسين تريمو لاءِ پاڻي حاصل ڪنداسين پر انجي تاريخي استعمال جي تعين کان پوءِ ئي.

عبدالوهاب: بحث هيٺ مامري تي سنڌ جو ڪيس اڳيئي پيش ڪري چڪو آهيان.

چيئرمين: سڀ ڪجهه ممڪن آهي. تريمو ۽ پنجند کي منگلا تي رکڻ ممڪن آهي.

عبدالوهاب: اِهي ٻئي پائيپ لائنون يعني سنڌو جا لنڪ ڪينال ناهن. اسان جي گذارش موجب، جيستائين تربيلا جو تعلق آهي، سنڌ جو ان تي متبادل فراهمين لاءِ تاريخي حق آهي. ورهاڱي کان اڳ وارن ڏهن سالن دوران اپرندي دريائن جو سراسري اڻ روڪ وهڪرو ربيع دوران پنجند کان هيٺ 1.92 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. ان عرصي کان اڳ يا پوءِ، سنڌ درحقيقت انکان گهٽو وڌيڪ حاصل ڪري رهي هئي، پر اسان هيڃي ناهيون ۽ ورهاڱي سبب شروع ٿيل ڀارتي مداخلت کان اڳ اپرندي دريائن جي فطري وهڪري جي انگن اکرن تي پنهنجي گهر محدود ڪئي اٿئون. جهڙي ريت اڳيئي گذارش ڪئي وئي آهي تہ. پاڻيءَ جو اِهو مقدار، جيڪو پنجند کان هيٺ سنڌ کي ميسر هو اضافي نقصان شامل ڪرڻ

ڪان پوءِ تربيلا مان متبادل فراهمين ذريعي تبديل ٿيڻو هو تہ جيئن اسين پنهنجي صوبي ۾ اوترو ئي پاڻي حاصل ڪري سگهون.

چيئرمين: ترقياتي پاڻي ڪيترو گهربل آهي؟ هنن کي ترقيءَ/ رٿائن واسطي پاڻي گهربل هوندو. جيڪڏهن اوهان وٽ بہ ڪا ترقياتي رٿا آهي تہ ان لاءِ پاڻي گهربل هوندو.

عبدالوهاب: سائين! اِهو ڏار مامرو آهي ۽ انجو نمبر IX(6) آهي، جيڪو چوي ٿو:-

”تربيلا، منگلا ۽ چشما جا روان ذخيرا ڪهڙي ريت چئني صوبن ۾ ورهايا وڃن.“ منهنجي خيال ۾ پنجاب جي اسان جي دوست هاٽوڪي مامري کي مامرو نمبر IX(6) سان ڳنڍي ڇڏيو آهي. آءٌ اِهو نہ پيو ڪريان ۽ هاٽوڪي مامري تي مڪمل جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم.

مامرو نمبر IInd

عبدالوهاب: هيءُ مامرو چوي ٿو:

**”مختلف تجويزن هيٺ رٿا جو وهنوار ڪيتري حد تائين هيلين کي عملي طور تي نقصان رسائي سگهي ٿو.**

**(a) سنڌ بيراج ڪينال“**

رٿائن جي سرشتي جو عملي پيمانو اجان طئي ٿيڻو آهي. اِهو رٿائن جي سرشتي جي اڏاوت جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل، ورچ ڪيل اضافي موجودگين جي استعمال سان ويجهي ريت ڳنڍيل آهي. پنجاب موجب، رٿائن جي سرشتي جو عملي وهنوار، نام نهاد ’زوننگ‘ جي تصور تي آهي، جيڪو هو چناب - جهلم زون ۽ سنڌو زون ٿا سڏين. اِهو تصور اولهہ پاڪستان جي سمورن ڪينالي سرشتن لاءِ IBAB استعمالن واري تصور مان اُسريو آهي. بين الاقوامي دستاويزن ۾ ڪٿي بہ ’زوننگ‘ جهڙو لفظ موجود ئي ناهي ۽ انڪري ان جي ڪابہ قانوني حيثيت ناهي. اِهو انهن جو ئي تخليق ڪيل آهي جيڪي خريف ۽ ربيع ٻنهي مُندن ۾ تريمو پنجند ۽ اسلام هيڊ ورڪس کي مڪمل طور تي سنڌو دريا تي رکڻ چاهين ٿا. پل اهڙي تجويز سنڌو جي مرڪزي وهڪري تي انحصار ڪندڙ بيراجن کي ڪٽي ڪيترو بہ نقصان رسائي. سنڌ ان تصور سان عملي پيماني طور سهمت نٿي ٿي سگهي ۽ نہ ئي وري آهي ڇاڪاڻ جو اِهو سنڌ بيراج ڪينالن کي يقيني طور تي جوڳو عملي نقصان رسائيندو.

انهيءَ تجويز تحت، سنڌو جي پاڻيءَ جا جوڳا مقدار، خريف ۽ ربيع ٻنهي مُندن دوران ذيلي زون ڏانهن منتقل ڪرڻ جو رٿيو ويو آهي. اِها منتقلي سنڌ جي بيراجي ڪينالن کي جيڪو انتهائي گهڻو نقصان رسائيندو، سنڌو جي بيراجن جي موجودگي ۽ گهرجن وارن انگن اکرن ۾ پلي پت پڌرو آهي. ٻين لفظن ۾، اِهو ڏيکاريندس تہ جيڪڏهن سنڌو مان منتقلي نہ ڪئي وڃي، سنڌو جي بيراجن جي موجودگي ۽ گهرج واري پوزيشن ڇا آهي ۽ جيڪڏهن منتقلي ڪئي ٿي وڃي تہ صورتحال ڇا هوندي. ان مقصد واسطي اسان هڪ اپياس ڪيو آهي، ۽ موجودگيءَ کي چوڙ وڻان ورتو اٿئون ڇاڪاڻ جو سنڌ موجودگيءَ جي ليکي چوکي لاءِ هڪ ئي بنياد آڏو ٿي رکي. يعني سراسري موجودگي. جهڙي ريت اڳ ۾ ئي ڇاڻايو ويو آهي تہ سنڌ ڪنهن بہ ريت IBAB استعمالن واري تصور سان سهمت نٿي ٿي سگهي جيڪو فقط هڪ علائقي لاءِ ئي لاياٿو آهي پر معنيٰ خيز اپياس جا نتيجا پيش ڪندي، آءَ اِهو ثابت ڪرڻ چاهيندس تہ اِهي استعمال بہ، جيڪي سنڌ جي بيراجن لاءِ گهٽ آهن. سنڌو مان منتقليون ڪرڻ جي صورت ۾ نہ رڳو مادي نقصان پهچائينديون پر اِهي تباهہ ڪُن صورتحال جو پڻ سبب بڻبيون. پنهنجي ڳالهہ جو نقشو چٽڻ لاءِ، رم اسٽيشن (ڪالا باغ) تي سراسري موجودگي ۽ IBAB سطح جي استعمال پٽاندر گهرجن جا انگ اکر بورڊ تي لکندس تہ جيئن ڪميٽيءَ آڏو درست تصوير پيش ٿي سگهي. استحڪام واسطي IBAB تجويزن موجب، سنڌو کان منتقلين جو مقدار برقرار رکڻ چاهيندس. جيڪو بحث هيٺ مامري سان لاڳاپيل آهي.

## سنڌو دريا

### A۔ منتقليءَ کانسواءِ

| عرصو | موجودگي | گهرج | کوٽ (-) يا واڌي (+) |
|---|---|---|---|
| ربيع | 12.7 | 13.44 | -0.74 |
| خريف اپريل - مئي | 13.91 | 7.82 | +6.09 |
| جون | 16.46 | 7.77 | +8.69 |
| پهرين جولاءِ کان 20 سيپٽمبر | 51.58 | 23.66 | +27.92 |
| 21 کان 30 سيپٽمبر | 1.84 | 2.56 | -0.72 |

## سنڌو دريا

## B۔ منتقليءَ سان

| عرصو | موجودگي | منتقلي | پاڇي موجودگي | گهرجون | کوٽ (-) يا واڌي (+) |
|---|---|---|---|---|---|
| ربيع | 12.70 | 3.86 | 8.84 | 13.44 | -4.6 |
| خريف اپريل ـ مئي | 13.91 | 2.29 | 11.62 | 7.82 | +3.8 |
| جون | 16.46 | 1.96 | 14.5 | 7.77 | +6.73 |
| پهرين جولاءِ کان 20 سيپٽمبر | 57.58 | 5.53 | 46.05 | 23.66 | +22.39 |
| 21 کان 30 سيپٽمبر | 1.84 | 0.67 | 1.17 | 2.56 | -1.39 |

سائين! منطقي ٿيڻ واسطي خريف جي مُند جي موجودگين ۽ گهرج کي چئن عرصن ۾ ورهايو اٿم ته جيئن ڪوبه هن اڀياس جي نتيجن تي مونجهاري جو شڪار ٿي تنقيد نه ڪري. اچو ته پهرين اُن جدول جو جائزو وٺون جيڪا ذيلي زون ڏانهن پاڻيءَ جي منتقلي نه ٿيڻ واري صورتحال تي ڏيکاري. جدول A مان نظر ايندو ته سنڌو ۾ وهڪري جي فراهمين جي موجودگي 21 کان 30 سيپٽمبر ۽ سموري ربيع مُند دوران گهرج کان گهٽ آهي. ايستائين جو منتقليءَ کانسواءِ به کوٽ سيپٽمبر ۾ 0.72 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ ربيع واري اهم عرصي دوران وڌيڪ 0.74 ملين ايڪڙ فوٽ تي بيٺجي. هاڻ اچو ته جدول B جو جائزو وٺون جيڪا ’زوننگ‘ تجويز تي عمل ڪندي ذيلي زون ڏانهن سنڌو جي پاڻيءَ جي منتقليءَ واري آهي. اِها کوٽ خريف جي پڇاڙي مُند دوران 1.39 ملين ايڪڙ فوٽ ڏانهن وڌندي ۽ ربيع دوران 4.6 ملين ايڪڙ فوٽ. سائين! اِهو پويون مقدار ذري گهٽ منگلا ڊيم جي گنجائش جيترو آهي. اِهو سنڌ جي بيراجي ڪينالن تي تيار ٿيندڙ خريف جي فصلن کي يقيني طور تي جوڳو هاجو رسائيندو ۽ اِهو ربيع جي فصلن واسطي ڪنهن تباهيءَ کان گهٽ نه هوندو.

خريف دوران 20 سيپٽمبر کان اڳ ڪجهه واڌي فراهميون موجود آهن. پر اُن وقت جهلم ۽ چناب دريائن ۾ پڻ اضافي فراهميون موجود هونديون آهن جن بابت اينڊرز مامري دوران بحث ڪندس. سائين! اِهو به سمجهڻ گهرجي ته سنڌو دريا مڪمل طور تي ڪنٽرول هيٺ دريا ناهي ۽ انهن اڻ ڪنٽرول پاڻين جو هڪ وڏو مقدار خريف جي مُند دوران سمنڊ ۾ تو داخل ٿئي.

اها تصوير پيش ڪندي، اينڊرز مامري کي نبيريندي اِهو واضح ڪندس ته جيڪڏهن ذيلي زون ڏانهن ڪابه منتقلي نٿي ڪئي وڃي تڏهن به ڪميٽيءَ

آڏو واضح هوندو ته ذيلي زون ۾ ڪوٽن ۽ واڙين جي حد نه رکو جوڳي پر لاپائتي هوندي. انڪري گذارش ڪندس ته انڪان اڳ جو آءُ ذيلي زون ۾ موجودگي ۽ گهرج جي پتر پري تصوير پيش ڪريان، مهرباني ڪري اِهي انگ اکر نوٽ ڪيا وڃن.

چيئرمين: اڳتي وڌڻ کان اڳ اِهو ٻڌايو ته 1976 ۾ جڏهن تربيلا شروع ٿيندو ته ڪهڙي ريت وهنوار هلائيندا؟ ۽ جيڪڏهن 1976 ۾ ڪوٽون پوريون ٿي ويون ته ڪيترو پاڻي واڌي بچندو؟

عبدالوهاب: سائين! سادو سودو جواب اِهو ٿيندو ته پهرين سنڌو ۾ ڪوٽ جو پورائو ڪيو ويندو ۽ انڪان پوءِ تربيلا ۾ جيڪي ڪجهه پاڇي هوندو سو ترقياتي جزي طور ورڇ لاءِ هوندو. بهرحال آءُ اِهو چاٽائڻ تي مجبور آهيان ته ناهه يا رٿائن جي سرشتي جو تصور اپرندي دريائن جي پاڻيءَ جي نقصان سبب سنڌ لاءِ سنڌو دريا تي ڪوٽ پيدا ڪرڻ لاءِ نه هو. اپرندي دريائن مان وچايل ڪينالن جي فراهمي نون وسيلن جهڙوڪ متبادل رٿائن ذريعي منتقل ٿيڻي هئي. يقيني طور تي ناهه يا رٿائن جي سرشتي پويان اِهو فلسفو نه هو ته پهرين سنڌو جي وهڪري وارن پاڻين جي سنڌ جي بيراجن لاءِ ڪوٽ پيدا ڪئي وڃي ۽ پوءِ اِها ڪوٽ تربيلا ذخيري مان پوري ڪئي وڃي. جهڙي ريت اڳيئي وضاحت ڪري چڪو آهيان ته رٿائن جو سرشتو فقط گنجائشون هو ۽ تڏهن استعمالن جون جيڪي به تجويزون هيون سي فقط بهترين منصوبي جي حصول لاءِ ئي هيون.

عبدالوهاب: هاڻ مامرو نمبر (5)11 ڪٺندس ته جيئن نتيجن جي گڏوگڏ پيٽ ڪري سگهجي.

**پنجاب جو چوڻ آهي ته جيڪڏهن 'زوننگ' واري تجويز رد ڪئي وئي ته ذيلي ڪينالن کي هاڃو رسندو.** سائين! انگن اکرن مان ثابت ڪندس ته ذيلي ڪينالن کي ڪوبه نقصان نه رسندو. درحقيقت، مامرا نمبر(4)11 ۽ (5)11 گڏيل طور تي نبيرڻ گهرجن ڇاڪاڻ جو مامرو نمبر (5)11 پنجاب جي اقرار تي شامل ڪيو ويو هو.

تجويز جي رد ٿيڻ جو واحد مطلب پنجاب جي 'زوننگ' واري تصور تان هٽ ڪٺڻ، ٻين لفظن ۾ جيڪڏهن تريمو، پنجند ۽ اسلام کي خريف ۽ ربيع ٻنهي مُندن ۾ مڪمل طور تي سنڌو دريا تي نئو وڌو وڃي ته ان سان اپرندي دريائن جي ڪينالن، پنجند ۽ تريمو کي هاڃو رسي سگهي ٿو؟

’زوننگ‘ جو پرچار ايرندي دريائن جي نقصان وارن اثرن کي رد ڏيڻ لاءِ ڪيو ويو آهي ۽ انڪري سوال جو جواب ڏيڻ کان اڳ، ورهاڱي جي ڪري حالتن جي متاثر ٿيڻ کان اڳ ذيلي زون ۾ پاڻي جي موجودگي ۽ گهرج کي جاچڻ ضروري آهي. هت به آءٌ استعمال جي IBAB جون مٿاهون سطحون استعمال ڪندس ته جيئن پنجاب جي ڪينالن جي ورهاڱي مهل ۽ هن وقت لاڳاپيل صورتحال واري تصوير پيش ڪري سگهان. جيستائين دريائن ۾ موجودگيءَ جو تعلق آهي، ورهاڱي کان اڳ وارن ڏهن سالن جي عرصي لاءِ سراسري موجودگي ڪنئي اٿم. جهڙي ريت اڳ ۾ وضاحت ڪئي وئي آهي تہ اِهو ذيلي زون جي اڻ روڪ وهڪرن وارو دور هو. پنهنجي ڳالهہ جي اُپٽار لاءِ انگ اکر بورڊ تي ٿو لکان.

## هاڻوڪي ذيلي زون جي ورهاڱي مهل صورتحال

(ملين ايڪڙ فوٽ)

| عرصو | ايرندا دريا | | | اولهندا دريا | | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| | موجودگي | (جهلم-چناب) گهرج (IBAB) | ڪوٽ (-) واڌ (+) | موجودگي | (جهلم-چناب) گهرج (IBAB) | ڪوٽ (-) واڌ (+) |
| ربيع | 2.50 | 3.80 | -1.30 | 8.61 | 9.90 | -1.29 |
| خريف | | | | | | |
| اپريل-مئي | 1.28 | 2.54 | -1.26 | 10.42 | 4.65 | +5.77 |
| جون | 1.56 | 1.93 | -0.37 | 7.37 | 3.37 | +4.00 |
| جولاءِ 20 سيپٽمبر | 13.63 | 5.28 | +835 | 22.05 | 8.77 | +13.28 |
| 21 کان 30 سيپٽمبر | 0.73 | 0.64 | +0.09 | 0.92 | 1.10 | -0.18 |

نوٽ: راويءَ جو عنصر خريف ۽ ربيع ۾ ٻنهي ڦٽندن ۾ اُلهندي ڪينالن جي استعمال لاءِ موجود ليکيو ويو آهي.

سائين! جدول مان ڏسي سگهجي ٿو تہ ورهاڱي وقت ايرندي ڪينالن ۾ آڳاٽي خريف کان 30 جون تائين تمام گهٽي ڪوٽ هئي ۽ جيتوڻيڪ ان عرصي دوران اُلهندي ذيلي ندين ۾ جوڳو اضافي پاڻي موجود هو پر دريائن کي ڳنڍيندڙ لنڪس جهڙين منتقليءَ جون سهولتون نہ هئڻ ڪري اِهي واڌيون ايرندي ڪينالن جون ڪوٽون ختم نہ ڪري سگهيون. ايستائين جو سيپٽمبر دوران پڻ اولهندي ذيلي ندين يعني جهلم ۽ چناب دريائن ۾ پڻ ڪجهہ ڪوٽ نظر ايندي.

ربيع دوران، صورتحال اِها هئي جو ايرندي ۽ اُلهندي ڪينالن ٻنهي واسطي گهرجن جي ڀيٽ ۾ گهٽ موجودگي هئي.

ڪوٽ ايرندي ڪينالن لاءِ 1.3 ملين ايڪڙ فوٽ تائين ۽ اولهندي

ڪينالن لاءِ 1.29 ملين ايڪڙ فوٽ تائين هئي.

چيئرمين: ڇا ربيع واري عرصي ۾ تريمو لاءِ گهرج شامل آهي؟

عبدالوهاب: جيءُ سائين! شامل آهي.

چيئرمين: جيڪڏهن انهن استعمالن ۾ ورهاڱي مهل ايتري کوٽ هئي ته هاڻوڪي صورتحال ڇا آهي؟

عبدالوهاب: بس سائين! اجهو ته انگ اکر پيش ڪريان.

عبدالوهاب: سائين! اچو ته منگلا ڊيم ۽ بين دريائي لنڪس سان ذيلي زون جي هاڻوڪي صورتحال جو جائزو وٺون. آڏو رکڻ جهڙو هڪ وڏيڪ اهم پيمانو اولهندي ڪينالن ۾ استعمال واسطي اپرندي دريائن کان فراهمي. ۽ اولهندي ڪينالن لاءِ راويءَ جا وهڪرا خريف ۽ ربيع ٻنهي لاءِ ختم ٿي چڪا آهن. ۽ ان جي اُبتڙ منگلا تي 5.34 ملين ايڪڙ فوٽ جي اضافي ربيع واري فراهمي ميسر هوندي. نئين موجودگي ۽ گهرج واري صورتحال بورڊ تي واضح ٿو ڪريان.

**31مارچ 1970 تي يعني اپرندي دريائن جي فراهميون بند ٿيڻ کان پوءِ حاصل**

**ڪيل ذيلي زون جي هاڻوڪي صورتحال**

| عرصو | ملين ايڪڙ فوٽ ڪينال گهرج (IBAB) ڪٽهن تي انحصار | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| | موجودگي | اپرندا دريا | اولهندا دريا | ڪُل | کوٽ (-) واڌ (+) | |
| ربيع | 13.33=5.34+7.99 | 3.80 | 8.61 | 12.41 | +0.92 | |
| خريف | | | | | | |
| اپريل-مئي | 10.06 | 2.54 | 4.65 | 7.19 | +2.87 | |
| جون | 7.16 | 1.93 | 3.37 | 5.30 | +1.86 | |
| جولاءِ 20 سيپٽمبر | 19.43 | 5.28 | 8.77 | 14.05 | +5.38 | +10.11 |
| 21 کان 30 سيپٽمبر | 0.83 | 0.64 | 1.10 | 1.74 | -0.91 | |

نوٽ: منگلا پرڻ لاءِ اسان کي 5.34 ملين ايڪڙ فوٽ جي گهرج آهي جڏهن ته 20 سيپٽمبر تائين 10.11 ملين ايڪڙ فوٽ اضافي پاڻي ميسر آهي.

سائين! هن جدول مان پروڙي سگهبو ته نام نهاد 'زوننگ' تجويز جي عملي صورت ڪانسواءِ سمورن ذيلي ڪينالن کي اوترئي فراهمي ٿي پئي سگهي جيڪا انهن کي اڻ روڪ پنجن ذيلي دريائن کان حاصل هئي. نه رڳو اهو پر پروڙي سگهبو ته اهي سموريون گهرجون پوريون ڪرڻ کان پوءِ، اسان وٽ ورهاڱي مهل خطرناڪ کوٽ واري صورتحال جي ڀيٽ ۾ لڳ ڀڳ سموريون اضافي فراهميون موجود هونديون. واضح آهي ته 'زوننگ' تي عمل درآمد نه ڪرڻ سان اپرندي

ڪينالن، پنجند يا تريمو کي ڪوبہ هاڃو نہ رسندو. حقيقتاً اِها آهي تہ اپريل کان مئي وارن مهينن ۾ دوران ايرندي ڪينالن ۾ 1.26 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ 0.37 ملين ايڪڙ فوٽ جي کوٽ اولهندي ذيلي ندين ۾ ترتيبوار 2.87 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ 1.86 ملين ايڪڙ فوٽ جي اضافي وهڪرن مان پوري ڪري سگهجي ٿي. ان کان پوءِ، ورهاڱي مهل، ايرندي ڪينالن ۾ 1.3 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ اولهندي ڪينالن ۾ 1.29 ملين ايڪڙ فوٽ جي کوٽ ربيع جي اضافي موجودگين سبب ختم ٿي وئي آهي.

سائين! جيڪڏهن 'زوننگ' نٿي ڪئي وڃي تہ اِها ذيلي زون لاءِ لاياٿي صورتحال هوندي، کوٽ جو سوال ئي نٿو پيدا ٿئي ۽ انڪريءَ 'زوننگ' تجويز ختم ڪرڻ سان مادي نقصان جو سوال ئي نٿو پيدا ٿئي. اِهو ذڪر بر مهل ٿيندو تہ انهيءَ لاياٿي صورتحال سان گڏوگڏ، ذيلي زون هن مهل اُساريل استعمال جوڳي زير زمين پاڻيءَ سان ٽمٽار آهي، جيڪو مقدار ۾ منگلا ۽ تربيلا جي گڏيل گنجائش کان بہ وڌيڪ آهي. اِهو عجيب آهي تہ جي انهن سمورين نعمتن ۽ پاڻيءَ جي موجودگيءَ واري اهڙي بهتر حيثيت جي باوجود، پنجاب 'زوننگ' رٿ ختم ٿيڻ جي صورت ۾ پنهنجي زراعت جي تباهيءَ جي ڳالهہ ٿو ڪري.

ڪميٽيءَ جو ڌيان منتقلين ڪانسواءِ سنڌو ۾ کوٽ ۽ واڌاريءَ وارن ڪالمن ڏانهن بہ ڇڪرائڻ چاهيندس تہ جيئن ذيلي زون ۾ کوٽ ۽ واڌي جي هاٺوڪي صورتحال سان ڀيٽ ٿي سگهجي. اِهو پروڙيو تہ ذيلي زون ۾ صورتحال ڪنهن بہ ريت ڳنڀير ناهي. ايترو ضرور مونکي ڄاڻائڻ گهرجي تہ ذيلي زون جي هاٺوڪي موجودگيءَ ۾ نئين سر پيدا ٿيل فراهمين جا انگ اکر نہ ڳڻيا اٿم جيڪي يقيني طور تي تريمو، پنجند هيڊ ورڪس وغيره تي ميسر آهن. انهيءَ انتهائي لاياٿي صورتحال جي باوجود بہ واڌ مان منتقليون ڪيون ٿيون وڃن، تہ جهڙي ريت اڳي ڏيکاري آيو آهيان تہ سنڌو دريا جي مرڪزي وهڪري تي انحصار ڪندڙ بيراجن جي گهرج ۾ ربيع دوران 4.6 ملين ايڪڙ فوٽ جي کوٽ رهندي.

انهن اڀياسن جا نتيجا واضح طور تي ثابت ٿا ڪن تہ IBAB استعمالن يا 'زوننگ' رٿ وارو تصور هڪ نوازيل علائقي کي ئي لاڀ رسائيندو. سائين! اڀياس جا نتيجا، انگن اکرن سودو اوهانجي آڏو آهن ۽ اِهي واضح طور تي سنڌ جي موقف جي تائيد ٿا ڪن.

**III. سنڌ ـ پنجاب مسودي وارو ٺاهه:**

عبدالوهاب: مامري جو ٽيون اهم اسم سنڌ ـ پنجاب مسودي واري ٺاهه بابت آهي. منهنجي نائب ڪتري صاحب ان موضوع تي اڀياس ڪيو آهي ۽ ڪيس ان ڏس ۾ اسانجو موقف پيش ڪرڻ لاءِ اوهانجي اجازت چاهيندس.

چيئرمين: ٺيڪ آهي. جيءَ ڪتري صاحب!

اسماعيل ڪتري: هاڻ سنڌ ـ پنجاب مسودي واري ٺاهه تي ٿا اچون. مامرو نمبر 1 چوي ٿو:

"**چا 1945 وارو سنڌ ـ پنجاب مسودي وارو ٺاهه قانوني طور تي بحال ۽ لازمي ٺاهه آهي؟**"

سائين! هيءَ ٺاهه جيستائين سنڌ جو تعلق آهي انتهائي اهم اسم آهي. پنجاب نه رڳو انهيءَ ٺاهه جي جوڳي هيٺڻ کان نابري واري آهي پر انهيءَ ٺاهه جي موجود هيٺڻ کان ئي ذري گهٽ نابري واري آهي. طارق صاحب، تنهن ڏينهن تہ اِهو بہ چيو تہ انهيءَ ٺاهہ جو ڪو پوت بہ نہ هو. انڪري انهيءَ سموري معاملي جي بڻ بنياد، انهيءَ ٺاهه لاءِ پيدا ٿيل حالتن، ان لاءِ ٿيل تفصيلي غور ويچار اِهو ٺاهه ڪرڻ ۾ آيل حالتن ۽ گڏوگڏ ان تي صحيون ٿيڻ کان پوءِ ان تي عمل درآمد جو جائزو وٺڻ ضروري آهي.

سائين! رائو ڪميشن کان اڳ، هندستان حڪومت "ايندرسن ڪميٽي تفويض" سڏجندڙ تحت موجود رٿائن لاءِ تفويض جو فيصلو ۽ توثيق ڪندي هئي.

پنجاب طرفان پاڪڙا ۽ بياس ڊيمن جهڙن طاس جي مٿاهن حصن ۾ پاڻيءَ جي وڏين رڪاوٽن جهڙن انيڪ تجويزن تي سنڌ حڪومت جي احتجاج تي ڪن ڌريندي هندستان حڪومت رائو ڪميشن مقرر ڪيو تہ جيئن انهن شڪايتن کي مڪمل طور تي جانچي سگهجي. ڪميشن ڪجهہ نتيجن تي پهتو ۽ آءُ پيرا 79 صفحو 57 جلد 1 رائو ڪميشن جي رپورٽ مان حوالو ٿو ڏيان:

"اسانجو عمومي نتيجو اِهو آهي تہ عمل پذير يا مڪمل ٿيڻ وارين رٿائن جي گهرج لاءِ پنجاب طرفان جاٽايل ضروري ڪٽت سنڌ جي ڪينالن کي خاص طور تي سيپٽمبر جي مهيني ۾ نقصان رسائڻ جو سبب بڻجي سگهن ٿا."

اِهو وسيع نتيجو هو جنهن تي ڪميشن پهتو. ڪميشن ان نتيجي کي مدنظر رکندي اِهو ٿلهوڙڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ڪهڙي ريت ان نقصان کان بچي سگهجي ٿو. ڪميشن جي سفارش اِها هئي تہ پنجاب جي نين رٿائن کان پوءِ، وقت

گذرڻ سان پاڻيءَ جو وهڪرو گهٽجڻ واري مسئلي کي منهن ڏيڻ لاءِ سنڌ کي اطمينان جوڳي سطح تائين پاڻي فراهم ڪرڻ واسطي سنڌ ۾ بيراج هر صورت مڪمل ڪيا وڃن. پيرا 81 صفحي 58 تي ڏنل رپورٽ جي سفارش پڙهان ٿو:

"جهڙي ريت اسان پروڙيو آهي، هو سنڌ جي ڪينالن کي مادي نقصان رسائڻ جي جوکم کانسواءِ (پنهنجي پاڪڙا رٿا ۾ اضافي پاڻيءَ جو چوڙ) اِهو نٿا ڪري سگهن..... اسين يڪرائپ آهيون تہ هيءَ (سنڌ ۾ ٻن نون بيراجن جي اڏاوت) ليکجي سگهندڙ آهي تہ سڀ ڪان وڌيڪ اطمينان جوڳو حل هوندو..... اِهو واضح آهي تہ سنڌ ان نوعيت جي رٿا کي قرض کڻڻ کانسواءِ مڪمل نٿي ڪري سگهي. پل اِهو ليکجي تہ پنجاب ٻن ڪروڙ رپين جي حصيداري ڪندو (اُن وقت جي مُلهہ موجب) جيڪو اسين انجي طرفان رسندڙ نقصان جي ازالي لاءِ ڪو غير مناسب رقم نٿا سمجهون."

ڪميشن آڏو ٻهريون خريف مامرو اِهو هو تہ ڇا پنجاب لاءِ مخصوص ڪن رٿائن جي اجازت ڏني وڃي يا نہ. جيڪڏهن ها تہ پوءِ ڪهڙن شرطن تي.

ٽي اهم رٿائون پاڪڙا ڊيم، ذخيري واريون رٿائون ۽ بلوڪي - سليمانڪي لنڪ هيون. اِهي رپورٽ جي صفحي 56 جي پيرا 75 ۾ ڄاڻايل آهن.

ٻهرين خريف مامري جي فيصلي تي ڪميشن پنهنجي رپورٽ (پيرا 87، صفحو 61 جلدI) ۾ پروڙيو.

"جيڪڏهن، مرڪزي حڪومت جي اخذ ڪيل نتيجي پٽاندڙ ٻچاءَ واري ڪنهن رٿا تي پنجاب ۽ سنڌ ۾ يڪرائپ ۽ گورنر جنرل جي توثيق ٿئي ٿي، نہ رڳو ماليات جي حوالي سان پر پاڻيءَ جي ورڇ ۽ ٻين ضروري تفصيلن تي بہ، پوءِ پنجاب حڪومت تي فقط هڪ شرط لاڳو ڪرڻو پوندو تہ هو يڪرائپ واري رٿا لاءِ سنڌ حڪومت سان پاڳي پائيواري ڪن - يا، جيڪڏهن ڏريون آزاداڻي طور تي ڪنهن ٺاهہ تي پهچن ٿيون ۽ جيڪڏهن گورنر جنرل اُن ٺاهہ کي منظوري ڏئي ٿو تہ هو پنجاب حڪومت کي ٺاهہ جي شرطن تحت رٿائن کي جاري رکڻ جي اجازت ڏئي سگهي ٿو."

سائين! اِهو هو ٻهرين خريف مامري تي ڪميشن جو ڇوڙ. ان معاملي تي انهيءَ فيصلي تي وڌيڪ عمل درآمد ڪهڙي ريت ٿيڻ گهرجي، تنهن بابت پڻ ڪميشن سفارش ڪئي هئي. اها صفحي 62 ۽ 63 تي ڄاڻايل آهي:

"سندن طرفان ڏنل خاطرين پٽاندر پنجاب حڪومت تي ٻهرين آڪٽوبر

1945 کان اڳ يا گورنر جنرل طرفان پنجاب حڪومت سان صلاح مشوري سان طئي ڪيل تاريخ تائين پهرين خريف مامري ۾ ڇاٽايل رٿائن جي شروع ڪرڻ تي روڪ هوندي اِها تاريخ. پوءِ اِها پهرين آڪٽوبر 1945 هجي يا گورنر جنرل طرفان مقرر ڪيل ڪا بي تاريخ. هاڻ "ڇاٽايل تاريخ" طور حوالي هيٺ ايندي "ستلج تي ڀاڪڙا ڊيم رٿا ۽/ يا بياس جي مرڪزي وهڪري تي بياس ڊيم رٿا تي عمل درآمد ڇاٽايل تاريخ سان لاڳاپيل هوندو."

(a) اهڙن شرطن تي جيڪي ان تاريخ کان اڳ. بين ڊرين سميت يا انهن کانسواءِ پنجاب ۽ سنڌ جي حڪومتن وچ ۾ طئي ٿين. پر (بيون ڊريون هيٺ ڪري) گورنر جنرل جي صوابديدي منظوريءَ سان يا اهڙي ٺاهه جي ڪوتاهيءَ ۾.

(b) اتر هندستان ڪينال اينڊ ڊرينج ايڪٽ 1873 جي شقن موجب. گورنر جنرل پنهنجي صوابديد ۾ سندس نظر ۾ ضروري هيٺ جي صورت ۾ ڇاٽايل تاريخ کان اڳ واري ڪيل ڪنهن حڪم نامي جي اطلاق. ڦير گهير يا اضافن کي لاڳو ڪرڻ جي هدايت ڪري سگهي ٿو."

مٿين مان بنهه واضح آهي ته هر ڪنهن هيٺين تي سهمت ڏيکاري:

1. ته ڀاڪڙا ڊيم ۽ بياس ڊيم جي اڏاوت سنڌ جي ڪينالن ۾ فراهمين تي ناهڪاري اثر وجهي سگهي ٿي.

2. ته به نوان بيراج اڏيندي انهن کي يقيني فراهميءَ جي خاطري ڪندي انهن کي تحفظ ڏئي سگهجي ٿو ۽

3. انهن ٻن بيراجن جي اڏاوت جي خرچ ۾ پنجاب طرفان ڀاڱي ڀائيواري ذريعي سنڌ کي ازالو ڏيڻ جي ضرورت هوندي. ڪميٽيءَ اِهو به رٿيو ته جيڪڏهن ڊريون آزاداڻي طور تي ڪنهن ٺاهه تي پهچن ٿيون. ۽ جيڪڏهن گورنر جنرل ٺاهه کي منظور ٿو ڪري. ته هو پنجاب حڪومت کي ان ٺاهه جي شقن تحت رٿا تي عمل درآمد جي اجازت ڏئي سگهي ٿو.

سائين! ان سنڌ - پنجاب ٺاهه لاءِ ڳالهه ٻولهه جي راهه هموار ڪئي.

مٿين سهمت پرئي نتيجن سان ٺهڪاءُ ۾ پنجاب ۽ سنڌ حڪومتن وچ ۾ سنڌو ۽ انجي ذيلي ندين جي سمورن پاڻين جي تفويض بابت هڪ مڪمل ٺاهه تي رسڻ لاءِ ڳالهيون شروع ٿيون. ان ريت ڳالهين جو بنيادي اصول پهرين به بيراج اڏيندي ۽ پوءِ مٿاهون حصو هيٺ ڪري دريائن کان پنجاب جي ڪينالن جي تفويض کي محدود ڪندي. تان جو سنڌ جي ڪينالن لاءِ سهمت پريا ڇوڙ ميسر نه

ٿين. ذريعي سنڌ جي ڪينالن ڏانهن پاڻيءَ جي فراهميءَ جو تحفظ ڪرڻ هو.

انڪري ازالي جي مقدار جي تعين وارو سوال ثانوي نوعيت وارو هو. سنڌ جي ڪينالن کي پاڻيءَ جي فراهميءَ جي تحفظ لاءِ سنڌ ۾ رٿائن جي اڏاوت لاءِ ياڳي پائيداريءَ وارو اصول اڳيئي مڃيل هو نہ رڳو ڪميشن طرفان پر خود پنجاب طرفان پڻ. ٻنهي صوبن وچ ۾ مرڪزي ڳالهيون پنجاب ۽ سنڌ کي پاڻيءَ جي تفويض بابت هيون.

انڪري ٻنهي صوبن جي چيف انجنيئرن ان بابت ڳالهيون هلايون ۽ پاڻيءَ جي تفويض ۽ پاڻيءَ سان لاڳاپيل ٻين مامرن تي، جيڪي ٺاهہ ۾ ڇاڻايل آهن، مڪمل يڪرائپ سان ٺاهہ تي صحيحون ڪيون.

سنڌ کي ادا ٿيندڙ ازالي جي مقدار جي ڏس ۾ معاملي تي ڪو فيصلو نہ ٿيو. درحقيقت ون يونٽ جي لاڳو ٿيڻ ان مامري تي فيصلي جي ضرورت کي ختم ڪري ڇڏيو ڇاڪاڻ جو پنجاب ۽ سنڌ وارا ٻئي صوبا هڪ حڪومت تحت اچي ويا ۽ هاڻ هڪ پاران ٻئي کي ازالو پيري ڏيڻ وارو سوال باقي نہ رهيو. پنجاب خود واضح ڪيو آهي تہ ون يونٽ حڪومت جي فنڊن مان ئي ون يونٽ کان پوءِ واري ٻن بيراجن جي اڏاوت جو خرچ ڪيو ويو. انهيءَ پوزيشن سان، پاڻيءَ بابت شقن وارو سنڌ - پنجاب ٺاهہ، جنهن کي شروعات کان ئي ٻنهي صوبن قبوليت ڏني، مختلف رٿائن کي پاڻيءَ جي تفويض جي ڏس ۾ اختياري ٺاهہ بڻبو.

اِهي ڳالهيون شايع ٿيل ڪتاب ”سنڌو ۽ پنجاب جي پنجن دريائن جي پاڻين جي ورڇ بابت ڳالهين جو ريڪارڊ“ ۾ مڪمل طور تي درج ٿيل آهن.

هاڻ آءٌ مختصر طور تي ان تي ايندس تہ ٺاهہ درحقيقت ڇا فراهم ڪيو. پاڻيءَ جي ورڇ ڪهڙي بنياد تي هئڻ گهرجي بابت عمومي اصول اڳيئي رائو ڪميشن ۾ طئي ٿيل هئا. اِهي سنڌ جي بيراجن لاءِ ضروري پاڻيءَ جي ورڇ جي فراهمي ۽ نوان ڊيم ٺهڻ کان اڳ انهن کي مٿاهين ڇوڙ وارن جي وڏن ڇوڙ کان محفوظ رکڻ بابت هئا. انهن اصولن جي پوئواري ۾، ٻنهي حڪومتن اُن وقت موجود، يا اُن وقت رٿيل رٿائن جي مڪمل وسعت کي مدنظر رکيو ۽ مختلف رٿائن لاءِ تفويض ۽ انهن رٿائن کي پاڻيءَ جي فراهمين بابت پنهنجي ترجيحن تي سهمت ڏيکاري.

پهرين ترجيح اُن وقت موجود ڪينالن جي لاڳو استعمالن کي ڏني وئي. هنن تفويض کي ترجيح ڏني وئي. I۔ ان سري تحت سکر بيراج جا ڪينال، ٿل ۽

پنج لنڪڊ ڪينال، گڏوگڏ ايس وي سي ۽ انڪان سواءِ اينڊرسن طرفان حويلي ۽ پنجند کي ڏنل تفويضون آيون.

انڪان پوءِ آيون رٿيل ڪينالن جون رٿيل گهرجون جيڪي 1945 واري اُن وقت جون رٿيل هيون. انهن کي ترجيح II ۽ III ليکيو ويو. ان تحت ڳائيتي جوڳين رٿائن ۾ ڪوٽڙي بيراج، گدو بيراج ۽ تونسا بيراج شامل هئا. ترجيح نمبر II رٿائن جي مڪمل ٿيڻ کان اڳ سيرابي ڪينالن ذريعي ڪچندڙ لاڳو فراهمين واري هئي، جڏهن تہ ترجيح نمبر III انهن وڏين رٿائن جي ترقيءَ لاءِ اضافي تفويض جو وعدو ڪيو. اِهي تفويضون اُهي هيون جن تي رٿائنڻ کي تيار ٿيڻو ۽ عمل پذير ٿيڻو هو.

موجود بيراجن جي تحفظ سان گڏوگڏ رٿيل رٿائن لاءِ تعين ڪرڻ کان پوءِ ڳالهيون اِهو طئي ڪرڻ لاءِ وڌيون تہ پنجاب کي پنهنجي وڌايل ويجهايل ترقياتي عمل ۽ ذخيري سان اڳتي وڌڻ جي ڪيتري حد تائين اجازت ڏني وڃي؟ اِهو واضح طور تي تسليم ڪيو ويو تہ جيئن تہ انهن ذخيرن جي واڌ ويجهہ سنڌ جي ڪينالن کي نقصان رسائيندي تنهنڪري سنڌ جي بن نون بيراجن کي ترجيح نمبر II ۽ III ۾ متاهون رکيو وڃي، جڏهن تہ ترجيح نمبر IV ۾ پنجاب کي ياڪڙا وغيره جهڙن پنهنجي ذخيرن کي اجازت ڏني وئي، ان ۾ بي ايس لنڪ ۾ پڻ ڪجهہ چوڙن جي اجازت ڏني وئي. ترجيح نمبر IV تحت ايندڙ سمورا اسم ترجيح نمبر I، II ۽ III جي اطمينان جوڳي مقام تائين رسڻ کان پوءِ ئي عمل پذير ٿيڻا هئا. ترجيح نمبر IV تحت اڻ ورهايل پنجاب جي سمورين رٿائن لاءِ ڪُل ذخيرو 7.4 ملين ايڪڙ فوٽ هو. ان معاملي تي اڳتي ايندس پر اهو نوٽ ڪرڻ گهرجي تہ اڻ ورهايل پنجاب کي تفويض ڪيل انهيءَ 7.4 ملين ايڪڙ فوٽ جو وڏو حصو پاڪستاني پنجاب جي هاڻوڪين حدن کان ٻاهر استعمال ٿيڻ واسطي هو يعني ياڪڙا ڊيم جو پاڻي ذري گهٽ سموري جو سمورو ڀارت ۾ شامل علائقن ۾ استعمال ٿيڻ واسطي هو.

ترجيح IV ۾ ذخيرن ۽ منتقلين وغيره بابت پنجاب جي سمورين رٿن کي رکيو ويو. اِهو ڪندي هنن ڄاتو تہ ربيع ۾ ڪجهہ باقي نٿو رهي، پر ان هوندي بہ خريف دوران دريائن ۾ ڪجهہ اضافي وهڪرا موجود هئا ۽ مستقبل ۾ تڪرارن کي نبيرڻ واسطي ذيلي ندين ۽ سنڌو ۾ پاڻي ۽ اضافي پنڌار ۾ وڏو ويو ۽ ان پاڻيءَ ناهہ جي ترجيح V ذريعي اُڪلايو ويو. اِهو اضافي پاڻي پوين سمورين

ترجيحن I، II ۽ III ۽ گڏوگڏ ترجيح V تحت ذخيرن ۽ مخصوص لنڪ منتقلين جي اطمينان ڪان پوءِ ئي ميسر ٿيڻو هو. باقي بچيل پاڻي، مستقبل جي رٿائن واسطي، جن جي ضرورتن کي واضح طور تي مڃيو ويو هو، ٻنهي صوبن ۾ ناهه ۾ واضح ڪيل ڪجهه مخصوص تناسب سان ورهايو ويو.

انهيءَ اضافي پاڻيءَ جي ورڇ، سنڌو دريا جي حوالي سان سنڌ کي 75 سيڪڙو ۽ پنجاب کي 25 سيڪڙو جي تناسب سان هئي. ذيلي ندين جي حوالي سان مختلف مهينن دوران مختلف تناسب ڄاڻايو ويو هو جيڪو سنڌ لاءِ 6 ۽ 20 سيڪڙو ۽ پنجاب لاءِ 94 ۽ 80 سيڪڙو هو.

سائين! اِهو آهي سنڌ - پنجاب ناهه جو وسيع عملي وهنوار.

اِهو نوٽ ڪرڻ جوڳو آهي تہ ان ناهه تي پنجاب طرفان سهمت ظاهر ڪيل، رائو ڪميشن طرفان مقرر ڪيل مقرر تاريخ کان ٿي ڏينهن اڳ 28 سيپٽمبر 1945 تي صحيحون ٿيون.

هڪ ٻي ڳالهہ جيڪا پڻ نوٽ ڪرڻ جوڳي آهي سا هيءَ تہ اِهي سموريون ڳالهيون ڪنهن جي بہ دٻاءَ ڪانسواءِ هليون ۽ ڪنهن بہ ڊر ٻي تي ٻنهنجي ڳالهہ مڙهڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ۽ پاڻيءَ جي اِها ورڇ اُن وقت جي لحاظ کان مسئلي جو بهترين حل هئي. ايستائين جو ناهه جو مسودو پنجاب طرفان تيار ۽ رٿيو ويو. جيتوڻيڪ بہ متبادل هيگ مسودو I ۽ هيگ مسودو II پڻ موجود هئا پر سنڌ پنجاب جي مسودي کي ئي منظور ڪيو.

پنجاب طرفان ٻن چيف انجنيئرن ۽ سنڌ طرفان هڪ چيف انجنيئر هتان ناهه تي صحيحن ڪان پوءِ بہ اِها پنجاب حڪومت ئي هئي جنهن پهل ڪئي جڏهن سيڪريٽري پي ڊبليو اي حڪومت پنجاب پنهنجي خط نمبر 013 - سي اين، لاهور* تاريخ 13 آڪٽوبر 1945 ذريعي سنڌ حڪومت جي سيڪريٽريءَ ڏانهن لکيو:

"آءٌ انجي تصديق ٿو ڪريان تہ ٻنهي حڪومتن جي انجنيئر نمائندا ڪراچيءَ ۾ ڪيل پنهنجي تازي بحث مباحثي دوران جنهن رٿيل ناهه تي پهتاسون، پنجاب حڪومت کي مالي مامري جي اطمينان جوڳي حل هئڻ جي صورت ۾ قبول آهي."

انهيءَ خط جا پيراگراف 3، 4، 5، 6، ۽ 7 مالي مامري بابت آهن. آخري اٺون پيراگراف انهيءَ ڊگهي عرصي واري تڪرار جي هڪ اطمينان جوڳي حل لاءِ

گورنر جنرل کي چاڻ ڏيڻ واسطي مالي معاملا جلد حتمي شڪل ڏيڻ واري اُميد پرئي نوٽ تي ختم ٿو ٿئي.

اهو مالي مامرو پنجاب طرفان سنڌ کي ادا ٿيندڙ ازالي جي مقدار بابت هو تہ اِهو بہ ڪروڙ هوندو يا ٽي ڪروڙ يا چار ڪروڙ. پنجاب اِهو مقدار طئي نہ ڪيو ۽ انڪري سنڌ کي ڪابہ ادائيگي نہ ڪئي وئي. درحقيقت هاڻ پنجاب جو اِهو موقف آهي تہ ون يونٽ قائم ٿيڻ ڪري پنجاب طرفان سنڌ کي ادائيگيءَ جو ڪو سوال ئي نٿو پيدا ٿئي ۽ سنڌ جي ٻن بيراجن لاءِ خرچ پکي ۾ حصيداري اولهہ پاڪستان جي ون يونٽ حڪومت کي ڪرڻي آهي. پنجاب جي انهيءَ موقف سان، مالي مامرو ون يونٽ ٺهڻ سان پاڻمرادو حل ٿي ويو ۽ ٺاهہ بنان ڪنهن اعتراض جي توثيق ٿيل ئي برقرار ٿو رهي. ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ جيڪڏهن ورهاڱو نہ ٿئي ها تہ مالي مامري حوالي سان ٺاهہ حتمي صورت اختيار ڪري وٺي ها. پوءِ پل اِهو ڏرين جي پاڻ ۾ يڪرائپ سان ٿئي ها يا وائسراءِ طرفان واضح طور تي سفارش ڪيل ڪنهن تياڪڙيءَ واري شق جي داخل ٿيڻ سان.

ان مرحلي تي پنجاب پنهنجي ياڪڙا رٿا کي اڳتي وڌائڻ لاءِ اُتاولو هو. جاٽايل تاريخ اڳيئي لنگهي چڪي هئي ۽ جيئن تہ پاڻيءَ وارين شقن تي يڪرائپ جي باوجود مالي مامرن تي سهمت نہ ٿيڻ سبب ٺاهہ حتمي صورت نہ وٺي سگهيو هو انڪري پنجاب حڪومت وائسراءِ ۽ گورنر جنرل جي نوٽس تي لکت جي صورت ۾ مالي مامري تي اختلاف آٽيندي حتمي ٺاهہ کي ڇهن مهينن تائين موخر ڪرڻ جي گذارش ڪئي. اِهو ڏسڻ گهرجي تہ پاڻيءَ بابت شقن کي طئي ٿيل طور قبوليو ويو ۽ وڏيڪ وقت گهريو ويو تہ جيئن صوبا مالي مامرن تي ڪنهن ٺاهہ تي رسي سگهن. گورنر جنرل ڇهن مهينن جي انهيءَ مهلتيءَ تي راضي نہ ٿيو ۽ گورنر جنرل جي سيڪريٽري (پبلڪ) کي آڪٽوبر 1945 واري پنهنجي خط نمبر 204/41GG_(A) ذريعي ورنديءَ ۾ ظاهر ڪيائين تہ مهلتيءَ کي رد ٿو ڪيو وڃي، ڇاڪاڻ جو ان سان ٻنهي صوبن ۾ اڏاوتي ڪم متاثر ٿيندو ۽ رٿائن تہ هڪ شق داخل ڪئي وڃي جيڪا مالي مامري ۾ تياڪڙيءَ جو سبب بڻجي. اِهو ڏسڻ گهرجي تہ ٺاهہ ۾ مالي مامرن جي ڏس ۾ تياڪڙيءَ واري شق متعارف ڪرائڻ جي رٿ ڏيندي گورنر جنرل درحقيقت ٺاهہ ۾ شامل پاڻيءَ جي ورڇ/ تفويض کي قبول ٿو ڪري.

سنڌ حڪومت، گورنر جي سيڪريٽريءَ ڏانهن لکيل پنهنجي خط ۾ ٺاهہ

۾ ٺياڪڙيءَ واري شق داخل ڪرڻ واري انهيءَ موقف سان مڪمل سهمتي ظاهر ڪئي. سائين! اِهو انتهائي دلچسپ معاملو آهي تہ پنجاب عملي طور تي پاڻي بابت شقن کي حتمي طور قبول ڪيو ۽ اسين اڳتي هلي ڏيکاريندا سين تہ پنجاب ڪيتري حد تائين ٺاهہ جي پوئواري بہ ڪئي. ٺاهہ انصاف پريو ۽ مناسب هو جيڪو هر ڪُنهن ساراهيو.

چيئرمين: پوءِ هاڻ هو ان کان ڇو ٿا ٽيڙ ڪائين؟

اسماعيل ڪتري: پنجاب حڪومت جي سيڪريٽري ۽ چيف انجنيئر پير ابراهيم جو چوڻ آهي تہ رٿيل ٺاهہ جنهن جي پاڻيءَ بابت شقن تي انتهائي غور ويچار کان پوءِ رسيو ويو سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ سنڌو جي پاڻيءَ جي ممڪن حد تائين مناسب ترين ورڇ ٿو فراهم ڪري (پاڻيءَ جي حقن بابت سندس ڪتاب جو صفحو نمبر 66)

چيئرمين: پنجاب جي هاڻ ان کان پوئتي هٽڻ جا ڪهڙا سبب آهن؟

اسماعيل ڪتري: سائين! هاڻ اچو تہ ان تي نظر وجهون تہ پنجاب ان ٺاهہ کان هٽڻ جي ڪوشش ڇو پيو ڪري. پهرين ڳالهہ ۾ سندس اِهو چوڻ آهي، جيڪو هنن پنهنجي جوابي دعويٰ ۾ ڄاڻايو آهي تہ جيتوڻيڪ مسودي تي پنجاب حڪومت سهمت ٿي هئي پر سنڌ حڪومت طرفان اهڙي توثيق سامهون نہ پئي آئي. اِها ڳالهہ درست ليکي نٿي سگهجي.

چيئرمين: پر انهن ان تان هٽڻ جي ڪوشش ڇو ڪئي آهي؟

اسماعيل ڪتري: سائين پاڻيءَ جي تڪرار سان لاڳاپيل چيف انجنيئر وارو عهدو پنجاب ۾ لاڳيتو تبديل ٿيندو رهيو آهي. جڏهن بہ ڪو نئون چيف انجنيئر اچي ٿو هو پنهنجي پيشرو سان اختلاف ڪندي، نئين سر اعتراض وارڻ جو سلسلو ٿو شروع ڪري. ڳالهين جو رڪارڊ ڏيکاري ٿو تہ ڪهڙي ريت پنجاب حتمي طور تي صحيحون ٿيڻ تائين ٺاهہ ۾ تبديليون ڪندو رهيو آهي. صحيحون ٿيڻ جي اٺن مهينن تائين پنجاب طرفان ڪو اعتراض نہ واريو ويو جيڪو پنجاب طرفان پاڻيءَ سان لاڳاپيل شقون قبول ڪرڻ جو ترديد نہ ٿيڻ جوڳو ثبوت آهي. فقط سياسي بنيادن تي ئي هو جو سياستدانن کي مطمئن ڪيو ٿي ويو جهڙي ريت واضح طور تي ڄاڻائي سگهجي ٿو تہ مسٽر فاءِ پهريون ڀيرو اعتراض 22 جون 1946 تي يعني اٺ مهينا پوءِ واريو. اهي اعتراض بہ نبيريا ويا. آءُ اُهو خط پڙهان ٿو جيڪو پنجاب طرفان ڪجهہ تبديلين جي گهرجائو اسمن بابت آخري ڀيرو موقف

اختيار ڪندي ظاهر ٿيل آهي. سائين! اِهو خط آزاديءَ کان ڪجهه مهينا ئي اڳ، 28 ڊسمبر 1946 تي پنجاب حڪومت جي سيڪريٽري تي اي ڊبليو فاءِ طرفان آهي. ان خط ۾ هو چوي ٿو ته شملا ڪانفرنس جي روئداد تي خبرداريءَ سان ويچارڻ کان پوءِ پنجاب حڪومت هيٺين نتيجن تي پهتي آهي.

اِهي نتيجا هيءَ آهن:

”(خط ڇاٽايل ہن يا ٽن شقن ۾) ڪيل ڦير ڦار پٽاندر ٺاهه جي مسودي جي جلدي مڪمل قبوليت کي مدنظر رکندي پنجاب حڪومت سموري مامري جي حتمي نبيري جي خواهش سان سنڌ حڪومت کي واپس نه ٿيڻ جوڳن ٽن ڪروڙ رپين جي آڇ ڪرڻ لاءِ تيار آهي.“

درخواست ڪيل ڦير گهير تقريباً غير اهميت جوڳي هئي. هڪ ته ٿل ڪينال جي تفويض ۾ هڪ ڪلرڪي چُڪ هئي جيڪا سنڌ اڳيئي درست ڪري ڇڏي هئي. انکان پوءِ ٿل ۽ سکر وچ ۾ بندش وارو سوال هو ۽ هنن چاهيو ٿي ته انهيءَ بندش دوران سکر جو ڇوڙ 34000 ڪيوسڪ بدران 27020 ڪيوسڪ هجي. سائين! ڪڏهن دريا ۾ ڪوٽ هوندي آهي ۽ پاڻيءَ جي گهٽ هئڻ مهل، ڪينالن جي گهرج مڪمل سطح تائين پوري نه ڪري سگهبي آهي ۽ ڪينال آفيسر واري بنديءَ وارو سرشتو اختيار ڪندا آهن جنهن موجب هڪ پيرو مٿانهين وارا پنهنجو مڪمل حصو حاصل ڪندا آهن ۽ باقي بچيل ئي هيٺانهين وارن ڏانهن ويندو آهي. جڏهن ته ٻئي پيري ۾ هيٺانهين وارا پورو حصو حاصل ڪندا آهن ۽ باقي بچيل پاڻي مٿاهين وارن لاءِ هوندو آهي. پنجاب ڪڏهن به بندش واري اصول جي شق تي اعتراض نه واريو.

ٽيون اِهو ته پنجاب ترجيح I، II ۽ III جي تڪميل تائين، جدول (a) (1) ۾ ڏنل ڪجهه وڌ کان وڌ مقدارن جي پنهنجي ذيلي ڪينالن ۾ ڪُل خريف وارا ڇوڙ محدود ڪرڻ تي راضپو ڏيکاريو آهي. پنجاب طرفان ڪيل آخري درخواست ڪنهن مخصوص ڏينهن تي جدول I ۾ ڏيکاريل 5000 ڪيوسڪ وارن انگن اکرن واري انهن وڌ کان وڌ ڇوڙن ۾ اضافي بابت هئي. پر سراسري ماهوار تفويض کي نه ڇيڙيو ويو جنهن تي پنجاب اڳيئي راضپو ڏيکاريو هو. اِن ريت پنجاب جدول 1(a) ۾ ڏيکاريل انگن اکرن کي رد نه ڪيو. سواءِ ان جي ته هنن اهي روزانو وڌ کان وڌ بدران سراسري ماهوار تي گهريا. سائين! پنجاب طرفان اِهي اعتراض دير سان اُٿاريا ويا. جيڪي اوهين پاڻ ڏسي سگهو ٿا ته انتهائي معمولي نوعيت جا آهن. فاءِ

صاحب جو اِهو خط چِپيل ناهه جي مسودي ۾ صفحي نمبر 48 تي ڏنل آهي.

چيئرمين: ڇا اِهو ناهه قانوني طور تي لاڳو ٿيڻ جوڳو آهي؟ مون کي گورنر جنرل جي منظوري ڏيکاريو.

اسماعيل کتري: گورنر جنرل (پنجاب) ڏانهن سيڪريٽريءَ جو D.O ڪنهن بہ حوالي سان پاڻيءَ بابت شقن تي اعتراض نٿو واري پر رڳو مالي مامرن ۾ ٺياڪڙيءَ واري شق جي شموليت جي سفارش ٿو ڪري.

چيئرمين: جيڪڏهن گورنر جنرل جي واضح منظوري ناهي تہ پوءِ اِهو قانوني طور تي واجب نہ ليکيو ويندو.

اسماعيل کتري: سائين! ڇاڪاڻ تہ تاريخ گذري وئي آهي، ايستائين جو ناهہ کي واجب ليکيندي پنجاب حڪومت پاڪڙا ڊيم جي اڏاوت پڻ شروع ڪري ڇڏي آهي. سائين! اِهو تاريخ 20 فيبروري 1947 (صحفو 49) تي سنڌ حڪومت جي سيڪريٽريءَ طرفان پنجاب جي سيڪريٽريءَ ڏانهن اُماڻيل خط ۾ پڻ واضح آهي، جنهن ۾ هو چوي ٿو:

”آءٌ اِهو ليکڻ واسطي هدايت ڪيو ويو آهيان تہ پنجاب حڪومت رائو ڪميشن وغيره ۾ حوالي ڏنل سمورين رٿائن/ ڪمن تي عملي وهنوار معطل ڪندي، جنهن بابت پنجاب سيڪريٽري پنهنجي 20 فيبروري 1947 واري خط (صفحو 52) ۾ وراڻيو تہ پنجاب حڪومت رٿائن/ ڪمن کي روڪڻ جو ڪو جواز نٿي ڏسي.“

چيئرمين: اِهو قانون طور تي واجب ۽ لاڳو ٿيندڙ دستاويز ناهي. مون کي گورنر جنرل جي منظوريءَ مهر ڏيکاريو.

اسماعيل کتري: سائين! اسانوٽ ورهاڱي کان اڳ وارن انهن ڏينهن جي مڪمل لکپڙهہ ناهي جو گورنر جنرل جو رسمي حڪم نامو ڏيکاري سگهون پر انومان بخوبي واضح آهي تہ هنن پاڻيءَ واريون شقون منظور ڪيون هيون. دستاويز پل قانوني نہ هجي پر اِهو قانوني طور تي واجب آهي.

چيئرمين: اِهو فقط هڪ انومان آهي. هاڻ نئين مامري نمبر 3 تي اچو.

اسماعيل کتري: انکان اڳ جو مامري نمبر 3 تي اچون تہ ناهہ تي ڪيتري حد تائين عمل ٿيو آهي، انهن ڪجهہ نڪتن تي اچڻ چاهيندس جيڪي پنجاب اُٿاريا آهن. سائين! پنجاب جو چوڻ آهي تہ سنڌ طرفان توثيق نہ ڪئي وئي آهي. ان مان سندن واضح مطلب اِهو آهي تہ انڪري انهيءَ ناهہ کي قانوني طور تي

مڪمل ٿاهہ نٿو ليکي سگهجي. سائين! لکپڙهہ واضح طور تي ظاهر ٿي ڪري تہ سنڌ پاڻيءَ جي تفويض کي ٿاهہ جي حصي طور قبوليو آهي ۽ درحقيقت مالي مامرن تي پڻ ڪنهن نتيجي تي پهچڻ واسطي اتاولي هئي. سائين! ازالي جو بار کڻڻ وارو اصول پنجاب قبول ڪيو هو جيتوڻيڪ ان جو مقدار طئي ٿيڻو هو. انڪري اِهو پنجاب واسطي هو تہ هو چاڻائين تہ ڇا هنن اِها ذميواري قبول ڪئي يا نہ. پنجاب جو سيڪريٽري 13 آڪٽوبر 1945 واري پنهنجي خط ۾ ان جي تعريف هنن لفظن ۾ ٿو ڪري:

"تعريف ٿو ڪريان تہ ٻنهي صوبن جي انجنيئر نمائندن طرفان سنڌن هاڻوڪن بحث مباحثن دوران حاصل ڪيل آزمائشي ٿاهہ پنجاب حڪومت کي مالي مامري جي اطمينان جوڳي حل هئڻ جي صورت ۾ قبول آهي."

ان ريت پنجاب حڪومت پاڻيءَ بابت شقن تي ڪو اختلاف نہ رکيو جو ان خط ۾ ٿاهہ ۾ شامل پاڻيءَ وارين شقن ۾ ڪنهن بہ قسم جي ترميم جي ڳالهہ ڪيل ناهي.

سائين! انڪان پوءِ سنڌ حڪومت جيڪا ان نبيري لاءِ اتاولي هئي، پنهنجي 25 آڪٽوبر 1945 واري خط ۾ (صفحو 26) پنجاب طرفان اطمينان سان قبوليت واري ڳالهہ کي مدنظر رکندي، هيءَ ڪجهہ چيو:

"سنڌ حڪومت نوٽ ڪري ٿي:

(i) تہ انجنيئر نمائندن طرفان حاصل ڪيل آزمائشي ٿاهہ پنجاب حڪومت کي مالي مامري جي اطمينان جوڳي حل جي صورت ۾ قبول آهي."

اِهو يقيني طور تي سنڌ طرفان ٿاهہ ۽ انجي پاڻي بابت شقن کي قبول ڪرڻ جو اظهار آهي.

وري اٺ مهينا گذرڻ کان پوءِ، جڏهن پنجاب ڦهريون ڦيرو پاڻيءَ بابت شقن ۾ ڪجهہ ڦير گهير ڪرڻ چاهي تہ سنڌ جي ورندي تاڪيد ڪئي. 16 جولاءِ 1946 تي لکيل سنڌ جي خط (صفحو 38) جو پيراگراف نمبر 2 ٿو پڙهان:

"اوهانجي خط جي پيراگراف نمبر 2 کان 9 جي حوالي سان مون کي اِهو چوڻ جي هدايت ڪئي وئي آهي تہ سنڌ حڪومت محسوس ٿي ڪري تہ 13 آڪٽوبر تي پروڦيرو صاحب جي پنجاب جي ٿاهہ بابت لکيل خط ۾ ٻن سالن تائين ٽيڪنيڪي ماهرن وچ ۾ هلندڙ اعصاب شڪن بحث مباحثن جو نتيجو هو. اِهو اسانجو موقف آهي تہ انهن کي نئين سر نہ کوليو وڃي."

هيءَ واضح ٿو ڪري تہ سنڌ حڪومت ان کي نہ رڳو قبوليو هو پر پنجاب تي بہ انجي قبوليت کان نہ هٽڻ لاءِ زور پيري رهي هئي.

انڪان پوءِ وري سائين! جڏهن شملا ۾ ڳالهيون هليون تہ اُتي بہ سنڌ جو رويو ۽ ورتاءُ اِهو ئي هو تہ ٺاهہ ۾ ڪي بہ تبديليون نہ ٿين ۽ فقط مالي مامرو بحث هيٺ آندو وڃي. انڪان وڌيڪ ڪابہ شئي واضح نٿي ٿي سگهي تہ سنڌ ٺاهہ کي مڪمل طور تي قبوليو آهي.

آخرڪار سنڌ گورنر جنرل کي پهرين 7 نومبر 1945 تي لکت ۾ ٺياڪڙي واري شق جي شموليت بابت سندس رٿ قبوليندي ۽ بعد ۾ پنهنجي آخري خط ۾ شڪايت ڪندي لکيو تہ پنجاب کي ٺاهہ کان ٿيڙ ڪائڻ نہ ڏني وڃي. جيڪڏهن سنڌ ٺاهہ قبول نہ ڪيو هو تہ پوءِ ان پنجاب خلاف شڪايت ڪيئن ڪئي تہ پنجاب کي ان کان ٿيڙ ڪائڻ نہ ڏني وڃي؟ انڪري اِهو واضح آهي تہ اِهو ٺاهہ سنڌ ۽ پنجاب ٻنهي قبول ڪيو هو ۽ انڪري اِهو ٻنهي ڌرين تي قانوني طور تي واجب آهي.

پنجاب طرفان مالي مامري جي حتمي طور تي حل نہ ٿيڻ وارو دليل اڻ سهائيندڙ آهي, خاص طور تي جڏهن پنجاب طرفان اِهو ازالو سنڌ کي ڏيڻو هو. اِها حقيقت تہ ذخيرا عملي طور تي اڏيا ويا آهن, سي بہ ٺاهہ ۾ اجازت ڏنل 7.4 ملين ايڪڙ فوٽ کان گهٽي وڌيڪ گنجائش وارا, ان اصول کي رد نٿا ڪن تہ اِهي ذخيرا سنڌ لاءِ عملي اهنج پيدا ڪري رهيا آهن. اِهو نقصان درحقيقت اجا تائين وڌندو انڪري سهمت واري پاڻيءَ جي تفويض جي اجا تائين وڌيڪ حفاظت ٿيڻ گهرجي ۽ گڏوگڏ اِها صورتحال مالي ازالي جي هڪ نئين ۽ اجا تائين وڌيڪ سطح جي گهرجائو آهي.

پنهنجي جوابي مراسلي جي صفحي 184 تي پنجاب سنڌ تي حقيقتن کي مڏو ڪرڻ ۽ ڪميٽيءَ کي گمراهہ ڪرڻ جو ارادو رکڻ جو الزام ڌريو آهي. سائين! انجو سچائي سان ڪو تعلق ناهي. سنڌ حڪومت ٺاهہ جي ڪاروائي يا صحيون ٿيڻ کان پوءِ وارن مامرن تي ڏس ۾ ڪابہ ڳالهہ لڪائڻ نٿي چاهي. اِهي سموريون حقيقتون ڳالهين بابت ڪتاب ۾ شايع ٿيل آهن ۽ اسانجا پيش ٿيندڙ سمورا دليل اڳيئي شايع ٿيل انهن دستاويزن تي ٻڌل آهن.

هڪ ٻيو اعتراض جيڪو پنجاب واريو آهي سو ٺاهہ ۾ ذڪر ڪيل "پنجن دريائن" واري لفظ بابت آهي جڏهن انهن مان ٿي پارت جي حوالي ٿي چڪا

آهن. ان ڏس ۾ ادب سان گذارش تي ڪجي ٿي تہ ٿاهہ مخصوص رٿائن کي پاڻيءَ جي فراهمين جي مخصوص تفويض جو باور ٿو ڪرائي ۽ جيستائين اِهي تفويضون فراهمِ ٿينديون رهنديون. ٿاهہ جي ڪا پيچڪڙي نہ ليکي ويندي. رٿائن جي سرشتي متبادل عنصر فراهم ڪيو آهي جيڪو ان جي خاطري ڪندو. اهڙو متبادل رٿائن لاءِ تفويض کي متاثر ڪرڻ کانسواءِ فراهم ڪري سگهجي ٿو ۽ جيئن تہ پارت سان ٿاهہ رٿائن جي تفويض ۾ ڪا ڦير گهير نہ ڪئي آهي، وسيلن جي تبديليءَ کي سهمت پرئي تفويض جي حصول جي لاڳيتو امڪان کي يقيني بنائڻ گهرجي. وڏيڪ استعمالن کي ٿاهہ ذريعي تحفظ حاصل ناهي.

چيئرمين: ان سوال تي ڇو آيا آهيو؟ جيئن تہ حالتون تبديل ٿي ويل آهن ۽ ان ٿاهہ ۾ ڦير گهير ممڪن ناهي ڇاڪاڻ جو اِهو قانوني دستاويز ناهي. مامري نمبر 4 ۾ اِهو ڏيکاريو تہ ان ٿاهہ تي هيل تائين ڪيترو عمل ٿيو آهي.

اسماعيل کتري: سائين! اوهانجي رٿ تي مامري نمبر 3 ڏانهن ٿو اچان تہ بنهي ڌرين ان ٿاهہ تي ڪيترو عمل درآمد ڪيو آهي، پر مامري نمبر 1 تي ٻيهر موٽندس ۽ پنجاب جي باقي بچيل اعتراضن جي ورندي ڏيندس.

(مامرو نمبر III(I) صفحي نمبر 99 تي جاري آهي)

**مامرو نمبر III(3)**

سائين! ان ڏس ۾ پنجاب حڪومت ياڪڙا ڊيم تي ڪم شروع ڪندي پهريون قدم کنيو. جيڪڏهن اڳواٽ سهمت نہ هجي ها تہ هو ڪم شروع ٿي نہ ڪري سگهن ها. سنڌ - پنجاب ٿاهہ تي صحيحون ٿيڻ ۽ پنجاب طرفان ازاليٰ وارو اصول قبولڻ کان هڪدم پوءِ، پنجاب ازالي جي مقدار ۽ انجي ادائيگيءَ واري مامري جي نبيري کانسواءِ ٿاهہ جي باقي سمورن پهلوئن کي حتمي ڪري ليکيو. انڪري پنجاب اِهو منطقي ليکيو تہ سنڌ - پنجاب ٿاهہ جي تڪميل ۽ انهن طرفان ازالي جي قبوليت سان، هو ياڪڙا تي ڪم شروع ڪري پئي سگهيا. جو ٿاهہ جي حتمي صورت اختيار ڪرڻ سان ئي ڄاڻايل تاريخ تائين ڪم شروع نہ ڪرڻ وارو شرط ختم ٿي ويو. سائين! اِهي ڪم جاري رکڻ بابت سنڌ جي اعتراضن کان اڳيئي آگاهہ ڪري چڪو آهيان. ان ڏس ۾ سنڌ سيڪريٽريءَ طرفان ڪم معطل ڪرڻ بابت دعويٰ شايع ٿيل ٿاهہ جي صفحي نمبر 49 تي ۽ اِهي ڪم بند ڪرڻ کان انڪار بابت پنجاب جي سيڪريٽري فاءِ صاحب طرفان ورندي صفحي نمبر 52 تي شايع ٿيل آهي. اِهو واضح آهي تہ پنجاب اهي اڏاوتي ڪم شروع ڪيا

هئا. ان ريت اِهو واضح آهي تہ اِن ٺاهہ تي صحيون ٿيون آهن، جنهن کي پنجاب حتمي ليکيو ۽ هنن ڏيمز تي ڪم شروع ڪيو ۽ ٺاهہ تان ڦرڻ جي ڪوشش کان پوءِ بہ اِهو ڪم بند ڪرڻ کان نابري واريائون. پيو پيرو جڏهن ٺاهہ جي انتهائي واضح پوئواري ڪئي وئي، سو 1945 ۾ پيهر ورهاڱي کان اڳ ٿيو. سنڌ حڪومت ڪوٽڙي بيراج رٿا جي منظوري ڏني جيڪو بعد ۾ غلام محمد بيراج رٿا بڻيو.

اِها رٿا سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ ۾ فيصلو ڪيل تفويضن تي ٻڌل هئي. جڏهن ان جي منظوري ڏني وئي تہ پنجاب يا مرڪزي حڪومت طرفان ان تي ڪوبہ اعتراض نہ واريو ويو. اِها حقيقت تہ ان رٿا لاءِ سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ ۾ فراهم ڪيل ڍانچي تي سختي سان عمل ڪيو ويو، ظاهر ٿي ڪري تہ سنڌ ان ٺاهہ جي پوئواري ڪئي ۽ پين ڌرين ان کي قبول ڪيو.

وري ٽيون پيرو 1945 ۾، سنڌ حڪومت مرڪزي حڪومت (سينٽرل انجنيئرنگ اٿارٽي) سان صلاح مشوري ۾ گڊو بيراج رٿا جي منظوري ڏني. ان بيراج جي قيام ۾ هڪ ننڍڙو تڪرار هو ۽ سي اي اي C.E.A ۾ ڪيٽريون ئي گڏجاڻيون ڪوٺايون ويون ۽ حتمي فيصلو اِهو ٿيو تہ هيءُ بيراج گڊو تي هوندو ۽ اهو بہ تہ اِهو سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ تحت تفويض تي ٻڌل هئڻ گهرجي.

سائين! اِهو نوٽ ڪرڻ گهرجي تہ مرڪزي حڪومت سان صلاح مشورو ڪيو ويو هو. تہ اِها رٿا ٺاهہ تي ٻڌل آهي، بنهہ واضح آهي جيڪڏهن بہ ٽي ٻيا سبب پڻ ٿو ڄاڻايان. رٿا تفويضن کان وڌي نٿي سگهي ۽ جتوڻيڪ بيراج ۾ ڪمانڊ گهٽي وڌيڪ هئي فقط لڳ ڀڳ ستر سيڪڙو شامل ڪيو ويو. جهڙي ريت سائين اوهان کي ڀلي ڀت ڄاڻ آهي تہ گڊو بيراج ۾ زمين انتهائي ڀلي معيار واري آهي ۽ مدامي آبپاشيءَ لاءِ انتهائي سودمند. پر جيئن تہ سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ فقط غير مدامي فراهمي ئي مهيا ڪئي، سنڌ حڪومت رٿا کي مدامي نہ بڻايو. اِها سڄي رٿا خريف ۽ بوسي فصلن جي تفويض تي ٻڌل هئي، جيڪي ان لاءِ جاري ٿيل هيون.

انکان پوءِ سائين! تونسا بيراج رٿا تي ٿا اچون. پنجاب ۾ تونسا بيراج رٿا جي منظوري 1953 ۾ ڏني وئي. اِها رٿا پڻ مڪمل طور تي سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ تي آڌاريل هئي. هت مون وٽ فيبروري 1952 جي پي ڊبليو ڊيءَ جي نظرثاني ڪيل تونسا بيراج رٿا رپورٽ ۽ ضميما آهن. جنهن ۾ ان ڳالهہ جو واضح ثبوت موجود آهي تہ اِها رٿا سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ تي آڌاريل هئي. رٿا تي چيئرمين سينٽرل انجنيئرنگ اٿارٽي (C.E.A) ۽ سنڌ ـ پنجاب ۽ بهاولپور جي چيف انجنيئرن

واري ڪانفرنس ۾ غور هيٺ آندي وئي. اِها ڪانفرنس 12 مئي 1950 تي ڪوٺائي وئي. وهڪرا پنجاب حڪومت سنڌ - پنجاب ٺاهہ ۾ ڏنل تفويض جي بنياد تي مقرر ڪيا جيڪي رٽا رپورٽ 1952 جي صفحن 21 کان 28 تي ڏنل آهن. سائين! انهن صفحن ۾, پنجاب مختلف ترجيحن تحت تونسا لاءِ موجود تفويضن کي بحث هيٺ آندو آهي ۽ آخرڪار جدول II تحت خريف لاءِ ۽ جدول l(c) ۽ l(e) تحت ربيع لاءِ فراهمين جي انگن اکرن کي اختيار ڪيو آهي. جيڪڏهن سنڌ - پنجاب ٺاهہ نہ هجي ها تہ يقيني طور تي انجو ڪو سبب نہ هجي ها تہ پنجاب ان رٽا جي ڊيزائين ۽ منظوريءَ لاءِ ان سان چو رجوع ڪري ها. يقيني طور تي سمورن صوبن ۽ سينٽرل انجنيئرنگ اٿارٽيءَ کي سنڌ - پنجاب ٺاهہ جو پتو هو ۽ انهن ان کي قبوليو ٿي.

سائين! انڪان پوءِ اچي ٿي پنجاب طرفان بلوڪي - سلمانڪي لنڪ جي اڏاوت. اِهو 54ـ1953 ۾ اڏيو ويو. اهو لنڪ سنڌ - پنجاب ۾ فراهم ڪيل آهي. انهيءَ لنڪ جي اڏاوت دوران, سنڌ ۾ وڏي پيماني تي اِهي خدشا هئا تہ پنجاب وڏيڪ گنجائش وارا لنڪس اڏي رهيو آهي ۽ ذيلي ندين مان اضافي وهڪرا پنجند کان هيٺ نہ وهندا.

اِهو ڊپ هو تہ لنڪس طرفان فراهم ٽيندڙ ريگوليشن سان, اِهو اضافي مقدار غائب ٿي ويندو. سنڌ کي تمام گهڻي ڳڻتي هئي ۽ ان معاملي تي مرڪزي حڪومت سنڌ صوبي کي هڪ انتهائي تز ورندي ڏني. تن ڏينهن ۾ سنڌ حڪومت جي سيڪريٽري اين اي فاروقيءَ کي لکيل مرڪزي حڪومت جي سيڪريٽري ناصر احمد طرفان ڊي او پي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي هت پيش ڪجي ٿي. ان خط جو پيرا 2 چاڻائي ٿو:

"انهن نڪتن جو خبرداريءَ سان جائزو ورتو ويو آهي. حقيقت اِها آهي تہ مرڪزي حڪومت اجان تائين پنجاب لاءِ اهڙي ڪنهن رٽا جي منظوري نہ ڏني آهي جيڪا سنڌ - پنجاب ٺاهہ جي مسودي ۾ فراهم ٿيل نہ هجي. پتو اٿم تہ مالي مامرن تي پيدا ٿيل اختلافن سبب ٻنهي صوبائي حڪومتن ان ٺاهہ کي رسمي طور تي توثيق نہ ڪئي آهي.

"مرڪزي حڪومت طرفان پنجاب ۾ فقط تونسا بيراج جي اڏاوت جي منظوري ئي ڏني وئي آهي جيڪو سنڌ - پنجاب ٺاهہ جي مسودي ۾ فراهم ٿيل آهي."

سائين! ان سان تونسا بيراج بابت مرڪزي حڪومت جي انداز جي تصديق ٿئي ٿي. سائين! ان خط جو هڪ ٻيو پيرا پڙهان ٿو:

”BRBD لنڪ 2000 ڪيوسڪ وڌيڪ گنجائش سان اڏيو ويو آهي پر اضافي گنجائش سنڌ سان صلاح مشوري کان سواءِ ڪتب نہ آندي ويندي“

”سنڌ - پنجاب ٺاهہ جو مسودو طئي ٿو ڪري تہ پنجاب چناب کي راوي ۽ ستلج سان ڳنڍيندڙ 19300 ڪيوسڪ واري گنجائش وارا لنڪ اڏي سگهي ٿي.

B.S لنڪ جي گنجائش 15000 ڪيوسڪ آهي ۽ منٽگمري پاڪ پٽنڻ لنڪ (725 ڪيوسڪ) واري گنجائش سان گڏ بہ حد اندر ٿي رهي.“

سائين! انڪان پوءِ اوهانجو ڌيان مسٽر فاءِ ڏانهن 16 جنوري 1953 تي ناصر احمد جي لکيل DO ليٽر نمبر P_19(21)53 ڏانهن ڇڪرائيندس. اوستائين مسٽر فاءِ سنڌ حڪومت جو چيف انجنيئر ۽ سيڪريٽري بڻجي چڪو هو. انهيءَ D.O مرڪزي حڪومت طرفان اِها خاطري ٿي ڪرائي تہ سنڌ سان صلاح مشوري کانسواءِ ڪنهن بہ رٿا جي منظوري نہ ڏني ويندي. سائين! اِها خاطري مرڪزي حڪومت طرفان سنڌ حڪومت کي لکت ۾ ڪرائي وئي ۽ ان کي مان ملڻ گهرجي. سائين! سنڌ - پنجاب ٺاهہ کي مڃتا ڏيڻ بابت مرڪزي حڪومت جي واضح اعلان کي ڏسي سگهجي ٿو. جنهن ۾ پنجاب ڏانهن ڪنهن وڌيڪ لنڪ جي اجازت ڏيڻ کان اڳ مرڪزي حڪومت طرفان سنڌ حڪومت سان صلاح مشورو ڪرڻ جي بہ خاطري ڪرائي وئي آهي. 16 جنوري 1953 تي مسٽر فاءِ کي لکيل D.O جو آخري پيراگراف چوي ٿو:

”رٿائن جا تفيصل يقيني طور تي سنڌ حڪومت آڏو رکيا ويندا ۽ انهن جي منظوري اوهانجي حڪومت سان صلاح مشوري کان پوءِ ئي ڏني ويندي“

مرڪزي حڪومت طرفان خيرپور رياست ڏانهن مخاطب ڪيل هڪ ٻيو خط پڻ آهي. اِهو خط 11 مارچ 1953 تي لکيل آهي. خيرپور هاڻ سکر بيراج ڪمانڊ جو حصو آهي ۽ ان خط تي پاڪستان حڪومت جي حقن واري وزارت جي او ايس ڊي منظور احمد جي صحيح ٿيل آهي. اِهو خط چوي ٿو:

”هيٺ صحيح ڪندڙ کي رياستن ۽ سرحدي علائقن واري وزارت ڏانهن مخاطب ڪيل اندراج نمبر S.I/4/53 تاريخ 5 مارچ 1953 وڏي وزير خيرپور جي 'SAFRON' ڪراچيءَ ڏانهن تار ڏانهن رجوع ڪرڻ ۽ وڌيڪ آبپاشيءَ لاءِ سنڌو دريا مان فراهمين جي چوڙ/ تفويض جي منظوريءَ واري ڪنهن نئين رٿا کان

اگر مرڪزي حڪومت طرفان خيرپور رياست جي حڪومت سان صلاح مشورو ڪرڻ جي خاطري ڪرائڻ جي درخواست ڪئي وئي آهي. اِهو امر خيرپور رياست سان مناسب رهندو.“

سائين! مرڪزي حڪومت، خيرپور رياست ۽ سنڌ حڪومت ڪي مخاطب ڪندڙ انهن ٽنهي خطن جون فوٽو اسٽيٽ ڪاپيون جمع ڪرايون ويون آهن.

سمورين اهم رٿائن لاءِ ٿاهه جي شقن جي پوئواري ڪرڻ واسطي پنجاب ۽ مرڪزي حڪومت پنهي جي رضا بنهه واضح آهي. سائين! انڪان پوءِ اچون ٿا پاڻيءَ جي تفصيلي ورڇ واري سوال تي. سمورن دريائن جي وهڻ ۽ بيراجن کي پاڻيءَ جي فراهمي کان پوءِ ۽ جيئن تہ اِهي تفويضون سنڌ - پنجاب ٿاهه تحت ڪيون ويون آهن، اسان کي اِهو ڏسڻ گهرجي تہ پاڻيءَ جي فراهمين جي ورڇ ۾ اِهو ٿاهه ڪيتري حد تائين معقول هو. شاهديون ثابت ٿيون ڪن تہ اِن ٿاهه جي گهٽي ياڳي پوئواري ڪئي وئي. سکر بيراج کان گڊو، غلام محمد بيراج کان سکر وغيره تائين هڪ کان ہي رٿا بابت ان ڏس ۾ انيڪ خط لکيا ويا آهن. انڪانسواءِ پنجاب جي چوڙ خلاف سنڌ جي آفيسرن جا شڪائتي خط پڻ موجود آهن.

ڪميٽيءَ جي ڌيان تي رڳو اُهي خط پيو آڻيان جن ۾ سنڌ حڪومت پنجاب ۾ چوڙ بابت پنهنجي ڳڻتيءَ جو اظهار ڪيو آهي. اهڙا خط ۽ سرڪاري دستاويز پڻ هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم جن ۾ پنجاب حڪومت سان واسطو رکندڙ سينئر عملدارن سنڌ - پنجاب ٿاهه جي پٺڀرائيءَ ۾ خط لکيا آهن.

سائين! جهڙي ريت اڳ ۾ ئي واضح ڪري چڪو آهيان تہ ٿاهه گهٽي ياڳي حصن ۾ تفويض ۽ انهن جي نسبتاً ترجيحن بابت هو. بيشڪ جڏهن دريائن ۾ اسان جي ضرورتن کان وڌيڪ پاڻي هوندو تہ ان صورت ۾ ڪوبہ تڪرار پيدا نہ ٿيندو. معاملا ڳنڀير تڏهن ئي ٿا ٿين جڏهن دريائن ۾ پاڻيءَ جي کوٽ هجي ۽ جڏهن پنجابِ وڌيڪ پاڻي ٿو کٽي ۽ سنڌ پوڳي ٿي. ان صورتحال ۾ ئي تفويض ۽ نسبتاً ترجيحن جو معاملو سامهون ٿو اچي.

سائين! هت تڏهوڪي سپرنٽنڊنٽنگ انجنيئر، خيرپور سرڪل اختر قريشيءَ جو هڪ ٽيليگرام پيش آهي، هو هن وقت پنجاب جي سرگوڌا ريجن ۾ چيف انجنيئر آهي. هُن اِهو ٽيليگرام چيف انجنيئر، پاڻي ٿاهه تي عمل درآمد سيل، لاهور ڏانهن اُماڻيو هو. سائين! پنجاب وٽ انتهائي تجربيڪار ۽ مانوارو

عملدار زيڊ ايچ جعفري هو جيڪو پاڻيءَ وارن تڪرارن سان شروعات کان ئي ڳنڍيل هو ۽ جيڪو ون يونٽ کان پوءِ مختلف بيراجن ۾ پاڻيءَ جي ورهاست جو انچارج هو. اِهو ٽيليگرام چوي ٿو:

"مهرباني ڪري تريمو ۽ پنجند تي ڪٽ طئي ٿيل حد تائين محدود رکو ڇاڪاڻ جو سکر بيراج تي فراهميءَ جي شديد کوٽ آهي."

اِهو ٽيليگرام واضح ٿو ڪري ته سکر کي نه رڳو ڏيلي پاڻين جو حق حاصل هو پر ان کي تريمو ۽ پنجند تي ڪجهه ترجيحون پڻ حاصل هيون.

جيڪڏهن ڳالهه ۾ وزن نه هجي ها ته سپرنٽنڊنگ انجنيئر جو چيف انجنيئر WTIC کي لکي ها. سنڌ - پنجاب ٺاهه واضح طور تي ليکي ٿو ته جيڪڏهن سکر تي کوٽ آهي ته ان کي پنجند واري پاڻيءَ تي ترجيح ملندي ۽ تريمو ۽ پنجند طئي ٿيل مقدار کان وڌيڪ پاڻي نه کڻندا. اِهو شايع ٿيل ٺاهه جي صفحي نمبر 5 تي ترجيح I جي شق B(V) ۾ ڄاڻايل آهي. سائين! اِهو ٽيليگرام 12 فيبروري 1963 جو آهي ۽ ورنديءَ ۾ "پاڻي ٺاهه تي عمل درآمد سيل WTIC لاهور واسطيدار پنجاب چيف انجنيئر کي هيءُ حڪم جاري ڪيو:

"مهرباني ڪري حويليءَ کي 1000 ڪيوسڪ تائين گهٽايو ۽ سکر جي استعمال لاءِ گذاريو."

سائين! سنڌ - پنجاب ٺاهه جي واسطيدار شق چوي ٿي ته جدول I(c) ۾ تفويضن جي پورائي تائين پنجند جي پاڻيءَ جي فراهميءَ تي سکر بيراج ڪينالن کي ترجيح حاصل آهي.

چيئرمين: اوهان کي اهڙو ڪو خط مليو آهي جنهن ۾ پنجاب طرفان سنڌ - پنجاب ٺاهه بابت ڪا شڪايت ڪئي وئي هجي؟

اسماعيل کٽري: سائين! اِهو ثابت ڪرڻ لاءِ ته ٺاهه جي پوئواري ڪئي وئي آهي، جوڳيون شاهديون ڏيندس. جڏهن پاڻي ٺاهه تي عمل درآمد واري سيل جي چيف انجنيئر طرفان اُٻوريون هدايتون جاري ڪيون ويون ته سکر ۾ چيف انجنيئر ميان عليم الدين هو جيڪو هاڻ سيڪريٽري آبپاشي پنجاب آهي. 24 جون 1963 تي فراهمين ۾ کوٽ بابت لاهور ۾ سيڪريٽري آبپاشيءَ کي پنهنجي خط ۾ هو شڪايت ٿو ڪري ته:

"جنوري کان مارچ دوران سکر بيراج تي سنڌو دريا جي پاڻيءَ جي انتهائي کوٽ هئي...."

"پاڻي ٺاهه تي عمل درآمد واري سيل جي چيف انجنيئر ڪي جڏهن پاڻيءَ جي فراهميءَ ۾ ڪوٽ بابت ڄاڻ ڏني وئي ته هُن چيف انجنيئر بهاولپور کي ڇوڙ 1000 ڪيوسڪ جي حد تائين گهٽائڻ لاءِ چيو. انڪان پوءِ ان ڏس ۾ هن وٽان ڪجهه به نه ٻڌو ويو آهي. سنڌ - پنجاب ٺاهه موجب، پنجند هيڊ ورڪ تي طئي ٿيل ڇوڙ 1500 ڪيوسڪ آهي. 3260 ڪيوسڪ جي لاڳيتو انگن اکرن مان ظاهر ٿئي ٿو ته پنجند هيڊ ورڪس تي اضافي فراهمي ڪئي وئي آهي جنهن سبب سکر بيراج واري ايراضيءَ کي پوگهٽو پيو آهي. معاملو اوهانجي ڌيان تي آندو ٿو وڃي ته جيئن پاڻيءَ جي ورڇ طئي ٿيل انگن اکرن موجب ڪرڻ جي خاطري ٿي سگهي."

سائين! ميان عليم الدين پنجاب جو هڪ انتهائي سينئر ۽ احترام جوڳو انجنيئر آهي ۽ ڪيس يقيني طور تي سنڌ - پنجاب ٺاهه جي دُرست حيثيت جو پتو آهي.

سائين! خطن جي هڪ وڏيڪ جهڳٽي ڏانهن ٿو اچان. ان ۾ اوهان کي 13 ڊسمبر 1963 تي جعفري صاحب طرفان ميان عليم الدين کي لکيل هڪ D.O ڏيکاريندس. جنهن ۾ هُن دريائي پاڻين جي فراهميءَ جي مناسب ورڇ جي ڏس ۾ 1945 واري سنڌ - پنجاب ٺاهه جي سورهن ڪاپين جي فراهميءَ جي درخواست ڪئي آهي. سائين! واضح آهي ته جيڪڏهن ڪو ٺاهه نه هجي ها ته پوءِ اِهو گهرڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي سو به دريائي پاڻين جي فراهمي جي مناسب ورڇ جي ڏس ۾. سائين! انڪان پوءِ خطن جي هڪ ٻئي جهڳٽي ڏانهن ٿو اچان. سائين! هيءَ. پهرين نومبر 1965 تي وصول ٿيل هڪ ٽپال ٽيلگرام آهي جيڪو چيف انجنيئر سکر ڏانهن چيف انجنيئر بهاولپور اُماڻيو. اِهو چوي ٿو:

"حوالو اوهانجي ٽپال واري سنيهي جو. بابت سنڌ - پنجاب ٺاهه آڪٽوبر لاءِ تونسا جي تفويض 2700 ڪيوسڪ ۽ پنجند ڪينال 8000 ڪيوسڪ (.) - خط ايندڙ."

هيءَ چيف انجنيئر بهاولپور پنجاب جو اصل ٽيليگرام آهي. جنهن ۾ هو تفويض جي ڳالهه پيو ڪري. هاڻ تاريخ 30 آڪٽوبر 1965 تي نمبر 30488 تحت چيف انجنيئر بهاولپور جي تصديقي خط مان ٿو پڙهان. جيڪو مامرو انتهائي وضاحت سان اپٽاري ٿو:

"اوهان ڄاڻايو آهي ته 15 آڪٽوبر کان پوءِ بهاولپور کي پنجند تي 1500 ڪيوسڪ ۽ تريمو تي 900 ڪيوسڪ پاڻي کٽڻو آهي. جيڪڏهن سنڌ - پنجاب ٺاهه تي نظر ڊوڙائيندا ته ڄاڻي سگهندؤ ته جدول I(e) نومبر کان مارچ

تائين حويليءَ جي تفويض 2750 ڪيوسڪ ۽ پنجند جي 1500 ڪيوسڪ تي ڏيکاري... تونسا بيراج جي حوالي سان اوهانجو ڌيان سنڌ - پنجاب ٺاهه جي جدول II(a) ڏانهن ڇڪرائجي ٿو جنهن ۾ تونسا ڪينالن جي تفويض 2700 ڪيوسڪ مقرر ڪئي وئي آهي...... اوهان ان امر کي ساراهيندؤ ته بهاولپور ۽ سکر ريجن جي ڪينالن ۾ دريائن جي فراهميءَ جي ورڇ سنڌ - پنجاب ٺاهه پٽاندر ئي ڪئي وئي آهي."

سائين! هيءَ چيف انجنيئر بهاولپور پنجاب طرفان ٺاهه جي وجود، سرگرم هئڻ ۽ عملي حيثيت جي انتهائي واضح ۽ صاف گو قبوليت آهي.

چيئرمين: ڇا اِهو معلوم ڪري سگهان ٿو ته پارت سان ڳالهين واري وقت سنڌ - پنجاب ٺاهه کي ڪهڙي ريت استعمال ڪيو ويو هو؟

اسماعيل ڪتري: سائين! ان تي اچڻ کان اڳ اوهان کي چيف انجنيئر، پاڻي ٺاهه جعفري صاحب جو چيف انجنيئر سکر ڏانهن هڪ ٽيليگرام ڏيکارڻ چاهيندس. سائين! اِهو خط انتهائي دلچسپ آهي. ٽيليگرام 16 فيبروري 1966 جو آهي ۽ اِهو چوي ٿو:

"ڪالا باغ وٽ سنڌو دريا ۾ نئون وهڪرو (.) سکر ڪينال جي طئي ٿيل 34000 ڪيوسڪ بدران 28815 ڪيوسڪ جي لڪت ۾ گهر (.) مهرباني ڪري نظر ثاني ڪيو پوءِ تازي ترين وهڪري کي استعمال ڪرڻ لاءِ مڪمل طئي ٿيل حصي جي گهر ڪريو(.)"

سائين! ٺاهه سياري دوران سکر کي 34000 ڪيوسڪ ڪڍڻ جي اجازت ڏني. اِهي انگ اکر ايندرسن ڪميشن يا رائو ڪميشن سميت ڪٿي به اڳ ۾ ٿيل ڳالهين دوران ظاهر نٿا ٿين. ڪاتي جي اعليٰ ترين اختيار ۽ درحقيقت پنجاب جُو سڀ کان وڏيڪ چاڻو چيف انجنيئر 34000 وارن انگن اکرن کي طئي ٿيل ٿو تسليم ڪري اِها سنڌ - پنجاب ٺاهه جي واضح بجا آوري آهي. اِن تصديقي خط تي خود جعفري صاحب جي صحيح ٿيل آهي.

سائين! جعفري صاحب 28 مارچ 1966 تي پنهنجي خط نمبر 393_ 399WTIC تحت سمورن چيف انجنيئرن کي هدايتون جاري ڪيون ته تريمو پنجند ۽ اسلام جي انتظام لاءِ چيف انجنيئر، پاڻي ٺاهه تي عمل درآمد واري سيل جي هدايتن تي عمل ڪرڻ جي توثيق ڪئي.

سائين! انڪان پوءِ هڪ ٻيو دلچسپ خط 7 اپريل 1966 جو آهي. اِهو

سيڪريٽري آبپاشي لاهور طرفان چيف انجنيئر سکر واسطي آهي. اِهو خط چوي ٿو:

"چيف انجنيئر WTIC سيڪريٽري آبپاشي ۽ پاور کي ڄاڻايو آهي ته هُن چيف انجنيئر، آبپاشي سکر سان ٽيليفون ذريعي معاملي تي ڳالهايو آهي ۽ کيس ڄاڻايو ته سندس (چيف انجنيئر WTIC) طرفان ڪيل انتظام سنڌ ـ پنجاب ٺاهه 1945 جي شقن پٽاندر آهي ۽ اِهي شقون 3 مارچ کان 31 مارچ تائين (ڪالا باغ تاريخون) سکر جي پيٽ ۾ ٿل ۽ تونسا لاءِ وڌيڪ ترجيحون ٿيون طئي ڪن."

سائين! ان عرصي دوران، ٿل ڪينال کي سنڌو تي ترجيح حاصل آهي جهڙي ريت ٺاهه ۾ اختتامي شق ۾ ڄاڻايو ويو آهي. جنهن جو آءُ اڳيئي ذڪر ڪري آيو آهيان ۽ جنهن تي پنجاب پنهنجي گذارشن دوران اعتراض واريو هو. چيف انجنيئر سکر ڏانهن سيڪريٽري آبپاشي جو خط واضح طور تي چوي ٿو ته ضابطا بشمول ٺاهه ۾ ڄاڻايل بندش (Closure) واري عرصي دوران ٿل کي ترجيح ڏيڻ، سنڌ ـ پنجاب ٺاهه پٽاندر ئي جوڙيا ويا آهن.

سائين! آخر ۾ ٺاهه جي عملي حيثيت جي هڪ وڌيڪ تصديق. هيءُ خط مظهر عليءَ طرفان ئي 11 نومبر 1963 تي لکيل آهي. مظهر علي هاڻ هن ڪميٽيءَ آڏو پنجاب جو عيوضي آهي. سيڪريٽري آبپاشي ۽ پاور اولهه پاڪستان طرفان لکيل هيءُ خط سمورن چيف انجنيئرن نالي آهي، جيڪو چوي ٿو:

"سنڌ ـ پنجاب ٺاهه تحت تونسا بيراج ڪينالن جي تفويض بابت هڪ نوٽ اوهانجي ڄاڻ لاءِ شامل آهي."

انهيءَ نوٽ ۾ مظهر عليءَ ربيع دوران ڪيوسڪن ۽ ڪيوسڪ ڏينهن بنهي ۾ تونسا جي تفويض جا تفيصل ڏنا آهن ۽ ارڙهين ڏينهن لاءِ 10000 ڪيوسڪ جي يڪمشت چوڙ لاءِ سنڌ ـ پنجاب ٺاهه ۾ ڏنل تفويض تان هٽ ڪٽڻ جو رٿيو اٿس. هو تت ٿو ڪڍي ته تونسا جي مڪمل تفويض حاصل ڪرڻ لاءِ اِهو سکر جي ساليانِي بندش دوران ممڪن آهي. اِها جيسيتائين تونسا جو تعلق آهي، ڪجهه لحاظ کان هڪ مناسب ۽ جوڳي رٿ هئي پر هاڻ ڪميٽيءَ آڏو پنجاب ٺاهه جي وجود کان ئي انڪاري آهي.

چيئرمين: ڳالهين دوران ان تي ڪيترو انحصار ڪيو ويو؟ سنڌ طاس ٺاهه ۾ سنڌ ـ پنجاب ٺاهه جو ذڪر ئي ناهي."

اسماعيل ڪتري: سائين هيءُ آهي پاڪستان جي پاڻيءَ واري وفد طرفان

تيار ڪيل هيڊرو ڪتاب ۾ اِهو سنڌ - پنجاب ٺاهه ۾ يڪرائيپ واريون سموريون تفويضون ٿو ڄاڻائي. سائين! درحقيقت پاڪستان پارت سان پاڻي جي تڪرار تي ڳالهين جي شروعاتي مرحلي دوران زور پريو ته سنڌ - پنجاب ٺاهه کي مان ڏنو وڃي پر پارت ان تي راضي نه ٿيو ۽ اپرندي دريائن جو سمورو پاڻي حاصل ڪرڻ چاهيائين. ڳالهه ٻولهه جا بنياد بعد ۾ تبديل ڪيا ويا.

چيئرمين: صحيح، هنن پنهنجي اوائلي حڪمت عمليءَ ۾ اِهو لفظ استعمال ڪيو.

اسماعيل کتري: درست. سائين! ڳالهين جي وقت سنڌ جو موقف مڪمل طور تي سنڌ - پنجاب ٺاهه تي انحصار ڪرڻ وارو هو ۽ بعد ۾ ئي سنڌ جي موقف کي تبديل ڪيو ويو ته.....

چيئرمين: پر جيئن اڳيئي چيو اٿم ته پنجاب ٺاهه کي ڇو نٿو قبول ڪري؟

اسماعيل کتري: سائين! اِهو سادو سودو معاملو آهي. سنڌ - پنجاب ٺاهه کان نابري وارينديءَ اسين سمجهون ٿا ته پنجاب اِهو ڏيکارڻ جو ارادو ٿو رکي ته پنجن لنڪ ڪينالن ۾ ايس وي سيءَ جهڙن انجي اکثر ڪينالن لاءِ ڪابه تفويض ناهي. نه رڳو سنڌو دريا جي بيراجن پر سمورن ذيلي ندين جي ڪينالن بشمول پنجن - لنڪ ڪينالن، حويلي ۽ پنجند لاءِ ان ٺاهه تحت تفويضون ٿيل آهن. هاڻ هو اِهو ڏيکارڻ ٿا چاهين ته اِهي وڏيرا ڪينال ڪنهن تفويض کانسواءِ آهن ۽ انڪري هو انهن ڪينالن تي هاڻوڪن وڌايل استعمالن جو تفويض طور جواز بنائڻ ٿا چاهين. سائين! درحقيقت جهڙي ريت پوئين ڏينهن پنجاب جي عيوضي ڄاڻايو ته هو پنهنجي سمورن ڪينالن لاءِ هاڻوڪا استعمال جيڪي تفويض کان گهڻو وڌيڪ آهن، متبادل طور چاهين ٿا.

چيئرمين: 1945 ۾ حويلي، پنجند، سکر وغيره تي استعمال لاءِ ڪجهه تفويضون مقرر ڪيون ويون. 1947 ۾ ورهاڱي کان اڳ انهن جا ڪي ڇوڙ هئا ۽ اڄ به انهن جا ڪي ڇوڙ آهن. بهترين دڳ اِهو هوندو ته سنڌ - پنجاب ٺاهه ۾ طئي ڪيل انداز موجب سکر کي اِهو چئجي ته 45000 ڪيوسڪ ملڻ گهرجن. هاڻ اڇو تونسا ۽ سنڌ جي ٻين بيراجن تي. اوهان ٿا چئو ته سنڌ - پنجاب ٺاهه عمل پذير رهيو آهي ۽ ڇوڙان پٽاندر آهن. پاڻيءَ جو ڪيترو سيڪڙو حقيقتاً ڪنيو ويو آهي. پاڻيءَ جي ورڇ ڪندي اسان کي ڪينالن جي گهرج ڏسڻ گهرجي. جيڪڏهن

اوهان کي سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ ۾ فراهم ڪيل ڪان وڌيڪ سکر بيراج لاءِ گهرجي تہ پوءِ انجي گهُر ڪري سگهو ٿا.

اسماعيل کتري: سائين! بدقسمتيءَ سان دريائي وهڪرا تفويضن جي برابر ناهن. دريائي فراهمين جو مقدار جيڪي حقيقت ۾ ٿين ٿا. گهٽ وڌ ٿيندو ٿو رهي. بيراجن ۾ پڻ گهاٽين واڌين وارن انيڪ سببن ڪري تبديلي ايندي رهندي آهي. ڪينالن تي روز مرهہ واري گهُر برسات جهڙن انيڪ عنصرن تي انحصار ڪندي گهٽ وڌ ٿيندي رهندي آهي. وهڪرا جي ٽُڙ انگن اکرن کي تفويض سان ٺهڪائڻ عملي ڳالهہ ناهي. جڏهن حقيقي وهڪرا تفويض کان وڌيڪ آهي تہ گهربل وهڪرا حاصل ڪرڻ جو ڏکيو ڪم ناهي پر ڏکيائي تڏهن ٿي ٿئي جڏهن وهڪرا تفويض کان گهٽ آهي. اِهو اهم وقت تي کوٽ ٿو پيدا ڪري ۽.......

چيئرمين: اوهين منهنجي ڳالهہ سمجهي نہ سگهيا آهيو. اِهو کٽي چئجي تہ گذريل 22 سالن تائين سکر کي هيترو ڪجهہ ملندو رهيو ۽ هاڻ تفويض تي منهنجي سامهون اچي جيڪا هنن اوهان کي ڏني آهي سا جوڳي ناهي تہ پوءِ اوهانجي گهرج کي ليکي سگهندس ڇاڪاڻ جو پاڻيءَ جي ورڇ لاءِ اوهان کي پنهنجي گهرج ڄاڻائڻي پوندي. آءُ اوهانجي گهرج پيو معلوم ڪريان.

اسماعيل کتري: سائين! مختلف رتائن لاءِ تفويض ٺاهہ ۾ ڄاڻايل آهن. هاڻ ٿا پروڙيون تہ نون بيراجن لاءِ پاڻي آهي ئي ڪونہ ڇاڪاڻ جو پنجاب جي بيراجن خاص طور تي اهم مهينن دوران وڌيڪ پاڻي کٽي ورتو آهي. سائين! هاڻ اسانجو موقف اِهو آهي تہ سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ مختلف رتائن لاءِ طئي ٿيل چوڙن لاءِ طئي ٿيل آهي ۽ ان کي خاص طور تي تفويض ۽ ترجيحن جي حوالي سان مان ڏيڻ گهرجي. اُهو بہ ان صورت ۾ جڏهن ٺاهہ سنڌ ۽ رائو ڪميشن جي شڪايت جي ازالي يا پوئواريءَ ۾ ڪيو ويو.

چيئرمين: رائو ڪميشن جي ربورٽ پڻ حڪومت تسليم نہ ڪئي. سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ سان مطابقت ۾ ترجيحون ڇا هيون؟

اسماعيل کتري: سائين! ترجيح II ۽ III غلام محمد. گڊو ۽ تونسا جو احاطو ٿيون ڪن. پاڻيءَ جي اِها سطح استعمال ڪرڻ کان پوءِ ذخيرا ترجيح IV تحت ٿا اچن. ذيلي ڪينالن ۾ انهن جي تفويضن کان وڌيڪ استعمال سنڌ جي بيراجن جي تفويض پوري ٿيڻ تائين نٿا ٿي سگهن. سائين! بين لفظن ۾ ائين کٽي چئجي تہ ذيلي نديءَ تي ڪو ڪينال يا ڪينالن جو جهڳٽو 10000 ڪيوسڪ

تفويض ٿو ڪٽي ۽ گڊو بيراج جي 20000 ڪيوسڪ واري تفويض سان ٽا ڪٽون. سنڌ چوي ٿي تہ ترجيحون گڊو بيراج جو تحفظ ٿيون ڪن ۽ انجي طئي ٿيل سطح حاصل ٿيڻ کان پوءِ ئي ذيلي ڪينالن جي تفويض کان وڌيڪ پاڻي حاصل ڪرڻ ڏانهن وڌي سگهجي ٿو. ذيلي ڪينالن طرفان پنهنجي سهمت ماٿيل تفويض کان وڌيڪ اضافي استعمال ڪنهن عارضي لاهہ چاڙهہ جي زمري ۾ ٿا اچن نہ ڪي تفويض ۾. سائين! اِهوئي فرق آهي. پنجاب پهرين تفويض کان نابري وارڻ چاهي، پوءِ هنن 1971 تائين پنهنجي وڌايل استعمال واري حق کي تفويض ليکڻ چاهيو ۽ پوءِ تہ اڃا تائين اڳتي ويا جو هيل تائين استعمال جي متبادل هئڻ جي دعويٰ ڪيائون.

چيئرمين: اِهو عمل ۾ آڻڻ ڏکيو آهي. اوهان وٽ اضافي استعمال آهن ۽ وري ترجيحون آهن ۽ پوءِ وري عملي صورت ۾ ڪجهہ آهي. ويهن يا ٽيهن سالن تائين پاڻيءَ جو ڪو مخصوص استعمال ڪنهن مخصوص انداز ۾ ڪيو ويو آهي، انڪري ڏيکارڻو ٿو پوي تہ سچو ٿاهہ 1947ع ۽ 1960 واري ٿاهہ کان پوءِ عمل پذير ٿي پئي سگهيو.

ترجيح I جو ڪينال آهي. انهيءَ ترجيح I جي ٽنيهن سالن تائين پوئواري ٿي آهي. هو ٿاهہ تحت پنهنجي فراهمين کي مُڏو ڪيئن ٿا ڪري سگهن. ٿاهہ قانوني طور تي واجب ناهي پر اِهو ويهن سالن تائين استعمال هيٺ رکيو اٿو. اِها پاڻيءَ جي عقل پري ورچ آهي. پاڻيءَ جي وارابنديءَ تي ويهن سالن کان ڪي انتظام عمل هيٺ آهن. پر سنڌ طاس ٿاهہ ڪري ڪا تبديلي نہ ٿيندي.

اسماعيل کتري: سائين! سامهون ايندڙ فرق واضح ڪندس. لغوي طور نہ سهي جوڳي ريت ٿاهہ برقرار رهندو جنهن جي پوئواري ڪري سگهجي ٿي. سنڌ طاس ٿاهہ تفويضون تبديل نہ ڪيون. اسين مڪمل طور تي واقف آهيون تہ ڪجهہ ڪينالن ۽ ذخيرن جي پارت حوالي ٿيڻ ڪري اِن ۾ ڪجهہ تبديليون گهربل آهن. اسان اِها مشق ڪئي آهي جيڪڏهن گهربل هوندا تہ نظر ثاني ٿيل انگ اکر پيش ڪري سگهون ٿا. سائين! ٿاهہ مونجهاري پريو ناهي ۽ آءُ وضاحت ڪندس تہ اِهو ڪيتري حد تائين قبولي ۽ لاڳو ڪري سگهجي ٿو.

چيئرمين: جيڪڏهن ان کان اڳتي وڌو تہ اوهين ٿاهہ لاڳو نہ پيا ڪريو. جيڪڏهن ڪو ٿاهہ صدر يا گورنر جي منظوري ماٿيل آهي تہ پوءِ ڪوبہ وڪيل ان تي سوال نٿو اُٿاري سگهي. انڪري جيڪڏهن اوهين ٿاهہ ۽ اوهانجي گهرجن بابت پنهنجو ڪيس ٿاهہ ۾ واقعي اسان جي مدد ڪرڻ چاهيو ٿا تہ آءُ اِهوئي

چوندس تہ ويهن سالن دوران پاڻي هڪ مخصوص انداز ۾ ورهايو ويو آهي. اِهو اوهانجو بنياد هئڻ گهرجي. ناهہ ڪي تفصيلي طور تي پڙهي چڪو آهيان. اوهان 1966 جو خط ڏيڪاريو تہ سنڌ پاڻيءَ جون ضرورتون حاصل نہ پئي ڪري ۽ حڪومت طرفان جواب اِهو هو تہ فراهمي ناهہ جي تفويض موجب هئي. سنڌ طاس ناهہ جي دستاويزن ۾ پڙهيو اٿم تہ فقط تاريخي استعمال ٿي آهي. اوهانجو ڪيس اِهو آهي تہ ناهہ هيل تائين ويهن کان پنجويهن سالن تائين عمل هيٺ رهيو آهي.

**مسٽر جسٽس فضل اڪبر جي صدارت هيٺ 21 مئي 1971 تي ڪراچيءَ ۾ ڪوٺايل سنڌو جي پاڻيءَ بابت ڪميٽيءَ جي گڏجاڻيءَ جي روئداد:**

اسماعيل کتري: سائين! ڪالهہ پنجاب ۽ سنڌ وچ ۾ سڌي سنئين ڳالهين جي راهہ هموار ڪندڙ ڪيترن ئي عنصرن ۽ تاريخ جو احاطو ڪيم. ناهہ جي مسودي تي صحيون ڪرڻ ۽ پنجاب جي سيڪريٽريءَ طرفان انجي تصديق ڪرڻ جو ذڪر ڪيم. مالي مامري جي نبيري لاءِ ڇهن مهينن جو مدو وڌائڻ جي حوالي سان گورنر جنرل جو حوالو پڻ سامهون آيو. گورنر جنرل طرفان تعطل کان انڪار ۽ مامري جي حتمي نبيري لاءِ ٽياڪڙيءَ واري شق داخل ڪرڻ بابت سنڌس سفارش جو پڻ حوالو ڏنم. سائين! اِهو بہ ڄاڻايو تہ اسين گورنر جنرل طرفان پاڻيءَ جي شقن جي رسمي طور تي قبوليت پيش ڪرڻ جي حيثيت ۾ ناهيون ۽ نتيجي طور سنڌ حڪومت پاڻيءَ جي شقن جي گورنر جنرل طرفان منظور ڪرڻ ڪي ليکڻ ۾ باجواز آهي. سائين! اِهو ليکيو ويندو تہ وائسراءِ طرفان ناهہ جي رسمي منظوري نہ هئڻ جي باوجود، ٻن صوبن وچ ۾ هڪ ٻہ طرفي دستاويز طور اِهو انتهائي جوڳو ۽ واجب آهي. سائين! انڪان پوءِ ڪالهہ وضاحت ڪيم تہ اِهو ناهہ عملي طور تي ڪيتري حد تائين لاڳو ڪيو ويو آهي. ناهہ ذريعي ويچار هيٺ آندل سمورين اهم رٿائن جهڙوڪ پاڪڙا، ڪوٽڙي، گدو، تونسا ۽ بي ايس لنڪ جي اڏاوت جو ذڪر ڪيم. اِهو ڏيکاريم تہ ون يونٽ کان اڳ، ۽ ڪجهہ صورتن ۾ تہ ورهاڱي کان بہ اڳ، جاري ڪيل اِهي سموريون رٿائون پنهنجي ڊيزائن جي حوالي سان تفويضن ۾ سنڌ - پنجاب ناهہ جي ڍانچي اندر ٿي هيون.

سائين! پاڻيءَ جي ورڇ بابت ناهہ جي عملي وهنوار ۽ عمل درآمد متعلق خطن ۽ ٻي لکپڙهہ جو پڻ هڪ وڏو تعداد اوهان آڏو رکيو اٿم. سائين! اوهان کي اِهو بہ ڏيکاريو سين تہ پنجاب کي ناهہ جون تفويضون ۽ ترجيحون نہ رڳو قبول هيون پر اُن انهن تي عملي طور تي ڪم پڻ ڪيو. آبپاشي سيڪريٽري ۽ چيف انجنيئر

WTIC طرفان مخصوص وقت تي ٿل ۽ سکر طرفان مڪمل ڇوڙ ڪٽڻ جي اجازت ڏيندڙ ٺاهه جي اختتامي شق قبول ڪرڻ جو پڻ حوالو ڏنو اٿم. چيف انجنيئر WTIC طرفان ربيع واسطي سکر بيراج لاءِ 34000 ڪيوسڪ استعمال ڪرڻ واسطي اجازت هئڻ ڪي قبولڻ جون شاهديون پڻ پيش ڪيون اٿم. سائين! اِهو هو ون يونٽ کان اڳ ۽ ون يونٽ دوران ٺاهه جو عملي وهنوار.

اختر حسين ڪميٽيءَ جي غور ويچار دوران پڻ اِهو مامرو بحث هيٺ آيو. ڪميٽيءَ طرفان اولهه پاڪستان ۾ آبپاشي ۽ پاور کاتي طرفان پاڻيءَ جي فراهمين جي ورهاست جي طور طريقي بابت ڄاڻڻ لاءِ سيڪريٽري آبپاشيءَ ڏانهن هڪ خط اُماڻيو ويو. سيڪريٽري آبپاشيءَ طرفان ڪميٽيءَ کي ڏنل سرڪاري ورنديءَ جي ڪاپي آندي اٿم. 24 فيبوري 1970 جو اِهو خط چوي ٿو:

"هيءُ کاتو فراهمين جو انتظام 1945 واري سنڌ - پنجاب ٺاهه جي شقن تحت ئي ڪري رهيو آهي. سنڌو دريا جي مرڪزي وهڪري ۽ گڏوگڏ ذيلي ندين تي اولهه پاڪستان جي مختلف بيراجن ۽ ڪينالن کي انهيءَ ٺاهه ۾ ڏنل تفويضون سدائين موجود فراهمين کان پهرين ترجيح ئي حاصل ڪن ٿيون."

"اپرندي دريائن جي ڪينالن جي ڏس ۾ سنڌ - پنجاب ٺاهه تحت پڪرائپ ماڻيل تفويضن کي پارت سان سنڌ طاس جي روشنيءَ ۾ نن اولهندي دريائن جي پاڻيءَ کي هڪ جيتري ترجيح ڏني وئي هئي." سائين! ان خط جو آخري پيراگراف چوي ٿو:

"ان تفويض جي پورائي کان پوءِ ضرورتن کان واڌي جيڪڏهن ڪي فراهميون آهن تہ اِهي سمنڊ ۾ ضايع ڪرڻ لاءِ ڇڏڻ بدران "وڏيڪ خوراڪ اُپايو مهم" تي عارضي طور تي ڪتب آنديون ويون آهن."

سائين! طارق صاحب سيڪريٽريءَ جو خط واپس وٺڻ جو حوالو ڏنو آهي جيڪو اڳ ۾ کاتي طرفان اختر حسين ڪميٽيءَ کي اُماڻيو ويو هو ۽ جيڪو ان موضوع تي مرحوم جعفري صاحب لکرايو هو. جيئن تہ اِهو خط درست نہ هو انڪري اِهو واپس ورتو ويو تنهن هوندي بہ جعفري صاحب ان خط ۾ لکيو هو تہ:

"وسيع تناظر ۾ ڇئجي تہ آبپاشي کاتو سنڌو جي مرڪزي پيٽ ۽ گڏوگڏ ذيلي ندين تي مختلف رٿائن کي آبپاشيءَ جون فراهميون 1945 واري سنڌ - پنجاب ٺاهه جي شقن تحت ۽ سنڌ طاس ٺاهه جي اثرن جي روشنيءَ ۾ ورهائي رهيو آهي...."

سائين! اِهو معاملي تي مڪمل تصوير تو پيش ڪري ۽ ڏيکاري ٿو تہ اولھ پاڪستان جو آبپاشي کاتو پاڻيءَ جي ورهاست ۾ سنڌ ـ پنجاب ٺاھ جي پوئواري ڪندو رهيو آهي.

سائين! ڪالھ جن ٽيليگرامن ۽ خطن جو حوالو ڏنو هئم تن جون ڪاپيون ۽ سنڌ ـ پنجاب ٺاھ جي مسودي جي شايع ٿيل ڪاپي پڻ اوهان کي پيش ٿو ڪريان.

سائين! پنجاب جي جوابي ورنديءَ ۾ چيو اٿن تہ ٺاھ جي وهنوار کان واجب دستاويز طور تہ نابري واري وئي آهي پر انجي ڪنهن بہ حوالي سان وهنوار کان انڪار نہ ڪيو ويو آهي. سنڌ محسوس ٿو ڪري تہ شايد پنجاب اِهو لکندي ٺاھ جي فقط واجب هئڻ واري نوعيت کان ئي انڪار ٿو ڪري پر ان تحت کنيل قدمن تي بيهي ٿو. پنجاب پروڙيو آهي تہ اُن رضاڪاراڻي طور تي (اها هڪ دلچسپ مشاهدو آهي) سنڌ ڏانهن پاڻيءَ جو اضافي مقدار ڇڏيو ۽ ڪجھ معاملن ۾ فراهميءَ جي ورهاست اينڊرسن ڪميشن جي سفارش تي ڪئي وئي. شايد سنڌن چوڻ جو مطلب اِهو هو تہ پاڻي فقط سکر لاءِ تفويض ٿيل هو ۽ پنجاب پاڃھ طور غلام محمد ۽ گڊو لاءِ اضافي فراهمين جي اجازت ڏني. انهن بيراجن کي سنڌن موجب ڪو حق حاصل ناهي. اِهو مشاهدو اينڊرسن ڪميٽي رپورٽ جي وقت وجود نہ رکندڙ سنڌ ۾ ٽن مان ٻن بيراجن غلام محمد ۽ گڊو ۽ پنجاب ۾ ٻن مان هڪ بيراج تونسا جي حقيقي وهڪري واري حقيقت جي عجيب اُبتار آهي. تصور ڪريو تہ اهي سمورا نوان بيراج جيڪي درحقيقت سنڌ ـ پنجاب ٺاھ جي بنياد تي نہ رڳو اڏيا ويا پر هلايا پڻ ويا. پنجاب جي 'پاڃھ' ذريعي ئي اجازت ماڻيل آهن. اِهو اوپاري وارن جو عجيب منطق آهي.

سائين! هن موضوع تي رهندي بہ وڌيڪ شيون.

اچو تہ ڏسون تہ پرڏيهي ماهر صلاحڪارن ٺاھ جي وهنوار بابت ڪهڙو مشاهدو پيش ڪيو.

عالمي بينڪ ڏانهن لائفنتڪ رپورٽ جلد II جي صفحي 195 تي پاڻيءَ جي تفويضن بابت هيءَ ڪجھ ٿو چوي:

"6 پاڻيءَ جون تفويضون ـ حال ۽ مستقبل"

5.74 سنڌو دريا جي ميدانن ۾ داخل ٿيندڙ دريائي وهڪرا هن وقت 1945 واري اڻ توثيق ٿيل سنڌ ـ پنجاب ٺاھ تي آڌاريل وهنوارن تحت تفويض

ٿين ٿا. اِهي وهنوار دريائي وهڪري جي مختلف امڪاني حالتن ۾ پنجاب ۾ سنڌ وچ ۾ ڏهن ڏينهن جي معياد ڪي پڻ آڏو رکن ٿا.

5.75 انهيءَ ٺاهہ جي مول متن تحت ڪيٽريون ئي ترجيحون جوڙيون ويون آهن. مثال جي طور تي ٿل ڪينال، سکر بيراج ۾ ڪجهہ اڳوڻا پراڻا سيلابي سرشتا مرڪزي سنڌو دريا تي پهرين ترجيح ٿا وندبين ۾ ان ريت مناسب حد تائين فراهميون ماڻين ٿا. ٻئي پاسي تونسا، گڊو ۾ غلام محمد بيراجن وارن نون ڪينالن کي گهٽ ترجيح هاصل آهي جنهن ڪري اِهي وڏيڪ ڪوٽ ڀوڳين ٿا.

5.76 ساڳي ريت، اپر ۾ لوئر جهلم ڪينالن، اپر ۾ لوئر چناب ڪينالن ۾ لوئر باري دو آب ڪينال کي پنجاب ۾ ترجيح آهي. اِهي "پنج ئي لنڪ ڪينال" هڪ وڏي گهٽي پاڻي مدامي ايراضيءَ کي ايتري فراهمي ڪن ٿا جو چيچ دو آب ۾ سي سي اي جي پوري ۾ رچنا دو آب ۾ سي سي اي جي گهٽي پاڻي برابر ٿيو وڃي. پنجاب جي ٻين ڪينالن کي گهٽ درجي واري ترجيح حاصل آهي. سڀ کان گهٽ لاياٿتا ستلج ماتري ۾ پنجاب جا ڏاکڻا علائقا آهن."

سائين! اِهو انتهائي دلچسپ آهي. انهن مانوارن ماهرن جي واضح سفارش هيءَ آهي.

"5.77ـ سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ جا وهنوار طاس لاءِ ويجهي مستقبل وارن منصوبن تي اثر انداز ٿيڻ ذريعي، هيٺين نون عنصرن کي جيڪي ٺاهہ دوران نہ پروڙيا ويا، مدنظر رکڻ واسطي اجوڪي دور سان ٺهڪائڻ جي ضرورت آهي.

(i) سرڪاري/ عوامي ٽيوب ويلن جي حصيداري

(ii) IBP وارا ڪمَ

(iii) واديءَ ۾ مرڪزي دريا جو ذخيرو

(iv) ڪينالن جي طئي ڪيل/ جوڙيل وهڪرا ۾ تبديليون"

مٿيون اولهہ پاڪستان ۾ لاڳو صورتحال جي هڪ ڏِٺهي ۾ تفصيلي اڀياس کان پوءِ عالمي بينڪ جي صلاحڪارن جو اهو ڏريو موقف آهي.

آبپاشيءَ جي حال ۾ مستقبل جي ترقيءَ واسطي IACA پروگرام پڻ سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ کي آڏو رکيو آهي. ان مان ظاهر ٿو ٿئي تہ خود پرڏيهي صلاحڪارن پڻ ان ٺاهہ جي اهميت ۾ حيثيت کي تسليم ڪيو آهي جنهن ڳالهہ کي درگذر نٿو ڪري سگهجي.

سائين! آخر ۾ ميسرز هنٽنگس جو حوالو ڏيندس جنهن جي رپورٽ واپڊا

سيد حامد جي نگرانيءَ ۾ جوڙي، جيڪو هن ڪميٽيءَ ڪي پنجاب طرفان ميمبر آهي. پنهنجي خط ۾ ماهرن جو چوڻ آهي تہ:

"پاڻيءَ جي موجوده فراهمين جي تفويض لاءِ ڪنهن مجموعي منصوبي جي اڻ موجودگيءَ ۾ اسان عملي انومان طور ليکيو آهي تہ سنڌو دريا مان خطي لاءِ مستقبل جي آبپاشي فراهميون 1945 واري سنڌ - پنجاب ٺاهہ سان ٺهڪاءُ ۾ هونديون. (صفحو I، ياڱو I)"

هاڻ انهيءَ انومان مان بہ جملا ٿو پڙهان جيڪي هنن ياڱي I جي صفحي 51 تي ڏنا آهن. هو لکن ٿا:

"هن رپورٽ لاءِ اِهو ليکيو ويو آهي تہ ترجيح I، II ۽ III لاءِ سنڌ - پنجاب ٺاهہ سال جي هر مهيني دوران دريائن ۾ فراهمين جو پورائو ڪري. سائين! اِهي ٽئي ترجيحون سنڌ جي سمورن ٽنهي بيراجن جو احاطو ٿيون ڪن. چوٿين ترجيح گهٽي ياڱي پنجاب ۾ ذخيرن واسطي آهي. ان ٺاهہ ۾ ڄاڻايل اصول تہ پنجاب طرفان ذخيرن لاءِ منتقلين کان اڳ سنڌ انهن ترجيحن تحت پنهنجون فراهميون حاصل ڪري تي عمل ڪيو ويندو."

سائين! اِهو وهڪري وارين فراهمين بابت هو. ذخيرن بابت صفحي 51 تي پڇاڙ تي سندن چوڻ آهي تہ:

"منگلا ۽ تربيلا تي اُتر ۾ رٿيل ڪُل ذخيرو سنڌ - پنجاب ٺاهہ ۾ متعين ڪيل کان وڌيڪ آهي ۽ ڇاڪاڻ جو ٺاهہ کان اضافي ذخيري جو 75 سيڪڙو تي سنڌ دعويٰ ڪري سگهي ٿي، ان ڪري اِهو جوڳو ليکيو تہ خطي کي ان وسيلي مان اضافي پاڻيءَ جي فراهمي ڪئي وڃي. بهرحال، اِهو تسليم نہ ڪرڻ غير مناسب ٿيندو تہ پنجاب ايرندي دريائن کان محروم ٿي ويندو ۽ انڪري نئين ذخيري مان حاصل ٿيندڙ پاڻيءَ تي سنڌ جي دعويٰ کان اڳ متبادل پاڻيءَ جو پورائو ڪرڻ گهرجي."

سائين! اِهو هو ميسرز هنٽنگس جو نتيجو جيڪو شاهہ صاحب جي صلاح تحت ڏنو ويو.

سائين! آخر ۾ اوهانجو ڌيان واشنگٽن ۾ پاڪستان جي پاڻيءَ بابت وفد جي اشاعت ڏانهن ڇڪرائيندس. "نقصانن ۽ لاڀن جو وڇور" جي موضوع تي صنعتن واري وزارت لاءِ اِها لکٽي ڪرماني صاحب لکي. انهيءَ سرڪاري لکٽيءَ ۾ "سنڌ - پنجاب ٺاهہ 1945- واري باب ۾ صفحي 19 ۽ 20 تي هو لکي ٿو:

"ان ڏس ۾ ڪميشن جون اهم سفارشون هيٺين ريت هيون:

(i) سنڌ بيراج اڏي ته جيئن پنجاب طرفان اضافي ڪٽ سبب دريائن ۾ پاڻيءَ جي سطح گهٽجڻ جي ڪري ان جي سيلابي ڪينالن تي ڪي ناڪاري اثر نه پوي.

(ii) پنجاب بيراجن جي لاڳت ۾ حصيداري ڪري.

(iii) سنڌ ۾ سيلابي ايراضيون جيڪي پنجاب جي ڪٽ سبب متاثر ٿينديون، کي بيراج رٿائن ۾ شامل ڪري تحفظ ڏنو وڃي.

(iv) پنجاب ۽ سنڌ ۾ رٿائن ۾ پاڻيءَ جي استعمال لاءِ ترجيحون طئي ڪيون ويون ۽ واڌي ۽ گهٽ فراهمين وارن عرصي دوران پاڻيءَ جي ورڇ لاءِ عمومي اصول طئي ڪيا ويا.

پنجاب مطمئن هو ڇاڪاڻ جو ان کي پنهنجي نين رٿائن لاءِ پاڻي مليو پئي. سنڌ مطمئن هئي ته ان جا سيلابي ڪينال مناسب ريت محفوظ آهن ۽ ڪوٽن ۽ واڌين جي غير يقيني عنصرن جي بنياد تي ڪوٽن جا جوکم ڪميشن طرفان طئي ڪيل فراهمين جي ورڇ ۽ ترجيحن واري سرشتي تحت محفوظ بڻايا ويا آهن.

سائين! ڪرماني صاحب چوي ٿو ته ناهه مالي مامري کانسواءِ مڪمل / حتمي هو جيڪو پنجاب ۽ سنڌ حڪومت طرفان قبول ڪيو ويو.

هاڻ مامرو نمبر 3 کي مڪمل ڪندس. اِهو ڏيکارڻ لاءِ جوڳيون شاهديون پيش ڪيون اٿئون ته اختر حسين ڪميٽيءَ جي آخري مرحلن ۾ پاڻيءَ جي ورڇ شروع ٿيڻ تائين ان ناهه کي نه ته ڪڏهن للڪاريو ويو يا انکان انڪار ڪيو ويو.

رٿائن جي اڏاوت جي ڪيترن ئي مثالن، پاڻيءَ جي ورهاست ۽ ڪيترين ئي اختيارين جي تبصرن سان گڏوگڏ اِها حقيقت ته پنجاب 23 سالن تائين ناهه کان ڪا نابري نه واري، واضح طور تي ظاهر ٿا ڪن ته سنڌ - پنجاب ناهه ماضيءَ ۾ سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ لاڳو رهيو آهي. ڪن به بنيادن تي اِهو ليکڻ ته ناهه کي مناسب انداز ۾ عمل درآمد نه ٿيو آهي پڻ ان ڳالهه جو واضح ثبوت آهي ته اِهو ناهه ڏرين وچ ۾ عمل هيٺ هو.

سائين! آءٌ قانوني ماهر ناهيان پر يقين اٿم ته اهڙا قانوني مثال حاصل ڪري سگهجن ٿا ته ڪنهن ناهه جي رسمي يا قانوني طور تي لاڳو نه هئڻ جي باوجود به اِهي مڪمل قانوني حيثيت سان عمل هيٺ رهيا هجن.

سائين! اسين محسوس ٿا ڪريون ته جڏهن به ڏريون ڪنهن ناهه تي پهچن ٿيون ۽ ان تي يڪرائيپ سان عمل پڻ ٿيون ڪن ته پوءِ ان لاءِ ڪا رسمي منظوري اهميت نٿي رکي. هن بحث هيٺ ڪيس ۾، قانوني حيثيت جي بحث

ڪانسواءِ بہ ان ٺاهہ جي انصاف ڀري حيثيت کي تسليم ڪرڻ گهرجي جڏهن ان ٺي سنڌ ۽ پنجاب ٻنهي هڪ ڊگهي عرصي تائين عمل پئي ڪيو آهي. اِهو چوندي مامري نمبر 3 تي پنهنجو بحث مڪمل ٿو ڪريان.

**مامرو نمبر (1) III، جاري**

اسماعيل ڪتري: سائين! پنجاب طرفان ٺاهہ جي مامري نمبر 1 ۾ اُٿاريل مختلف اعتراضن تي بحث ڪندي آءٌ اوهانجي خواهش پٽاندر مامري نمبر 3 تي آيس. جيڪڏهن پنجاب طرفان اُٿاريل ڪجهہ اعتراضن کي نہ نبيربو تہ مامرو نمبر 1 مڪمل نہ ٿيندو.

سائين! هڪ اُٿاريل اعتراض اِهو هو تہ سنڌ ٺاهہ جي توثيق نہ ڪئي آهي ۽ انڪري ٺاهہ مڪمل ناهي. ڪالهہ حوالن مان واضح ڪيم تہ سنڌ ٺاهہ کي قبول ڪيو آهي ۽ ڳالهين دوران ۽ شملا ڪانفرنس ۾ ان جو موقف اِهو هو تہ ٺاهہ کي جيئن جو تئين تسليم ڪيو وڃي.

پنجاب جو هڪ ٻيو وڏو چوڻ اِهو آهي تہ سنڌو جي پاڻيءَ بابت ٺاهہ ۽ سنڌ طاس ترقياتي فنڊ ٺاهہ جي صورت ۾ اِهو ٺاهہ ڪارگر نہ رهيو آهي. پنجاب اِهو بہ الزام ڏريو آهي تہ سنڌو جي پاڻيءَ بابت ٺاهہ پنهنجي سر سنڌ پنجاب ٺاهہ جي مڪمل پيڪڙي آهي.

نئدي ڪنڊ جو ورهاڱو ڀارت سان ٺاهہ ۾ متبادل رٿائن جي اڏاوت اهڙا اسم هئا جيڪي 1945 ۾ مدنظر نہ پئي نظر آيا. انهن واقعن جي نتيجي ۾ سامهون آيل رٿائن جي سرشتي جي وهنوار کي لازمي طور تي پاڪستان ۾ رهجي ويل سمورين رٿائن کي باهمي طور تي يڪرائپ واريون تفويضون فراهم ڪرڻ لاءِ سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ جي ورڇ پٽاندر بڻايو وڃي. سنڌو جي پاڻيءَ بابت ٺاهہ مختلف رٿائن وچ ۾ پاڻيءَ جي تفويض يا ٻين تفصيلن سان لهہ وچڙ ۾ نٿو اچي پر اهو ڪجهہ استثنائن سان تي اڀرندا دريا ڀارت کي ۽ تي اولهندا دريا پاڪستان کي ٿو سونپي. انجي نتيجي ۾، اڀرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن جي فراهميءَ وارو وسيلو ڪپجي ويو ۽ انهن کي اولهندي دريائن يا ٻين وسيلن ڏانهن منتقل ڪرڻو پيو. اِهو منگلا جي اڏاوت سان حل ڪيو ويو جنهن درحقيقت ٺاهہ سبب ڀارت ڏانهن ويجايل پاڻيءَ ڪان وڌيڪ تي فراهم ڪيو. جهڙي ريت عبدالوهاب شيخ صاحب واضح ڪيو آهي تہ منگلا ذخيري نہ رڳو پنجاب جي ڪينالن لاءِ مڪمل متبادل فراهم ڪيو پر سمورن صوبن ۾ واڌ ويجهہ لاءِ پڻ پاڻي فراهم ڪيو اٿس.

ساڳي ريت ورهاڱي کان اڳ پنجن دريائن مان ٻن تائين گهٽجڻ واري پنجاب جي ٺاهہ جو پڻ تفويض سان ڪو تعلق ناهي. سنڌ طاس ٺاهہ يا فنڊ ٺاهہ ماضي، حال يا مستقبل جي تفويضن جو ڪوبہ ذڪر نٿو ڪري. هاڻوڪو پنجاب صوبو پوئين پنجاب صوبي جو تسلسل آهي ۽ پاڻيءَ جي تفويض جي ڏس ۾ انجي سمورين ذميوارين لاءِ ذميوار آهي خاص طور تي جڏهن ان کي پنهنجي استعمال لاءِ وڃايل پاڻيءَ جو مڪمل متبادل ملي چڪو آهي.

اِهو سمجهہ کان ٻاهر آهي تہ ڪهڙي ريت سنڌ طاس ٺاهہ سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ جي پيچيدگي ڪري سگهي ٿو جڏهن اِهو يا "فنڊ ٺاهہ" تفويض واري سوال ۽ ترجيحن جي عملي تفصيلن جو معاملو ئي نٿو اُٿاري. رٿائن جي سرشتي درحقيقت سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ کان اڳ حاصل گنجائش کان وڌيڪ گنجائشون پيدا ڪيون آهن. جيڪڏهن ٺاهہ جي ترجيح V تي نظر ڊوڙائيندا سين، جنهن درحقيقت مستقبل جي واڌ ويجهہ جو ادراڪ ڪيو تہ اها واڌي ترقي پڻ سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ جي پيچيدگي نہ ليکي ويندي. درحقيقت سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ ٻنهي صوبن ۾ مستقبل جي انهن ذخيرن لاءِ تفويضون پڻ ڪيون آهن ۽ اسين محسوس ٿا ڪريون تہ سنڌ ٺاهہ جي ترجيح V تحت پاڻيءَ جي انهيءَ واڌ ويجهہ ۾ پنهنجي حصي لاءِ مڪمل طور تي حق بجانب آهِي.

انڪري سائين! اسين ان حد تائين چوڻ ٿا چاهيون تہ پارت سان ٺاهہ جي ڪري سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ ۾ ڪي ترميمون نہ ڪيون وڃن ۽ پنجاب جي ڪينالن کي فراهميءَ جا نوان ذريعا قائم ڪندي پارتي وسيلن جا متبادل نہ جوڙيا وڃن پر اِهو ڪجهہ ڪين سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ تحت حاصل تفويض ۽ تحفظ جي حوالي سان نہ هئڻ گهرجي. ٻہ طرفي ٺاهہ ذريعي ضروري پيپرايون ڪري سگهجن ٿيون. ٺاهہ جي شق 15 چوي ٿي تہ تفويضون ٻنهي ڌرين جي مرضيءَ کانسواءِ ڪنهن بہ صورت نہ ڪرڻ گهرجي. بنيادي طور تي، سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ کي ٻن صوبن وچ ۾ ڪارآمد ۽ جوڳو ٺاهہ ليکڻ گهرجي.

سائين! پنجاب طرفان اُٿاريل هڪ ٻيو اعتراض اِهو هو تہ سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ ٻن وڏن آبي ذخيرن جي اجازت ڏني پر عملي طور تي ٻن بدران چار آبي ذخيرا اڏيا ويا. يعني پارت ۾ پاڪڙا ۽ بياس ۽ پاڪستان ۾ منگلا ۽ تربيلا. ان ڏس ۾ اسين اِها گذارش ڪنداسين تہ ٺاهہ وڌيڪ رٿائن يا صلاحيتن تي ڪنهن بہ قسم جي روڪ نہ وڌي آهي ۽ ترجيح V تحت پاڻيءَ جي ورڇ جو بندوبست ان جو

خاص طور تي ذڪر ٿو ڪري. ٿاهه واضح طور تي تسليم ٿو ڪري ته ترجيح I، II، III ۽ IV تحت تفويضن کان وڌيڪ پاڻي ميسر آهي ته جيئن وڌيڪ واڌ ويجهه تي سگهي ۽ ان لاءِ ترجيح V ۾ تز بندوبست ڪيا ويا آهن. فقط اِها حقيقت ته ٻن بدران چار آبي ذخيرا اڏيا ويا آهن ٿاهه کي منسوخ نٿي ڪري ۽ ان کي سنڌ - پنجاب ٿاهه جي شقن / بندوبستن کي نه مڃڻ جو بهانو نٿو بڻائي سگهجي.

**مامرو نمبر(2) III**

چيئرمين: ته اولهه سرحدي صوبي ۽ بلوچستان کي ڪيتري حد تائين هن ٿاهه جو پابند بڻائي سگهجي ٿو؟

اسماعيل ڪتري: سائين! اِهو مامرو نمبر2 آهي. صورتحال اِها آهي ته اڳي اتر اولهه سرحدي صوبو فقط سنڌو مان پهاڙپور ڪينال ۾ پاڻي حاصل ڪندو هو جنهن واسطي هندوستان حڪومت اينڊرسن تفويض تعين تحت خريف ۽ ربيع ٻنهي مُندن لاءِ وڏ کان وڏ ۽ سراسري تفويضون منظور ڪيون هيون. بلوچستان وٽ سنڌو مان پاڻي حاصل ڪندڙ ڪو ڪينال ناهي ۽ نه ئي وٽن ان ڏس ۾ ڪا تجويز ئي آهي.

بلوچستان ۽ اتر اولهه سرحدي صوبي ٻنهي جي جوڳي حد تائين سنڌو دريا جو پاڻي استعمال ڪرڻ جي خواهش تي سگهي تي پر اِهو سنڌو تي بيراج اڏڻ کانسواءِ ممڪن ناهي ۽ دريا جي ويڪر سبب اهڙي ڪنهن بيراج جي اڏاوت تي ايندڙ خرچ انهن صوبن جي گنجائش کان وڏو آهي ۽ اِهوئي سبب آهي جو هو سنڌو دريا جي پاڻيءَ ۾ ڪا دلچسپي نٿا رکن.

چيئرمين: هو ٿاهه جا ڪيتري حد تائين پابند آهن.

اسماعيل ڪتري: سائين! پنجاب ۽ سنڌ وچ ۾ ٿاهه اتر اولهه سرحدي صوبي طرفان پاڻيءَ جي امڪاني گهر کي تسليم ڪيو ۽ ان موجب ٿاهه جي شق 1 ۾ ان لاءِ گنجائش ڪيدي آءُ ان مان پڙهان ٿو:

"ٿاهه جو دائرو

هيٺ ڄاڻايل ترجيح V تحت پنجاب جي حصي ۾ اتر اولهه سرحدي صوبي جو حصو پڻ شامل آهي. ترجيح نمبر I، III، IV ۽ V تحت سنڌ جي حصي ۾ سنڌ ۽ خيرپور صوبن جي استعمال لاءِ ڇوڙ شامل آهن."

سائين! اِهو پروڙيو ته خيرپور رياست کي سنڌ سان ڳنڍيو ويو. سنڌ خيرپور جي مستقبل وارا استعمال پنهنجي ذمي کنيا جڏهن ته پجاب اتر اولهه

سرحدي صوبي جي مستقبل وارا استعمال پنهنجي ذمي ڪنيا.

چيئرمين: اوهين منهنجي سوال جو جواب نه پيا ڏيو. مهرباني ڪري پهرين ان جو جواب ڏيو پوءِ اڳتي وڌو. هو ٺاهه جا ڪيتري حد تائين پابند آهن؟ ان کان پوءِ ٺاهه ۾ سنڌن حصي بابت ڄاڻائي سگهو ٿا.

اسماعيل ڪتري: سائين! مامري نمبر 1 کي نبيرينديءَ آءُ اڳيئي گورنر جنرل کي ڏنل حوالي جو ذڪر ڪري چڪو آهيان. سنڌ محسوس ٿي ڪري ته گورنر جنرل پاڻيءَ جي تفويض تي راضپو ڏيکاريو جڏهن هُن مالي مامري تي ٿي ٺياڪڙي واري شق داخل ڪرڻ جو رٿيو اِها توضيع تسليم ٿي ڪجي ته پوءِ گورنر جنرل پنهنجي جوابديد ۾ بين ڌرين جو پڻ احاطو ڪري ها. جيڪڏهن ان ٺاهه کي ٻه ـ طرفو ليکبو ته پوءِ شايد اتر اولهه سرحد صوبو ۽ بلوچستان ان ٺاهه جا پابند نه ليکبا. بهر صورت انهن ٻنهي صوبن جي گهرجن جو پورائو ڪرڻو پوندو. جيئن ته چشما اتر اولهه سرحدي صوبي لاءِ هڪ معجزو بڻجي آيو آهي ۽ اِهو آبپاشيءَ لاءِ سنڌو جون فراهميون استعمال ڪرڻ جي گنجائش ٿو فراهم ڪري. سنڌ ان تي سهمتُ آهي ته صوبي کي حقي حصو ملڻ گهرجي پر ٺاهه تحت اتر اولهه سرحد صوبي جي رٿائن لاءِ اهڙو حصو پنجاب جي حصي مان ملڻ گهرجي.

جيستائين بلوچستان جو تعلق آهي ته انجون کيرٿر واريون ايراضيون ۽ گڊو جو ڊيزرٽ پٽ ڪينال تي انحصار ڪندڙ ڪڇه ايراضيون سنڌ جي ڪينالن ذريعي آبپاشيءَ وارو پاڻي حاصل ڪري رهيون هيون ڇاڪاڻ جو انهن ڪينالن لاءِ سنڌ ـ پنجاب ٺاهه تحت هڪ واضح تفويض موجود آهي. اصلوڪي رٿائن ۾ ڏيکاريل کيرٿر جون ايراضيون ۽ ڊيزرٽ پٽ ايراضيءَ جو حصو ٺاهه تحت پاڻي حاصل ڪرڻ جو حقدار آهن. سنڌ بلوچستان جي انهن اصلوڪي تفويضن جو حق مڪمل طور تي تسليم ڪري ٿي. پنجاب جو اِهو چوڻ ته بلوچستان ٺاهه تحت سنڌو مان پاڻي حاصل ڪرڻ جو حق نٿو رکي درست ناهي ۽ ان جو مقصد بلوچستان حڪومت کي ٺاهه جي مخالفت ڪرڻ تي مجبور ڪرڻ آهي. درحقيقت بلوچستان طرفان ٺاهه جي مخالفت انهن تفويضن تي اثر انداز ٿي سگهي ٿي.

ڊيزرٽ پٽ ڪينال تي انحصار ڪندڙ بلوچستان جي وڌي ايراضي، جيڪا اصلوڪي رٿا ۾ شامل نه هئي ۽ جنهن کي انڪري ڪابه تفويض نه هئي، کي بهر صورت ون يونٽ دوران پاڻي ملندو رهيو آهي. سنڌ. سنڌو دريا جي پاڻيءَ

بابت ڪميٽيءَ طرفان سنڌ ـ طاس جي پاڻين جي ورهاست دوران بلوچستان جي ان ايراضيءَ کي اضافي تفويض فراهم ڪرڻ جي ضرورت کي مڪمل طور تي پذيرائي تي ڪري.

**مامرو نمبر (4) III**

سائين! آخر ۾ مامري نمبر 4 تي ٿو اچان. ڇا ٺاهه کي هيل تائين ٿيل عمل درآمد جي روشنيءَ ۾، سنڌ ۽ پنجاب جا پاڻيءَ وارا حق متعين ڪرڻ جي بنياد طور استعمال ڪري سگهجي ٿو؟

اِهو مدنظر رکندي تہ ٺاهہ گذريل 25 سالن دوران عمل پذير رهيو آهي. انهن اصولن کي آڏو رکندي جن تي ٺاهہ جو بنياد رکيو ويو. مختلف رٿائن لاءِ طئي ڪيل يڪرائپ وارين ترجيحن ۽ ڪوٽون ۽ واڌيون ورهائڻ جي يڪرائپ وارن طريقن کي مدنظر رکندي. اِهو ويچاريندي تہ پارٽ سان ٺاهہ ڪنهن بہ انداز ۾ مختلف رٿائن لاءِ تفويض کي نہ متاثر ڪيو آهي ۽ نہ ئي وري ڪو فرق وڌو اٿس ۽ اِهو ليکيندي تہ خود پنجاب پڻ ان ٺاهہ جي وهنوار کي قبول ڪيو آهي ۽ اِهو مدنظر رکندي تہ ٺاهہ ۾ ادراڪ ڪيل رٿائون مڪمل طور تي ٺاهہ جي بندوبست تحت اڏيون ويون آهن. سنڌ جو اِهو پڪو پختو موقف آهي تہ ٺاهہ تفويضون، ترجيحون ۽ ورڇون هر صورت ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻن صوبن سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ پاڻيءَ جي حقن جي تعين لاءِ بنياد هئڻ گهرجن.

عبدالوهاب شيخ: هاڻ اسين اسم IV تحت اهم موضوع جر جو پاڻيءَ واري مامري تي ايندا سين. جيئن تہ منهنجي نائب خليل احمد جر جي پاڻيءَ جو اڀياس ڪيو آهي تنهنڪري اوهانکان اجازت گهرندس تہ مهرباني ڪري ڪيس ان مامري تي ڳالهائڻ جيّ اجازت ڏني وڃي.

چيئرمين: ٺيڪ آهي، هو پنهنجي ڳالهہ رکي سگهي ٿو.

**IV۔ جر جو پاڻي**

**تعارف**

خليل احمد: سائين! ان کان اڳ جو ٽڙ موضوع تي اچان، جر جي پاڻيءَ واري باب تي ڪجهہ عمومي راين بابت اوهانجو ڌيان ڇڪائيندس.

اسين سنڌ ۾ سمجهون ٿا تہ جر جو پاڻي، جتي بہ هجي، ممڪن حد تائين وڌ کان وڌ ڪتب آندو وڃي ۽ وهندڙ پاڻيءَ کي انهن لاءِ بچايو وڃي جيڪي جر جي پاڻيءَ جي نعمت کان محروم آهن. انهيءَ انتهائي ڏاهپ پرئي انداز وسيلي ئي،

پاڻيءَ جا موجود وسيلا، وسيع ڪري سگهجن ٿا ۽ زراعت ۾ واڌ ويجهه جي موقعن کي سچي اولهه پاڪستان ۾ برابريءَ سان ورهائي سگهجي ٿو.

اِها حقيقت تہ پاڪستان حڪومت پڻ جر جي پاڻيءَ کي ليکڻ لاءِ هن معزز ڪميٽيءَ جي مول متن ۾ شامل ڪيو آهي، اعليٰ ترين انتظامي ۽ ٽيڪنيڪل سطح تي پڻ ان اسم جي اهميت جو مظهر آهي. سائين! سنڌ حڪومت جو موقف پڻ پاڪستان حڪومت جي موقف کان ڌار ناهي.

سائين! مهرباني ڪري اِهو ياد رکندا تہ پاڪستان حڪومت 15 آڪٽوبر 1970 تي هن ڪميٽيءَ کي جر جي پاڻيءَ سميت مختلف عنصرن تي ويچارڻ لاءِ قائم ڪيو. سائين! اوستائين، ٽيوب ويلن ۽ اسڪارپ رٿائن جي حاصلاتن جي هڪ انتهائي همت وڌائيندڙ تصوير پيش ٿي ڪئي وئي. اِهو چيو ويو تہ اسڪارپ پاڪستان ۾ معاشي خوشحاليءَ جو هڪ عظيم الشان دڳ آهي. پر سائين! جيئن ئي اِها ڳالهہ سامهون آئي تہ جر جو پاڻي هن معزز ڪميٽيءَ جي ويچار هيٺ ايندو اِهو تاثر پيدا ڪرڻ لاءِ هڪ وڏي شاهي مهم شروع ڪئي وئي تہ اِهي ٽيوب ويل رٿائون وڏي پيماني تي ناڪام رهيون آهن ۽ اِهي پنجاب جون زمينون برباد ڪري رهيون آهن.

اِهو رويو نہ رڳو پنجاب جي آبپاشي کاتي طرفان اختيار ڪيو ويو پر ان ڏس ۾ سياسي محاذ پڻ قائم ڪيا ويا. سائين! اوهان طرفان 6 نومبر 1970 تي جاري ڪيل ضابطن يا سوالن جي جهڳٽي کان ڪجهہ ڏينهن پوءِ 19 نومبر 1970 تي پنجاب زرعي ايسوسئيشن هڪ ٺهراءُ بحال ڪيو. انهيءَ ايسوسئيشن سان ڪجهہ انتهائي بااثر ماڻهو لاڳاپيل آهن جن جا نالا ڄاڻائڻ جي ضرورت ٿو محسوس ڪريان.

<u>چيئرمين</u>: هنن ٺهراءُ ۾ ڇا چيو آهي؟

خليل احمد: ان ٺهراءُ جا اهم نڪتا پڙهان ٿو جنهن جو تت هن دستاويز ۾ ڏنو ويو آهي، جيڪو هاڻ متعارف ڪرائيندس.

سائين! پنهنجي 19 نومبر 1970 واري ٺهراءُ ۾ ايسوسيئيشن جو چوڻ آهي تہ:

(i) واپڊا طرفان لڳايل اسڪارپ ٽيوب ويلن جو 90 سيڪڙو لوڻياٺو پاڻي ڏئي رهيو آهي.

(ii) جنهن دوران انهن ٽيوب ويلن پاڻيءَ جي سطح هيٺ لاهڻ ۾ مدد

فراهم ڪئي آهي. اِهي پنجاب جون زمينون ڦٽائي رهيا آهن.

اِهو ٺهراءُ مرڪزي حڪومت کي اِهو تاثر قائم ڪرڻ لاءِ اُماڻيو ويو ته جر جو پاڻي ڪنهن اثاثي بدران هڪ عذاب آهي. ان ٺهراءُ جي پويان اصل مقصد اسڪارپ رٿائن جي ڪارڪردگيءَ کي ابتر ٻڌائي پيش ڪرڻ هو ته جيئن پاڻيءَ جي ورچ واري وهنوار ۾ هيءَ ڪميٽي انهن کي ڪا اهميت نه ڏئي.

سائين! مرڪزي حڪومت پڪ سان ڳڻتيءَ ۾ پئجي وئي هوندي چاڪاڻ جو هيل تائين اسڪارپ رٿائن تي ڪروڙين رپيا خرچ ٿي چڪا آهن. سمورين پوئين رپورٽن اسڪارپ رٿائن جي ڪارڪردگيءَ جا شاندار داستان ڄاڻايا آهن ۽ انهن مان عقل چرخ ڪندڙ نتيجن جي توقع لڳائي وئي هئي. پاڪستان حڪومت ان ڏس ۾ واپڊا کان رپورٽ طلب ڪئي. واپڊا اُهو ادارو آهي جنهن ٽيوب ويلن جي ڪارڪردگي جاچڻ لاءِ هڪ مرڪزي نگران ادارو قائم ڪيو آهي. هو انهن رٿائن جي هر پهلو کي ڦلهوڙي ۽ رپورٽ تيار ڪري رهيا آهن ۽ ڪين جر جو پاڻي استعمال ڪرڻ جي سمورن پيمانن جو پتو هڻڻ گهرجي.

واپڊا جي چيئرمين تازوئي هلندڙ هن سال جي 27 مارچ تي مرڪزي حڪومت کي هڪ رپورٽ سان گڏ هڪ DO ليٽر اُماڻيو آهي، لڳ ڀڳ ساڳئي ئي وقت جڏهن پنجاب جوابي ورندي پئي لکي جنهن ۾ ٽيوب ويلن جي پاڻيءَ جي خراب معيار، چوڙ جي نقصان ۽ ٻين نقصن بابت ڪيترائي صفحا ڪارا ڪيا ويا آهن.

سائين! مون وٽ ان رپورٽ جو هڪ نقل آهي. جيڪا هڪ اهم دستاويز آهي. اِها رپورٽ انهن رٿائن خلاف تنقيد جي سمورن پهلوئن سان مستند انداز ۾ ٿي منهن مقابل ٿئي. سائين! اِها هڪ ڊگهي رپورٽ آهي جنهن جا فقط ڪجهه حصا ئي پڙهندس:

سائين! صفحي نمبر 5 تي رپورٽ چوي ٿي:

"ته پنجاب ۾ جر جي پاڻيءَ جي لاياڻتي هئڻ جو ثبوت خانگي ٽيوب ويلن جي وڏي تعداد مان ملي ٿو جن جو انگ هاڻ ايڪهتر هزار کان به وڌي ويو آهي."

سائين! اِهو تعداد هاڻ ته نوي هزار کن تائين وڃي رسيو آهي.

اِها رپورٽ وڌيڪ ٿي ڄاڻائي ٿي:

"اِهي خانگي ٽيوب ويل هاڻ ڳچ وقت کان هلي رهيا آهن ۽ جيڪڏهن

ٽيوب ويل پاڻيءَ جي ڪن ناڪاري اثرن جو ڪو شائبو بہ هجي ها تہ خانگي ٽيوب ويلن ۾ ايڏي وڏي پيماني تي واڌ نہ اچي ها. انڪانسواءِ اِهي خانگي ٽيوب ويل گهٽي پاڻي اوڙي مهل آبپاشيءَ واسطي استعمال ڪيا ٿا وڃن جڏهن ڪينالي فراهميون ميسر ناهن يا گهٽ آهن. انڪري انهن جي پاڻيءَ جو زمين تي پوندڙ اثر بنهہ واقع هجن ها. هيل تائين، خانگي ٽيوب ويلن جي پاڻيءَ جي استعمال بابت ڪي بہ شڪايتون سامهون نہ آيون آهن ۽ واپڊا طرفان ڪرايل سروي ظاهر ٿا ڪن تہ آبادگار پنهنجي حاصل ڪيل نتيجن مان مطمئن آهن.“

سائين! اِهو هو پنجاب ۾ خانگي ٽيوب ويلن بابت موقف، جن جي تعداد ۾ هر سال ڏهہ هزار ڪن اضافو ٿي رهيو آهي. سائين! ان رپورٽ جي تاريخ انتهائي اهم آهي. اِها ڏيکاري ٿي تہ مارچ 1971 جي پڇاڙيءَ تائين خانگي ٽيوب ويلن جي ڪارڪردگي جنهن شڪايت جو سبب نہ پئي بڻي.

سرڪاري ٽيوب ويلن جي ڏس ۾ ايسوسئيشن الزام ڏريو تہ سندن ڪيل سروي ڏيکاريو تہ واپڊا طرفان لڳايل اسڪارپ ٽيوب ويلن جو نوي سيڪڙو لوڻياٺو پاڻي ڏئي رهيو هو. واپڊا چيئرمين جي رپورٽ ان سروي تي سوال اُٿاريندي صفحي نمبر 6 تي چوي ٿي:

”اِهو واضح ناهي تہ ايسوسئيشن طرفان نام نهاد سروي ڪٿي ۽ ڪيئن ڪيو ويو ۽ ان لاءِ ڪيترو پيمانو اختيار ڪيو ويو.“

سائين! ايسوسئيشن جي انهيءَ سروي جو تت هيءُ ڪڍيو ويو آهي:

”اِهو ظاهر ٿئي ٿو تہ ايسوسئيشن جي نام نهاد سروي جا نتيجا انتهائي ڪُپت ڪانسواءِ ڪجهہ بہ ناهين.....“

جيڪڏهن ٽيوب ويلن جي پاڻيءَ جي خطرن بابت ايسوسئيشن پنهنجي نتيجن ۾ درست هجي ها تہ پوءِ وڏيڪ سرڪاري يا خانگي ٽيوب ويل لڳائڻ يا انهن جي سگهہ وڌائڻ جي ڪا گهر سامهون نہ اچي ها. پر حقيقتون ان جي بنهہ اُبتڙ آهن. اِها رپورٽ، ساڳي صفحي تي چوي ٿي تہ:

”......خانگي ٽيوب ويلن ۽ گڏوگڏ مختلف رٿائن ۾ انهن سرڪاري ٽيوب ويلن جي سگهہ وڌائڻ جن کي بجليءَ جي فراهمي شروع نہ ٿي آهي، لاءِ گُهر انتهائي گهڻي آهي جيڪا عوام ۽ پنجاب حڪومت پنهي وٽان آئي آهي.“

سائين! ايسوسئيشن غير ضروري طور تي هُل هنگامو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ اسڪارپ ٽيوب ويلن جو پاڻي پنجاب جي زمين کي بنجر

ڪري تباھہ ڪري رھيو آھي. ان شڪايت ۾ ڪو ست ئي ناھي. ان حوالي سان واپڊا جي رپورٽ صفحي نمبر 7 تي چوي ٿي تہ:

"اسڪارپI ۾ ٽيوب ويلن جي پاڻيءَ جي اثرن ڪي واپڊا رٿا جي شروعات کان پروڙينڊي اچي ۽ 62-1961 کان ڪلراٺي زمين سان گڏوگڏ عام زمين تي استعمال ٿيل مختلف جوڙجڪن واري پاڻيءَ تي انحصار ڪندڙ 390 پلاٽن جي مٽيءَ جو ساليانو بنياد تي ڪيميائي ۽ ترڪيبي تجزيو ڪيو پئي ويو آھي. انھن پلاٽن تي پاڻيءَ جي استعمال جو عمل ڪنٽرول ھيٺ نہ رکيو ويو. پاڻيءَ جي استعمال جي پنجن سالن جي جاچ کان پوءِ وارا نتيجا ظاھر ٿا ڪن تہ 84 سيڪڙو ڪلراٺي پلاٽن ۾ بھتري آئي آھي...."

سائين! اِھي آھن ھڪ اھل اداري طرفان حقيقي عملي مشاھدا نہ ڪي رڳو مفاد رکندڙ ماڻھن جي ڪنھن گروھہ طرفان اخذ ڪيل تصوراتي نتيجا. جن جو اصل مقصد پنجاب ۾ جر جي پاڻيءَ واري مامري تي مونجھارا پيدا ڪري ھن ڪميٽيءَ جي ڪم ڪي اجائين وڌيڪ ڏکيو بنائڻ آھي.

زمين جي زرخيزيءَ تي ٽيوب ويل پاڻيءَ جي اثرن بابت اوھان جو ڌيان واپڊا چيئرمين جي رپورٽ جي صفحي نمبر 5 ڏانھن ڇڪرائڻ چاھيندس. جيڪا چوي ٿي:

"ايسوسئيشن جو خدشو تہ اسڪارپ رٿائون مڪمل طور تي ناڪام ثابت ٿينديون ڪي اسڪارپ I جي ڪارڪردگيءَ تڏي ڇڏيو آھي ۽ ڪيترين ئي غير مواقف حالتن جي باوجود. رٿا جي ڪارڪردگي انتھائي جوڳي رھي آھي. سم مڪمل طور تي ختم ٿي وئي آھي ۽ جھڙي ريت سمورن لاڳاپيلن مڃيو آھي تہ سوا ہہ لک ايڪڙ ڪلراٺي زمين مان 62 سيڪڙو ڪي بحال ڪرايو ويو آھي. رٿا واري ايراضيءَ ۾ زرعي پيداوار. جيڪا ڪنھن رٿا جي ڪاميابيءَ جي حتمي اندراج ھجي ٿي، 100 کان 200 سيڪڙو تائين واڌ ڏانھن وڌي آھي جڏھن تہ 40 سيڪڙو وڌيڪ ايراضيءَ پوکيءَ ھيٺ آئي آھي."

سائين! ھيءَ انتھائي تفصيلي رپورٽ آھي ۽ اھا پڙھڻ ۾ وڌيڪ وقت سيڙائڻ جو ارادو نٿو رکان. ان رپورٽ جو ھڪ نقل جمع ڪرائي رھيو آھيان تہ جيئن اوھين پنھنجي سر فيصلو ڪري.سگھو تہ پنجاب طرفان پنھنجي پريزنٽيشن ۽ جوابي دعويٰ ۾ ظاھر ڪيل خدشا ڪيتري حد تائين حقيقتن تي ٻڌل آھن. (پاڪستان حڪومت جي صنعتن ۽ قدرتي وسيلن واري وزارت جي

چيف انجنيئرنگ صلاحڪار/ جوائنٽ سيڪريٽريءَ ڏانهن واپڊا چيئرمين جي 27 مارچ 1971 تي ڊي او ليٽر نمبر 2805/ پي ايس سيءَ جو هڪ نقل چيئرمين حوالي ڪيو ويو).

سائين! اوهانجو ڌيان 11 مئي 1971 تي روزاني پاڪستان ٽائيمس لاهور ۾ ڇپيل هڪ خبر ڏانهن ڇڪرائڻ ٿو چاهيان. جيڪا ان وقت شايع ٿي جڏهن هيءَ معزز ڪميٽي لاهور ۾ پنهنجي ويهڪ ڪري رهي هئي. هيءَ رپورٽ لڳ ڀڳ اُن وقت شايع ٿي جڏهن پنجاب پنهنجو ڪيس پيش ڪندي اسڪارپ رٿا جي ڪارڪردگيءَ کي ابتر ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

سائين! اِها رپورٽ چوي ٿي تہ:

"اسڪارپ جي وهنوارن زمين جي بحالي ۽ زرعي پيداوار وڌائڻ ۾ شاندار نتيجا ظاهر ڪيا آهن....."

چيئرمين: مون اِها اخبار ڏٺي آهي. پر اِها رپورٽ ڪنهن ڏني آهي؟

خليل احمد: سائين! اِها واپڊا جي هڪ ترجمان طرفان آهي.

چيئرمين: جيئن تہ ان ۾ ڪو نالو ڏنل ناهي تنهنڪري اوهان انجو حوالو نٿا ڏئي سگهو.

خليل احمد: ٺيڪ آهي. سائين! پاڻيءَ جي ورڇ واري عمل ۾ هن معزز ڪميٽيءَ طرفان ليکڻ لاءِ جر جو پاڻيءَ کي ڇو شامل نہ ڪيو وڃي بابت پنهنجي موقف جي تائيد ۾ پنجاب طرفان جمع ڪرايل پنهنجي جوابي دعويٰ ۾ ٻيا دليل پڻ ڏنا ويا آهن. سائين! اوهانجي اجازت سان. انتهائي مختصر گذارش سان ڏيڪاريندس تہ داخل ڪرايل دليل ويچار هيٺ آڻڻ جوڳا ناهن.

پنهنجي جوابي دعويٰ ۾ پنجاب جو چوڻ آهي تہ جر جو پاڻي بين الصوبائي وسيلو ناهي ۽ ان ڪري اِهو دريائن جي پاڻيءَ وانگر ٻين صوبن سان ورڇي نٿو سگهجي. سنڌ جي درخواست فقط ايتري آهي تہ هڪ صوبي ۾ انهيءَ استعمال جوڳي وسيلي جي وشالتا (گهٽائي) ۽ ٻين صوبن ۾ انجي غير موجودگي کي تسليم ڪرڻ گهرجي ۽ دريائن جي فراهمين جي ورڇ دوران مدنظر رکڻ گهرجي. اِها مناسب ۽ منطقي گهر آهي. اِهو مناسب نہ ٿيندو تہ هڪ صوبي وٽ ٻہ وسيلا هجن ۽ باقي فقط هڪ محدود وسيلي تي ئي انحصار ڪن. انڪري منهنجي گذارش اِها هوندي تہ مختلف رٿائن لاءِ آبپاشي پاڻيءَ جي گهرجن تي ويچارڻ ۾. انهيءَ گهرج جو حصو جيڪو جز جي پاڻيءَ مان پورو ٿي سگهي ٿو.

ڪاپي واري ماڳ تي ئي موجود آهي، ڪي مناسب ويچار ڏيڻ گھرجي.

ان معاملي تي پنجاب طرفان واريل هڪ ٻيو اعتراض اِهو آهي تہ ڪينال جي پاڻيءَ تي آبادگارن جو حق ختم نٿو ڪري سگھجي. اِها گذارش ڪريان تہ جيستائين ڪين واٽر ڪورس جي مهاڙ تي ڪين خاطري ڪرايل پاڻي معيار ۽ مقدار ۾ پورو پنو ملندو رهندو. آبادگارن وٽ ان پاڻيءَ جي وسيلي جي ڏس ۾ ڪو اعتراض وارڻ لاءِ ڪي بہ عقل پريا سبب نٿا هجن. ٽيوب ويلن مان حاصل ٿيندڙ پاڻي پڻ واٽر ڪورس ۾ شامل ٿو ڪيو وڃي ۽ انڪري اِن سان آبادگار تي ڪو فرق نٿو پوي تہ اِهو پاڻي ڪينال مان پيو اچي يا ڪنهن ٽيوب ويل مان.

اِها ڳالهہ اسڪارپ I ۽ ٻين اسڪارپن مان واضح ٿي ٿئي جو آبادگارن ڪين ٽيوب ويلن مان مليل اضافي پاڻي خوشيءَ سان استعمال ڪيو آهي ۽ ان ريت پنهنجي پوک ۾ جوڳو اضافو ڪيو اٿن. جيڪڏهن آبادگارن کي تفويض ڪان وڏيڪ ٽيوب ويلن جو پاڻي استعمال ڪرڻ تي ڪو اعتراض هجي ها تہ هو پنهنجي مڪمل فراهمي ڪينالن مان ئي فراهم ڪرڻ تي زور ڀرين ها.

جر جي پاڻيءَ کي ويچار خلاف پنجاب جو واريل هڪ ٻيو اعتراض اِهو آهي تہ پنهنجي زمين هيٺ جر جو پاڻي استعمال ڪرڻ واري آبادگار جي حق کي گھٽتو نٿو ڏئي سگھجي ۽ حڪومت وٽ ان استعمال کي پابندي مڙهڻ جو ڪوبہ قانوني اختيار ناهي. انهيءَ اعتراض جي جواب جو حصو پنجاب جي جوابي دعويٰ ۾ ئي موجود آهي. پنجاب جي جوابي دعويٰ جي حصي V، صفحي 12 تي حوالو ڏنل پنجاب زمين جي بحاليءَ وارو ايڪٽ 1952 جي تمهيد ڄاڻائي ٿي تہ گھٽ ۾ گھٽ رٿا وارين ايراضين ۾ ئي، حڪومت وٽ بحالي ۽ زراعت ۾ اضافي لاءِ جر جو پاڻي استعمال ڪرڻ جو اختيار آهي. ٻين ايراضين لاءِ، عمومي طور تي، ان ايڪٽ جي دائري ۾ جر جو پاڻي شامل ڪرڻ لاءِ ڪينال ۽ ڊرينيج ايڪٽ ۾ ترميم ڪئي وئي آهي تہ جيئن ٽيوب ويلن کي ڪينالن سان مطابقت ۾ آڻڻ لاءِ حڪومت طرفان ضابطن جو مقصد حاصل ٿي سگھي. ان ڪري اِهو مسئلو ويچار جوڳو ناهي.

سائين! آبادگار ڪڏهن بہ اضافي پاڻيءَ جي مخالفت نٿا ڪري سگھن پوءِ پَل اُهو ٽيوب ويل جو ئي ڇونہ هجي. مون وٽ رٿابندي ۽ تحقيق ڊائريڪٽوريٽ طرفان جاري ڪيل اشاعت نمبر 91 آهي جنهن ۾ سنڌ طاس جائزي مشن جي رپورٽ جو تت ڏنو ويو آهي. صفحي 9 حصي II ۾ اِها ذڪاري ٿي تہ پنجاب ۾

خانگي ٽيوب ويلن جو تعداد جيڪو 1965 ۾ 31990 هو تنهن ۾ ساليانو 10300 جي حساب سان واڌ ٿي رهي آهي ۽ هن وقت اِهو تعداد 81000 جي لڳ ڀڳ آهي. ان حقيقت جي باوجود تہ سرڪاري ٽيوب ويل طئي ڪيل هدف کان گهٽ رهيا آهن. خانگي ٽيوب ويلن ۾ تيز اضافي ان وسيلي ذريعي آبپاشيءَ لاءِ پاڻيءَ جي فراهميءَ ڪوٽ گهٽائي ڇڏي آهي. اِها رپورٽ اهو بہ ڏيکاري ٿي تہ خانگي ٽيوب ويلن کان ٽيندڙ فراهمي رٿيل 9.0 ملين ايڪڙ فوٽ کان وڌي 14.0 ملين ايڪڙ فوٽ تائين وڃي پهتي آهي. سائين! ان ريت پنجاب واسين جي گڏيل خواهش ٽيوب ويلن جي حق ۾ آهي نہ ڪي ان جي خلاف.

پنجاب پنهنجي پريزنٽيشن ۾ اِهو نڪتو اُٿاريو آهي تہ حڪومت کي ٽيوب ويل لڳائڻ ۾ مالي سهائتا ڪرڻي ٿي پوي ۽ ان ريت اِهو حڪومت جو نقصان آهي.

پوکيءَ هيٺ ايراضي، في ايڪڙ پيداوار ۾ اضافي ۽ ٽيوب ويلن ذريعي پوکيءَ هيٺ زمين جي مُلهہ وڌڻ کي ڏيکارڻ لاءِ لاڳاپيل مامري تحت انگ اکر پيش ڪيا ويندا. جيئن تہ حڪومت کي انهيءَ ترقيءَ مان سڌي ۽ اڻ سڌي طرح اضافي محصول حاصل ٿا ٿين تنهن ڪري ان ۾ ڪا بي عقليءَ واري يا مالي لحاظ کان غير مناسب ڳالهہ ناهي جو محصول وڌائڻ لاءِ آمدنيءَ جي انهن ذريعن کي برقرار رکڻ لاءِ مالي سهائتا فراهم ڪئي وڃي. اِها مالي سهائتا، جيڪڏهن ڪا آهي تہ آبادگارن جي خوشحالي ۽ حڪومتي محصولن جي حفاظت لاءِ ويمي جي فيءَ طور ليکي سگهجي ٿي.

اپياسن ڏيکاريو آهي تہ واٽر ڪورس مهاڙ تي ٽيوب ويل جي پاڻيءَ جي لاڳت ساڳي هنڌ تي مٿاچري تي ذخيرو ڪيل پاڻيءَ تي ايندڙ لاڳت جو اڌ و اڌ آهي. انڪانسواءِ ٽيوب ويلن جو پاڻي ان انتهائي جهجهي نقصان جو پڻ شڪار نہ ٿئبو، جيڪو ذخيرو ڪيل پاڻي وهڻ دوران پوڳي ٿو. ان نقصان جو تناسب اِهو آهي جو هڪ ڪاٽي موجب ذخيرو ڪيل فراهميءَ جا بہ ڪيوسڪ واٽر ڪورس تي پهچڻ مهل هڪ ڪيوسڪ ٿا وڃي بچن. ان ريت، ٽيوب ويلن مان حاصل ٿيندڙ هڪ ڪيوبڪ فوٽ پاڻي اهوئي ڪم ٿو ڪري جيڪو ذخيري مان حاصل ٿيندڙ بہ ڪيوبڪ فوٽ ٿا ڪن ۽ ان تي رستي تي ايندڙ لاڳت بہ سيڙائٽي نٿي پوي. وهڪري وارين فراهمين جي هن ڪوٽ واري دور ۾، هيءَ معزز ڪميٽي پنهنجي سرئي فيصلو ڪري تہ انهن ٻنهي وسيلن مان ڪهڙو وڌيڪ سستو ۽ گهرجون

پوريون ڪندڙ آهي، جنهن دوران قدرتي وسيلن جي تحفظ ۾ انهن جي وڌ کان وڌ استعمال جو ضرور آڏو رکيو ويجي.

**مامرو نمبر (a)1**

چيئرمين: هاڻ مامرن تي ٿا اچون.

خليل احمد: سائين! پهريون مامرو آهي استعمال جوڳي جر جي پاڻيءَ جي موجودگي. اِهو چوي ٿو:

"پنجاب، سنڌ، اتر اولهه سرحدي صوبي ۽ بلوچستان جي ڪينال ڪمانڊ ايراضين ۾ استعمال جوڳي جر جي پاڻيءَ جو ڪيترو مقدار آهي؟"

سائين! سنڌ جي بيان جي صفحي نمبر 176 تي ڏنل جدول نمبر 65 ۾ گڊو ۽ سکر بيراجن جي ڪينال ڪمانڊ ۾ شامل مختلف لوڻياڻي جر جي پاڻين جو اپٽار ڏنل آهي.

اِها چاڻ سنڌو دريا جي پيچڙيءَ واري رٽا تحت ميسرز هنٽنگس جي ڪرايل تحقيق تي ٻڌل آهي. سائين! اوهين ڏسندا ته ان جون ٽي درجي بنديون آهن. پهريون درجو 0 کان 750 پي پي ايم لوڻياڻي پاڻيءَ وارو آهي، ٻيو 750 کان 1500 پي پي ايم ۽ آخري 1500 پي پي ايم کان وڌيڪ وارو درجو آهي.

انهيءَ درجي بنديءَ جا سبب اِهي آهن ته اسان سڌي سنئين استعمال واري ۽ ڪينال جي پاڻيءَ سان گاڏڙ ۾ استعمال تي سگهندڙ جر جي پاڻيءَ جي موجودگيءَ کي ڌار ڌار ڏيکارڻ ٿي چاهيو. استعمال جوڳي جر جي پاڻيءَ جي لوڻياٺ واري حد. ماهرن طرفان پنجاب ۾ سڌي سنئين استعمال لاءِ 0 کان 1000 پي پي ايم ۽ گاڏڙ کان پوءِ استعمال لاءِ 1000 کان 3000 پي پي ايم قبول ڪئي وئي آهي. پر سنڌ لاءِ، گاڏڙ معيار واري پاڻيءَ جي حد به گهٽ آهي جيڪا 2000 پي پي ايم ڪئي وئي آهي. ماهرن طرفان انجي ڏنل سببن کي هت پيش ٿو ڪريان:

"استعمال جوڳي جر جي پاڻيءَ لاءِ 2000 پي پي ايم جي حد ان لاءِ استعمال ڪئي وئي آهي جو سنڌو دريا جي پيچڙيءَ واري ايراضيءَ ۾ وهندڙ موجود پاڻي پنجاب جي پيٽ ۾ وڌيڪ لوڻياڻو هوندو جتي اِها حد 3000 ليکي وئي آهي."

سائين! انڪانسواءِ به ڪي ٻيا سبب آهن. پنجاب IBRD (لائفٽنڪ) رپورٽ جو حوالو ڏنو آهي جيڪو پنجاب جي جوابي دعويٰ جي صفحي نمبر 960

تي باب V جر جو پاڻي تحت آيل آهي. پيرا 3.17 جي ذيلي پيرا (ii) تحت، ماهرن جو حوالو ڏنو ويو آهي تہ:

"سنڌو جي پڇڙيءَ واري ايراضيءَ ۾ هيٺانهين حد زميني تھ جي گهرائي سان وڌيڪ تيزيءَ سان لوڻياٺ ۾ اضافي جو سبب ٿا بڻجن. اِهو عمل اترئين ميدانن ۾ نسبتاً گهٽ شدت وارو آهي. هيٺانهن ايراضين ۾ اِهو عمل نڪاسيءَ وارو فضلوا اچڻ ڪان پوءِ دريا جي پاڻيءَ ۾ لوڻياٺ جي اضافي جو سبب تو بڻجي."

سائين! منهنجي گذارش اِها آهي تہ سنڌ جي مٽي بنيادي طور تي وڌيڪ لوڻيائي آهي. انڪري انجي لوڻيائي پاڻيءَ ڪي برداشت ڪرڻ واري سگهہ پنجاب جي مٽيءَ جي ڀيٽ ۾ گهٽ آهي جيڪڏهن انتهائي لوڻيائي پاڻيءَ جي استعمال جي اجازت ڏيندا سين تہ مٽيءَ ۾ لوڻياڻا جزا سگهوئي خطرناڪ حد تائين پهچي ويندا ۽ زمين پوکيءَ لائق نہ رهندي. انهن انتهائي معقول سببن ڪري، اسين سمجهون ٿا تہ سنڌ ۾ مناسب گاڏڙ ڪانسواءِ 750 پي پي ايم ڪان وڌيڪ وارو پاڻي استعمال نہ ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن گاڏڙ معيار واري پاڻيءَ جي استعمال جي ضرورت پيدا ٿي ٿئي تہ ان درجي لاءِ پڻ حد 1500 پي پي ايم ڪان وڌڻ نہ گهرجي، خاص طور تي ان سبب ڪري جو ان معيار جي ڇڊو ڪندڙ جر جي پاڻيءَ لاءِ گهربل ڪينالي پاڻي سنڌ ۾ انتهائي گهٽ ميسر آهي.

سائين! انهن پيمانن تي، سکر ۽ گڊو ڪمانڊ ۾ استعمال جوڳي جر واري پاڻيءَ سان پندرهن لک ايڪڙ ايراضي سڌي سنئين استعمال طور ۽ فقط اٺ لک اسي هزار ايڪڙ گاڏڙ معيار واري پاڻيءَ لاءِ مناسب آهي. اِهو ايل آءِ پي رپورٽ پاڱو پيو موجب آهي جيڪا مون وٽ آهي ۽ جنهن جو اوهان ڪالهہ حوالو پئي ڏنو. انهيءَ ڳڻ ڳوت لاءِ، تي سؤ فوٽن جي گهرائي ڪنئي وئي آهي ۽ هنگنٽس 1200 پي پي ايم وارو گاڏڙ تي سگهندڙ پاڻي فقط رٽابنديءَ وارن مقصدن لاءِ جوڳو ليکيو آهي.

غلام محمد بيراج ڪمانڊ ۾ ڪنهن بہ قسم جو جر جو استعمال جوڳو پاڻي ناهي.

سائين! هاڻ جر جي پاڻيءَ ۾ ڀرتيءَ Recharge ڏانهن تو اچان. ان ڏس ۾ سنڌ وهندڙ پاڻيءَ واري ذخيري جي ڀيٽ ۾ بہ گهٽ ڀاڱن واري آهي. ڀرتيءَ جا اهم وسيلا دريا، ڊيم ۽ لنڪ ڪينال آهن. بيو جوڳو وسيلو ڪينال سرشتو آهي ۽ جيڪڏهن تلچٽ وارو عمل گهٽو آهي تہ پوءِ برسات مان پڻ ڀرتي ٿي سگهي ٿي.

اِهي سمورا عنصر پنجاب جي ڀيٽ ۾ سنڌ ۾ انتهائي ننديا آهن. سائين! سنڌ ۾ دريا جي ڊيگهه پنجاب ۾ ڪيترن ئي دريائن جي ڀيٽ ۾ تمام گهٽي گهٽ آهي. اسان وٽ سنڌ ۾ اهڙا ڪي ڊيم وارا آبي ذخيرا يا لنڪ ڪينال ناهن جيڪي پيرتيءَ ۾ وڏي پيماني تي حصيدار بڻجن. برساتن جي ڏس ۾ پڻ سنڌ پوئتي آهي. سنڌ ۾ ساليانو برساتون ڇهن کان اٺن انچن تائين ٿيون رهن جڏهن ته پنجاب ۾ اِهي ڏهن کان 56 انچن تائين هجن ٿيون.

جيستائين ڪينال سرشتي جو تعلق آهي ته اِهو پنجاب جي ڀيٽ ۾ سنڌ اندر گهٽ ڊيگهه ۽ ويڪر تي پکڙيل آهي. ڪينالن جي ڪنڌين ۽ پيٽن مان ٽيندڙ ٽمڻ جو عمل، ڪينالن جي لنگهه واري زمين ۽ انهن جي راهه ۾ ايندڙ مٽيءَ جي حالت تي انحصار ڪري ٿو. سائين! اِها هڪ ڇاٽل سچاتل حقيقت آهي ته پنجاب جي مٽي سنڌ جي مٽيءَ جي مقابلي ۾ وڌيڪ ڪُهري آهي. ساڳي ريت، ڪينالن مان ٽمڻ وارو عمل ۽ انهن جو پيرتيءَ وارو عمل ۽ انجو وقت پڻ سنڌ جي مقابلي ۾ پنجاب ۾ وڌيڪ لاڀائتو آهي.

سائين! هڪ ٻيو جوڳو نڪتو اِهو آهي ته سنڌ ۾ گهڻي ڀاڱي جر جو پاڻي لوڻياٺو آهي ۽ انڪري ان جي پيرتي ضايع ٿيو وڃي ۽ ٻيهر استعمال جوڳي نٿي رهي. انجي ابتڙ پنجاب ۾ صورتحال انتهائي مواقف آهي جتي جر جي پاڻيءَ جو گهڻي ڀاڱي حصو استعمال جوڳي معيار واري پاڻيءَ تي ٻڌل آهي.

انهن سمورن عنصرن کي مدنظر رکنديءَ سنڌ جو استعمال جوڳي جر جي پاڻيءَ جو مقدار 1.0 ملين ايڪڙ فوٽ کان وڌيڪ نٿو ٿي سگهي. اِهي انگ اکر اڳيئي سنڌ طرفان پيش ڪيل بيان جي صفحي 180/178 تي ڏنا ويا آهن.

سائين! هاڻ پنجاب ۾ جر جي پاڻيءَ جي موجودگيءَ تي ٿو اچان. پنجاب جي ميدانن ۾ هڪ هزار يا ان کان وڌيڪ گهرائي تي جر جي پاڻيءَ جا ذخيرا موجود آهن. هارزا ۽ هت مون وٽ موجود ماسٽر پلان I لاءِ "مددگار اپياسن" واري سنڌن رپورٽ موجب، جيڪا صفحي 1 کان 12 تي چوي ٿي:

"اترئين زون ۾ هر 100 فوٽ گهرائي ۾ پاڻيءَ جا 500 ملين ايڪڙ فوٽ موجود آهن. جن جي ڪُل ايراضي ٽي ڪروڙ پنجاهه لک ايڪڙ ۽ ذخيري واري صلاحيت 0.15 آهي.

سائين! اِهي انگ اکر انتهائي اهم آهن ته هر 100 فوٽ گهرائي ۾ 500 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻيءَ جا ذخيرا آهن.

چيئرمين: ڪهڙو ڪتاب آهي؟

خليل احمد: سائين! اِهو هارزا ماسٽر پلان جو "مددگار اپياس" آهي. منصوبو آبپاشي ۽ زراعت جي واڌ ويجهه لاءِ آهي.

چيئرمين: انجي اشاعت جي تاريخ ڇا آهي؟

خليل احمد: سائين! اِهو سيپٽمبر 1963 ۾ شايع ٿيو. مرڪزي رپورٽ جنوري 1964 جي آهي.

سائين! لوڙياٺ جي مختلف درجن تحت ڪينال ڪمانڊ ۾ انهيءَ ايراضيءَ جا تفصيل سنڌ جوابي دعويٰ ڀاڱو II جي صفحي 9 ۽ 10 تي ڏنا اٿئون. ان مان اوهان کي پتو پوندو تہ جر جي مٺي پاڻيءَ واري ايراضيءَ جا لڳ ڀڳ هڪ ڪروڙ ستر لک ايڪڙ ڪينال ڪمانڊن ۾ آهن. سائين! اِهو ڪينال ڪمانڊ ايراضيءَ جو 86 سيڪڙو ڪن آهي. ان ايراضيءَ ۾ جر جي پاڻيءَ ۾ لوڻياڻي مادا 1000 پي پي ايم کان گهٽ آهن. اِهو پاڻي سڌو سنئون پوک لاءِ استعمال ٿي سگهي ٿو ۽ گاڏڙ لاءِ ڪينالي پاڻي گهربل ناهي. ڪينال ڪمانڊ هيٺ ئي, وڌيڪ پنجاهہ لک سٺ هزار ايڪڙ گاڏڙ معيار واري پاڻي وارا آهن.

سائين! اسان ڇيو تہ استعمال جوڳي معيار واري پاڻيءَ جا 2000 ملين ايڪڙ فوٽ پنجاب ۾ پنج سؤ فوٽن جي گهرائي تي ئي ميسر آهن نہ ڪي اڻجاتل يا لامحدود گهرائي تي جهڙي ريت پنجاب جي دعويٰ آهي. سائين! مون وٽ واپڊا جي هڪ ڊويزن واسڊ طرفان جاري ڪيل پنجاب جي جر جي پاڻيءَ بابت هڪ رپورٽ آهي.

چيئرمين: تاريخ ڇا آهي؟

خليل احمد: سائين! اِها 1967 جي آهي. انجو سرو آهي "پنجاب جي جر جي پاڻيءَ جو آبي مطالعو" واسڊ بليٽن نمبر 6.

چيئرمين: اِها رپورٽ ڪنهن لکي آهي؟

خليل احمد: سائين! اِهي پرڏيهي آهن. سندن نالا ڊي ڊبليو گرينمين, ايم وي سوار زينسڪي ۽ جي ڊي بينٽ آهن. سائين! صفحي H_1 تي رپورٽ چوي ٿي:

"پنجاب جي لڳ ڀڳ ٻہ ڀاڱي ٽي ايراضيءَ ۾ مٿاڇري کان پنج سؤ فوٽن جي گهرائي تي سراسري 1000 پي پي ايم کان بہ گهٽ وارو جر جو پاڻي لڳ ڀڳ 2/3 پنجاب ۾ ميسر آهي. اِهو ڪاٿو لڳايو ويو آهي تہ لٽ واري انهيءَ آبي ذخيري

واري ان ايراضيءَ ۾ ٻه بلين ايڪڙ فوٽ استعمال جوڳو جر جي پاڻيءَ جا مقدار تي سگهي ٿو.

سائين! عملي اپياس جن جي آڌار تي هيءَ رپورٽ جوڙي وئي آهي سي هن ڪميٽيءَ تي پنجاب جي مانواري ميمبر سيد حامد علي اهل رهنمائي ۾ ڪيا ويا هئا. انهيءَ رپورٽ جي صفحي H_11 تي انهيءَ ڳالهه جو اعتراف ڪيو ويو آهي. سائين اسين ٻه جر جي پاڻيءَ جي آبي مامرن تي سيد حامد جي اَملهه حصيداري کي مڃتا ڏيون ٿا.

سائين! اسان اِهو ناهي چيو جهڙي ريت پنجاب جي جوابي دعوي ۾ دعوي ٿيل آهي تہ استعمال جوڳي جر جي پاڻيءَ واري سموري ذخيري کي تاراج ڪيو وڃي يا آبپاشيءَ جي ترقيءَ لاءِ ڇڪيو وڃي. اسانجو نڪتو فقط ايترو آهي تہ فقط 500 فوٽن تي گهرائي تي ميسر اِها نعمت ايتري گهٽي آهي جو ذري گهٽ ختم نہ ٿيڻ جوڳي آهي ۽ عارضي حصول لاءِ ميسر آهي.

سائين! اِهو آهي پنجاب جي ميدانن ۾ ذخيرو ٿيل استعمال جوڳي جر جي پاڻيءَ جو مقدار. يقيني طور تي، شايد ان کي مڪمل طور تي ڪتب نہ ٻه آڻي سگهون پر ان ذخيري جو ساليانو ڪاپو ضرور استعمال ڪرڻ گهرجي. پنجاب جو خطو شدت واري پوکي ۽ ترقياتي هدفن لاءِ سازگار آهي، اِها شدت 150 سيڪڙو تائين ٻه وڃي ٿي. اِها گهٽي پوکي آبپاشيءَ وارو پاڻي وڏي پيماني تي استعمال ڪندي، انهيءَ پاڻيءَ جو هڪ حصو پاڻيءَ جي زير زمين سطح وڌائيندو. سمورن وسيلن کان حاصل ٿيندڙ پاڻيءَ جو مقدار حقيقتاً ساراهہ جوڳو آهي. زير زمين پاڻيءَ جي سطح وڌڻ تي ڪنٽرول نہ ڪرڻ جي صورت ۾ پنجاب جا ميدان/ ٻنيون ٻارا يقيني طور تي سم جو شڪار بڻجي ويندا. انڪري سم جو شڪار ٿيڻ کان بچڻ واسطي زير زمين پاڻيءَ ۾ ٿيندڙ اضافو ٿي گهٽ ۾ گهٽ نيڪال ڪرڻ تي ويچاريو وڃي. جن ايراضين ۾ اِها سطح اڃان تائين خطري واري حد تائين آهي، پاڻيءَ جي سطح کي دٻائڻ لاءِ کوٽائي/ نيڪال جو ڪجهه ڪم بحال ڪرڻو پوندو.

سائين! پنجاب جي جوابي دعوي ۾ صفحي نمبر 21 کان 25 تائين مختلف ادارن طرفان ڪرايل انيڪ اپياس ڏنا ويا آهن. ڏنل انگ اکر مختلف آهن ڇاڪاڻ جو انهن سمورن مختلف اپياسن لاءِ مختلف پيمانا استعمال ڪيا ويا آهن. مثال جي طور تي:

(i) واسڊ چوي ٿي تہ 11 کان 13 ملين ايڪڙ فوٽ ريچارج آهي. ايراضي

هڪ ڪروڙ ايڪاسي ايڪڙ آهي. ڪينال ڦيري Diversion جا ڪي به انگ اکر نه ڏنا ويا آهن.

(ii) ريويلي رپورٽ ۾ ريچارج 15.3 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. اِهو تي ڪروڙ ايڪڙن واري ايراضيءَ تي ٻڌل آهي جڏهن ته ڪينال ڦيرو 48 ملين ايڪڙ فوٽ آهي.

(iii) هارزا ماسٽر پلان ٻه ڪروڙ ستر لک ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ 27.0 ملين ايڪڙ فوٽ جو ريچارج ٿو ڏئي. جنهن ۾ آبپاشي اطلاق 62 ملين ايڪڙ فوٽ آهي.

(iv) بينڪ گروپ (لائفٽنڪ) 15.83 ملين ايڪڙن جي ايراضيءَ لاءِ 36.92 ملين ايڪڙ فوٽ ريچارج ۽ ڪينال ڦيرو 85 ملين ايڪڙ فوٽ ڄاڻايو.

سائين! اِها پيٽ حقيقتاً واسطيدار ناهي ڄاڪاڻ جو مختلف پيمانن تي ڪرايل اڀياس جا نتيجا واضح طور تي مختلف نڪرندا. اِهي ڪاٿا ڪجهه انومانن تي ٻڌل ۽ علمي آهن. ڄاڻ جي هاڻوڪي صورتحال انومان جي مرحلن کان اڳتي نڪري چڪي آهي. هاڻ اسڪارپ I کان حاصل ٿيل ڊگهي عرصي تائين جر جي پاڻيءَ جي استعمال جا نتيجا موجود آهن. جن مان درست حساب ڪتاب لڳائي سگهجي ٿو.

سائين! اوهان گذريل ڏينهن ذڪر ڪيو ته اسڪارپ I واري ايراضيءَ ۾ پاڻيءَ جي زير زمين سطح مستحڪم ٿي وئي آهي. مون وٽ واسڊ پبليڪيشن نمبر 90 آهي. جيڪا صفحي نمبر 9 ۽ 16 تي چوي ٿي ته گذريل ٻن سالن دوران پاڻيءَ جي سطح زمين کان هيٺ 14 فوٽن تي مستحڪم رهي آهي. پمپنگ جي سطح. جيڪا انهيءَ باهمي توازن جي نتيجي ۾ آئي آهي. جيڪا پنجاب 13 مئي 1971 تي هن ڪميٽيءَ آڏو پنهنجي پريزنٽيشن ۾ ڏني آهي سان هن وقت 2.0 ملين ايڪڙ فوٽ ساليانِي آهي. واسڊ جي انهيءَ رپورٽ جي صفحي نمبر 5 تي پوئين سال ۾ پمپنگ جي سطح پڙ ڏني وئي آهي. اِها 2.0 ملين ايڪڙ فوٽ واري هاڻوڪي سطح کان وڏيڪ هئي. انگ اکر هن ريت آهن:

| | |
|---|---|
| 1962.63 | 2.76 ملين ايڪڙ فوٽ |
| 1963.64 | 2.57 ملين ايڪڙ فوٽ |
| 1964.65 | 2.33 ملين ايڪڙ فوٽ |
| 1965.66 | 2.55 ملين ايڪڙ فوٽ |

سراسري 2.55 ملين ايڪڙ فوٽ ساليانو آهي.

سائين! جيئن تہ پاڻيءَ جي زيرِ زمين سطح مستحڪم ٿي وئي آهي، سو هاڻ واضح آهي تہ آبي تهن ڏانهن ريچارج سراسري پمپنگ جيترو ئي آهي. ٻي ڪنهن صورت ۾، پاڻيءَ جي زير زمين سطح مستحڪم نہ رهندي. اسڪارپ I تحت يارهن لک چاليهہ هزار ايڪڙن جي ايراضي آهي، جيڪا 2.55 ملين ايڪڙ فوٽ کپائي ٿي. انجو مطلب آهي تہ 2.24 ملين ايڪڙ فوٽ في ڏهہ لک ايڪڙ بنان ڪنهن کوٽائي جي جر جي پاڻيءَ مان حاصل ڪري سگهجي ٿو. استعمال جوڳي جر جي پاڻيءَ واري ٻہ ڪروڙ ايڪڙن واري ڪينال ڪمانڊ ايراضيءَ لاءِ ريچارج 44.6 ملين ايڪڙ فوٽ جي لڳ ڀڳ ٿيندو. جيڪڏهن فقط هڪ ڪروڙ ستر لک ايڪڙن واري مٺي پاڻيءَ واري ايراضيءَ کي مدنظر رکيو ويو تہ استعمال جوڳي ريچارج جو ڪاٿو 40.8 ملين ايڪڙ فوٽ ٿئي ٿو. پوکيءَ جي شدت ۾ فرق جي آڌار تي، سنڌ جي بيان جي صفحي نمبر 178 تي ڏنل 38 ملين ايڪڙ فوٽ وارو ڪاٿو يقيني طور تي غير منطقي ناهي.

سائين! پنجاب وارن موجود استعمال جوڳي جر جي پاڻيءَ جي مقدار کي گهٽائڻ جي ڪوشش ۾ پنهنجي جوابي دعويٰ ۾ استعمال جوڳي جر جي پاڻيءَ جي وصف تي هڪ ڊگهو بحث ڇيڙيو آهي.

مختلف ادارن جي نظرين جو حوالو ڏنو ويو آهي، جيڪي ڪنهن ٻہ يڪرائپ واري نتيجي تي نٿا پهچن.

سائين! سنڌ جو انداز انتهائي سادو ۽ عملي آهي. اسڪارپ I رٽا واسڊ جي جوڙيل پاڻيءَ جي معيار جي رٽا جي حقيقي عمل جو جائزو اختيار ڪيل معيارن/ پيمانن جي حقيقت پسنداڻو هئڻ جو جائزو لڳائڻ لاءِ ڪجهہ انگ اکر فراهم ڪري ٿو. انهيءَ معيار واري پاڻيءَ جي ڊگهي عرصي تائين استعمال سبب پيدا ٿيل مٽي/ زمين جي زرخيزيءَ جي اثرن جو پڻ اپياس ڪري سگهجي ٿو.

سائين! واسڊ پبليڪيشن نمبر 90، جيڪا مون وٽ موجود آهي، آڪٽوبر 1970 ۾ سامهون آئي ۽ امڪاني طور تي اسڪارپ I جو هيل تائين آخري اپياس آهي. ان رپورٽ جي صفحي 27 کان 29 تي، 62-1960 دوران جر جي پاڻيءَ ۾ ٽي ڊي ايس جي ورڇ جي ڀيٽ 1967 ۾ پروڙيل سان ڪئي وئي آهي. نتيجو اِهو ڪڍيو ويو آهي تہ 1500 پي پي ايم کان گهٽ جر جي پاڻيءَ واري ايراضي ڏهہ لک ستر هزار کان وڌي ڏهہ لک نوي هزار ايڪڙ ٿي وئي آهي. انجو

مطلب آهي تہ پاڻيءَ جو معيار بهتر ٿيو آهي ۽ هاڻ رڳا ڪان اڳ واري 86 سيڪڙو ايراضيءَ جي ڀيٽ ۾ 88 سيڪڙو ايراضيءَ لاءِ ميسر آهي. انڪري جر جي پاڻيءَ کي لاڳيتو ڇڪڻ جر جي پاڻيءَ جي لوڻياٺ حيثيت ۾ بهتري آندي آهي.

سائين! جر جي پاڻيءَ جي ڊگهي عرصي تائين استعمال جي مٽي/ زمين تي پوندڙ اثرن جو واپڊا جي مرڪزي جاچ اداري طرفان جائزو ورتو پئي ويندو رهيو آهي. انهيءَ جاچ جا نتيجا انهيءَ پبليڪيشن نمبر90 جي صفحي نمبر 42 تي تت جي صورت ۾ ڏنا ويا آهن. ان موجب:

"اِهو پروڙيو ويو آهي تہ انهيءَ پاڻيءَ جي آبپاشي هيٺ ايراضين ۾ ائين سالن تائين پاڻيءَ جي لاڳيتو استعمال کان پوءِ اليڪٽريڪل پسرائيت واري سگهہ ۾ اضافو نہ ٿيو آهي. انهيءَ پاڻيءَ جي استعمال سان لوڻياٺ جي شڪار ايراضين ۾ پڻ ڏاڪي بہ ڏاڪي مواقف بحاليءَ وارو عمل رهيو آهي."

سائين! جر جي پاڻيءَ جي معيار ۾ تبديلي هڪ انتهائي سست عمل آهي ۽ اسڪارپن جي متوقع حياتيءَ دوران ڪي بہ اُگرا اثر پوڻ جو ڪوبہ خطرو ناهي. شروعات ۾ زمين تي پاڻيءَ جي سمڻ وارن اثرن سبب جر جي پاڻيءَ ۾ لوڻياٺ ۾ معمولي اضافو ٿي سگهي ٿو پر اِهو هڪ عارضي مرحلو آهي جيڪو ڊگهي عرصي تائين جاري نہ رهندو. واسڊا بليٽن نمبر 6 جا ليکڪ صحفي نمبر ايچ 59 تي چون ٿا:

"بحالي پروگرام تحت ريچارج جي ساليانې تناسب جي حوالي سان ذخيري ۾ جر جي پاڻيءَ جي انتهائي گهٽي مقدار کي مدنظر رکندي اِهو ليکڻ غير منطقي نہ ٿيندو تہ معيار ۾ تبديليءَ جو تناسب سست هوندو ۽ اِهو ويجهي مستقبل تہ ڇا پر رڳائن جي هاڻوڪي جهڳتي جي چاليهن کان پنجاهہ سالن واري معاشي حياتيءَ ۾ بہ ڪنهن خطري جو شڪار نہ ٿيندو."

انهيءَ ثابتيءَ کي آڏو رکندي اِهو نتيجو ڪيڻ درست نہ ٿيندو تہ اسڪارپ ٽيوب ويلن مان حاصل ٿيندڙ پاڻي تيزيءَ سان ابتر ٿي رهيو آهي يا زمين جي زرخيزيءَ کي ڪنهن شديد خطري جو شڪار پيو بڻائي. ڪوبہ خراب معيار واري پاڻيءَ جي استعمال جي وڪالت نٿو ڪري. جيڪڏهن گهٽ معيار واري جر جي پاڻيءَ جي سيڪڙي کي هڪ پاسي رکجي تہ بہ بهتر پاڻيءَ جو هڪ وڏو مقدار جيڪو سمورن حوالن سان محفوظ آهي، آبپاشيءَ جي استعمال لاءِ ميسر هوندو.

**مامرو 1(b)**

”پنجاب، سنڌ، اتر اولهه سرحدي صوبي ۽ بلوچستان جي ڪينال ڪمانڊ ايراضين کان ٻاهر استعمال جوڳي جر جي پاڻيءَ جو ڪيترو مقدار آهي؟“
سائين هاڻ مامري نمبر (b) 1 تي ٿو اچان.

چيئرمين: جيءُ.

خليل احمد: سائين! اوهين ايل آءِ پي رپورٽ اڳيئي ڏسي چڪا آهيو. گذريل ڏينهن اوهين سنڌ ۾ استعمال جوڳي جر جي پاڻيءَ جي دريا جي پرسان هئڻ جو ذڪر ڪري رهيا هئا. جيڪو ميسرز هنگنٽس جي پيش ڪيل رپورٽ ۾ شامل نقشي ۾ واضح آهي. سائين! هت اِها رپورٽ ۽ نقشو ساڻ اٿم.

چيئرمين: جيءُ اِهو نقشو ڏنو اٿم.

خليل احمد: سائين! اِهو نسبتاً استعمال جوڳو جر جو پاڻي سنڌو دريا جي ويجهي مقامي ايراضين ۾ آهي. اِهو سمورو ڪينال ڪمانڊن ۾ آهي. سائين! ان ريت اسان وٽ سنڌ ۾ استعمال جوڳو جر جو پاڻي ڪينال ڪمانڊ کان ٻاهر ميسر ناهي. باقي ايراضيون جابلو ريگستاني يا سمنڊ پرسان ڪلراٺي ڊيلٽا واريون آهن. جن ۾ استعمال جوڳي جر جي پاڻيءَ جي توقع نٿي رکي سگهجي.

سائين! اسان پنهنجي جوابي دعويٰ جي ڀاڱي II جي صفحي نمبر 11 تي پنجاب جا انگ اکر پيش ڪيا آهن. اهي انگ اکر ”هارزا“ جي ”مددگار اپياس“ تان حاصل ڪيا ويا آهن جنهن جو اڳ ۾ حوالو ڏنو اٿم. لاڳاپيل جدول هارزا رپورٽ جي صفحي نمبر II_9 تي آهي. اِنگ اکر ڪينال ڪمانڊ کان ٻاهر 32 لک ايڪڙ آهن جنهن ۾ سڌي سنئين استعمال لاءِ مناسب معيار وارو جر جو پاڻي آهي جڏهن ته ڏهه لک ايڪڙن کان وڌيڪ گاڏڙ معيار وارو پاڻيءَ وارا آهن.

سائين! اِهي ايراضيون ڪينال ڪمانڊن سان لڳو لڳ آهن ۽ ڪچي کي ريج ڏيندڙ جو حصو آهن جيڪو هڪ يڪسان، انتهائي ترسيلي آبي زمين ٿو ٺاهي. انهيءَ آبي زمين مان جر جي پاڻيءَ جي آزاداڻي چرپر ۾ ڪي به رڪاوٽون ناهن. ڪجهه ڦير گهير سان، ساڳيو ئي پيمانو ڪينال ڪمانڊن جي ريچارج لاءِ پڻ لاڳو ٿئي ٿو.

**مامرو نمبر (a)2**

چيئرمين: هاڻ جر جي پاڻيءَ جي حقيقي استعمال تي ٿا اچون.

خليل احمد: جيءُ سائين! اِهو مامرو نمبر(a)2 آهي.

”مختلف صوبن جي ڪينال ڪمانڊ ايراضين ۾ سرڪاري ۽ خانگي

ٽيوب ويلن کان ڪليل کوهن کان حاصل ٿيندڙ جر جي پاڻيءَ جو حقيقي ساليانو استعمال ڪيترو آهي؟"

سائين! پهرين سنڌ ۾ جر جي پاڻيءَ جي استعمال کان ٿا ڏسون. اهڙو استعمال سرڪاري يا وري خانگي شعبي ۾ ٿي سگهي ٿو. سنڌ ۾ واحد سرڪاري رٿا خيرپور اسڪارپ آهي. رٿا تحت سکر بيراج جي خيرپور اوڀر ۽ اولهه فيڊرن جي ڪمانڊ ۾ ڪُل 540 ٽيوب ويل هنيا ويا آهن. انهن مان 175 ٽيوب ويل مٺي جر جي پاڻيءَ واري زون ۾ آهن جڏهن تہ باقي 365 لوڻياڻي جر جي پاڻيءَ واري زون ۾ آهن. ٽيوب ويل لڳائڻ جو ڪم سال 1965 ۾ شروع ٿيو ۽ 1970 ۾ ڪئي ٽيوب ويل لڳائڻ جو ڪم مڪمل ٿي سگهيو.

سائين! انهن ٽيوب ويلن مان حقيقي ڇڪڻ وارو مامرو ظاهر ٿو ڪري تہ ان رٿا مان لڳايل توقع موجب مٺو پاڻي حاصل نہ ٿي سگهيو آهي. رٿا ان ايراضيءَ کي مٿاڇري واري پاڻيءَ جي ڪينالي فراهمين جي پڻ نئين سر جوڙجڪ جو تصور پيش ڪيو. اِها نئين سر جوڙجڪ اڃان تائين مڪمل نہ ٿي سگهي آهي. انڪري اضافي مٿاڇري وارو پاڻي پڻ ميسر ناهي.

سائين! ڪجهه ٽيوب ويلن ۾، ڪي شروعات ۾ مٺو پاڻي ڏئي رهيا هئا، پاڻيءَ جو معيار تيزيءَ سان لوڻياڻو ٿي رهيو آهي. اِهو بہ پروڙيو ويو آهي تہ ريچارج جي اڻهوند ڪري سطح جي زير زمين سطح پڻ ابتڙ ٿي رهي آهي. انڪري، ٽيوب ويلن جو وهنوار محدود ڪرڻو ٿو پوي.

انهن حالتن ۾، ان رٿا ۾ جر جي پاڻيءَ جو حقيقي سالياني استعمال فقط 0.1 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. اِهي انگ اکر اسين اڳيئي سنڌ جي بيان جي صفحي نمبر 180 تي ڏئي چڪا آهيون.

ڪجهه تجرباتي ٽيوب ويل غلام محمد بيراج جي گجو علائقي ۾ آهن. اِهي لوڻياڻي پاڻيءَ جي نڪاس واسطي ئي آهن ۽ آبپاشيءَ ۾ انهن جي حصيداري ٿوري آهي. جهڙي ريت اوهين گذريل ڏينهن چئي رهيا هئا، ڪجهه ٽيوب ويلن کان حاصل ٿيندڙ جر جو پاڻيءَ ۾ لوڻياڻا مادا سمنڊ جي پاڻيءَ کان بہ وڌيڪ آهن.

جيستائين خانگي ٽيوب ويلن جو تعلق آهي تہ اِهي تعداد ۾ انتهائي گهٽ ۽ ٽڙيل پکڙيل آهن. انهن جي تعداد، گنجائش يا استعمال بابت ڪي بہ ڀروسي جوڳا انگ اکر ميسر ناهن. بهر صورت، آبپاشيءَ لاءِ حقيقي استعمال ۾ انهن جي حصيداري نظر انداز ڪرڻ جوڳي آهي. انڪري، سنڌ ۾ جر جي پاڻيءَ

جو حقيقي ساليانو استعمال لڳ ڀڳ 0.1 ملين ايڪڙ فوٽ آهي، جهڙي ريت اڳيئي ڄاڻائي چڪو آهيان.

سائين! پنجاب ۾ جر جي پاڻيءَ جو حقيقي ساليانو استعمال تمام گهڻو آهي. اِها توقع هئي تہ پنجاب پنهنجي سرهن معزز ڪميٽيءَ آڏو جر جي پاڻيءَ جي استعمال جي هڪ مڪمل ۽ درست تصوير پيش ڪندو. پر سندن طرفان ان ڏس ۾ جيڪا معلومات فراهم ڪئي وئي آهي سا سندن بيان جي پيرا 11.6 ۾ اسڪارپ I بابت هئي. ٻين لاءِ سندن چوڻ آهي تہ معلومات موجود ناهي. اِها حقيقتاً حيرت جوڳي ڳالهہ آهي ڇاڪاڻ جو اسڪارپن ۽ انهن جي حاصلاتن بابت وڏو چرچو هو. انڪري سائين! اسان هيڏانهن هوڏانهن ڦلهوڙيو آهي ۽ جيڪا بہ معلومات ميسر ٿي سگهي سا هن معزز ڪميٽيءَ جي همڪاريءَ لاءِ سنڌ جي جوابي دعويٰ ۾ شامل ڪئي اٿئون.

پنجاب جو بيان هن ڪميٽيءَ آڏو جنوري 1971 ۾ پيش ڪيو ويو. مون وٽ واپڊا لاءِ ٽپٽن اينڊ ڪامبيچ انجنيئرس طرفان آڪٽوبر 1970 ۾ لکيل پراگريس رپورٽ نمبر 97 جي اصلوڪي ڪاپي آهي، جيڪا اسڪارپ II، III ۽ IV تحت ٽيوب ويلن مان ڪجهہ جي مڪمل ٿيڻ جو اطلاع ٿي ڪري. اسڪارپ II بابت ان رپورٽ جي صفحي نمبر 6 تي ڇپيو ويو آهي تہ:

لاليان يونٽ ۾ 163 ٽيوب ويل: ڊسمبر 1963 ۾ مڪمل ڪري آبپاشي کاتي کي منتقل ڪيا ويا.

مونا يونٽ ۾ 138 ٽيوب ويل: نومبر 1965 ۾ مڪمل ڪيا ويا.

خدير يونٽ ۾ 213 ٽيوب ويل: مئي 1966 ۾ مڪمل ڪري آبپاشي کاتي کي منتقل ڪيا ويا.

اپر جهلم ۾ 878 ٽيوب ويل: اپريل 1967 ۾ مڪمل ڪري آبپاشي کاتي کي منتقل ڪيا ويا.

لوئر جهلم ۾ 28 ٽيوب ويل: مئي 1969 ۾ مڪمل ڪري آبپاشي کاتي کي منتقل ڪيا ويا.

سائين! مون وٽ اسڪارپ II-A جي ڪٽ بابت ايگزيڪيوٽو انجنيئر ڪرانا ڊويزن جي سالياني رپورٽ پڻ آهي.

<u>چيئرمين</u>: ان رپورٽ جي تاريخ ڪهڙي آهي؟

<u>خليل احمد</u>: سائين! اِها جون 1970 ۾ ختم ٿيندڙ سال بابت آهي.

صفحي نمبر 2 تي اِها چوي ٿي:

"1.1 ڪرانا ڊويزن ۾ جاري اسڪارپ AII جي لاليان، قادر ۽ لوئر جان وارين ٽن بازيابي وارين رٽائن ۾ لڳايل ٽيوب ويلن جو ڪُل تعداد 427 آهي، جن مان 426 ٽيوب ويل جون 1969 جي پڇاڙيءَ تائين آبپاشي کاتي کي منتقل ڪيا / سونپيا ويا آهن."

ان جو مطلب آهي ته اسڪارپ II_A جي لوئر جاجان يونٽ ۾ پڻ 50 ٽيوب ويل هلي رهيا آهن ڇاڪاڻ جو هنن ڄاڻايل 426 مان اسين 376 تي ٻي ڪي واري پراگريس رپورٽ تحت ڳڻي چڪا آهيون.

سائين! اسڪارپ III لاءِ هڪ ٻيرو ٻيهر ٽي ۽ ڪي واري پراگريس رپورٽ تي ٿو اچان، جيڪا صفحي نمبر 18 تي چوي ٿي:

"ڪوٽ ادو يونٽ ۾ جنوري 1969 دوران 523 ٽيوب ويل مڪمل ڪيا ويا. علي پور يونٽ ۾ نومبر 1969 ۾ 542 ٽيوب ويل مڪمل ڪيا ويا. رنگ پور يونٽ ۾ جولاءِ 1969 ۾ 570 ٽيوب ويل مڪمل ڪيا ويا."

اِها رپورٽ اسڪارپ IV بابت پڻ چارٽ ڏئي ٿي. صفحي نمبر 21 ۽ 22 جو حوالو ٿو ڏيان، جتي لکيل آهي:

منگتا والا يونٽ ۾: مارچ 1968 ۾ 311 ٽيوب ويل مڪمل ڪيا ويا.

مريدڪي يونٽ ۾: اپريل 1969 ۾ 624 ٽيوب ويل مڪمل ڪيا ويا.

سائين! ٽي سگهي ٿو ته پنجاب ۾ ٻيا به ٽيوب ويل هجن جن بابت سنڌ کي ڪو پتو نه هجي. پر انهن ٽيوب ويلن بابت سموري چارٽ پنجاب وٽ پنهنجو بيان داخل ڪرائڻ مهل هئڻ کپندي هئي. اِهو نٿو چئي سگهان ته هن ڪميٽيءَ آڏو اِهي انگ اکر چونه رکيا ويا.

13 مئي 1971 تي پنهنجي پريزنٽيشن ۾، پنجاب چئن اسڪارپن تحت هلندڙ ٽيوب ويلن جا انگ اکر هيٺين ريت ڏنا آهن:

| | | |
|---|---|---|
| اسڪارپ | I | 2056 |
| | II | 1460 |
| | III | 277 |
| | IV | 332 |
| ڪُل | | 4155 |

IBRM صلاحڪارن واري رپورٽ جي تت جي صفحي نمبر 11 تي ڏنل

اِهي انگ اکر، جيڪا رپورٽ انهيءَ پي ايند آءِ پبليڪشن نمبر 91 ۾ شامل آهي، جنهن جي مون وٽ اصل آهي، هڪ ڊار تصوير تي پيش ڪري اِها جون 1970 تائين 4926 ٽيوب ويلن جي عمل ۾ هئڻ جو تي ڄاڻائي. ان ڪانسواءِ وڏيڪ 485 ٽيوب ويلن کي بجلي مهيا ٿيڻ جي انتظار ۾ ڏيکاريو ويو آهي.

سائين! هاڻ اوهين پاڻ فيصلو ڪريو تہ ڪهڙا انگ اکر درست آهن.

خانگي ٽيوب ويلن ۽ نار واري کوهن جي استعمال جي حوالي سان پنجاب طرفان پنهنجي پريزنٽيشن ۾ 11.0 ملين ايڪڙ فوٽ جا انگ اکر ڏنا ويا آهن. انهي جي ورچ هو ڪينال ڪمانڊ ۾ 4.0 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ 7.0 ملين ايڪڙ فوٽ ان ڪان ٻاهر طور تا ڪن. ان جي اُبتڙ، IBRM رپورٽ ساڳي عرصي لاءِ 14.0 ملين ايڪڙ فوٽ جا انگ اکر تي پيش ڪري. سائين! هت بہ پنجاب طرفان ڏنل انگن اکرن ۽ پرڏيهي ماهرن جي انهيءَ رپورٽ ۾ ڏنل انگن اکرن ۾ وڏو ويڇو آهي.

منهنجي گذارش اِها آهي تہ ڪميٽي اسان جي طرفان سنڌ جي جوابي دعويٰ ڀاڱي II جي صفحي نمبر 26 ۽ 37 تي ڏنل پنجاب ۾ جر جي پاڻيءَ جو ساليانو استعمال واري انگن اکرن کي مدنظر رکي. سائين! اسان انهن ٽيوب ويلن جا مڪمل تفصيل ۽ وچور پڻ ڏنا آهن جن جي آڌار تي اِهي انگ اکر جمع ڪرايا ويا آهن.

**<u>مامرو نمبر 2(b)</u>**

”ڪينال ڪمانڊ ايراضيءَ کان ٻاهر اهڙو استعمال ڪيترو آهي؟“

<u>خليل احمد:</u> سائين! جهڙي ريت اڳ ۾ ئي گذارش ڪري چڪو آهيان تہ سنڌ ۾ ڪينال ڪمانڊ ايراضيءَ کان ٻاهر استعمال جوڳو جر جو پاڻي ميسر ناهي. انڪري انهن ايراضين ۾ ڪوبہ سرڪاري ٽيوب ويلن لڳل ناهي.

ساڳي ريت، ڪينال ڪمانڊ ايراضين کان ٻاهر لڳل خانگي ٽيوب ويلن يا ڪليل کوهن جي تعداد بابت پڻ ڪي جوڳا انگ اکر ميسر ناهن.

سائين! پنجاب واسطي، منهنجي ساٿي، پنجاب جي عيوضيءَ، 75300 خانگي ٽيوب ويل هئڻ جو تعداد ڄاڻايو آهي. هُن ان ڏس ۾ اولهہ پاڪستان، يونيورسٽي آف انجنيئرنگ اينڊ ٽيڪنالوجيءَ جو حوالو ڏيندي انهن مان 47 سيڪڙو ڪينال ڪمانڊ ايراضيءَ ۾ ۽ 53 سيڪڙو ڪمانڊ کان ٻاهر هئڻ جي ڄاڻ ڏني آهي. سنڌ جي جوابي دعويٰ جي صفحي نمبر 37 تي اسان ڏيکاريو آهي تہ خانگي ٽيوب ويلن جو تعداد 90000 جي لڳ ڀڳ تي ويو آهي. اسان انهن ٽيوب ويلن کان پمپيج جي حساب ڪتاب لاءِ گنجائش، عملي حيثيت ۽ ڪارج

واري عنصر جهڙا پيمانا پڻ ڏنا آهن. اِهي سراسري قدر/ مُلهه آهي جيڪي ڪينال ڪمانڊ ايندڙ ۾ انهن ڪان ٻاهر جي مدنظر رکي لڳايا ويا آهن. سائين! اِهو واضح آهي تہ ڪينال واري پاڻيءَ جي اڻ موجودگيءَ سبب ڪينال ڪمانڊ ڪان ٻاهر استعمال وڌيڪ هوندو. پر جيڪڏهن استعمال جا ساڳيا عنصر بہ ليکيون تڏهن بہ ڪتيل پمپيج 20 ملين ايڪڙ فوٽ ڪان وڌي ٿي.

پنجاب طرفان ڪينال ڪمانڊ ڪان ٻاهر سرڪاري ٽيوب ويلن جا ڪي بہ تفصيل نہ ڏنا ويا آهن. مون وٽ ڪينال ڪمانڊ ايراضيءَ ڪان ٻاهر لاءِ ڏهن ٽيوب ويل رٿائن جي فهرست آهي، جن لاءِ پي سي 1 پڻ تيار ڪئي وئي هئي.

سائين! هن وقت انهن رٿائن جي ڪهڙي عملي صورت آهي تنهن بابت تہ ڪجهہ چوڻ ڪان قاصر آهيان پر اهم عنصر ڏيکاريندڙ انهن جي فهرست هت پيش ٿو ڪريان:

**ڪينال ڪمانڊن ڪان ٻاهر ٽيوب ويل رٿائون**

| رٿا جو نالو | ايراضيءَ جي درجي بندي | ڪُل ايراضي |
|---|---|---|
| 1. آبپاشي کاتي ذريعي سيالڪوٽ تعلقي ۾ زمين لاءِ آبپاشي سهولتن ۾ توسيع لاءِ 52 ٽيوب ويلن لڳائڻ | سيلابي يا باراني | 43,000 |
| 2. حبيبيا ڪچي واري ايراضيءَ ۾ ٽيوب ويل رٿا (آبپاشي کاتي ذريعي) | ڪچي جي ايراضي | 21,220 |
| 3. فدا شاهپور ٽيوب ويل رٿا (آبپاشي کاتي ذريعي) | ڪچي جي ايراضي | 11,250 |
| 4. بيٽ ايراضي ٽيوب ويل رٿا | سيلاب | 30,780 |
| 5. ستلج دريا جي ساڄي ڪنڌيءَ تي سيلابي ايراضيءَ لاءِ ٽيوب ويل رٿا | سيلاب | 13,083 |
| 6. باواني ٽيوب ويل رٿا (آبپاشي کاتي ذريعي) | ڪچو | 9,003 |
| 7. ناروال ٽيوب ويل رٿا (آبپاشي کاتي ذريعي) | ڪچو | 8,084 |
| 8. ميانواليءَ جي ڪچي واري ايراضيءَ لاءِ ٽيوب ويل آبپاشي رٿا | سيلاب | 624,000 |
| موبل ٽيوب ويل رٿا (آبپاشي کاتي ذريعي) | | 12,750 |
| 10. ڪيمبل پور ٽيوب ويل آبپاشي رٿا | سيلابي ۽ باراني ايراضي | 50,000 |

سائين! پنجاب ۾ ڪينال ڪمانڊ ايراضيءَ ڪان ٻاهر ٻيون بہ رٿائون ٿي سگهن ٿيون، جن بابت اسان کي پتو ناهي.

**مامرو نمبر 3**

**هاڻ مامري نمبر 3 تي ٿو اچان.**

**"سرڪاري ٽيوب ويلن مان جر جي پاڻي ۽ وهندڙ پاڻيءَ جي گاڏڙ استعمال ڪيتري حد تائين.**

**(a) سم ۽ ڪلر تي ڪنٽرول آندو آهي؟**

**(b) زمين جي زرخيزيءَ ۾ اضافو آندو آهي؟"**

خليل احمد: سائين! هيل تائين سنڌ ۾ واحد رٽا جنهن ۾ ڪينال ۽ ٽيوب ويل پاڻيءَ جو گاڏڙ استعمال ڪيو پيو وڃي سا خيرپور اسڪارپ آهي. ان رٽا ۾ 540 ٽيوب ويل هنيا ويا آهن. جون 1969 تائين 312 ٽيوب ويل هنيا ويا. جڏهن ته ٽيوب ويل لڳائڻ جو ڪم فيبروري 1970 ۾ ئي مڪمل تي سگهيو آهي. انهن ٽيوب ويلن جي عمل جو عرصو تمام گهٽ آهي پر علائقي ۾ سم ڪنٽرول هيٺ آهي.

رٽا شروع ٿيڻ مهل، لڳ ڀڳ 380000 ايڪڙن واري ڪينال ڪمانڊ ايراضي رٽا مان 30500 ايڪڙن تي پاڻي بيٺل هو جنهن تي پوکي ممڪن نه هئي. اِهو پاڻي هاڻ لهي ويو آهي ۽ زمين جي حالت ڪي قدر سڌري آهي.

چيئرمين: مطلب ته سنڌ ۾ اسڪارپ سم جي ڏس ۾ لاياٿتي ثابت ٿي آهي؟

خليل احمد: جيءُ سائين! پاڻيءَ جي فراهميءَ جي هاٽوڪي حالتن ۾ سم تي قابو آندو ويو آهي. انجو وڏيڪ اپياس ڪرڻ جي ضرورت هوندي جڏهن ڪينالن جي نئين سر جوڙجڪ ٿيندي ۽ فصلن جي شدت رٿيل 135 سيڪڙو تائين وڌائڻ لاءِ وڌيڪ پاڻي ميسر هوندو.

جيستائين ڪلر جو تعلق آهي ته اِهو هڪ ڊگهي عرصي وارو عمل آهي جنهن ۾ مٽي پاڻيءَ سان لوڙيات کي وهائڻ جي ضرورت هوندي آهي. جيڪڏهن علائقي ۾ ڪينالن جي نئين سر جوڙجڪ ٽيوب ويل لڳائڻ کان اڳ ڪئي وڃي ها يا گهٽ ۾ گهٽ اِهي ڪم هڪ ئي وقت ٿين ها ته ڪلر تي ڪنٽرول جا مڪمل لاڀ پرائي سگهجن ٿا. پر اِهو نه ڪيو ويو ۽ هاٽوڪي پروگرام موجب اِهو تربيلا ڊيم جي مڪمل ٿيڻ تائين نه ٿي سگهندو. سبب اِهو آهي ته دريا ۾ اضافي فراهمي ميسر ناهي. تربيلا ڊيم جي مڪمل ٿيڻ کان پوءِ جڏهن اضافي پاڻي ميسر هوندو تڏهن ڪينالن جي نئين سر جوڙجڪ ڪئي ويندي ۽ خيرپور اسڪارپ کي

وڏيڪ پاڻي ڏنو ويندو. اوستائين، ڪلر جي اثرن کان بحاليءَ وارو عمل انتهائي سست هوندو ۽ رٽا جا مڪمل لاڀ پرائي نہ سگهبا.

چيئرمين: سو اوهان سمر تي قابو پاتو آهي پر ڪلر تي نہ.

خليل احمد: پنجاب جي ايراضيءَ ۾، اسڪارپ I جا نتيجا، جيڪا سنڌن پهرين رٽا آهي، ڪجهہ تفصيل سان موجود آهن. پنهنجي پريزنٽيشن ۾، پنجاب اڳيئي تسليم ڪري چڪو آهي تہ اسڪارپ I ۾ زيرِ مين پاڻيءَ جي سطح کي ڪنٽرول هيٺ آندو ويو آهي. بهر صورت، هنن دعوي ڪئي آهي تہ ڪلر جي بحالي اطمينان جوڳي ناهي. سائين! ان نڪتي بابت آءٌ ڪي حقيقتون پيش ڪرڻ چاهيان ٿو.

اسڪارپ I ۾ ڪُل متاثر ايراضي 425000 ايڪڙ هئي جنهن مان گهڻي ڀاڱي ايراضي 70-1969 تائين بحال ڪرائي وئي آهي.

مون وٽ واسڊ جي پبليڪيشن نمبر 91 آهي جنهن جي صفحي 3 تي جدول I ڏنل آهي جنهن ۾ اسڪارپ I واري هر يونٽ جي بحال ڪرايل ايراضي ڏيکاريل آهي. خانگاهہ ڊوگران ۽ شادمان جي استثني کانسواءِ ٻين يونٽن ۾ بحال 50 کان 68 سيڪڙو آهي. اسڪارپ I جي سڄي ايراضيءَ ۾ مجموعي بحالي 62 سيڪڙو آهي، جنهن جو مطلب آهي تہ لڳ ڀڳ 262000 ايڪڙ بحال ڪرايا ويا آهن ۽ اِها صورت خود پنجاب پڻ پنهنجي بيان ۾ مڃي آهي. ان سان فقط 38 سيڪڙو ايراضي ٿي باقي بچي، جنهن کي تمام گهڻي اهميت ڏني وئي آهي. باقي بچيل ايراضيءَ جو گهڻي ڀاڱي حصو پوکيءَ ڏکيو/ حاشئي واري ايراضيءَ (Marginal Land) تي ٻڌل آهي، جنهن تي اڳي ڪڏهن بہ پوکي نہ ٿي آهي ۽ جيڪو فقط پاڻيءَ سان ئي بحال ڪرائڻ جوڳو ناهي.

سائين! هارزا جي "مددگار اپياس" جي صفحي 12-II ڏانهن رجوع ڪندس، جيڪو ڏيکاري ٿو تہ اسڪارپ I ۾ 25 سيڪڙو زمين ڪلرائي آهي. اهڙي زمين جي بحالي رڳو پاڻيءَ سان ئي نٿي ٿي سگهي. ڀرپور نتيجا حاصل ڪرڻ لاءِ جپسم جهڙا ڪيميائي جزا ضروري آهن. انهن اسمن جي فراهمي رٽا جي اختيارين جي ذميواري نہ هئي، پر اِهي آبادگارن کي پنهنجي سر ڪرڻا هئا. انڪري باقي بچيل گهٽ معيار واري زمين جي بحاليءَ ۾ دير ڪنهن بہ ريت ٽيوب ويل فراهميءَ جي ناڪامي ناهي.

اِهو دليل سامهون ايندو رهيو آهي تہ اسڪارپ I ٽيوب ويلن جي پاڻيءَ

سان ڪلر، SAR وغيره ۾ اضافو پيو ٿئي. ان تي ضرور زور ڏيڻ گهرجي ته بحاليءَ وارو عمل پاڻي سمائڻ واري محرڪ ذريعي جر جي پاڻيءَ واري ذخيري ڏانهن زمين ۾ موجود لوڻيات جي منتقلي جو موجب ٿو بڻجي. انڪري شروعاتي مرحلن ۾، جر جي پاڻيءَ ۾ لوڻيات عام ڳالهه آهي. ڪجهه به هجي زمين مان نڪرندڙ لوڻيات کي ڪنهن ته پاسي وڃڻ وئي آهي. پر ان کي مستقبل جي لاڙي طور نٿو ليکي سگهجي چاڪاڻ جو زمين جي مٿين سطح ۾ لوڻيات جو تناسب انتهائي گهٽ آهي. ذخيري ۾ موجود جر جي پاڻيءَ جي وڏي شاهي مقدار کي پاڻيءَ جي سمائڻ واري مقدار ۽ ان ۾ لوڻيات جي معمولي تناسب جي ڀيٽ کي مدنظر رکندي اِهو عقلي لحاظ طئي شده آهي ته تبديلي انتهائي آهستي ايندي ۽ لوڻيات اڳڪتي ڪري سگهجندڙ مستقبل ۾ ڪوبه شديد مسئلو پيدا نه ڪندو. انڪري ڪلر تي ڪنٽرول واري ڏس ۾ ٽيوب ويلن کان حاصل ٿيندڙ جر جي پاڻيءَ جو ڪردار نظر انداز ڪرڻ جوڳو ناهي.

هاڻ اچون ٿا زمين جي زرخيزيءَ ۾ اضافي ڏانهن. سائين! ڪنهن رٽا واري ايراضيءَ جي زرخيزيءَ ۾ واڌ کي ٻن حوالن سان پرکي سگهجي ٿو:

(a) پوکيءَ هيٺ آندل ايڪڙن ۾ اضافو

(b) هر پوکيل فصل کان حاصل ٿيندڙ پيداوار (Yield) ۾ اضافو

پاڻيءَ جي فراهميءَ ۾ انتهائي واڌ ۽ ايراضيءَ جي سم ۽ ڪلر کان محفوظ ٿيڻ سبب رٽا واري ايراضيءَ ۾ پوکيءَ جي شدت ۾ تمام گهڻي واڌ آئي آهي. اوهانجو ڌيان مرڪزي نگراني اداري طرفان جاري ڪيل واسڊ پبليڪيشن نمبر 91 ڏانهن ڇڪرائڻ ٿو چاهيان. صفحي نمبر 13 تي، اها رپورٽ 62-1961 کان 69-1968 دوران اسڪارپ I ۾ حاصل ڪيل فصلن جي ساليانى شدت ڄاڻائي ٿي. شدت 98.6 سيڪڙو کان وڌي 114.3 سيڪڙو تي وئي آهي. اِهو واضح آهي ته شدت ۾ واڌ ٽيوب ويلن کان حاصل ٿيندڙ پاڻيءَ جي اضافي موجودگيءَ جو ئي نتيجو آهي.

جيستائين ايراضيءَ جو تعلق آهي ته ساڳي پبليڪيشن جي صفحي 11 تي ڪينال ڪمانڊ ايراضيءَ جي تناسب طور 60-1959 کان 69-1968 دوران اسڪارپ I ۾ حاصل ڪيل فصلن جي ساليانى شدت ڄاڻائي ٿي. شدت 98.6 سيڪڙو کان وڌي 114.3 سيڪڙو تي وئي آهي. اِهو واضح آهي ته شدت ۾ واڌ ٽيوب ويلن کان حاصل ٿيندڙ پاڻيءَ جي اضافي موجودگيءَ جو ئي نتيجو آهي.

جيستائين ايراضيءَ جو تعلق آهي ته ساڳي پبليڪيشن جي صفحي 11

تي ڪينال ڪمانڊ ايراضيءَ جي تناسب طور 60-1959 کان 69-1968 تائين مختلف فصلن تحت ايراضيءَ ۾ واڌ ڏيکاري وئي آهي. رپورٽ مختلف فصلن کي ٽن اهم عنوانن، مرڪزي فصل، جن ۾ ڪٽڪ، ساريون ۽ داليون شامل آهن، وڪرو ٿيندڙ فصل جن ۾ ڪمند ۽ ڦٽيون شامل آهن ۽ ٻيا فصل جهڙوڪ چارو وغيره ۾ ورهايو ويو آهي. مرڪزي فصلن واري پهرين گروپ ۾ ان عرصي دوران واڌ 70.8 سيڪڙو آهي. ٻئي گروپ ۾ جيتوڻيڪ واڌ ڪا تمام گهٽي ناهي پر جيڪڏهن معاملي تي گهرائي سان نظر وجهبي ته ان جو سبب پاڻيءَ جي اٿهوند ناهي پر ڪيڙن تي ڪنٽرول جي اٿهوند جهڙا ڪيترائي ٻيا عنصر ان جو سبب آهن. ان جي باوجود ته اِهو ٿو چيو وڃي ته ٽيوب ويلن جي پمپنگ واري گنجائش انهن جي لڳڻ کان جوڳي حد تائين گهٽ ٿي آهي، تناسب ۾ مجموعي واڌ 46.2 سيڪڙو آهي.

سائين! نه رڳو هر فصل واري ايراضيءَ ۾ مجموعي واڌ آئي آهي پر هر فصل جي في ايڪڙ پيداوار ۾ پڻ اکيون کيرو ڪندڙ واڌ آئي آهي. 69-1968 تائين هر فصل جي في ايڪڙ پيداوار ۾ اضافي جي ڀيٽ واسڊ پبليڪيشن نمبر 91 جي صفحي نمبر 14 تي هن ريت ڏني وئي آهي:

"اهي انگ اکر ظاهر ٿا ڪن ته شروعاتي سالن جي ڀيٽ ۾ 69-1968 دوران اُپت ۾ واڌ ٽن گروپن ۾ ورهائي سگهجي ٿي. پهريون گروپ ڪٽڪ ۽ مڪئي تي ٻڌل آهي، جنهن ۾ اُپت 200 سيڪڙو وڌي آهي، ٻئي ۾ ساريون ۽ ڪمند شامل آهن جن ۾ 100 سيڪڙو واڌ ٿي آهي، ٽين گروپ ۾ داليون، ڪاڄرو تيل، ڦٽيون ۽ ٻاجهڙ شامل آهن جيڪي لڳ ڀڳ 50 سيڪڙو وڌيا آهن."

سائين! اِهو سڀ ڪجهه چوڻ آکڻ کان پوءِ، ڪنهن رٿا جي ڪاميابيءَ جو حتمي پيمانو ان مان حاصل ٿيندڙ معاشي لاڀن جو ٿئي ٿو. انهيءَ ساڳي پبليڪيشن جي صفحي نمبر III تي، اِهو چيو ويو آهي ته رٿا جي ڪري، 115 ملين رپين واري توقع ڪيل قدر جي ڀيٽ ۾ واڌو قدر 157.7 ملين رپيا ٿي ويو آهي. سائين! اِهي نتيجا انتهائي حوصلو وڌائيندڙ آهن. رٿا نفعي جي ڇيد جو تناسب 1:3.9 ڏئي رهي آهي، جنهن جو مطلب اِهو آهي ته اسين هڪ رپيو سيڙائي 3.9 رپين جو لاڀ پرائي رهيا آهيون.

**مامرو نمبر 4**

**خليل احمد: هاڻ اچون ٿا مامرو نمبر 4 تي.**

**"اسڪارپ رٿائن ۾ ٽيوب ويلن جي تنصيب هيٺين مدن ۾ ڇا ڪيو**

آهي.

(الف) آبپاشي فراهمين ۾ واڌ آندي اٿس.

(ب) انهن مقصدن کي اڳتي وڌايو اٿس جن لاءِ وهندڙ پاڻيءَ جي فراهميءَ کي تيار ڪيو ويو/ بهتر بڻايو ويو.

(پ) ڇا ڪنهن ريت ڪينالي پاڻيءَ جي هاڻوڪي استعمال جي مقدار ۾ ڦير گهير آندي اٿس؟

ڪنهن ريت ڪينالي پاڻيءَ جي هاڻوڪي استعمال ۾ جي مقدار ۾ ڪا ڦير گهير ڪئي اٿس؟

هن مامري جا ٽي حصا آهن، جن کي ڌار ڌار نبيريندس. جهڙي ريت اڳ ۾ ڄاڻائي چڪو آهيان تہ سنڌ ۾ اسڪارپ فقط خيرپور رٿا ۾ ئي آهي. هن رٿا ۾ ڪينالن جي نئين سر جوڙجڪ نہ ٿيڻ سبب پاڻيءَ جي فراهميءَ ۾ ڪا واڌ نہ ٿي آهي. هن اسڪارپ رٿا جا مقصد حاصل ڪرڻ ڪان اڳ نئين سر جوڙجڪ ضروري آهي. درحقيقت، ڪينالن جي نئين سر جوڙجڪ، ٽيوب ويل رٿا ڪان اڳ يا ان سان گڏ ٿيڻ گهربي هئي تہ جيئن مڪمل لاڀ حاصل ٿي سگهن ها. ڇوٿين پنج سالن واري رٿا جو خاڪو رٿي ٿو تہ انهن ڪينالن جي نئين سر جوڙجڪ 75-1979 واريءَ عرصي ۾ مڪمل ٿيڻ گهرجي. پر لڳي ٿو تہ هاڻ ان ۾ تبديلي آڻي پوندي. IBRMواري پنهنجي رپورٽ ۾، عالمي بينڪ جي صلاحڪارن رٿيو آهي تہ ڪينالن جي نئين سر جوڙجڪ جي رٿابنديءَ کي تربيلا واري پاڻيءَ جي ميسر ٿيڻ ڪان اڳ ۾ مڪمل نہ ڪيو وڃي. IBRMرپورٽ جي جلد IV صفحي نمبر 223 تي، جيڪو مون وٽ موجود آهي، صلاحڪارن طرفان ڏنل سبب هن ريت آهن:

"ربيع دوران وهندڙ پاڻيءَ جون فراهميون تربيلا ڪان اڳ واري تاريخي سطحن تائين محدود ڪيون ويندين ۽ جيتوڻيڪ نئين سر جوڙجڪ ڪيل ڪينالي سرشتي ۾ اضافي خريف پاڻي ميسر هوندو پر ڪارائتي ريت استعمال ٿي سگهجندڙ مقدار وڻڪاري ۽ اوسر واري عرض ۾ فراهمين جي سطح ذريعي محدود ٿي سگهي ٿو."

انڪريِ اِهو واضح آهي تہ تربيلا ڪان اضافي پاڻيءَ جي ميسر ٿيڻ تائين، خيرپور اسڪارپ ۾ مٽي پاڻيءَ جي متوقع سطح عملي صورت اختيار نہ ڪندي.

خيرپور ۾ ٽيوب ويل هن مهل استعمال جوڳي پاڻيءَ جو هڪ نندڙو مقامي

ياڱو استعمال/ چڪي رهيا آهن ۽ ان ۾ تيزيءَ سان ابتري اچي رهي آهي. زمين هيٺ پاڻيءَ جي سطح اڳيئي چئن کان نو فٽ هيٺ هلي وئي آهي. رتا جي اتر پاسي وارين ڪجهه ايراضين ۾، اِها لاٽ ايترو تيز رهي جو مٺي پاڻيءَ جي انهيءَ متاچري سطح تان پاڻي حاصل ڪرڻ واري عمل کي لڳندڙ ڪاپاري ڏک کان بچڻ واسطي ٽيوب ويلن جو وهنوار محدود ڪرڻو پيو.

زمين هيٺ پاڻيءَ ۾ سم سنڌ جي ڪنڌ ڪُرڇ ۾ تيزيءَ سان وڌي رهي آهي ۽ خيرپور جو علائقو به ان کان وانجهيل ناهي. وهندڙ پاڻيءَ ذريعي مناسب پر پاڻي جي تبديليءَ جي اٿهوند زمين هيٺ پاڻيءَ ڏٺي، اِهو عمل خيرپور جي ٽيوب ويلن ۾ شروع ٿي چڪو آهي. جيڪو هن وقت موجود مٺي پاڻيءَ جي گهٽ ذخيري کي اجائين گهٽائي رهيو آهي. عالمي بينڪ جا صلاحڪار ۽ IBRMرپورٽ جي ٻئي جلد جي صفحو نمبر 97 تو پڙهان، انهيءَ صورتحال بابت اجهو هئين ٿا چون:

"اِها حقيقت ته انهن کوهن جو پاڻي وڌيڪ لوڻياٺو ٿي ويو آهي پنهنجي سر ڪنهن ڳڻتيءَ جو سبب ناهي ڇاڪاڻ جو اِهو متوقع هو. پريشان ڪندڙ مامرو تبديليءَ ۾ ايندڙ تيزي آهي جيڪا اڳڪتي ڪيل وقت کان ہيڻ ٿي آهي، جنهن جو سبب اسانجي خيال ۾ وڌيڪ مقدار ۾ پاڻي ڇڪڻ آهي."

ٻين لفظن ۾ خيرپور وارا ٽيوب ويل اوترې مقدار ۾ مٺو پاڻي نٿا ڏئي سگهن جنهن جي اُميد لڳائي وئي هئي. صفحي نمبر 180 تي جيڪو "سنڌ جو بيان" ڏنل آهي ان موجب هن رتا ۾ آبپاشيءَ واري پاڻيءَ ۾ ساليانې اضافي واري مقدار طور 0.1 ملين ايڪڙ فٽ وارا انگ اکر آهن. انڪري اهو وڌ کان وڌ مقدار ئي آهي جنهن جي توقع ڪري سگهجي ٿي.

جيستائين نمبر 4(b)معامري جو تعلق آهي ته خيرپور اسڪارپ جا مقصد به اُهي ساڳيائي هئا جيڪي ٻين اسڪارپن جا هئا يعني سم ۽ ڪلر جي متاثرن ٽيل ايراضين جي بحالي ۽ پوکيءَ جي رتا کان اڳ واري زرخيزيءَ ۾ واڌ آڻڻ. سائين! اڳيئي عرض ڪري چڪو آهيان ته خيرپور ۾ ٽيوب ويلن جي وهنوار پاڻيءَ جي سطح کي 4 کان 9 فٽ هيٺ لاهي ڇڏيو آهي. ڪجهه مامرن ۾ اِها ڏا ل قبول سطح کان به هيٺ لهي وئي آهي.

جيستائين سم جو تعلق آهي ته زمين تان لوڻياٺ لوڙهڻ لاءِ گهربل پاڻيءَ جا جهجها لپ نه هئڻ جي صورت ۾ ان ڏس ۾ ڪا بهتري ممڪن ناهي. اڳيئي عرض ڪري آيو آهيان ته اضافي ڪينالي پاڻي ميسر ناهي ۽ ويجهي

مستقبل ۾ بہ ميسر ٿيڻ جا امڪان ناهن. ٽيوب ويلن واري پاڻيءَ جو مقدار بہ نئين سر پرپاٽي نہ هئڻ ڪري محدود آهي. انهن حالتن ۾ سم سٽيل ايراضين جي تيزيءَ سان بحالي نٿي ٿي سگهي. اضافي ڪينالي پاڻي ميسر ٿيڻ تائين. بحاليءَ جو تناسب گهٽ رهندو ۽ ٽيوب ويل واري پاڻيءَ جي معيار ۾ ابتريءَ سبب اجائين گهٽجي سگهي ٿو.

خيرپور اسڪارپ جو هڪ ٻيو مقصد پوکيءَ جو شدت کي رٿا کان اڳ واري 89 سيڪڙو سطح کان وڌائي رٿيل 135 سيڪڙو ڪرڻ هو. اِهو مقصد فقط اُن صورت ۾ ئي حاصل ڪري سگهجي ٿو جو فصلن جي گهرج پوري ڪرڻ لاءِ مناسب مقدار ۾ آبپاشيءَ وارو پاڻي ميسر هجي. ٽيوب ويلن مان استعمال جوڳي معياري پاڻيءَ جي فراهميٰ انتهائي گهٽ مقدار ۾ آهي ۽ آبپاشي فراهميءَ ۾ ڪا وڏي واڌ نہ آندي اٿس. انڪري زراعت جي وڏي پئماني تي واڌ ويجهہ اجان تائين حاصل ٿيل ناهي. ميسر انگ اکر ظاهر ٿا ڪن تہ فصلن جي زرخيزي 93 سيڪڙو کان 97 سيڪڙو تي آهي جيڪا زمين جي حالت ۾ سڌاري سبب آئي هجي، نہ ڪي آبپاشيءَ واري پاڻيءَ ۾ واڌ جو نتيجو هجي.

ڪينالي پاڻيءَ جي هاڻوڪي استعمال جي مقدار ۾ تبديليءَ واري مامرو نمبر 4(c) تي منهنجي ورندي 'نهڪر' ۾ آهي. ٽيوب ويلن کان پاڻيءَ جي فراهمي مقدار ۾ گهٽ ۽ معيار ۾ شڪي آهي. ڪينالن کان فراهميءَ ۾ ڪابہ واڌ ناهي جنهن کي رٿا جا مقصد تصور ڪيو هو. انڪري هاڻوڪي حالتن ۾، ڪينالي پاڻيءَ جي گهٽ مقدار جو ڪو ڀاڱو ٽيوب ويلن واري پاڻيءَ سان مٽائڻ ممڪن ناهي ۽ نہ ئي زمين جي بحاليءَ ۾ ڪا اڳڀرائي حاصل ڪري سگهجي ٿي. ٽيوب ويلن کان حاصل ٿيندڙ معمولي حاصلات ڪينال مان فراهمي ۽ رٿا کان اڳ واري شدت برقرار رکڻ واري وٿيءَ کي پرڻ لاءِ ئي ذڪيائي سان پورت ڪندي. اِهوئي سبب آهي جو بحاليءَ واري اڳڀرائي سست آهي ۽ فصلن جي زرخيزي ۾ ڪا مادي واڌ ناهي.

سائين! هاڻ پنجاب جي اسڪارپن تي ٿو اچان. سال 69-1968 لاءِ اسڪارپ جي ساليانی رپورٽ جو صفحو نمبر 2، جيڪو مون وٽ موجود آهي، پيراگراف نمبر 1.2 ۾ رٿا جا مقصد واضح ٿو ڪري. اتفاق سان اِهي مقصد سنڌ طرفان جوابي جواب ڀاڱو IIجي صفحي نمبر 16 تي پڻ ڏنل آهن. مقصدن جو اسم (iii) رٿا کان اڳ 359 ايڪڙن لاءِ هڪ ڪيوسڪ واري مقدار کي 150

ايڪڙن لاءِ ڪيوسڪ تائين پاڻيءَ جو مقدار وڌائڻ بابت آهي.

انجو مطلب آهي تہ سمورن اسڪارپن جو انتهائي اهم مقصد آبپاشيءَ واري فراهميءَ ۾ واڌ آڻڻ آهي. اِهو مقصد حاصل ڪرڻ کانپوءِ فصلن جي زرخيزي وڌائڻ ۽ زرعي پيداوار وڌائڻ وارا مقصد حاصل ٿيندا.

بحث هيٺ مامرو اِهو سوال ٿو اُٿاري تہ اسڪارپ "ڪيتري حد تائين آبپاشيءَ واري پاڻيءَ ۾ واڌ آڻي سگهيا آهن. سائين! انهيءَ سوال جو جواب اِهو آهي تہ اسڪارپ آبپاشي فراهمين ۾ پنهنجي پاڻي ڇڪڻ واري گنجائش جي حد تائين واڌ آڻي سگهيا آهن. ٽيوب ويل سال جا 365 ڏينهن چوويهہ ڪلاڪ هلائي سگهجن ٿا. روڪيندڙ عنصر زراعت کي گهربل آبپاشيءَ واري فراهمين جو مقدار ۽ زمين هيٺ پاڻيءَ کي لوڻ کانسواءِ ڪيتري سطح تائين سولائي سان ڇڪي سگهجي ٿو. استعمال ٿيڻ وارو عنصر. جيڪو اڪثر ٽيوب ويلن مان حاصل ٿي سگهجندڙ پاڻيءَ جي مقدار کي ڪَڍڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. حقيقي گنجائش جي تناسب جي فهرست کان وڌيڪ ڪجهہ بہ ناهي، جيڪو استعمال ڪيو ويو آهي. اليڪٽريڪل ۽ مڪينيڪل نقص انتظامي اُپائن ذريعي ٺيڪ ٿيڻ جوڳا آهن. ڪجهہ لوڻياڻي پاڻيءَ وارن کوهن کي ڇڏي، جن جي هلڻ جي ڪا ضرورت بہ ناهي، ڪنهن ٽيوب ويل رٿا جي مڪمل لڳايل گنجائش آبپاشي استعمال لاءِ ميسر آهي. جيڪڏهن ڪينالن جهڙا متبادل وسيلا موجود ناهن تہ پوءِ زراعت لاءِ ٽيوب ويلن جي استعمال ٿيڻ وارو عنصر عام طور تي ڄاڻائجندڙ 50 کان 60 سيڪڙي کان يقيني طور گهٽو وڌيڪ هوندو. ان حوالي سان، اسڪارپ رٿائن ڄاڻايل پنهنجي بريف ۾ پيرا 16-11 جدول 1 ۾ پنجاب پنهنجي حدن اندر عمل هيٺ اسڪارپ رٿائن ذريعي ڇڪيل پاڻيءَ جي مقدار جا انگ اکر 4.8 ملين ايڪڙ فٽ ڄاڻايا آهن. ساڳي جدول 1 ۾، تنصيب ڪيل گنجائش 14,628 ڪيوسڪ ڏيکاري وئي آهي. سئو سيڪڙو استعمال تي اِها 10.68 ملين ايڪڙ فٽ ساليانی تي بڻجي. پر 4.8 ملين ايڪڙ فٽ جا انگ اکر 45 سيڪڙو استعمال تي ئي ٿا سامهون اچن. اِهو ڏيکاري ٿو تہ حقيقي ست جو فقط 45 سيڪڙو ئي ڪتب آندو ويو. انجو هڪ سبب اِهو آهي تہ ڪينالي فراهمي اضافي مقدار طور ميسر هئي ۽ انڪري ٽيوب ويل پاڻيءَ جي وڌيڪ استعمال جي ضرورت محسوس نہ ڪئي وئي.

سائين! منهنجو نڪتو اهو آهي تہ اسڪارپ I ۾ ٽيوب ويلن کان ميسر

مڪمل ست استعمال نہ ڪيو ويو آهي جنهن جي تصديق ٽيوب ويلن جي بند ٿيڻ ۽ ڪم ڪار جا ڪلاڪ ضايع ٿيڻ بابت ڪيل اپياس مان پڻ ٿئي ٿي. آءٌ سال 1968ـ69 لاءِ اسڪارپ I جي ساليانی رپورٽ جي صفحي نمبر 4 تي ڏنل تت نمبر 1 ۽ صفحي نمبر 5 جي تت نمبر 2 جو حوالو ڏئي رهيو آهيان. جيڪا خود سنڌن ئي ڊائريڪٽوريٽ جاري ڪئي آهي. اهي مختلف سببن ڪري بند ٿيل ٽيوب ويلن جا سراسري انگ اکر ڏيکارين ٿا جن ۾ اليڪٽريڪل ۽ مڪينيڪل نقص شامل آهن. هڪ ٻيو سبب بہ ڄاڻايل آهي ۽ اُهو آهي "طلب نہ هئڻ." اِهو "طلب نہ هئڻ". ٽيوب ويلن جي بندش جو سڀ کان وڏو سبب ٿو نظر اچي. مثال جي طور تي، خريف 1967ـ68 ۾ بند ٿيل 11.78 سيڪڙو ٽيوب ويلن مان 7.68 سيڪڙو ٽيوب ويلن 'طلب نہ هئڻ' سبب بند ٿيا. خريف 1968ـ69 ۾ پڻ 'طلب نہ هئڻ' بندش جو اهم سبب هو. سائين! ربيع ۾، جڏهن ڪينالي پاڻيءَ جي کوٽ جي پيش نظر ٽيوب ويلن جي پاڻيءَ جو وڌ کان وڌ استعمال هئڻ گهرجي، صورتحال اڃائين وڌيڪ نراس ڪندڙ آهي. ربيع 1967ـ68 ۾ بند ٿيل ٽيوب ويلن جو ڪُل تعداد 25.94 سيڪڙو هو، جنهن مان 21.58 سيڪڙو 'طلب نہ هئڻ' سبب بند ٿيا.

سائين! ٽيوب ويلن جي ضايع ڪيل ڪلاڪن جو اپياس اڃائين وڌيڪ ڄاڻائيندڙ آهي. رڳو هڪ مثال ڏيان تہ ربيع 1967ـ68 ۾ سمورن نقصن سبب وڃايل ڪُل 49.27 سيڪڙو ڪلاڪن مان 37.37 سيڪڙو ڪلاڪ فقط 'طلب نہ هئڻ' سبب ضائع ٿيا. سالن تائين هلندڙ اها صورتحال انهيءَ رپورٽ جي صفحي نمبر 4 تي ڏنل پيراگراف مان واضح ٿئي ٿي جيڪو ظاهر ڪندو تہ ٽيوب ويلن جي گهٽ استعمال جو بنيادي سبب "طلب جو نہ هئڻ" هو. ڪينالن مان گهٽ پاڻي فراهم ڪرڻ جي صورت ۾، ٽيوب ويلن تي وڌيڪ انحصار وڌندو.

ٽيوب ويلن جو وڌايل استعمال:

(i) ٽيوب ويلن جي لڳائڻ ۾ اڳيئي ڪيل سيڙپ جو بهتر استعمال

(ii) کوهن کي هلائڻ جي في ڪس لاڳت ۾ گهٽائي ۽

(iii) ڪئنالي پاڻي جي بچت ڪري انهن جاين تي فراهم ڪرڻ جتي استعمال لائق جر جو پاڻي ناهي ۽ ان ريت وهندڙ فراهمين جي مجموعي کوٽ ۾ گهٽائي ۾ مدد ملندي.

انهيءَ نڪتي جي اُپٽار لاءِ واسد پبليڪيشن نمبر 91 جو حوالو ڏيندس. 1969ـ69 ۾ حاصل ٿيندڙ في ايڪڙ پيداوار جي ساليانی پاڻيءَ جي گهرج جي

صفحي نمبر 21 تي جدول نمبر 6 ۾، جيڪا 14.3 سيڪڙو آهي سا 3.397 ملين ايڪڙ فٽ طور ڏيکاريل آهي. پنجاب جي بريف ۾ ڄاڻايل طور اسڪارپ 1 ٽيوب ويلن جي تنصيب واري گنجائش 5,946 ڪيوسڪ آهي. اِها سئو سيڪڙو استعمال تي 4.34 ملين ايڪڙ فٽ جي برابر آهي. جيڪڏهن تنصيب واري گنجائش فقط 80 سيڪڙو استعمال تي هئي تہ فقط ٽيوب ويل ئي 3.47 ملين ايڪڙ فوٽ ڏين ها. جيڪو مقدار فصلن جي ايراضيءَ جي سموريـن ضرورتن جي پورائي لاءِ ڪافي آهي. پر جيئن تہ 1.684 ملين ايڪڙ فٽ ڪينالن مان پڻ ميسر هو ٽيوب ويلن جو استعمال فقط 1.965 ملين ايڪڙ فٽ جي حد تائين ئي رهيو جيڪو پنجاب جي بريف ۾ ڄاڻايل 45 سيڪڙو بدران لڳ ڀڳ 54 سيڪڙو استعمال هو.

سائين! اِهو استعمال وارو عنصر ڪي طئي شده انگ اکر ناهن جنهن ۾ اضافو نہ ٿي سگهي. سال 69-1968 لاءِ اسڪارپ 1 جي ساليانـي رپورٽ ڏيکاري ٿي تہ ماضيءَ ۾ استعمال وارو عنصر 69 سيڪڙو تائين مٿاهون پڻ رهيو آهي. مثال جي طور تي، خريف 63-1962 ۾، ٽيوب ويلن جي لڳ ڀڳ 73 سيڪڙو گنجائش ڪتب آندي وئي، جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ جيڪڏهن ضروري آهي تہ فصلن جي گهرج جو تمام وڏو حصو ٽيوب ويلن کان فراهم ڪري سگهجي ٿو.

اِها دعويٰ ڪئي وئي آهي تہ اسڪارپ 1 ٽيوب ويلن جي گنجائش 35 سيڪڙو گهٽائي وئي آهي. سائين! اِها گهٽائي پاڻي ڇڪڻ واري وهنوار ۾ غير مناسب اسمن/ سامان سڙي جي استعمال ۽ مناسب ۽ وقت آهر سار سنڀال جي اڻهوند سبب ٿي آهي. انهيءَ گهٽتائي جا ڪي بہ سبب هجن، هاڻوڪي 'ابتر ٽيل' گنجائش ۾ بہ اسڪارپ ٽيوب ويلن آبپاشيءَ جي ڪُل فراهميءَ ۾ انتهائي اهم حصو وجهي رهيا آهن. مثال جي طور تي، 69-1968 ۾ خريف دوران حاصل ٽيل ذرخيزيءَ جي فصل واري گهرج 1.768 ملين ايڪڙ فٽ هئي. ان مان 1.004 ملين ايڪڙ فٽ ڪينالن مان ۽ 0.979 ملين ايڪڙ فٽ ٽيوب ويلن مان پورت ٿي، جيڪو ڪُل فصلن جي ڪُل ضرورت کان وڌيڪ هئي. ربيع ۾ بہ صورتحال ساڳي هئي ڄاڪاڻ جو فصلن جي 1.629 ملين ايڪڙ فٽ جي گهرج آڏو 1.69 ملين ايڪڙ فٽ جي فراهمي ميسر هئي، جنهن مان 0.99 ملين ايڪڙ فٽ ٽيوب ويلن مان فراهمي ٽيل هئي.

سائين! منهنجي اُٿاريل نڪتن جي روشنيءَ ۾ اهم تت جا هيءَ نقطا

سامهون آڻي سگهجن ٿا:

(i) ٽيوب ويلن مان حاصل ٿيندڙ پاڻيءَ جو مقدار ساليانيءَ ريت ڪينالن مان فراهم ٿيندڙ پاڻيءَ کان وڌيڪ آهي.

(ii) ٽيوب ويلن مان پاڻيءَ جي فراهمي جي ڪري علائقي ۾ آبپاشي واري پاڻيءَ کي بيهڻو ڪري ٿي، اُتي بہ جتي ٽيوب ويلن لاءِ ڏکيائي پيدا ڪندڙ استعمال ٿيل سامان جي خراب سار سنڀال ڪري پاڻي چڪرڻ وارو عمل ابتريءَ جو شڪار رهيو آهي.

(iii) گهٽ استعمال جوڳي عنصر هوندي بہ فصلن لاءِ ميسر فراهميون انهن جي گهرج کان وڌيڪ آهن ۽

(iv) استعمال جوڳي عنصر جي بهتريءَ سان فصلن جي ڪُل گهرج جو انتهائي وڏو حصو ڪينالي فراهميءَ بدران ٽيوب ويلن مان فراهمي ذريعي پورو ڪري سگهجي ٿو.

مامرو نمبر 4(b) جي جواب جي ڏس ۾ اسڪارپ 1 جي حاصلاتن، اسڪارپ 1 جي سال 69-1968 لاءِ ساليانيءَ رپورٽ جي صفحن 2 ۽ 3 جو حوالو ڏيندس: رپورٽ چوي ٿي:

(i) سم مڪمل طور تي ختم ٿي وئي آهي ۽ متاثري تي پاڻيءَ جي سطح هاڻ "8 - '8 تي آهي. ڪُل متاثر ٿيل 4.25 لک ايڪڙ ايراضيءَ مان 2.61 لک ايڪڙ بحال ڪرائي وئي آهي. اجان بحال نہ ڪرايل ايراضي گهٽي ياڳي پاسي ڪُنڊ واري آهي، جيڪا ڪڏهن بہ پوک هيٺ نہ رهي آهي.

(ii) فصلن جي زرخيزي ساراهہ جوڳي حد تائين وڌي آهي ۽ هاڻ 60-1959 ۾ 74.5 سيڪڙو جي ڀيٽ ۾ 69-1968 ۾ 109 سيڪڙو آهي.

(iii) پاڻيءَ جي تفويض رٿا ۾ اڳ 1350 ايڪڙن لاءِ هڪ ڪيوسڪ جي ڀيٽ ۾ 163 ايڪڙن لاءِ هڪ ڪيوسڪ تائين وڌي آهي.

(iv) اهم فصلن جي پيداوار رٿا کان اڳ وارن سالن جي ڀيٽ ۾ هيڻ کان بہ وڌيڪ ٿي وئي آهي.

سائين! اِهي حاصلاتون فقط سرڪاري ٽيوب ويلن جون آهن ۽ خانگي ٽيوب ويلن جا لاڀ ڳڻيا ئي نہ ويا آهن جيڪي اسڪارپ 1 واري ايراضيءَ ۾ سرڪاري ٽيوب ويلن سان گڏ موجود آهن. IBRM رپورٽ صفحي نمبر 90 تي ڄاڻائي ٿي تہ لڳ ڀڳ 1050 خانگي ٽيوب ويل ان علائقي ۾ موجود آهن. اِهي لڳ

پڳ 0.4 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي مهيا ڪن ٿا. جيڪڏهن خانگي ٽيوب ويلن جي حاصلات کي بہ شامل ڪيو وڃي تہ پوءِ منظر اجا وڌيڪ اچرج ڀريو ٿي ويندو.

سائين! اسڪارپ 1 پنجاب ۾ سمورن اسڪارپن جهڙو بہ ناهي. اسڪارپ 1 آبپاشي کاتي جي ڪيترين ئي بحاليءَ وارين رٿائن جي جهڳٽي تي ٻڌل هو جيڪي اڳيئي موجود هيون ۽ جيڪي بناوٽ ۽ سار سنڀال جي پنهنجي سمورن نقصن سوڌو ڪنيون ويون هيون. اسڪارپ 1 جي ايراضي، ڪجھ ابتر ترين ايراضين سبب، اهڙي ڪنهن رٿا لاءِ گهٽ موافق هئي پر انهن منفيءَ ڳالهين جي باوجود تمام شاندار نتيجا حاصل ڪيا ويا آهن. جهڙي ريت ويچار لاءِ سامهون آندا اٿم ۽ جن جي لاڳاپيل اختيارين تصديق پڻ ڪئي آهي. انهن اسڪارپن جي صلاحيت بهتر هوندي جيڪي هنن اسڪارپن جي پيٺ ۾ سُٽيون هونديون.

اِهو اسڪارپ IIتحت مونا رٿا جي ڪارڪردگيءَ مان پروڙي سگهجي ٿو. IBRMرپورٽ جلد II(صفحا 91 کان 94) مونا ۾ پاڻيءَ جي سطح 4 فٽ لڳي آهي. فصل هيٺ ايراضيءَ جي زرخيزي 23 سيڪڙو وڌي آهي ۽ ٽن کان چئن سالن جي ٿورڙي عرصي ۾، سم ۽ ڪلر سٽيل 14,300 ايڪڙ ايراضي بحال ڪرائي وئي آهي، عالمي بينڪ جي صلاحڪارن جي لفظن ۾:

"اسڪارپ I جي ابتڙ رٿا جي کوهن جي نڪاس ۾ سراسري بنيادن تي ڪا وڏي ڦير گهير نہ ٿي آهي. هاڻوڪو نڪاس رٿا جي شروعاتي مهل نڪاس کان وڌيڪ آهي جيڪو اسڪارپ I ۾ استعمال ٿيل هلڪي اسٽيل وارن ڇاڻن جي پيٺ ۾ مون کوهن ۾ استعمال ڪيل فائبر گلاس ڇاڻن جي ڪارڪردگيءَ جو مظهر آهي."

مان رٿا جي انتهائي بهتر ڪارڪردگيءَ جي وڌيڪ تصديق طور جنرل مينجر، بحالي ڊويزن واپڊا ڏانهن رٿا ڊائريڪٽر طرفان سال 71-1970 واسطي رٿا جي ساليانې رپورٽ سان گڏ اُماڻيل خط مان هڪ ٽڪرو پڙهندس:

"رپورٽ جو مطالعو واضح ٿو ڪري تہ رٿا واري ايراضيءَ ۾ فصلن جي شدت، پيداوار (Yield) ۽ ڪُل پيداوار ۾ لاڳيتو اضافو ٿيو آهي. اِهو ڇاٽايل عرصي دوران ٽيوب ويلن جي ڪامياب وهنوار جو نتيجو آهي. ڪتب ايندڙ پاڻي ڇڪڻ جو تناسب سال 69-1968 ۾ 69.7 سيڪڙو کان وڌي سال 70-1969 ۾ 73.4 سيڪڙو ٿي وئي آهي. فصلن جي شدت سال 65-1964 ۾ 99 سيڪڙو کان وڌي سال 70-1969 ۾ 125.70 سيڪڙو ٿي وئي آهي. جڏهن تہ اهم فصلن جو

قدر سال 65-1964 ۾ هڪ ڪروڙ ٻياسي لک چاليهه هزار رپين کان وڌي 70-1969 ۾ ٽي ڪروڙ چوئيتاليهه لک چاليهه هزار رپيا ٿي ويو آهي. اِهو بہ تہ سم ۽ ڪلر سٽيل ڪُل 21000 ايڪڙن مان 15300 ايڪڙ زمين جون 1970 تائين مڪمل طور تي بحال ڪرائي وئي آهي.“

چيئرمين: هاڻ سوال اِهو آهي تہ ڇا ان ڪنهن ريت پاڻيءَ جي مقدار ۾ ڪا ڦير گهير آندي آهي؟

خليل احمد: سائين! ان مامري جو جواب اِهو آهي تہ پنجاب ۾ ڪينال پاڻيءَ جي استعمال ۾ ڪا گهٽتائي نہ آئي آهي. انجو سبب اِهو ناهي تہ ڪو اِهو ٿي نہ پئي سگهيو پر اِهو ڪجهہ ڪرڻ جو ڪو ارادو نہ هو. حقيقت اِها آهي تہ اسڪارپ وارين ايراضين ۾ پوکيءَ جي شدت وڌائڻ لاءِ ڪينالن جو پاڻي ٽيوب ويلن جي فراهميءَ ۾ اضافي طور استعمال ڪيو پئي ويو آهي. جڏهن تہ ٻيون ايراضيون جيڪي استعمال جوڳي زير زمين پاڻيءَ جي نعمت کان محروم آهن. پنهنجي معمول واري شدت حاصل ڪرڻ لاءِ گهربل پاڻي لاءِ بہ واجهائيندڙيون رهيون. اسڪارپ رٿائون ڪينال پاڻيءَ جو استعمال گهٽائڻ طور نہ جوڙيون ويون هيون پر انهن جو مقصد ان کي ٽيڪو ڏيڻ هو. جيڪڏهن چاهجي تہ ڪينال پاڻيءَ جي استعمال ۾ گهٽتائي آڻي انجي جاءِ تي استعمال جوڳو زير زمين پاڻي استعمال ڪري سگهجي ٿو جنهن جي ڪا کوٽ ناهي.

**مامرو نمبر (5) ۽ (6)**

چيئرمين: هاڻ اچون ٿا مامري نمبر 5 ۽ 6 تي.

خليل احمد: اهي آهن:

**مامرو نمبر 5**

**”ڇا استعمال جوڳي زير زمين پاڻيءَ جي موجودگيءَ ڪري وهندڙ پاڻيءَ جي هاڻوڪي استعمال ۾ گهٽتائي آڻي سگهجي ٿي؟“**

**مامرو نمبر 6**

**ڇا موجوده پاڻيءَ جو مقدار زير زمين پاڻيءَ جي موجودگي سبب گهٽ ڪري سگهجي ٿو.**

سائين! لفظ ”coordination“ جو مطلب آهي گڏجي ڪو عمل ڪجي يا ڪو ڪم ڪجي. زيرِ پاڻي ڪينال جي پاڻيءَ سان گڏ استعمال ڪجي وارو تصور ڪو نئون ناهي. ڪنهن حد تائين انهن ٻنهي پاڻين جو گڏيل استعمال

زراعت ۾ عمل هيٺ پئي رهيو آهي. خاص طور تي غير منداڻتي ايراضين ۾، جڏهن ته دريا ۾ چاڙهه دير سان ٿيڻ سبب ڪينال جي فراهمين ۾ گهٽتائي آئي آهي، سارين جو پيجارو ٽيوب ويل يا کوهه جي پاڻيءَ تي پروان چڙهايو ويندو رهيو آهي، بعد ۾ اهو ڪينال جي فراهمين ذريعي پنيءَ تي چاڙهه کان پوءِ پوکيا ويندا آهن. ساڳي ريت اهڙن علائقن ۾ باغن کي اجان تائين سياري جي مُند ۾ استعمال جوڳو هئڻ تي زيرِ زمين پاڻيءَ تي ئي سيراب ڪيو ويندو آهي. اِهو استعمال انهن ڏينهن ۾ به عام جام هو جڏهن زيرِ زمين پاڻي استعمال ڪرڻ جو علم هاڻوڪي دور جيترو ترقي ڪيل نه هو. جاڻ جي هاڻوڪي صورتحال زيرِ زمين پاڻيءَ جي معيار ۽ مقدار جو درست ڪاٿو لڳائي انجي استعمال کي اجا به بهتر ٿي بڻائي. ان ڪري وهندڙ ۽ زيرِ زمين پاڻيءَ جي گڏيل موجودگيءَ جي بنياد تي رٿائن جي رٿابنديءَ جي راهه ۾ ڪا رڪاوٽ ناهي.

سائين! گڏيل استعمال وارو اِهو سوال انتهائي اهميت حاصل ڪري ويو آهي ڇاڪاڻ جو وهندڙ پاڻيءَ جي ڪُل موجودگي سمورن صوبن جون ضرورتون پوريون ڪرڻ کان قاصر آهي. انڪري بار جو اِهو حصو ميسر هئڻ جي صورت ۾ زير زمين پاڻيءَ جي حوالي ڪرڻ وارو مامرو نظر انداز نه ڪرڻ جوڳو بڻجي ويو آهي.

سائين! پنجاب پهريون صوبو آهي جنهن زيرِ زمين ۽ ڪينالي پاڻيءَ جي گڏيل استعمال مان وڏي پيماني تي لاڀ پرايو آهي. سمورا اسڪارپ انهيءَ اصول تي آڌاريل آهن. هيل تائين! اترئين ڪينال ڪمانڊ ايراضي جي هڪ ڪروڙ پنجانوي لک ايڪڙ زمين اسڪارپ I کان IX تحت احاطي ۾ آڻڻ جي رٿابندي ڪئي وئي آهي. وقت اچي ويو آهي ته جو وڏيڪ ترقياتي ضرورتن لاءِ وهندڙ ۽ زيرِ زمين پاڻيءَ جو استعمال وڌائڻ بدران زيرِ زمين پاڻيءَ جي استعمال تي وڌيڪ ڌيان ڏريندي وهندڙ پاڻيءَ جي تحفظ لاءِ اُپاءُ وٺجن.

سائين! گڏيل / ڳانڍاپيل استعمال جي راهه ۾ ڪو وڏو مسئلو حائل ناهي. عام طور تي اختيار ٿيندڙ طريقو ٽيوب ويل مان حاصل ٿيندڙ پاڻي اُن واٽر ڪورس ۾ وجهڻ وارو آهي جيڪو ڪينال جو پاڻي وهائي ٿو. ان ريت ميسر پاڻيءَ جو مقدار جوڳي حد تائين وڌي ٿو وڃي. جيڪڏهن ٽيوب ويل وارو پاڻي بهتر معيار جو آهي ته پوءِ ڳانڍاپي جو ڪو پيو وڏو شاهي سرشتو ضروري ناهي. پاڻيءَ جي گاڏڙ واري ضرورت واسطي "Divide Box" واري هڪ سادي سودي اوزار ذريعي ڪينال ۽

ٽيوب ويل ٻنهي جي پاڻين کي ڪنٽرول ۾ تناسب هيٺ آڻي سگهجي ٿو. سائين! مون وٽ انهيءَ انتظام جو خاڪو آهي جيڪو LIP رپورٽ ڀاڱو ٻيو جي صفحي نمبر 368 تي ميسرز هنٽنگس طرفان ڏنو ويو آهي. اِهو گاڏڙ جوڳي معيار واري حد حاصل ڪرڻ ۾ سموري پاڻيءَ جي مقصدن جو پورائو ڪندو.

سائين! گهٽي لوٽيائي زير زمين پاڻيءَ کي ڇڪڻ جي ضرورت ناهي. درحقيقت ورلڊ بينڪ جي ماهرن اڳيئي صلاح ڏني آهي ته اهڙن علائقن ۾ ٽيوب ويل هنيا ئي نه وڃن. لوٽيائي/ ڪلراٺي ايراضيءَ ۾ ڏهه کان پندرهن سيڪڙو کوهه هئا. انهن جي ڪارڪردگي کي پرکيو وڃي، جيڪڏهن لوٽيائي زير زمين پاڻي واري ايراضين مان پاڻي ڇڪڻ لاءِ گهربل نڪاس وارا انتظام جوڳا آهن ته پوءِ اِهو پاڻي نيڪال ۾ وجهي سگهجي ٿو. بهر صورت اهڙو پاڻي گاڏڙ/ ڳانڍاپيل استعمال لاءِ مناسب نه ليکيو ويندو آهي.

چيئرمين: اوهانجو چوڻ آهي ته زير زمين پاڻيءَ کي ڳنڍي سگهجي ٿو. منهنجو سوال اِهو آهي ته استعمال جوڳي زيرِ زمين پاڻيءَ جي موجودگيءَ سبب کهڙي ريت وهندڙ پاڻيءَ جي هاٽوڪي استعمال کي گهٽائي سگهجي ٿو؟

خليل احمد: سائين! اِهو مقصد حاصل ڪرڻ جا ٻه رستا آهن. هڪ اِهو ته ڪينالي سرشتي ۾ وهڪرن جي فراهمي گهٽائجي جتي استعمال جوڳو زيرِ زمين پاڻي موجود آهي ۽ آبپاشيءَ جون طئي ٿيل ضرورتون ڪنهن حد تائين زيرِ زمين پاڻيءَ جي وسيلن مان پوريون ڪجن. انجو مطلب ڪينالي فراهميءَ کي ان حد تائين گهٽائڻ آهي جيتري ٽيوب ويل فراهمي ميسر آهي.

ٻيو هڪ وڌيڪ ڪارائتو طريقو پڻ آهي جيڪو ڪينالن جي گهٽ سطح وارو هئڻ جون ڏکيائون پڻ ٽاري سگهي ٿو. ان طريقي ۾، ڪينالن کي سال جي اُن حصي ۾ وهايو ويندو آهي جڏهن وهندڙ پاڻيءَ جا وهڪرا ججهي مقدار ۾ ميسر هجن. سال جي باقي حصي ۾، ڪينال مڪمل طور تي بند رکيا ويندا آهن، ۽ سموري گهرج زير زمين پاڻيءَ سان پوري ڪئي ويندي آهي. اِهو عمومي طور تي ربيع جي مُند ۾ يا وهندڙ پاڻيءَ جي گهٽ فراهميءَ واري عرصي دوران عمل پذير ٿيندو. فقط ٽيوب ويل وهائڻ لاءِ سال جي عرصي لاءِ انحصار زيرِ زمين پاڻيءَ جي مقدار تي ڪيو ويندو.

سائين! هت LIP رپورٽ جي ڀاڱي ٻئي جي صفحي 367 جو حوالو ڏيندس، جنهن موجب:

”سمورو زير زمين پاڻي وهندڙ پاڻيءَ سان گاڏڙ ۾ ڪرڻو نه ناهي ۽ انهن ايراضين ۾ جتي اِهو ان حد تائين منو آهي جو گاڏڙ ڪانسواءِ استعمال ڪرڻ لاءِ سڄو سال آبپاشيءَ لاءِ پاڻيءَ جي فراهمي يقيني بنائڻ لاءِ پاڻي جي وسيلي طور ڪتب آڻي سگهجي ٿو. پاڻيءَ جو اِهو مقدار ٿي سگهي ٿو سال جا ٿي چار مهينا ٿي گهرجون پوريون ڪري جڏهن ته باقي عرصي دوران آبپاشيءَ جون گهرجون وهندڙ پاڻيءَ ذريعي پوريون ڪري سگهجن ٿيون.“

سائين! ان ريت اِهو واضح آهي ته زيرِ زمين ۽ ڪينالي پاڻيءَ جو گاڏڙ استعمال هڪ عملي صورت آهي. منهنجي گذارش اِها آهي ته آبپاشيءَ وارين ضرورتن جي هڪ مناسب حد متعين ڪندي، هن مهل زيرِ زمين پاڻيءَ جي استعمال ٿيندڙ فراهمي ۽ مستقبل ۾ حاصل ٿي سگهندڙ مقدار کي مدنظر رکيو وڃي. اِهو وهندڙ پاڻيءَ جي تفويض ڪيل گهٽ ۾ گهٽ سطح سان لاڳاپيل آهي جڏهن ته تفويض ڪيل مقدار کان مٿاهون سمورو رٿائون زير زمين پاڻيءَ تي منحصر هئڻ گهرجن.

سائين! مختلف اسڪارپن ۾ زيرِ زمين پاڻيءَ جي حقيقي استعمال جا انگ اکر اڳيئي موجود آهن. جڏهن ته عمل درآمد هيٺ رٿائن جا انگ اکر ڪٽ رپورٽ جا رٿابنديءَ مان حاصل ڪري سگهجن ٿا. اسڪارپ ڪنهن نه ڪنهن ڪينال ڪمانڊ سان لاڳاپيل آهن. هر ايراضيءَ ۾ زيرِ زمين پاڻيءَ جي حصيداريءَ جو تعين ڪرڻ عملي طور تي ممڪن آهي. ان سان هر ڪينالي سرشتي ڏانهن پاڻيءَ جي وهڪري جي حتمي گهرج جو تعين ڪرڻ سولو ٿي پوندو.

چيئرمين: ٺيڪ. اِهو ضرور چوندس ته جيڪڏهن اسان کي پوين پنجاهه سالن دوران پاڻيءَ جو هڪ مخصوص مقدار حاصل هو ته پوءِ اِهو ڪيتري حد تائين گهٽائي سگهجي ٿو؟ مناسب گهرج جو تعين ڪيئن ٿيندو، ماڻهن جي ڳاڻيٽي سان يا ڪينال جي گنجائش سان؟ ان ايراضيءَ جي گهرج ڇا آهي ۽ ڪهڙي بنياد تي ۽ مناسب گهرج متعين ڪرڻ لاءِ ڪهڙو پيمانو ٿا لاڳو ڪريو. تنهن بابت ڄاڻايو؟

خليل احمد: سائين! منهنجي گذارش اِها آهي ته هن ڪميٽيءَ کي ٿي مناسب گهرجن جو تعين ڪرڻو آهي. انهن ۾ تفويضون، ترقياتي گهرجون، صنعتي شهري استعمال جون ضرورتون ۽ ٻيا عنصر شامل آهن. زمين پاڻي استعمال ڪندي آهي ۽ مناسب گهرجن جو تعين ڪرڻ لاءِ هر ايراضيءَ جي

ترقيءَ واري سطح ۽ انهن جي حقن کي مدنظر رکڻو پوندو.

چيئرمين: اوهان هڪ فارمولو جوڙيو آهي. اهو بيان ڪريو.

خليل احمد: اِهو آهي "آبپاشي گهرجن جي مناسب سطح. زيرِ زمين پاڻيءَ جي اڳيئي استعمال هيٺ فراهميءَ جي مقدار ۽ مستقبل ۾ حاصل ٿي سگهندڙ مقدار جو تعين ڪٽپ هيٺ آندو وڃي ۽ فقط واڌيءَ کي وهڪري واري فراهمي تي ڪاٽو ڪيو وڃي.

چيئرمين: ان ريت اوهان چئي رهيا آهيو ته آءُ تفويضن کان دستبردار ٿي سگهان ٿو؟

خليل احمد: نہ سائين! منظور ڪيل تفويضن تان دستبردار نٿو ٿي سگهجي. منهنجي گذارش اِها آهي تہ منظور ٿيل تفويضن کان وڌيڪ گهرجون، پوءِ پل اِهي هن وقت استعمال ۾ هجن يا مستقبل جي ترقياتي ضرورتن واسطي، استعمال جوڳي زيرِ زمين پاڻي تي منحصر ڪيون وڃن. جت بہ اِهو زراعت ۾ واڌ لاءِ ميسر هجي. سنڌ جهڙن ہين صوبن جون گهرجون، جت استعمال جوڳو زيرِ زمين پاڻي موجود ناهي، جو مڪمل دارومدار وهندڙ پاڻيءَ تي هئڻ گهرجي.

سائين! اسانجو موقف پنجاب حڪومت کي ڪينال اينڊ ڊرينج ايڪٽ ۽ پنجاب زمين جي بحاليءَ وارو ايڪٽ 1952، تحت حاصل اختيارن سان ٺهڪاءُ ۾ آهي، جن تحت زيرِ زمين پاڻي زراعت جي واڌاري لاءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو جيڪو عمل ترقيءَ کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ناهي ۽ ترقياتي عمل کي. ميسر هئڻ جي صورت ۾ استعمال جوڳي زيرِ زمين پاڻيءَ تي آڌاريل هئڻ گهرجي.

چيئرمين: هاڻ اچون ٿا مامرو نمبر V(1) تي.

عبدالوهاب: اِهو مامرو چوي ٿو: "پهرين اپريل کان 30 سيپٽمبر ۽ پهرين آڪٽوبر کان 31 مارچ تائين ڏهن **ڏينهن وارن وقفن لاءِ صوبن جي استعمال واسطي ۾ اسٽيشنن تي اولهندي دريائن ۾ انحصار ڪرڻ جوڳي وهڪرن جو ڪيترو مقدار موجود هوندو؟**"

چيئرمين: ڇا هيءُ مامرو ماهراڻي ذيلي ڪميٽيءَ جي حوالي نہ ڪيو ويو آهي؟

عبدالوهاب: سائين! هن مامري جا ٻہ پهلو آهن. هڪ جو تعلق دريائن ۾ موجودگيءَ جي مقدار جي تفصيلن سان آهي جڏهن تہ ٻيو پهلو انحصاريت جي پيماني جو آهي. ماهراڻي ذيلي ڪميٽي مختلف عرصن دوران موجودگيءَ جو

مقدار ۾ انجا بنياد ئي فراهم ڪندي. انڪري اِهو ضروري آهي تہ انحصاريت جي پيماني بابت سنڌ جو موقف پيش ڪريان جيڪو ورچ جي مقصد واسطي انحصار تي سگهجندڙ وهڪرن جي ڳڻ ڳوت جي مقدار لاءِ اختيار ڪرڻ گهرجي.

پنهنجي پوئين عرض ۾ اڳيئي ڄاڻائي چڪو آهيان ۽ اِهو سنڌ جي بيان ۾ پڻ شامل آهي تہ اسين ورچ لاءِ دريائن ۾ سراسري ڪٽت اختيار ڪرڻ جي وڪالت ٿا ڪريون. پنجاب پنهنجي مرڪزي بيان ۾ ڪا مخصوص سفارش پيش نہ ڪئي آهي پر پنهنجي جوابي دعويٰ ۾ رٿيو اٿس تہ گهٽ ۾ گهٽ چئن مان چئن جي موجودگيءَ تي انحصار ڪيو وڃي.

چيئرمين: اوهان موجب، پنجاب چوي ٿو چئن مان ٽي سال؟

عبدالوهاب: جي ها سائين! اِهو فارمولو آهي جيڪو پنجاب طرفان دريائن ۾ پاڻيءَ جي موجودگيءَ ۾ لاٽ ظاهر ڪرڻ لاءِ پيش ڪيو ويو. سنڌ طرفان زور ڏنل سراسري انگ اکر چئن مان ٽن سالن جي بنياد تي حاصل ڪيل انگن اکرن کان وهڪري جي ڪنهن حد تائين وڏيڪ سطح ٿا پيش ڪن. انهيءَ پيماني کي بحث هيٺ آڻيندي، پنجاب انجي لاڳو ڪرڻ جو سبب ڄاڻائيندي جهلم ۽ چناب دريائن ۾ وڌ کان وڌ ۽ گهٽ کان گهٽ ڪٽتن ۾ وسيع تفاوت جي ڳالهہ ڪئي. منگلا ڊيم ۽ ڪيترن ئي بين الادريائي لنڪن جي پيش نظر انهيءَ سبب جواز نٿو پيدا ٿئي. اِهي لنڪ ۽ جهلم تي آبي ذخيرو انهن دريائن جي وهڪرن ۾ تفاوت کي وڏي پيماني تي هموار ڪرڻ ٿا چاهن. پنجاب طرفان هڪ ٻيو سبب اِهو ڄاڻايو ويو تہ ڪا آبپاشي رٿا موجودگيءَ جي ڪنهن محتاط ڪاٿي کي اختيار ڪرڻ کانسواءِ جوڙي نٿي سگهجي. اِهو سبب پڻ جٽادار ناهي ڇاڪاڻ جو دريائن ۾ پاڻيءَ جي موجودگيءَ جي هاڻوڪي ڳڻ ڳوت جو مقصد اصلوڪي رٿائن جي جوڙجڪ ناهي پر انهن پاڻين جي ورچ جهڙو هڪ بنهہ ڌار مقصد آهي. انڪري اڳيئي مڪمل ٿيل رٿائن يا وڏي پيماني تي مڪمل ڪيل رٿائن واري صورت ۾ وهڪرن جي انتهائي محتاط ڪٿ سبب پاڻيءَ جو وڏو مقدار استعمال ٿيڻ کان رهجي ويندو. ان صورت ۾ اِهي وهڪرا يا تہ ضايع ٿي ويندا يا وري اوپاري وارن هٿان بنان ڪنهن اختيار جي استعمال ٿيندا. جيڪو عمل نون تڪرارن کي جنم ڏيڻ جو ڪارج بڻبو. انهيءَ ڪري سنڌ ورچ لاءِ سراسري وهڪرن کان وڌيڪ عقلي انداز Mean overage flows جي وڪالت ٿي ڪري.

پنجاب ۾ مستقبل جي سموري آبپاشي ترقياتي رٿابندي پڻ معتدل (

Mean) دريائي وهڪرن تي آڌاريل آهي. هارزا جو ماسٽر پلان رٿابنديءَ واسطي معتدل سراسري وهڪرن کي ئي اختيار ڪري.

سر اليگزانڊر گبنز ۽ بين جڳ مشهور صلاحڪارن تي ٻڌل آبپاشي ۽ زرعي صلاحڪار ايسوسئيشن (IACA) پڻ پنهنجي رٿابندي ۾ ڪٽ لاءِ معتدل سراسري وهڪري کي اختيار ڪيو آهي.

ڊاڪٽر ليفٽنڪ جي ورلڊ بينڪ لاءِ رپورٽ پڻ انهيءَ مقصد واسطي معتدل سراسري وهڪرا اختيار ٿي ڪري.

پنجاب جو انتهائي تازو ۽ جوڳو ترقياتي منصوبو "اترئين سنڌو دريا جي ميدانن لاءِ علائقائي منصوبو" جي سري هيٽ ٽپٽن اينڊ ڪاميچ تيار ڪيو آهي. اِها رپورٽ درحقيقت رٿابنديءَ لاءِ 50 سيڪڙو انحصار ڪرڻ واري پيماني يعني وچٿرن وهڪرن کي ڪتب تي آڻي. انهن صلاحڪارن پنهنجي رپورٽ جي پهرين جلد ۾ انحصار جوڳن وهڪرن جون تفصيلي جدولون ڏنيون آهن جيڪي وچٿري وهڪرن تي ٻڌل آهن ۽ هو پنجاب لاءِ انتهائي جوڳو ليکيندي انهن کي استعمال ڪرڻ جي صلاح ٿا ڏين. اِهو پروڙڻ مناسب ٿيندو تہ سنڌ طرفان وڪالت ڪيل وچٿري سراسري وهڪري جا انگ اکر ٽپٽن اينڊ ڪامبيچ جي اختيار ڪيل انگن اکرن کان ڪنهن حد تائين گهٽ آهي.

معتدل موجودگيءَ کي اختيار ڪرڻ عالمي طور تي مڃيل عمل آهي. عالمي بينڪ ذريعي پارٽ سان ڪيل ڊگهين پاڻي تڪرار بابت ڳالهين دوران پاڪستان سميت سمورين ڌرين طرفان موجودگيءَ وارا جيڪي انگ اکر اختيار ڪيا ويا سي معتدل ڪٽت وارا هئا.

معتدل ڪٽت وارا انگ اکر جڏهن ساليانی، منداڻين، ماهوار يا ڏهہ ڏينهن جي بنياد تي حاصل ڪيا ويندا آهن تہ اِهي سمورا انحصاريت جا ساڳيائي تناسب ظاهر ڪندا آهن، پر ٽن کان چئن سالن جي بنياد تي اِهي ساڳيا نہ رهندا. درحقيقت، ٽن کان چئن سالن جي بنياد تي ڏهن ڏينهن واري ڪٽت گهٽ کان گهٽ هوندا ۽ ڪنهن بہ منظم وهنوار جي اختيار ڪرڻ ۾ ڏقيڙ پيدا ڪندڙ ثي سگهن ٿا.

وقت جي کوٽ جي پيش نظر، فقط اهم نڪتن جو ذڪر ڪيو اٿم. بهرصورت ماهراڻي ذيلي ڪميٽيءَ جي رپورٽ وصول ٿيڻ کان پوءِ جڏهن اِهو مامرو بحث هيٺ ايندو تہ ان تي وڏيڪ ڳالهائبو. ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ سنڌو دريا جي پاڻيءَ بابت ڪميٽي ورچ جي مقصد واسطي سولائي سان معتدل

موجودگيءَ کي اختيار ڪري سگهي ٿي.

**مامرو نمبر V_2(a)**

عبدالوهاب: هيءُ مامرو چوي ٿو:

**"موجوده ڪينالن ۽ بيراجن جون منظور ڪيل تفويضون ڇا آهن؟"**

سنڌ حڪومت 1945 واري سنڌ - پنجاب ٺاهه ۾ ڏنل راضپي سان شامل ڪيل سمورين تفويضن کي منظور ڪيل تفويضون ليکي ٿي. تفويض ڏنل حصي کان ڏار هڪ حصو آهي. اهڙي حصيداري ڏنل رضامندي يا اختلاف ٿيڻ جي صورت ۾ فيصلن لاءِ ڀرپور اختيار رکندڙ ڪنهن اعليٰ اختياريءَ ذريعي متعين ٿي سگهي ٿي.

گورنمينٽ آف انڊيا ايڪٽ 1935 جي نتيجي ۾ پاڻي ۽ توانائي جا شعبا صوبائي حڪومتن حوالي ٿيا ۽ جڏهن بہ ڪنهن صوبي ٻئي صوبي طرفان ڪيل ڪنهن مخصوص انتظام يا ڪنيل ڪنهن قدم تي عدم اطمينان تي محسوس ڪيو تہ اُن مرڪزي حڪومت آڏو شڪايت ٿي ڪئي. سنڌ حڪومت طرفان پنجاب حڪومت جي ڀاڪڙا ڊيم ۽ بياس ڊيم وارين رٿن تي شڪايت جي نتيجي ۾ ٿي رائو ڪميشن جو قيام عمل ۾ آيو. رائو ڪميشن جي رپورٽ جي پوئواريءَ ۾ سنڌ ۽ پنجاب صوبن مختلف موجود يا رٿيل رٿائن لاءِ تفويضن کي بحث هيٺ آندو ۽ انهن واسطي ڏنل پڪرائپ پيدا ڪري ٺاهه تي صحيون ڪيون. ان ريت اِهي تفويضون منظور ڪيل تفويضن جي حيثيت جون حامل آهن. پنجاب اتر اولهہ سرحدي صوبن سان پاڻي ونڊڻ جي ذميواري ڪنئي جڏهن تہ سنڌ بلوچستان جي حقن کي محفوظ بڻايو.

چيئرمين: اينڊرسن ڪميشن جي تفويضن جي گورنر جنرل منظوري ڏني هئي انڪري اِهي منظور ڪيل تفويضون هيون. اوهين ڪهڙي ريت سنڌ - پنجاب ٺاهہ جي تفويضن کي منظور ڪيل تفويضون ٿا سڏيو؟

عبدالوهاب: سائين! جهڙي ريت اڳيئي گذارش ڪري چڪو آهيان تہ گورنر جنرل جي منظوري ان صورت ۾ ٿي ضروري هئي جڏهن ٻنهي صوبن مان ڪو عدم اطمينان محسوس ڪري يا وري پوئين دور ۾ جڏهن آبپاشيءَ وارو کاتو تڏهوڪي هندستان حڪومت وٽ هو. 1937 ۾ صوبائي خودمختياريءَ کان پوءِ آبپاشي ۽ توانائي جا شعبا صوبن حوالي ٿي ويا. جيئن تہ سنڌ ۽ پنجاب ڪنهن بہ ٻاهرين دٻاءُ کانسواءِ پڪرائپ سان ٻہ طرفي ٺاهہ تي راضپو ڏيکاري ان تي صحيون

بہ ڪيون تنهن ڪري انهن يڪرائپ وارين تفويضن لاءِ گورنر جنرل جي منظوري ضروري نہ هئي. انڪانسواءِ، ٻنهي صوبن جي اعليٰ ترين ٽيڪنيڪل اختيارين يعني چيف انجنيئر (جيڪي تن ڏينهن ۾ پنهنجي لاڳاپيل صوبن ۾ سيڪريٽري پڻ هئا) جيڪي پنهنجي لاڳاپيل صوبن ۾ پاڻيءَ جي ورهاست لاءِ ذميوار آهن. ان ناهہ تي يڪرائپ ٿيا ۽ صحيحون ڪيائون ۽ انڪري انهن تفويضن کي منظور ٿيل تفويضن جي سند حاصل آهي. درحقيقت، تفويضون اوستائين درست ٿي ئي نٿيون سگهن جيستائين انهن کي منظوري حاصل نہ هجي ۽ انڪري لفظ منظور ٿيل ضروري ناهي. منظوري حاصل ٿيڻ تائين تفويضون ٿي ئي نٿيون سگهن. انڪري ئي هن ڪميٽيءَ جي مول متن ۾ لفظ "منظور ٿيل تفويضون" بدران فقط "تفويضون" شامل آهن.

پنهنجي پوئين دليل کي جاري رکندي، وڌيڪ واضح ڪرڻ چاهيندس تہ (اڳوڻي) پنجاب ۽ (اڳوڻي) سنڌ جي اڏاوتي رٿائن ۽ ٻنهي صوبن وچ ۾ پاڻيءَ جي ورهاست جي 1945 واري سنڌ ـ پنجاب ناهہ تحت جاري لاڳيتي عمل تي سنڌ يا پنجاب طرفان ڪڏهن بہ ڪا شڪايت نہ ڪئي وئي. انڪري سنڌ ـ پنجاب ناهہ ۾ تفويضن کي منظور ٿيل تفويضون لکڻ واسطي سنڌ جو موقف با جواز آهي. اِهو پروڙڻ پڻ برمهل ٿيندو تہ سنڌ ـ پنجاب ناهہ تحت پاڻيءَ جي ورهاست سان، پنجاب تفويضن تي پنهنجو تاريخي حق ئي قائم ڪيو آهي نہ ڪي تفويضن ڪان مٿيرو واڌي وڌايل استعمالن تي.

پنجاب اڪثر سنڌ ـ پنجاب ناهہ کي منظور ٿيل تفويضن جي بنياد طور استعمال ڪندو رهيو آهي ۽ اسان طرفان پيش ڪيل انيڪ خط ۽ دستاويز انهيءَ حقيقت جي تصديق ٿا ڪن. عالمي بينڪ جي سرپنچيءَ ۾ پارت سان ڳالهين دوران پاڻيءَ جي تڪرار واسطي پاڪستاني عيوضيءَ طرفان تيار ڪيل 'گهرجن، رٿائن ۽ فراهمين بابت تعارفي تحريري دستاويز' ۾ پنجاب ۽ سنڌ ٻنهي ۾ مختلف رٿائن واسطي سنڌ ـ پنجاب ناهہ جا انگ اکر پيش ڪيا ويا آهن ۽ مهرباني ڪري انهن کي مدنظر رکيو وڃي.

<u>چيئرمين</u>: اِهو تحريري دستاويز Memorandum ڇا آهي؟

<u>عبدالوهاب</u>: سائين! انهيءَ لکڻيءَ کي عام طور تي "هيڊبو ڪتاب" ليکيو ويندو آهي.

1968 ۾ شايع ٿيل واپڊا جي IBP پبليڪيشن نمبر 257 'سنڌ طاس

سرشتو ڪينالن جا تفصيلي استعمال' ۾ 'آزاديءَ کان اڳ منظور ٿيل معتدل تفويضون' وارو اصطلاح استعمال ڪيو ويو آهي جيڪي سنڌ - پنجاب ٺاهه 1945 سان ٺهڪاءَ ۾ آهن.

چيئرمين: مهرباني ڪري اهي مون کي ڏيکاريو.

عبدالوهاب: سائين! هيءَ وٺو.

مهرباني ڪري صفحو نمبر 1 جاچيو. وضاحتي نوٽ ۽ جدول نمبر 2 صفحو نمبر 2 ۽ ان پبليڪيشن ۾ سموريون شامل جدول "منظور ٿيل معتدل تفويضون (سنڌ - پنجاب ٺاهه)" وارو اصطلاح ٿيون استعمال ڪن.

سائين! اِهائي سچائي آهي. اِهي سمورا ڪتاب ۽ تحريرون اُن وقت تيار ڪيا ويا جڏهن ماحول هن معزز ڪميٽيءَ آڏو هاٺوڪي تڪرار کان پاڪ هو.

سنڌ پنجاب ٺاهه ۾، ربيع دوران ڪجهه اضافي اختيار آهن، جنهن موجب دريا ۾ موجودگيءَ جي صورت ۾ ٿل، حويلي، پنجند ۽ سکر لاءِ ترتيبوار وڌ کان وڌ 6000 ڪيوسڪ، 2750 ڪيوسڪ، 1500 ڪيوسڪ ۽ 3400 ڪيوسڪ پاڻي حاصل ڪري سگهجي ٿو. حقيقت اِها آهي ته سنڌ - پنجاب ٺاهه ۾ جدولون ٺاهه ۾ طئي ڪيل مختلف ترجيحن سميت سموريون تفويضون شامل ڪن ٿيون.

**مامرو نمبر (V_2(b**

عبدالوهاب: اِهو چوي ٿو:

**"موجود ڪينالن / رٽائن / بيراجن جون منظور ٿيل تفيوضون ڇا آهن؟"**

لفظ اختياري، تفويض جو اختيار ڏيندڙ کي اختيار ٿو ڏئي. انڪري، منظور ٿيل تفويضن ۽ با اختيار/ اختياري مائل تفويضن ۾ ڪو فرق ناهي. ڪنهن دريائي سرشتي ۾، جتي هڪ کان وڌيڪ صوبا ڪنڌيءَ وارا حق رکندا هجن، ڪا هڪ صوبائي اختياري تفويضن جو اختيار نٽي ڏئي سگهي. جيڪڏهن اهڙي ڪنهن عمل جي اجازت ڏني وئي ته پوءِ انهيءَ دريائي سرشتي جي مختلف صوبن ۾ پاڻيءَ جي ورهاست تي ڏڦيڙ پيدا ٿيڻ ۽ غير قانوني عمل پيدا ٿيندا. تفويضون صوبن طرفان گڏيل يڪرائپ سان ٿين يا گهربل فيصلا ڪرڻ جي اهل اختياريءَ طرفان صوبن تي لاڳو ٿين.

سو سنڌ جو اِهوئي حتمي موقف آهي ته مامرو نمبر (V_2(a تحت جاٽايل تفويضون ئي لاڳاپيل ڪينالن/ رٽائن/ بيراجن واسطي منظور ٿيل تفويضون آهن.

عبدالوهاب: هاڻ مامرو نمبر V_2(c) ڏانهن ٿو اچان. اِهو چوي ٿو:

**"ڇا ڪي اهڙا ڪينال/ بيراج بہ آهن جن لاءِ ڪابہ تفويض طئي ٿيل ناهي؟ جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ انهن ڪي ڪيتري استعمال جي اجازت ڏئي سگهجي ٿي؟"**

موجوده معلومات موجب هيٺين ڪينالن واسطي ڪابہ تفويض طئي ٿيل ناهي.

**1. ايم آر لنڪ (اندروني استعمال):**

ان ڪينال جي اڏاوت کان اڳ ان ذريعي سيراب ٿيندڙ ايراضين کي ڪابہ ڪينالي فراهمي نٿي ٿي. اِهو لنڪ 1953-54 ۾ هڪ پائيپ لائين طور اڏيو ويو پر اڳتي هلي اختياريءَ کانسواءِ اندروني استعمال پڻ جوڙيا ويا. اِهو هين واسطيدار ڌرين سان صلاح مشورو ڪرڻ کانسواءِ نين ايراضين ڏانهن آبپاشيءَ جي اختياريءَ کانسواءِ توسيع جو هڪ مثال آهي، جنهن جي نتيجي ۾ اهڙي اضافي ڦير گهير سبب هين جي متاثر ٿيڻ جا امڪان آهن.

**2. بلوچستان ۾ پٽ فيڊر:**

بلوچستان جي وڏي ايراضيءَ کي گڊو بيراج جي ريگستاني پٽ ڪينال مان نڪرندڙ پٽ فيڊر تحت آندو ويو.

**3. ڪالا باغ رم اسٽيشن کان اوپارو اتر اولهہ سرحدي صوبي جا ڪينال:**

ڪالا باغ رم اسٽيسن کان اوپارو اتر اولهہ سرحدي صوبي جي ڪينالن لاءِ ڪابہ تفويض طئي ٿيل ناهي. اِهي ڪينال ڪابل ۽ هين دريائي سرشتن ۾ موجودگيءَ جي آڌار تي هلي رهيا هئا. انهن جي استعمال کي ضابطي هيٺ آڻڻ جي ضرورت آهي.

اولهہ پاڪستان ۾ هين ڪينالي سرشتن جي سنڌ - پنجاب ناهہ 1945 تحت تفويض آهي.

تفويضن کانسواءِ هلندڙ ڪينالن جي استعمال بابت سنڌو جو موقف آهي تہ اِهي استعمال نيون ايراضيون حاصل ڪرڻ کانسواءِ پيو ڪجهہ بہ ناهن. هيءَ ڪميٽي صوبن کي واڌ ويجهہ واسطي اضافي پاڻي مختص/ تفويض ڪندي ۽ اِهو صوبن تي ڇڏيو وڃي تہ هو تفويضن کانسواءِ ڪينالن ۾ ڪهڙي ريت ٿا پاڻيءَ جي ورهاست ڪن.

**مامرو نمبر V_2(d)**

عبدالوهاب: اِهو چوي ٿو:

**"انهن تفويضن جون لاڳاپيل ترجيحون ڇا آهن؟"**

مامرو نمبر V2(a) ۾ منهنجي طرفان بحث هيٺ آندل تفويضون نہ رڳو 1945 واري سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ ۾ تفصيلي طور تي بيان ڪيل آهن پر انهن جون لاڳاپيل ترجيحون پڻ متعين ڪيل آهن. ٺاهہ تحت اولين ترجيح ٺاهہ وقت ڪينالن جي واضح ڪيل استعمالن کي ڏني وئي آهي. تنهن ڪان پوءِ تونسا، گدو ۽ غلام محمد بيراج جهڙين اهم رٿائن لاءِ تفويضن کي ترجيح حاصل آهي. انکان پوءِ ٿل وغيره لاءِ اضافي تفويض ۽ ذخيرو ڪيل پاڻيءَ جي ڪاپي جي ترجيح تي اچي.

چيئرمين: ڇا هاڻ ترجيحن ۾ ڦير گهير ڪري سگهجي ٿي؟

عبدالوهاب: سائين! مختلف تفويضن جون ترجيحون خود تفويضن وانگر ئي ناقابل تنسيخ آهن. جهڙي ريت تفويضون تاريخي حق آهن. ساڳي صورت ۾ ترجيحن جي جوڳي هئڻ جي پڻ آهي.

**مامرو نمبر V(3)**

عبدالوهاب: اِهو مامرو چوي ٿو:

**"1985 تائين سنڌو طاس ۾ موجود ۽ اڏاوت هيٺ آبي ذخيرن مان استعمال جوڳي ذخيرو ڪيل پاڻيءَ جو ڪيترو مقدار ميسر هوندو؟"**

هن درجي ۾ ٽي اهم آبي ذخيرا اچن ٿا. سنڌ جي بيان ۾ اڳيئي ڄاڻائي چڪا آهيون تہ منگلا ڊيم جي روان ذخيرو 5.34 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. اتر اولهہ سرحدي صوبي جي حڪومت پنجاب کي پنهنجي جوابي وراڻيءَ ۾ سنڌ سان مڪمل طور تي سهمت ٿي آهي تہ پاڻيءَ جي حساب ڪتاب واري مقصد لاءِ منگلا آبي ذخيري جي گنجائش 5.34 ملين ايڪڙ فوٽ ئي ليکي وڃي.

جيستائين چشما آبي ذخيري جو تعلق آهي تہ سنڌ جي بيان ۾ انجو روان ذخيرو 0.8 ملين ايڪڙ فوٽ ڄاڻايل آهي. درحقيقت حقيقي فراهمي ڇوڙ انکان وڌيڪ ٿي سگهي ٿو ڇاڪاڻ جو چشما بيراج جي عملي ضرورتن جي پيش نظر آرايل 635 تي تسلسل برقرار رکڻ لاءِ ربيع ڊنڊ جي سطح گهربل نہ هوندي.

جيستائين تربيلا آبي ذخيري جو تعلق آهي، انجو روان ذخيرو سنڌ جي بيان موجب 9.3 ملين ايڪڙ فوٽ آهي.

چيئرمين: ڇا هيءُ مامرو ماهرن واري ذيلي ڪميٽيءَ جي حوالي نہ ڪيو

ويو آهي؟

عبدالوهاب: سائين! اِهو ماهرن جي ذيلي ڪميٽيءَ حوالي آهي پر سنڌ ماهرن واري انهيءَ ذيلي ڪميٽيءَ جي ويچار هيٺ نہ آيل انهيءَ مامري جا پهلو سامهون آڻڻ ضروري سمجهي ٿي. مثال جي طور تي اسين ليکيون ٿا تہ 1985 تائين ذخيرو ڪيل پاڻيءَ جي استعمال جوڳي مقدار جي ڳڻ ڳوت هڪ اُرهہ زورائي واري مشق آهي ۽ اِها هن ڪميٽيءَ جي مول متن سان تضاد ۾ آهي. مول متا واضح طور تي چاڻائين ٿا تہ نہ رڳو هاٽوڪن پر رٿيل ذخيرن ۾ ذخيرو ٿيندڙ پاڻي ۾ وهڪرن واري فراهمي ٻنهي جي ورڇ ڪرڻي آهي. لفظ 'هاٽوڪا' انتهائي اهم آهي ۽ مهرباني ڪري ان کي غور ويچار لاءِ سامهون رکيون وڃي. نيون تفويضون يا ورڇ موجوده موجودگين جي بنياد تي ڪرڻيون آهن. ذخيرو ڪيل پاڻي استعمال ڪندڙ ڏرين کي وقت اندر ڦير گهير ڪرڻي آهي جيڪو مالي معاملو هئڻ ڪري هن ڪميٽيءَ جي مول متن کان مٿاهون آهي.

چيئرمين: جيئن تہ اِهو مامرو ذيلي ڪميٽيءَ جي رپورٽ پيش ٿيڻ کان پوءِ بحث هيٺ اچڻو آهي. ان ڪري پاڻ اڳتي وڌون ٿا.

عبدالوهاب: سائين! مختصر طور تي هڪ وڌيڪ نڪتو سامهون آڻڻ ٿو چاهيان تہ اِهي سمورا آبي ذخيرا بنيادي طور تي آبپاشي رٿائون آهن ۽ توانائي کي مدنظر رکڻ ڪنهن سال دوران فقط مختصر عرصي لاءِ پاڻيءَ جي گهرجن سان ڇٽا ييٽي ۾ اچي سگهي ٿو ۽ ان کي لازمي طور تي ثانوي حيثيت ڏني وڃي. بهر صورت منگلا آبي ذخيري جي 1040 ۽ 1086 ليول تي پاڻيءَ جي ڪُل مقدار واسطي واپڊا ۾ هڪ اپياس ڪرايو ويو. اِهو مقدار 0.65 ملين ايڪڙ فوٽ هو ۽ جيڪڏهن مٿاهين کان هيٺانهين سطح کي اختيار ڪيو ويو تہ اها گنجائش ضايع ٿي ويندي ۽ ڪتب نہ اچي سگهندي. اپياس جا نتيجا اِهي هئا تہ 0.65 ملين ايڪڙ فوٽ جي روان آبي ذخيري ۾ ڪيل 36 ڪروڙ رپين جي سيڙپڪاري جا لاپ ضايع ٿي ويندا جيڪڏهن هيٺانهين آبي ذخيري واري سطح اختيار ڪئي وئي. اِهو بہ نتيجو ڪڍيو ويو تہ رڳو آبپاشيءَ لاءِ انهي ڪتب اچي سگهجندڙ آبي ذخيري جي گنجائش ڇهن ڪروڙ رپين کان وڌيڪ آهي.

سائين! اِهو وسارڻ نہ گهرجي تہ اولهہ پاڪستان گرڊ سرشتي ۾ توانائي جي وسيلن جي رٿابندي هائيڊرو پاور پيدا ڪندڙ آبي ذخيرن ۾ Draw_down جي هيٺانهين سطح کي پيش نظر رکي ڪئي وئي. لڳايل ٿرمل گنجائش هائيڊرو-

اليڪٽرڪ توانائي جي انتهائي گهٽ حد تائين حصيداري سان سرشتي جون گهرجون پوريون ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي. بهرحال، ان مامري تي وڌيڪ بحث ذيلي ڪميٽيءَ جي رپورٽ ملڻ کان پوءِ ئي ٿي سگهندو.

**مامرو نمبر V(4)**

عبدالوهاب: اِهو چوي ٿو:

**"دريائن جي لاڳين ۽ نقصانن، آبي ذخيرن جي نقصانن، لنڪ ۽ ڍنڍن جي نقصانن وغيره کي آڏو رکندي ڪينالن ۾ منتقليءَ واسطي سنڌو، چناب ۽ جهلم جا انحصار جوڳا وهڪرا ڪيترا هوندا؟"**

نقصانن جي مقدار جو تعين ڪرڻ وارو ڪم اڳيئي ماهرن جي ذيلي ڪميٽيءَ حوالي ڪيو ويو آهي پر ان مامري جي ڪجهه واسطيدار پهلوئن جو مختصر طور تي ذڪر ڪرڻ چاهيندس.

هن مرحلي تي، اِهو ليکڻ مناسب ٿيندو تہ جوڙيل/ سهيڙيل انگ اکر ڪيتري حد تائين حقيقي عمل سان ٺهڪاءُ ۾ اچي سگهن ٿا ۽ ڇا ورڇ جي تعين ۾ انهن کي مدنظر رکڻ گهرجي.

سائين! نقصانن ۽ لاڳين کي ٻن واضح ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. اول، اُهي نقصان ۽ لاڳا آهن جيڪي دريائن جي وهڪرن ۾ پيش اچن ٿا ۽ اِهي دريائن ۽ بيراجن/ آبي ذخيرن جي ڍنڍن ۾ نقصانن ۽ لاڳين ۾ شامل ڪيا. اِهو ڄاڻائڻ مناسب ٿيندو تہ دريائن جي لاڳين ۽ نقصانن جا هيل تائين ڪيل سمورا اڀياس غير مستحڪم انواع ۽ ناممڪن ٺڙڪٽ ظاهر ڪن ٿا.

هيءَ معاملو رائو ڪميشن ۾ پڻ تفصيل سان بحث هيٺ آيو هو ۽ اِهي بحث سنڌو دريا ڪميشن جي رپورٽ جي جلد ٻئي جي صفحن 25 کان 33 تائين ڏنل آهن، جن مان هڪ لاڳاپيل ٽڪرو هيٺ ڏجي ٿو:

انڪري ڪميشن جو چوڻ هو تہ پنجاب ۾ پاڻيءَ جي ڪٽت کان پوءِ سنڌ ۾ پهچندڙ پاڻيءَ جي امڪاني مقدار جو تعين ڪرڻ ۾ سنڌ يا پنجاب طرفان اختيار ڪيل طريقن جي تز نيڪ ناڪ هئڻ جي ڪا ثابتي ناهي.

پارت سان پاڻي تڪرار دوران، پاڪستان جي پاڻيءَ واري وفد ايس ايس ڪرمانيءَ جو "نقصانن ۽ لاڳين جو مامرو" جي سري هيٺ هڪ مقالو تيار ڪيو. سائين! اِهو ڪتابچو موجود آهي جيڪڏهن اوهين ڏسڻ چاهيو تہ.

چيئرمين: ڇا اسان کي اِڪتي نہ وڃڻ گهرجي؟

عبدالوهاب: مختصر طور تي ان مامري تي بحث مڪمل ڪندس.
سائين! اِهو ڪتابُ ڇاڻائي ٿو ته سنڌ - پنجاب ٺاهه 1945 مناسب ٽوٽي گهٽ فراهمين وارن عرصن دوران پاڻيءَ جي ورهاست جا اصول واضح ٿو ڪري ۽ انهن سفارشن سبب, تبديل ٿيل هائيڊرالڪ حالتن ۾ نقصانن ۽ لاين جي اڳڪٿي جو درست طريقو ڳولهڻ وارو مسئلو بنيادي نوعيت وارو نه رهيو هو. اُن وقت پنجاب جو چوڻ هو ته پنجاب جي وڏن ڪئنالن سبب لاپ وڌي سگهن ٿا, جڏهن ته سنڌ جو موقف انجي ابتڙ هو. سائين! اِهو عجيب آهي ته وقت گذرڻ سان, هاڻ پنجاب پنهنجي جوابي دعويٰ جي صفحي 252 ۽ 253 تي ڊيڪاريل وڏن ڪئنالن جي باوجود رڳو نقصان جي ئي ٿو ڳالهه ڪري اِها ڪوشش فقط موجودگي گهٽائڻ واسطي ئي آهي. اِهو امڪاني گهٽ ٿيل موجودگين ڪان وڌيڪ اضافن ڪي سولائي سان ڪتب آڻڻ ۾ پنجاب جي حق ۾ ٿو وڃي.

وري ڪرماني صاحب جي ڪتاب تي ٿو اچان, جيڪو وڌيڪ ڇاڻائي ٿو ته لاين سبب اضافي موجودگي يا نقصان/ لاٽ سبب ڪوٽ پئي پنجاب ۽ سنڌ پاڻ ۾ ورهايا ۽ ان تي ٻئي ڌريون مطمئن نظر آيون.

سائين! اِهوئي سبب آهي جو اسين ڪوٽ ۽ واڌي ورهائڻ واري فارمولي کي انتهائي اهميت ٿا ڏيون.

ان ڏس ۾ پنجاب کي ڏنل پنهنجي جوابي دعويٰ ۾ اتر اولهه سرحدي صوبي جا ادراڪ انتهائي دلچسپ آهن. انهن جو حوالو ٿو ڏيان:

"اتر اولهه سرحدي صوبي جي حڪومت پنجاب طرفان اظهار ڪيل انهيءَ موقف سان سهمت ناهي ته ڪو آبي ذخيري ۾ پاڻيءَ جي روڪ سان دريائن ۾ پاڻيءَ جي نئين سر اچڻ وارو عمل گهٽبو. درحقيقت پاڻي ڪيترن ئي لنڪ ڪينالن ۽ آبي ذخيرن ۾ ٺمڻ ذريعي ضايع ٿو ٿئي ۽ آبپاشيءَ واري ايراضيءَ تي وڌايل پاڻيءَ جو اطلاق دريائن ۾ پاڻيءَ جي نئين سر اچڻ واري عمل کي وڌائيندو. انڪانسواءِ انهن وسيلن مان ٿيندڙ ٺمڻ جو عمل زير زمين پاڻيءَ ۾ پڻ اضافو آڻيندو."

ان ڪري سنڌ حڪومت جو اِهو سوچيل سمجهيل موقف آهي ته نقصانن ۽ لاين وارو مامرو تعين نه ڪندڙ عنصر ٿي سگهي ٿو. حقيقي عمل ۾, ضابطگي ان جي پوئين عرصي ۾ ٿيل نقصانن ۽ لاين جي تجربي جي آڌار تي مناسب توازن سان ڪئي وڃي. يقيني طور تي ضابطگي وارو عرصو 10 ڏينهن

واري معياد کان نہ وڌندو.

ذيلي ڪميٽيءَ جي رپورٽ داخل ٿيڻ کاپوءِ ان مامري تي وڌيڪ بحث جو حق محفوظ ٿا رکون.

**مامرو نمبر V(5)**

عبدالوهاب: اِهو مامرو چوي ٿو:

**"پهرين اپريل کان 30 سيپٽمبر تائين ۽ پهرين آڪٽوبر کان 31 مارچ تائين ڏهن ڏينهن واري عرصي طور اتر اولهہ سرحدي صوبي، بلوچستان، پنجاب ۽ سنڌ جي ڪينالن ۾ حقيقي ڪٽتون ڪيترا آهن؟"**

هيءَ مامرو فقط انگن اکرن جي معلومات وارو آهي ۽ ماهرن جي ذيلي ڪميٽيءَ طرفان هن ڪميٽيءَ کي رپورٽ پيش ڪرڻ کان پوءِ نبيرجي ويندو. جيتوڻيڪ اسين رپورٽ جي وصولي کان پوءِ هن مامري تي بحث جو پنهنجو حق محفوظ ٿا رکون پر سائين! هڪ خاص ذڪر ڪرڻ ٿو چاهيان تہ گڏو ۽ غلام محمد بيراج جهڙين تيار ٿيندڙ رٿائن ۾ ڪينالن جي حقيقي ڪٽتن کي گهربل استعمالن طور نہ ليکيو وڃي.

عبدالوهاب: هاڻ مامرو نمبر V(6) تي ٿو اچان. جيڪو چوي ٿي:

**"تربيلا کان پوءِ واري عرصي دوران، ڪوٽ هئڻ جي صورت ۾ اِها ڪهڙي ريت مختلف ڪينالن ۾ ورهائي ويندي؟"**

هيءَ ڪميٽي متوقع طور هاڻوڪي تفويضن کان وڌيڪ اضافي پاڻيءَ جي موجودگيءَ جي نئين ورچ ڪندي. جيئن تہ دريائن ۾ حقيقي وهڪرا مختلف سالن ۾ مختلف ٿي سگهن ٿا ۽ جيئن تہ اِهي تغاوت بي ضابطا دريائن. خاص طور تي تربيلا کان اڳ/ متاهين سنڌو دريا ۾ وڌيڪ نظر ايندا. تنهنڪري واڌ ۽ ڪوٽ کي منهن ڏيڻ لاءِ هڪ فارمولو جوڙڻ گهرجي جيڪو هر سال بابت يا تفويضن جي نئين سطح کان گهٽ بابت هجي. ان صورت ڪوٽ کي انهيءَ فارمولي تحت مختلف ڪينالن ۾ ورهايو ويندو.

جيستائين سنڌو دريا جو تعلق آهي تہ مختلف موجود رٿائن لاءِ تفويض، سنڌ - پنجاب ٺاهہ تحت اڳيئي موجود آهي. ٺاهہ دريا ۾ ڪوٽ ورهائڻ واسطي تفصيلي جدولون فراهم ٿو ڪري ۽ انکري ڪو گهٽي ڏکيائي ڪانسواءِ ان جي پوئواري ٿيڻ گهرجي. هن ڪميٽيءَ طرفان اڳوئين تفويضن کان مٿيرو ڪي بہ اضافي تفويضون، موجوده تفويضن جي پيٽ ۾ گهٽ ترجيح حاصل ڪن. اهڙيون

اضافي تفويضون هاٽوڪيون تفويضون مڪمل طور تي حاصل ڪرڻ کان پوءِ ئي ڪيون وڃن.

ساڳي ريت، ذيلي زون تي سمورا بيراج/ ڪينال پنهنجي ڪوٽ پنهنجي سر ورهائين. ان تي زور ڏيڻ گهرجي تہ ذيلي زون تي ڪوٽ سنڌو دريا تي ڪوٽ جهڙو ويڏن نتي ڪري انجو سبب ٽيوب ويل جي پاڻي، منگلا جو ضابطي پريو اثر ۽ بين الدريائي ڳانڍاپن جا لاڀ آهن. سائين! انجي ڪا گهٽي اپٽار گهربل ناهي. جيتوڻيڪ ذيلي زون ۾ ڪوٽ واري ڪنهن ايراضيءَ جي تہ فوري واهر ممڪن آهي پر سنڌو دريا جي ڪوٽ واري ڪنهن ايراضيءَ لاءِ اهڙي واهر ممڪن ناهي.

**مامرو نمبر V(7) (b ۽ a)**

<u>عبدالوهاب</u>: اِهو مامرو چوي ٿو:

**"هيٺين لاءِ مستقبل ۾ پاڻيءَ جون مناسب گهرجون ڇا آهن.**

**(a) موجوده آبپاشيءَ جي واڌ ويجهہ لاءِ**

**(b) سمورن چئني صوبن ۾ نئين رٿائن لاءِ؟"**

سنڌ واسطي مستقبل جون مناسب گهرجون سنڌ جي بيان ۾ 15 سالن واري پروگرام ۽ مستقبل واري پروگرام تحت ترقيءَ جي ٻن مرحلن ۾ ڏنيون ويون آهن.

گهرجون پوکيءَ جي شدت ۾ انتهائي مناسب اضافي جي اجازت ٿيون ڏين، جنهن دوران جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ "نيوڙجندڙ زمين رکڻ" کي زمين ڪيڙيندڙ واسطي هڪ وڌيڪ معاشي وٿ کي مدنظر رکيو ٿو وڃي.

پاڻيءَ جي حساب ڪتاب لاءِ پهريون عمل رٿيل پوکي حاصل ڪرڻ لاءِ بيراجن جي هاٽوڪي گهرج هئڻ گهرجي. سنڌ جي بيان جا صفحا 131 کان 136 هاٽوڪن ڪٽت ۾ اضافي سان گهربل اضافي فراهميءَ جو اظهار ٿا ڪن. انهن گهرجن ۾ مدامي ڪينالن ۾ بحاليءَ واريون ضرورتون پڻ شامل آهن.

ٺنهي بيراجن جي ڏس ۾ بيان ۾ ڏيکاريل سموريون گهرجون، موجوده آبپاشي رٿائن واسطي آهن. گهرجون، ريٽي ايراضيءَ لاءِ گهربل پاڻيءَ کي ضرور شامل ٿيون ڪن جنهن کي موجوده گڏو رٿا جي توسيع ليکيو ويو آهي.

<u>چيئرمين</u>: پاڻيءَ جي تہ هاٽوڪي ضرورتن تحت بہ انتهائي ڪوٽ آهي. مستقبل جون ايڏيون وڏيون گهرجون ڪيئن ٿا ڏيکاريو؟

<u>عبدالوهاب</u>: سائين! اسان جي معمولي مستقبل وارن هدفن جي پيٽ ۾

پنجاب مستقبل لاءِ پاڻيءَ جون وڏيون گهرجون سامهون آنديون آهن. اِهو درست آهي تہ پاڻيءَ جي ورڇ موجودگين جي بنياد تي ٿيندي پر اسان مستقبل ۾ سنڌ جي زرعي ست کي هن ڪميٽيءَ آڏو آڻڻ ٿي چاهيو. جيڪڏهن پنجاب جي ترقيءَ کي استعمال جوڳي زيرِ زمين پاڻيءَ سان سلهاڙيو ويو آهي تہ سنڌ کي وهندڙ پاڻيءَ جا وڏيڪ وهڪرا تفويض ٿيڻ جي صورت ۾ پنهنجي زرعي ست کي وڌائڻ جي سموري اُميد آهي. سنڌ ۾ موجود زميني ۽ خشڪ حالتون ۽ اِها حقيقت تہ برسات يا زيرِ زمين پاڻيءَ ذريعي، وهندڙ پاڻيءَ ۾ ڪوبہ اضافو نہ ٿي سگهڻ واري امڪان سبب اسان جي اضافي وهندڙ پاڻيءَ جي گهر باجواز آهي.

**22 مئي 1971 تي جسٽس فضل اڪبر جي صدارت هيٺ ڪراچيءَ ۾ ڪوٺايل سنڌو جي پاڻيءَ بابت ڪميٽيءَ جي ڪارروائي.**

عبدالوهاب: ايندڙ اهم مامرو سيلابي ايراضين بابت آهي. هاڻ مامرو نمبر VI تي ايندس جيڪو چوي ٿو:

**"اتر اولهہ سرحدي صوبي، سنڌ ۽ پنجاب ۾ سيلابي فصلن وارين ايراضين ۾ پاڻي جي ڪيتري حد تائين ۽ گهٽي مقدار جي گهرج آهي؟ سنڌو طاس رٿا ۽ ٽن دريائن جي هٽ مان نڪرڻ سبب انهن ايراضين پاڻيءَ جي کوٽ جو ڪيتري حد تائين پورائو ڪري سگهجي ٿو؟"**

سنڌ ۾ دريا ۽ انجي بچاءُ بندن جي وچ واري ايراضيءَ کي ڪچو سڏيو ويندو آهي. اها ايراضي گهٽي پاڻي پيلن ۽ گڏوگڏ زراعت جي پڻ سار سنڀال لهي ٿي. جيئن تہ دريائي پيلن بابت هڪ خاص مامرو آهي تنهنڪري فقط سنڌ جي سيلابي فصلن واري ايراضيءَ تي ڳالهائيندس.

سيلابي فصلن واري ايراضيءَ جو ذڪر سنڌ جي بيان جي صفحن 78، 104 ۽ 129 تي ڪيو ويو آهي. سائين! اصل صورتحال اِها آهي تہ سنڌ اجان دريائي ايراضيءَ جو ڪو تفصيلي سروي نہ ڪيو آهي. جيئن تہ هڪ تڪڙي اطلاع جي نتيجي ۾ هن ڪميٽيءَ کي معلومات فراهم ڪرڻي هئي، تنهنڪري لوئر انڊس رٿا تي هنٽنگ جي رپورٽن مان انگ اکر ڪڍڻ مناسب ليکيوسين. اِهي تفصيلي انهن جي همڪار جلد نمبر 3 جي صفحي نمبر 3 ڪان 32 تائين ۽ 3 ڪان 76 تائين تي موجود آهي. ربيع دوران پوک هيٺ ايندڙ ڪُل ايراضي 3,97,520 ايڪڙ آهي ۽ بيراج جي مهاڙ تي اسان جي پاڻيءَ واري گهرج 1.6 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. سنڌ جي انهيءَ دريائي ايراضيءَ ۾ زراعت جي حفاظت ڪرڻ گهرجي،

چاڪاڻ جو اٿلندڙ (Spill) پاڻيءَ جي کوٽ سبب وڏي پيماني تي بربادي ڪاهي پئي اچي. جيڪا رڻائن جي سرشتي جي اڏاوت ۽ ٽن اپرندي دريائن جي وڃائڻ جو نتيجو آهي.

چيئرمين: هڪ سوال پڇڻو اٿم. اهو نظر ٿو اچيم ته سنڌو جي پاڻيءَ تي تڪرار دوران اِها سيلابي ايراضي ڳالهين ۾ آئي. آخرڪار اِهو موقف ورتو ويو ته اِها کوٽ متان ٽيوب ويلن جي اڏاوت سان ختم ٿي وڃي پر اڳتي هلي، تربيلا ڊيم جي ڪري ٽيوب ويلن تان پڻ هٿ ڪنيو ويو.

عبدالوهاب: سائين! اِهو بلڪل سادو سودو معاملو آهي. رڻائن جي اصل سرشتي ۾ فراهم ڪيل 2500 ٽيوب ويل آبپاشيءَ واسطي هئا. اِهي سيلابي ايراضيءَ جون ضرورتون پوريون ڪري پئي سگهيا. جيئن ته تربيلا جي ڪري ٽيوب ويلن تان هٿ ڪنيو ويو جيڪو پڻ بنيادي طور تي آبپاشي واسطي آهي، جنهن مان اسين پاڻي حاصل ڪري پيا سگهون. تربيلا جو پاڻي اسان جي زراعت واسطي سنڌو دريا ذريعي سنڌ ڏانهن اچڻو آهي.

چيئرمين: نه رڳو سنڌ جي سيلابي ايراضي پر پنجاب جي سيلابي ايراضي پڻ.

عبدالوهاب: سائين! انهن خاص ڏکيائين کي واضح ڪندس جيڪي سنڌ جي سيلابي ايراضيءَ لاءِ سامهون آيون آهن ۽ اُهي قدرتي سهولتون پڻ ڄاڻائيندس جيڪي پنجاب جي سيلابي ايراضيءَ کي حاصل آهن.

چيئرمين: پنجاب کي ڪهڙيون قدرتي سهولتون حاصل آهن؟

عبدالوهاب: سائين! پنجاب جا دريا ۽ گڏوگڏ سيلابي ايراضيون پڻ ماترين ۾ آهن. ٻئي پاسي، سنڌ ۾ سنڌو دريا مٿائينءَ تي آهي ۽ انڪري انجي سيلابي ايراضي انتهائي اوچائي واري ڪچي تي آهي. سيلابي بندن جي ڪري لاڳيتو دريائي لٽ جمع ٿيڻ سبب انجي سطح ۾ مسلسل واڌ اچي رهي آهي.

اِها صورتحال بليڪ بورڊ تي ٿو واضح ڪريان. (پنجاب ۽ سنڌ ۾ دريائي وهڪرن جا خاڪا ٺاهي بليڪ بورڊ تي وضاحت پيش ڪيائين)

سائين! پنجاب ۾ جيڪڏهن دريائي پاڻيءَ ۾ معمولي چاڙهه به ٿو اچي ته سيلابي ايراضيءَ کي پلتجي ايندڙ پاڻي ٿو حاصل ٿئي. سنڌ ۾ صورتحال اِها آهي ته ڪچي واري ايراضي انتهائي مٿاهين آهي ۽ انڪري سنڌو دريا ۾ هيٺانهين يا ايستائين جو وچولي چاڙهه به سيلابي ايراضيءَ کي پلتجندڙ پاڻي فراهم ڪرڻ کان

قاصر آهي.

پنجاب ۾ ڪينال ڪمانڊ جون حدون دريائن جي ڪنڌين تائين آهن. پنجاب جي سيلابي ايراضيءَ لاءِ پلتجندڙ پاڻيءَ جي ورلي ٿيندڙ ڪوٽ جي صورت ۾، سيلابي ايراضين کي واٽر ڪورسن جي توسيع ذريعي ڪينالي پاڻي فراهم ڪرڻ جي سهولت موجود آهي. جيئن ته زيرِ زمين پاڻيءَ جي موجودگيءَ سبب پنجاب وٽ تمام گهڻو اضافي پاڻي موجود آهي، انڪري پنجاب ۾ سيلابي ايراضين کي پلتڻ ۾ گڏوگڏ ڪينالي پاڻي ۾ٿي مان حاصل ٿيندڙ لاپ ڪا اچرج جي ڳالهه ناهي.

پنجاب ۾ دريائن پرسان انتهائي مٺي زيرِ زمين پاڻيءَ سبب، نه رڳو سيلابي زراعت جي پائيدار پر انجي واڌ ويجهه کي وڌائڻ لاءِ پڻ ٽيوب ويل لڳائڻ جي وڏي سهولت ميسر آهي. وڏي پيماني تي لوڻياٺي زيرِ زمين پاڻيءَ سبب سنڌ ۾ اِها قدرتي سهولت ڪچي جي متاهين ايراضين ۾ پڻ ميسر ناهي.

چيئرمين: ٽن دريائن جي پارت حوالي ٿيڻ سبب انهن دريائن جون سيلابي ايراضيون پوڙڪي رهيون آهن جيتوڻيڪ راويءَ ۾ سيلابي لاءِ ڪجهه پاڻي ميسر هوندو.

عبدالوهاب: اِهو درست آهي ته ٽي دريا پارت جي حوالي ٿي ويا آهن پر انهن دريائن جي سيلابي ايراضين لاءِ تحفظ موجود آهي جيڪو پاڪستان ۾ ٿو اچي.

چيئرمين: ناهه موجب، راويءَ تي سيلابي ايراضين جي حفاظت موجود آهي ۽ ڪجهه پاڻي اچي پيو ڇاڪاڻ جو هن اچان ڊيم تعمير نه ڪيو آهي.

عبدالوهاب: سائين! رڳو راويءَ جي ذيلي نهرن تي ئي 46000 ايڪڙ سيلابي ايراضيءَ کي تحفظ حاصل آهي ۽ انجي حفاظت رڳو پارت طرفان ڇڏي ويندڙ پاڻيءَ تي ئي منحصر ناهي. راويءَ جي ذيلي نهرن تي سيلابي پوکي محفوظ آهي ۽ انڪري اِها پلتجندڙ پاڻي حاصل ڪندي رهندي

سنڌ جي سيلاب ايراضيءَ کي اهڙو ڪو تحفظ حاصل ناهي.

چيئرمين: جيڪڏهن سيلابي ايراضيءَ لاءِ پاڻي ميسر آهي ته پوءِ اوهان وٽ پنهنجي سيلابي ايراضيءَ لاءِ ڪو حل به هوندو؟ اِهو ڇا آهي؟ اوهانجي سيلابي ايراضي ڏني اٿم ۽ اِها انتهائي زرخيز آهي.

عبدالوهاب: پنجاب جي سيلابي ايراضيءَ کي ميسر قدرتي سهولت جي

اڳيئي وضاحت ڪري چڪو آهيان ڇاڪاڻ ته اهي سهولتون سنڌ کي حاصل ناهن. پنجاب ۾ زيرِ زمين مٺي پاڻيءَ جي موجودگيءَ سبب هو ٽيوب ويل هڻي سگهن ٿا جنهن تي عمل به پيا ڪن. وٽن ڪينالي آبپاشيءَ جي سولي توسيع جي سهولت پڻ آهي. جڏهن ته سنڌ ۾ اسان کي ڪينال ڪڇي/ ڪنڌيءَ واري ايراضيءَ تائين آڻڻا ٿا پون ۽ ڪجهه ايراضين ۾ ان تي عمل شروع به ڪيو ويو آهي.

<u>چيئرمين</u>: اوهين ڪينالن مان چينل ڪيندا, اوهان وٽ ٽيوب ويل ڇو ناهن؟

<u>عبدالوهاب</u>: سائين! اسين اِهو نٿا چئون ته زراعت جي پائيداريءَ لاءِ مٺي پاڻيءَ جي خاطري جي بوجود به ٽيوب ويل نه هڻڻ گهرجن پر حقيقت اِها آهي ته اهڙي سهولت هر هنڌ ميسر ناهي. سنڌو دريا جي ڪاڇي ڪنڌيءَ تي, گڊو بيراج جي رسائي ۾ شروعاتي جانچ کان پوءِ چيو ويو آهي ته استعمال جوڳو پاڻي ڪنهن حد تائين موجود آهي پر ان کي ڪينالي سرشتي سان ڳنڍي نٿو سگهجي جيڪو غير مدامي آهي. ڪڇي وارين ايراضين لاءِ چينل بيراج جي هيڊ ورڪس سان آڻڻا پوندا.

<u>چيئرمين</u>: ميسرز هنٽنگس جو چوڻ آهي ته ڪجهه ايراضين ۾ ٽيوب ويل هڻي سگهجن ٿا.

<u>عبدالوهاب</u>: سائين! اِهوئي ته آءٌ چوان پيو ته هنٽنگس جي شروعاتي جانچ ڏيکاري ٿي ته سنڌو دريا جي ڪاڇي ڪنڌيءَ تي غلام محمد بيراج تائين, ڪجهه استعمال جوڳو زيرِ زمين پاڻي موجود آهي پر اِهو غلام محمد بيراج کان هيٺ ميسر ناهي. انکانسواءِ ميسرز هنٽنگس ڪڇي جي ايراضي جو سروي نه ڪيو آهي ۽ انڪري خاطريءَ سان سنڌ جي Geo_hydrology بابت ڪجهه به چئي نٿو سگهجي. اسان وٽ خاص طور تي ڪڇي ۾ سکر بيراج جي رسائي ۾ دريا جي ساڄي ڪنڌيءَ تي ڪوهن ۾ به ٻاڙو پاڻي ملي ٿو.

<u>چيئرمين</u>: غلام محمد بيراج کان هيٺ اوهان وٽ ڪيستائين سيلابي ايراضيون آهن؟ مون غلام محمد بيراج جي اوپاري تي سيلابي ايراضيون ڏٺيون اٿم.

<u>عبدالوهاب</u>: سائين! هڪ پلوڙ سيلابي ايراضي غلام محمد بيراج کان لهواري تي آهي, پر اِها گهڻي ڀاڱي ٻيلن ۾ آهي ڇاڪاڻ ته اِها ٻيلائي ايراضي سنڌو دريا جي ڊيلٽا جي پڇاڙيءَ تي ساموندي علائقي تائين پکڙيل آهي.

سائين! آخر ۾ اِهو اضافو ڪرڻ چاهيندس تہ پنجاب ۾ بہين آبپاشي سهولتن سان گڏوگڏ سيلابي ايراضيون ٽيوب ويلن ذريعي بہ ڪاهي سگهجن ٿيون. پنجاب جي سيلابي ايراضين ۾ بہهر پاڻي اچڻ جي صلاحيت شاندار آهي. ايستائين جو جيڪڏهن دريائن ۾ چاڙهہ نہ بہ ٿو اچي، پر ماتريءَ واري پٽ ۾ هئڻ ڪري، سيلابي ايراضيون برساتن دوران نيڪال دريائن ۾ ٿيون ڪن ۽ سندن سيلابي ايراضيون ڪينال ڪمانڊ جي پڇڙيءَ تي آهن ۽ جيتري بہ اُتل ميسر آهي اِها بہ پنجاب جي سيلابي ايراضين جي مدد ٿي ڪري انهن حالتن ۾ پنجاب جي ايراضين وٽ آبپاشيءَ جي هڪ جوڳي وسيلي طور ٽيوب ويلن ميسر آهن. بدقسمتيءَ سان سنڌ جي ڪچي واري علائقي ۾ اهڙي سهولت حاصل ناهي، جيڪو مٿاهين تي آهي ۽ فقط دريا جي پلٽجڻ تي ئي سيراب ٿو ٿئي جيڪو ورلي ٿيندڙ عمل آهي. سنڌ جون آبهوائي حالتون خشڪ/ ريگستاني آهن ۽ برسات ۽ ڪينال واري ٽمڻ يا ڪنهن بہ ريت پاڻي اوتجي اچڻ ڪانسواءِ پائيدار آبپاشيءَ لاءِ ڪچي جي ايراضيءَ ۾ ٽيوب ويل هئڻ ممڪن ناهي. ايستائين جو ٽيوب ويلن ذريعي بہ جتي نئين سر اوتجڻ ڪانسواءِ استعمال جوڳو زير زمين پاڻي ميسر آهي اُتي بہ اِهو ٻاڙو آهي. ان ريت سنڌ جي ڪچي واري ايراضيءَ ۾ نئين سر اوتجڻ واري اهڙي سهولت ميسر ناهي، جهڙي ريت اِها پنجاب جي سيلابي ايراضيءَ ۾ آهي. پنجاب جي سيلابي ايراضين ۾ انيڪ ٽيوب ويل رٿائن جي موجودگي اسان جي انهيءَ موقف جو واضح ثبوت آهن. اسان وٽ ڪچي جي وسيع ايراضي آهي جيڪا پوکيءَ لاءِ انتهائي سازگار آهي پر پاڻيءَ جي کوٽ اٿئون. آهستي آهستي زرخيزي وڃايل ايراضيون جيڪي هاڻ پڙپانگ ٿيل آهن کي ڪُل دريائي پاڻيءَ جي گهٽتائي جي درمان طور آبپاشيءَ واسطي پاڻي ملڻ گهرجي.

**<u>مامرو نمبر VI(2)</u>**

<u>عبدالوهاب</u>: اِهو چوي ٿو:

**<u>"سنڌ، پنجاب ۽ اتر اولهہ سرحدي صوبي ۾ فصلن ۽ ٻيلن پنهي واسطي پوکيءَ لائق سيلابي ايراضيءَ جون گهرجون ۽ وسعت ڇا آهي؟"</u>**

اڳيئي پوکيءَ ۽ ٻيلن هيٺ ايراضيءَ ڪانسواءِ ڪچي جي 8,43,500 ايڪڙ پوکيءَ لائق زمين موجود آهي. جيڪا پاڻي ملڻ تي سٺا نتيجا ڏئي سگهي ٿي. اِها ڪچي جي ايراضي شاندار لٺ سان ڍڪيل آهي ۽ انجي مٿاڇري تي ڪلر جوبہ مسئلو ناهي.

چيئرمين: اوهانجي ڪچي واري ايراضي ڏٺي اٿم. اِها پوکيءَ جي بلڪل لائق آهي.

عبدالوهاب: ها. سائين! انهن ڪچي جي ايراضين جون 15 سالن واريون گهرجون ۽ مستقبل جون گهرجون سنڌ جي بيان ۾ درج ڪيون ويون آهن. مستقبل واري پنهنجي پروگرام ۾ رٿيو اٿئون ته پاڻيءَ جي کوٽ سبب ڪچي جي ايراضيءَ ۾ ٻيلن جي وڏيڪ تباهي نه ٿيڻ گهرجي. اڳيئي پوکيءَ هيٺ سيلابي ايراضين سان لهڪاءُ ۾ اچڻ واسطي انهن ايراضين کي فقط ربيع لاءِ فراهميون ڪيون ٿيون وڃن.

چيئرمين: پاڻي ڪٿي آهي؟

عبدالوهاب: سائين! پنجاب جي پيٽ ۾ اسان جي ڪچي واري علائقي جي زرعي ست بابت عرض ڪرڻ ٿي چاهيم. پنجاب جي سيلابي ايراضيءَ کي حاصل قدرتي سهولتن جو پڻ ذڪر ڪيم. جيڪڏهن سنڌ جي ڪچي کي پاڻي نه ڏنو ويو ته پوءِ ان علائقي جو درمان ڪيئن ٿيندو؟ انهن سيلابي ايراضين کي پنجاب جي ايراضين سان پيٽ ڪرڻ گهرجي. ڪجهه ته هجي اِهي انتهائي زرخيز زمين واريون سنڌ ۾ وڏيون ايراضيون آهن. ۽ اسان کي پنهنجي مستقبل جي ترقياتي پروگرامن واسطي ٻين ڏانهن واجهائڻ بدران انهن تي ڌيان ڏرڻ گهرجي. اسان اڳيئي پوکيءَ هيٺ ايراضيءَ سان لهڪاءُ حاصل ڪرڻ لاءِ ربيع جي گهرجن لاءِ پاڻيءَ جي فراهمين جي گُهر ڪئي آهي. انڪري 15 سالن واري ترقياتي پروگرام لاءِ ربيع واري فراهمي ۽ مستقبل جي پروگرامن لاءِ ترتيبوار 1.8 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ 2.4 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻيءَ جي اضافي گُهر آهي. مستقبل جي ترقيءَ واسطي ربيع جو پاڻي تربيلا مان فراهم ڪري سگهجي ٿو.

چيئرمين: منهنجو خيال اِهو آهي ته سيلابي ايراضي پلتجندڙ پاڻي حاصل ٿي ڪري جيڪو عمل جون کان آگسٽ ۽ ويندي 20 سيپٽمبر تائين ٿو ٿئي، نه کي ربيع ۾.

عبدالوهاب: حقيقت اِها آهي ته خريف دوران اِهو علائقو ورلي ايندڙ ٻوڏ/ چاڙهه سان پرجي ويندو آهي ۽ انڪري ڪچي جا اِهي علائقا ربيع دوران سولائي سان پوک هيٺ آڻي سگهجن ٿا ۽ اِها ڳالهه تاريخي مشق سان لهڪندڙ آهي.

چيئرمين: اِهو پتو نه اٿم ته خريف دوران ڊيمن مان پاڻي ڪيئن حاصل ڪبو؟

عبدالوهاب: سائين! اسان ربيع لاءِ گهر ڪئي آهي پر جيڪڏهن انهن

علائقن لاءِ خريف دوران بہ بيراج هيڊ ورڪس تي فراهمي ميسر ڪرڻي آهي تہ گهرج جو مقدار ھيٺو ڪرڻو پوندو.

چيئرمين: جولاءِ ۽ آگسٽ ۾ تہ پاڻي حاصل ڪرڻ ممڪن آهي پر ربيع دوران ممڪن ناهي. جڏهن اِهو سڀ ڪان وڌيڪ املهہ پاڻي ٿو هجي. جولاءِ ۽ آگسٽ جي مهينن ۾ ئي 40 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي سمنڊ ڏانهن ٿو وڃي.

عبدالوهاب: جيڪڏهن چاڙهہ سبب پاڻي پلتجي ٿو تہ فصلن لاءِ ٻن مهينن دوران پنهنجو وجود بچائڻ انتهائي ڏکيو ٿيندو. حقيقت اِها آهي تہ رٿائن جي سرشتي جي اڏاوت ۾ ايرندي دريائن جي هٿ مان نڪرڻ سان، لهواري سنڌو دريا ۾ ٻوڏ جا چاڙهہ ۽ انهن جا معمول ۾ عرصا جيئن پوءِ تيئن گهٽبا ۽ نتيجي طور ڪچي واري زراعت مڪمل طور تي غير يقيني بڻجي ويندي. بهرحال جيڪڏهن ڪينالن مان خريف جون فراهميون ڪرڻيون آهن تہ پوءِ اسان طرفان ربيع جي فراهمين لاءِ ڪيل گهُر کي ھيٺو ڪرڻو پوندو. اِهو هن معزز ڪميٽيءَ کي فيصلو ڪرڻو آهي تہ پاڻي ڪڏهن مهيا ڪيو ويندو. ڪجهہ بہ هجي، رائو ڪميشن خريف دوران بيراج هيڊ تي ڪچي واري علائقي لاءِ اسان کي پاڻي فراهم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو.

چيئرمين: ربيع وارو پاڻي تہ بلڪل ٺيڪ آهي پر مون کي اهم ڏکيائي مارچ، اپريل ۽ مئي ۾ ٿي نظر اچي. اولهہ پاڪستان جي جنهن بہ حصي/ علائقي ۾ وڃون اُتي ماڻهو پاڻيءَ لاءِ دانهين رهيا آهن.

عبدالوهاب: سائين! پنجاب ۾ ائين ناهي ڇاڪاڻ جو ان عرصي ۾ پاڻي سرڪاري ۽ خانگي ٽيوب ويلن مان ڇڪيو ٿو وڃي ۽ وهندڙ پاڻيءَ ۾ اضافي واسطي سدائين ميسر ٿو رهي.

چيئرمين: هو گاڏڙ لاءِ پاڻي حاصل نٿا ڪن.

عبدالوهاب: سائين! انجو فيصلو ڪرڻ ڪميٽيءَ جو صوابديد آهي. حقيقت اِها آهي تہ جيڪو بہ پاڻي ڇڪيو ٿو وڃي، ۽ اِهو عمل نئين سر ڀرجڻ پٽاندر ٿيڻ گهرجي، سو مڪمل طور تي مٺي پاڻيءَ وارن ڪينالن مان پيو ٿئي ۽ اِهو چرخو جاري ٿو رهي. اِهو بليڪ بورڊ تي واضح ٿو ڪريان (اهو ڏيکارڻ لاءِ تہ مٺي پاڻيءَ جي نئين سر ڀرجڻ جي آهستي آهستي ٿيندڙ اثر ذريعي زمين جي مٿاهين تهہ وارو لوڻياٺو پاڻي ڏينهون ڏينهن مٺو ٿيندو پيو وڃي، عبدالوهاب هڪ خاڪو ناهيو).

سائين! هو اِهو سڀ ڪجهه جانچين پيا ۽ هنن انهن سمورن عنصرن کي مدنظر رکيو آهي ۽ اِهو سبب آهي جو هو لڳ ڀڳ لاڳيتو ٽيوب ويلن مان پاڻي ڇڪي رهيا آهن.

چيئرمين: مون کي ڪجهه مواد ڏيو.

عبدالوهاب: سائين! ڳولهيان ٿو.

چيئرمين: ڪجهه ڏکيائين جي باوجود ٽيوب ويل ايراضيءَ جو وڏو حصو لاپائتو آهي. اِهو نہ پيو چوان تہ اِهي حالتون زراعت کي تباهہ ڪري ڇڏينديون پر وڏو حصو لاپائتو رهندو.

عبدالوهاب: سائين! هن وقت نظر واٽر انجنيئرنگ ورڪس ڪو آدرشي ناهي. انجنيئرن غلطيون ڪيون آهن. ماضيءَ ۾ هائيڊرلڪ ڊانچن جون اڏاوتون ٿيون آهن ۽ اسين محسوس ٿا ڪريون تہ جيڪڏهن اِهي هاڻ جوڙيون ويون تہ بنهہ مختلف هونديون. اسان بيراج ۽ ريگوليٽر اڏيا ۽ اهڙا مثال سامهون آهن تہ اهي لڙهي ويا. انيڪ تجربن ۽ آزمائشن کان پوءِ ڪينال اڏياسين پر پوءِ بہ اِهي لٽجي ويا. سکيا ۽ ادراڪ جي قيمت وڏو مسئلو آهي. سائين! انجنيئرن وڏيون غلطيون ڪيون آهن پر اِهي ترقيءَ جي مقصد کي پيش نظر رکندي نيڪ نيتيءَ سان ڪيون ويون. ساڳيوئي معاملو ٽيوب ويل انجنيئرنگ جو آهي. رچنو اسڪارپ I ۾ ئي 13 ٽيوب ويل رٿائون آهن. انهن مان ڪي رچنو نيڪاس جي واسطي، انتهائي خراب لوڻياٺي ايراضين ۾ هيون. ڪن ہين ۾ انتهائي يلوڙ پاڻي هو. انڪري اسڪارپ 1 ۾ جيڪي ڪجهہ ٿيو تنهن جي ہين اسڪارپن ۾ پوئواري نٿي ڪري سگهجي. اسڪارپ 1 لوڻياٺي ٽيوب ويل پاڻيءَ جي رٿائن جا پڻ انتهائي لاپائتا نتيجا سامهون آيا آهن، جهڙي ريت ان بابت اڳيئي طئي ڪري چڪا آهيون.

اِهو چيو ويو آهي تہ اِهي ٽيوب ويل فقط نڪاس واسطي هئا. آخري ٽيوب ويلن ذريعي نڪاس مان مطلب ڇا آهي؟ جيڪڏهن زمين جي ڪنهن مخصوص نوعيت کي انتهائي سازگار زراعت لاءِ گهٽ پاڻي ميسر آهي تہ ان کي آبپاشي گهربل هجي ٿي پر جيڪڏهن ان کي وڌيڪ پاڻي ميسر آهي تہ ان کي نڪاس گهرجي. جيڪڏهن ٽيوب ويل جو پاڻي مٺو آهي تہ اهو آبپاشيءَ لاءِ استعمال ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن اِهو ڪنهن حد تائين لوڻياٺو آهي تہ پوءِ اِهو مٺي پاڻيءَ جي گاڏڙ کان پوءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن اِهو وڌيڪ لوڻياٺو آهي تہ ڪليل نڪاس ذريعي ڪنهن مناسب نيڪال ۾ لوڙهي سگهجي ٿو.

چيئرمين: ڪيترن ئي ڪتابن ۾ هنن ٽيوب ويل آبپاشيءَ جي وڪالت ڪئي آهي. اِها سرڪاري سيڙپڪاريءَ سان جديد ترين ترقي آهي.

عبدالوهاب: سائين! ڪنهن جانچ ڪانسواءِ ڪير ايڏي وڏي پيماني تي ٽيوب ويل انجنيئرنگ کي آبپاشيءَ لاءِ هزارين ٽيوب ويل لڳائڻ جو جواز پيش ڪندو؟ يقيني طور تي سنو زيرِ زمين پاڻي آهي ۽ اسان وٽ ذريعا آهن ۽ اسان کي پاڻيءَ جو معيار جو پتو آهي. انهن ايراضين ۾ ٽيوب ويلن ڏانهن ڇو وڃجي جتي زيرِ زمين پاڻي آبپاشيءَ لاءِ استعمال جوڳو ناهي. پنجاب ۾ زيرِ زمين مٺي پاڻيءَ جي کوٽ ناهي.

چيئرمين: اوهين سم جو لوڻياٺو ٽيوب ويل پاڻي روهڙي ڪينال جو ڇو پيا وجهو؟

عبدالوهاب: سائين! اِهو درست سوال آهي. اسڪارپ خيرپور جو لوڻياٺو پاڻي مستقل طور تي روهڙي ڪينال ۾ نه وجهڻ گهرجي. اِهو ليفٽ بينڪ آئوٽ فال ڊرين اڏجڻ تائين هڪ عارضي بندوبست آهي.

چيئرمين: ڇا حڪومت ان تي ڌيان ڏرڻ چاهي ٿي؟

عبدالوهاب: سائين! اِها حتمي نيڪال واري حد آهي. ۽ لوڻياٺو پاڻي نڪاس ۾ وجهڻو ئي پوندو. ڇاڪاڻ جو اسين روهڙي ڪينال جي پلي پاڻي ۽ انجي نتيجي ۾ روهڙي ڪينال تي آباد ٿيندڙ زمين کي خراب ڪرڻ نٿا چاهيون. اِها يقيني طور تي خراب رٿابندي آهي جيڪا اُگرا نتيجا اسان کي ڀوڳڻائي پوندا ۽ اِهو ڪجهه فقط سنڌ ۾ ئي ٿيو آهي. پنجاب ۾ ڪٿي به انتهائي لوڻياٺو پاڻي جيڪو آبپاشيءَ لاءِ گهربل نه هجي سو ڪينالي پاڻيءَ ۾ نٿو وڌو وڃي. ضروري نڪاس رٿا مڪمل ٿيڻ تائين اسان کي هر سال اِهو عذاب ڀوڳڻو ئي پوندو.

چيئرمين: اوهانجي لهواري تي هئڻ سبب سنڌ ڀوڳي ٿي. اوهانجي اِها ڳالهه درست آهي. نيڪ نيتي نه هئڻ تائين اِهي مسئلا حل ٿي نٿا سگهن.

عبدالوهاب: سائين! سنڌ سان همدردي ڏيکارڻ جي ضرورت آهي ڇاڪاڻ جو اِها لهواري تي آهي. اوهان يقينا پروڙيو هوندو ته اسين پنهنجي تفويض لاءِ اتاولا آهيون ڇاڪاڻ جو اسين پنهنجي گهٽ کان گهٽ تاريخي حقن جي حفاظت چاهيون ٿا. جڏهن ته اوپاري وارا پنهنجي تفويضن لاءِ اوترا اتاولا ناهن.

چيئرمين: انجنيئر طور اوهان کي گهٽو وڏيڪ عملي شخص هئڻ

گهرجي.

عبدالوهاب: سائين! اسين پڇڙيءَ تي آهيون. اسان وٽ نيڪ نيتيءَ ڪانسواءِ پيو ڪجهه بہ ناهي. اسين رڳو اوپاري وارا ڪان نيڪ نيتيءَ جي گذارش ئي تا ڪريون.

چيئرمين: نيڪ نيتي اُتي هوندي آهي جتي ڏيتي ليتيءَ وارو وهنوار هجي.

عبدالوهاب: سائين! جيستائين اسان جي سيلابي ايراضين جي گهرجن جو تعلق آهي تہ اسين ربيع جون فراهميون اُن حد تائين ممڪن ناهي تہ اسين متناسب خريفي فراهميون قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهيون.

عبدالوهاب: هاڻ ڪچي ۾ ڪينال ذريعي آبپاشي ٿيندڙ ٻيلن واري اهم مامري تي ٿو اچان.

مامرو نمبر VII(1) چوي ٿو:

"اتر اولهہ سرحدي صوبي، پنجاب ۽ سنڌ جي ڪچي وارين ٻيلائي ايراضين جي وسعت ۽ انهن جون گهرجون ڇا آهن؟ سنڌ طاس رٿا ۽ ٽن دريائن جي نقصان انهن ايراضين کي ٿيل گهٽتائين کي ڪيتري حد تائين گهٽائي سگهجي ٿو؟"

سائين! مامرو نمبر VII(2) اسان جي زور پرڻ تي شامل ڪيو ويو ۽ انڪري ٻنهي تي هڪ ئي وقت ڳالهائڻ چاهيندس. اِهو چوي ٿو:

"سمورن چئني صوبن ۾ ڪينال سان آبپاشي/ آباد ٿيندڙ ٻيلن جي وسعت ۽ انهن جي پاڻيءَ جي گهرج ڇا آهي؟"

سنڌ ۾ ڪچي جا ٻيلا مڪمل طور تي دريا جي پلتجڻ تي انحصار ڪن ٿا ۽ جيئن تہ پلتجڻ وارو اِهو عمل سنڌ طاس رٿا جي مڪمل ٿيڻ ۽ ٽن دريائن جي ڀارت حوالي ٿيڻ جي نتيجي ۾ گهٽ ٿيندو انڪري ٻيلن کي پنهنجي بقا لاءِ مستقل طور تي پاڻي فراهم ڪرڻو پوندو. اِهو رٿيو ويو آهي تہ اِهي موجود ٻيلا فقط خريف جون فراهميون حاصل ڪن.

پنجاب ڪيس پيش ڪرڻ دوران، هنن طرفان چيو ويو تہ سنڌ جي ڪچي جي ٻيلن کي نظر انداز ڪرڻ گهرجي. اِهو انهيءَ حقيقت سبب هو تہ پنجاب ۾ ٻيلا گهٽي ڀاڱي ڪينال ڪمانڊ ايراضين ۾ آهن ۽ انڪري هنن واسطي اهڙي يڪطرفي پاليسي اختيار ڪرڻ سولو آهي. اِهوئي سبب آهي جو اسين هيءَ

مامري تي زور ٿا ڀريون. سائين! اِهو پروڙيو ويندو تہ سنڌ ۾ لڳ ڀڳ سموري جهنگلات ڪچي واري ايراضيءَ ۾ اُسري آهي ڇاڪاڻ جو ڪينال ڪمانڊن ۾ جوڳو ڪينالي پاڻي موجود ناهي. ٻيلي کاتي جي انتظامي رپورٽ 30 جون 1969 تائين سنڌ ۾ ڪچي جي ٻيلن جي ايراضي 5,89,745.4 ايڪڙ تي ڄاڻائي. ٻئي پاسي ميسرز هنٽگس 1964 دوران پنهنجي رپورٽ ۾ ڄاڻايو آهي تہ سنڌ جي ڪچي واري علائقي ۾ 3,87,180 ايڪڙ معمول وارا ٻيلا موجود آهن ۽ باقي سنهي جهنگ آهي. ڪجهہ بہ هجي، وقت جي گهٽتائي سبب اسين پنهنجي تفصيلي جاچ لهي نہ سگهيا آهيون ۽ جيڪا بہ معلومات ميسر آهي سا ڪميٽيءَ آڏو پيش آهي. اسان وٽ سکر زون ۾ 38,829 ايڪڙ ڪينال ذريعي آباد ٿيندڙ ٻيلا آهن ۽ ان جي مقابلي ۾ پنجاب پنهنجي ڪينال ذريعي آباد ٿيندڙ ٻيلن جا انگ اکر 4,30,000 ايڪڙ طور ڏنا آهن. اتفاق سان هنن پنهنجي ڪينال وارن ٻيلن لاءِ پاڻيءَ جو مقدار آئوٽ ليٽ جي مهاڙ تي 12 ڪيوسڪ في هزار ايڪڙ ڏنو آهي. اِهو پنجاب جي ڪينال سرشتن ۾ موجود پاڻيءَ جي جوڳي مقدار کي واضح ٿو ڪري.

وڌيڪ اِهو ڏيکاري ٿو تہ جيڪڏهن پنجاب جو اِهو موقف تہ سنڌ ۾ ڪچي جي ٻيلن کي نظرانداز ڪيو وڃي، تسليم ٿو ڪيو وڃي تہ پوءِ سنڌ ۾ ٻيلا باقي نہ بچندا.

چيئرمين: ڪوبہ ملڪ ٻيلن کانسواءِ نٿو هلي سگهي. اهي انتهائي ضروري آهن.

عبدالوهاب: سائين! اسين بہ اِهوئي پيا چئون. ٻيلن جي بقا سان ٻيا بہ ڪيترائي عنصر ڳنڊيل آهن پر اسان کي انهن جي تفصيل ۾ وڃڻ جي ضرورت ناهي.

هڪ ٻيو پهلو ڪميٽيءَ جي ڌيان تي ٿو آڻڻ چاهيان ۽ اِهو آهي سنڌ ۾ سنڌو دريابابت. اِهو مٿاهينءَ تي آهي ۽ ڪينالي ڪمانڊ ايراضين جي عمومي سطح کان لڳ ڀڳ 50 فوٽ مٿاهون آهي. اِهو ٻنهي ڪنڌين کان بچاءُ بندن ذريعي ٻڌل آهي ۽ جيڪڏهن بدقسمتيءَ سان انهن ۾ ڳهارو پئجي ويو تہ اِها ڪا معمولي آفت نہ هوندي، اترئين پاسي ڳهارو پوڻ جي صورت ۾ سنڌ جي معيشت ميسارجي ويندي. ان حوالي سان بہ اسان کي ڪچي جي ٻيلن جي ضرورت آهي جيڪڏهن دريا جي پاڻي ۽ بندن جي ڌڪ کان حفاظت فراهم ڪري سگهن ٿا. ڪچي جي ٻيلن لاءِ اسان جي گهرج نہ رڳو جائز آهي پر ان تي همدرديءَ سان ڌيان ڏيڻ جي پڻ

ضرورت آهي.

هاٽوڪن ڪڇي واڙن ٻيلن (ساحلي ٻيلن ڪانسواءِ) جي خريف دوران بيراج جي مهاڙ تي گهرج 2.88 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. سائين! جيڪڏهن اِهو پاڻي ڏار تفويض نہ ڪيو ويو تہ سنڌ ۾ ٻيلا ميسارجي ويندا جڏهن تہ پنجاب ۾ ڪينال تي آباد ٿيندڙ ڪنهن جوکم ڪانسواءِ وڌندا ويجهندا رهندا. انهيءَ پهلو کي مهرباني ڪري مدنظر رکيو وڃي.

ساحلي ٻيلن جو پڻ ذڪر ڪيو اٿم جيڪي سنڌو دريا جي پلتجڻ تي ٽڳين ٿا. اسان هن مامري ۾ ساحلي ٻيلن لاءِ خاص تفويض نہ گهري آهي ڇاڪاڻ جو انجو تدارڪ اوهان طرفان سنڌ کي ٿاهہ جي نتيجي ۾ پهتل اهنجن کي مخاطب ڪرڻ مهل ڪيو ويندو. فقط ايتري گذارش ڪرڻ چاهيندس تہ سنڌو دريا جي مهاڙ تي 8.52 لک ايڪڙن تي پکڙيل انهن ساحلي ٻيلن جا انگ اکر سامهون رکيا وڃن. اهي انگ اکر ٻيلي کاتي جي انتظامي رپورٽ موجب 30 جون 1969 تائين جا آهن.

<u>چيئرمين</u>: جيڪڏهن انهن مان ڪا آمدني ناهي ۽ حڪومت بہ دلچسپي نہ پئي وٺي تہ پوءِ اسين بہ ان تي متان نہ ويچاريون. مهرباني ڪري ساحلي ٻيلن لاءِ بجيٽ ڏيکاريو. مون کي پاڻيءَ جي ورڇ ڪرڻي آهي ۽ ساحلي ٻيلن جو معاملو نبيرڻو نہ اٿم. ٻيلو کاتو ساحلي ٻيلن وارو سوال داخل ڪرڻ جو ڪهڙو فائدو؟

<u>عبدالوهاب</u>: سائين! اڳيئي گذارش ڪري چڪو آهيان تہ اسين ساحلي ٻيلن لاءِ ڏار ڪينالي پاڻي نہ پيا گهرون. جيڪڏهن ساحلي ٻيلا ختم ٿي ويا تہ عملي اهنج سامهون ايندا ۽ ٿاهہ جي نتيجن/ اثرن سبب ٿيل اهنجن جي ازالي طور سنڌ جو درمان ڪرڻو پوندو. جيستائين ساحلي ٻيلن بابت وڌيڪ ڄاڻ جو تعلق آهي تہ اِها هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري اوهان آڏو پيش ڪندس.

جيستائين ڪينالن ذريعي آبپاشي ٿيندڙ ٻيلن لاءِ پاڻيءَ جي گهرج جو تعلق آهي تہ اسين ڪا اضافي گهر نٿا ڪريون ڇاڪاڻ جو انجون هاٽوڪيون ۽ مستقبل جون گهرون سنڌ ۾ ٽن بيراجن لاءِ اسان جي پاڻي وارين گهرن ۾ شامل آهن.

<u>عبدالوهاب</u>: هاڻ مامرو نمبر VIII تي ٿا اچون، جيڪو شهري ۽ صنعتي استعمالن بابت آهي. اِهو چوي ٿو:

**<u>"شهري ۽ صنعتي استعمالن لاءِ مختلف صوبن جون پاڻيءَ وارين گهرون</u>**

**ڪيتري حد تائين سنڌو دريا مان پوريون ٿيٽيون آهن؟"**

پنجاب پنهنجي مسودي ۾ چيو آهي تہ مختلف رٿائن لاءِ آبپاشي فراهمين جي تفويضن جي تناظر ۾ دريائي پاڻيءَ جي ميونسپل استعمالن کي بحث هيٺ آڻڻ جي ڪا ضرورت ناهي. جيتوڻيڪ مول متن پٽاندر هيءُ اسم ويچار هيٺ آڻڻ ضروري آهي. سندن چوڻ آهي تہ جيئن تہ شهري ۽ صنعتي استعمالن لاءِ گهربل پاڻيءَ جو مقدار آبپاشي استعمالن جي ڀيٽ ۾ گهٽ آهي انڪري ان کي هن مشق ۾ ويچار هيٺ آڻڻ جي ضرورت محسوس نٿا ڪن.

سنڌ جي جوابي دعويٰ ۾ اڳيئي ڄاڻايو ويو آهي تہ اهو انداز ٻين صوبن جي حقيقي ضرورتن ڏانهن انتهائي چيڙائيندڙ ورتاءُ ۽ مت ڀيد ٿو ظاهر ڪري جيئن تہ پنجاب ۾ لڳ ڀڳ سمورين ميونسپلٽيون پنهنجو پاڻي ٽيوب ويلن مان ٽيون حاصل ڪن ۽ سنڌ جي شهري علائقن خاص طور تي ڪراچي، حيدرآباد، سکر ۽ جيڪب آباد جهڙن وڏن شهرن ۾ اهو ذريعو ميسر ناهي. انڪري انهن شهري استعمالن کي مناسب ريت شامل ڪرڻ انتهائي ضروري آهي.

شهري ۽ صنعتي استعمال لاءِ سنڌ جي ٿنهي ٻيراجن واسطي گهرج سنڌ جي بيان ۾ شامل ڪيل آهن. جڏهن تہ اوهان طرفان گهريل تفصيل جدولي انداز ۾ پڻ ڏنا ويا آهن.

عجيب ڳالهہ اِها آهي تہ سڄو پنجاب، ڪنهن هاڃي جي خدشي کانسواءِ ٽيوب ويلن جو پاڻي پيئي تہ ٿو پر جڏهن ڳالهہ آبپاشي استعمال جي ٿي اچي تہ هو هڪدم ان کي آبپاشي لاءِ غير مناسب ٿا ڪوٺين.

<u>چيئرمين</u>: حب ڊيم ۽ ڪراچيءَ ۾ پيئڻ جي پاڻيءَ جي فراهميءَ واري رٿا جي ٽئين مرحلي بابت اوهانجو ڇا خيال آهي؟

<u>عبدالوهاب</u>: سائين! اسان کي ڪراچيءَ لاءِ پاڻيءَ جي فراهمي سنڌو دريا مان ڪرڻي پوندي ۽ جڏهن بہ پاڻي ان وسيلي کان ميسر نہ هوندو تہ پوءِ تربيلا يا منگلا کان فراهم ڪرڻو پوندو. پر منهنجي عاجزاڻي گذارش اِها آهي تہ حب ڊيم تي ويچارڻ هن ڪميٽيءَ جي مول متن ۾ نٿو اچي، جنهن تحت سنڌو دريا ۽ انجي ذيلي ندين جي پاڻيءَ جي ورڇ ڪرڻي آهي. حب ڊيم حب نديءَ تي آهي جيڪا سنڌو طاس کان ٻاهر آهي.

<u>چيئرمين</u>: اوهان کي منهنجو سوال پسند نہ آيو. اِهو پڻ سنڌو طاس ۾ نہ هجي پر حب ڊيم ڪراچيءَ کي ٽين مرحلي ۾ پاڻي فراهم ڪندو اسين اِهو چئي

سگهون ٿا تہ پاڻي سنڌو دريا مان نہ ڏنو وڃي.

عبدالوهاب: اوهانجي وضاحت جي آجيان ٿو ڪريان. چئن سالن تائين بلوچستان جو چيف انجنيئر رهڻ سبب حب ڊيم جو ايترو پتو اٿم جو اعتماد سان چئي سگهان ٿو تہ بلوچستان ان مامري کي هڪ پاسي بہ رکندي تہ حب ڊيم ٺهڻ بہ گهرجي يا نہ. پنهنجي آبپاشي ضرورتن جي قرباني ڏيندي حب ڊيم جو پاڻي ڪراچيءَ لاءِ ڇڏيندو.

چيئرمين: سرڪاري موقف ڄاڻڻ ۾ دلچسپي اٿم.

ايس ڪي بلوچ (سنڌ جو ميمبر): اهو چئي سگهان ٿو تہ سنڌ حڪومت جي حب ڊيم مان ڪراچيءَ کي پاڻي فراهم ڪرڻ ۾ ڪابہ دلچسپي ناهي.

عبدالوهاب: هاڻ مرڪزي مامري نمبر IX تي ٿا اچون، جيڪو آهي:

**"زرعي استعمال لاءِ ورڇ جا بنياد"**

جيڪڏهن اجازت ڏيو تہ پنهنجا دليل مامري نمبر (3)IX يعني "اڳوڻي تفويض وارا حق ڪيتري حد تائين ورڇ لاءِ بنياد ٿي سگهن ٿا؟" کان شروع ڪريان.

چيئرمين: ٺيڪ آهي.

عبدالوهاب: ان مامري جو جواب سنڌو دريا جي پاڻيءَ بابت ڪميٽيءَ جا مول متائي پيش ڪن ٿا. پهرين مول متي جو اسم (a) چوي ٿو:

"ڪميٽي سنڌو دريا ۽ انجي ذيلي ندين جي وهندڙ فراهمين ۽ ذخيرو ڪيل پاڻيءَ جي موجوده ۽ گڏوگڏ رٿيل رٿائن مان اولھ پاڪستان جي چئني صوبن ۾ پاڻيءَ جي ورڇ بابت سفارشون پيش ڪري اِهو ڪجھ ڪندي، ڪميٽي هيٺين عنصرن تي جوڳو ڌيان ڏريندي:

"(a) سنڌو دريا ۽ انجي ذيلي ندين ۾ پاڻين ۾ چئني صوبن جون تفويضون...."

مٿيون مول متو واضح ٿو ڪري تہ اڳوٽي تفويض واري حق سان ڪابہ هٿ چراند نہ ڪئي ويندي انڪانسواءِ جوڳي ۽ قابلِ اطلاق سنڌ - پنجاب ٺاهہ 1945 تحت مقرر ڪيل تفويضون، پنهنجين سمورين ترجيحن سوڌو مڪمل طور تي برقرار رکيون وينديون. ان ريت سنڌو دريا ۽ انجي ذيلي ندين جي وهندڙ فراهمين ۽ ذخيرو ڪيل پاڻيءَ جي موجوده ۽ گڏوگڏ رٿائن لاءِ پاڻيءَ جي ڪابہ ورڇ اهڙي انداز ۾ ڪئي ويندي جيڪو اڳوين تفويضن واري حق کي برقرار رکي ۽

انڪان پوءِ پاڻيءَ جي فراهميءَ جي پاڇيءَ جي ورڇ ڪري، جيڪو فراهميءَ واري وهڪري ۾ ذخيرو ڪيل پاڻي بنهيءَ مان حاصل ٿيندو هجي. وڌيڪ اِهو ته اڳوڻي تفويض جا اِهي حق، جيڪي اڳاتا آهن، ۽ جن تي صوبا سالن کان عمل پيا ڪن، ۾ مناسب ورڇ جي ضابطي خاص طور تي لهواري حقن واري اصولن کي گهٽائڻ لاءِ ڪنهن به ريت هٿ چراند نٿي ڪري سگهجي.

اِهو مختصر طور تي منهنجو جواب آهي. جيڪڏهن اوهان کي لکت ۾ ورندي گهرجي ته اِها پڻ ڏئي سگهان ٿو.

چيئرمين: جيءُ. اِها داخل ٿيڻ گهرجي.

عبدالوهاب: سائين! هيءُ وٺو.

عبدالوهاب: هاڻ مامرو نمبر IX(2) تي ٿو اچان، جيڪو چوي ٿو:

**"ڇا وهندڙ ۽ ذخيرو ڪيل پاڻيءَ تي صوبن جي حقن جو تعين ڪندڙيءَ وارن جي حقن جي اصولِ تحت ٿيڻ گهرجي؟"**

سائين! مختلف جواب اِهو آهي ته اِهو ذهن ۾ رکڻو پوندو ته متاهين ڪنڌيءَ وارن طرفان پنهنجي ايراضيءَ ۾ ڊيم اڏڻ ۽ دريائن جي پاڻيءَ جا وهڪرا پنهنجي خواهش پٽاندڙ استعمال ڪرڻ واري عمل کي ميجتا ڏئي نٿي سگهجي. هيءُ آهي اُهو موقف جيڪو پاڪستان، ڀارت جي متاهين ڪنڌيءَ تي هئڻ ڪري اوپر پاڪستان جو پاڻي روڪي فرخا بيراج اڏڻ واري قدم خلاف اختيار ڪيو. ان ريت پنجاب يا اتر اولهه سرحدي صوبو متاهين ڪنڌيءَ تي هئڻ ڪري اِهڙو ساڳيو ورتاءُ اختيار نٿا ڪري سگهن، جو پنهنجي مرضيءَ موجب جڏهن چاهين پاڻي استعمال ڪرڻ ڪانسواءِ دريائي وهڪرا موڙي ڇڏين.

تربيلا ڪانسواءِ، جيڪو اتر اولهه سرحدي صوبي ۾ آهي، باقي سمورا ترقياتي ڪم جيڪي 1960 واري سنڌ طاس ترقياتي فنڊ ناهه کان پوءِ ڪيا ويا آهن سي پنجاب جي حدن اندر آهن. ان ريت جيڪڏهن انهن سمورين رٿائن کي سنڌو دريا سوڌو ٽن اولهندي دريائن مان پاڻي ڏيڻو آهي ته پوءِ موجود سموري وهڪري وارين فراهمين ۽ ذخيرو ڪيل پاڻي، سنڌو طاس جي هاٺوڪن گڏوگڏ رٿيل ذخيرن جو سمورو پاڻي پنجاب کي ئي ڏيڻو پوندو. جيڪو امرنه ته مناسب ورڇ واري ضابطي سان نهڪي ٿو ۽ نه ئي وري ڪنڌيءَ وارن جي حقن جي اصول سان. انڪري وهڪرن ۽ ذخيرو ڪيل پاڻيءَ تي صوبن جي حقن جو تعين اهڙي انداز ۾ ڪرڻو پوندو جو اڳوڻيون تفويضون مقدم رکيون وڃن ۽ هاٺوڪن گڏوگڏ

رٿيل ذخيرن مان ميسر وهڪري واري فراهميءَ جي پاڃي ۾ ذخيرو ڪيل پاڻي مختلف صوبن ۾ مناسب ريت ورڇ ٿئي. جنهن جو مطلب اِهو آهي تہ لهواري وارن جا. سندن ايراضين ۾ وهي ايندڙ دريائن جي پاڻيءَ جي وهڪرن تي استعمال وارو حق برقرار رکڻا آهن ۽ انهن ۾ متاهين ڪنڌيءَ وارن طرفان وڌيڪ استعمال ذريعي ڪا گهٽتائي نہ ڪئي وڃي. ان ريت مامرو نمبر IX(1) ۽ IX(2) ان حوالي سان هڪٻئي کان ڌار ناهن تہ ورڇ وارو اصول ڪنهن بہ ريت اختيار ڪرڻو پوندو. سو مامرو نمبر IX(3) ۾ رٿيل طريقو پاڻيءَ جي ورڇ جوواحد مناسب ۽ درست ڏگ هوندو.

پيهر اِهو چوڻو پوندو تہ جيئن تہ پنجاب ۽ اتر اولهہ سرحدي صوبي ۾ ڪجهہ رٿائون اڏجي چڪيون آهن ۽ جيئن تہ اُتر ۾ ڪجهہ علائقن ۾ پاڻيءَ جو ڪجهہ انتظام نہ ٿيو آهي. سو انهن واسطي پاڻي فراهم ڪرڻو پوندو نہ تہ انهن رٿائن تي ڪيل خرچ ضايع ٿي ويندو. پر اِهو ادراڪ ضرور ڪرڻ گهرجي تہ ان بنياد تي پاڻيءَ جي ورڇ نہ رڳو سنڌ جهڙن پڇڙيءَ وارن کي پنهنجي ترقياتي ضرورتن لاءِ پاڻيءَ جي ورڇ کان محروم ڪندي پر انهن جي اڳوڻين تفويضن سان بہ هٿ چراند ڪندي پنجاب حڪومت طرفان ورڇ جو تعين ٿيڻ تائين صورتحال کي جيئن جو تيئن برقرار رکڻ واري گورنر ڪانفرنس واري فيصلي کان ميچتا نہ ڏيڻ ۽ اهم مرحلي تي سنڌ جي رضامندي کانسواءِ تونسا ـ پنجند لنڪ کولڻ جهڙن آپيشا هاڻي قدمن اڳيئي سکر بيراج ۽ سنڌ جي ٻين ڪينالن ۾ ڏڪيڙي صورتحال پيدا ڪري ڇڏي آهي. انهيءَ يڪطرفہ قدم نہ رڳو هلندڙ سال ربيع واري فصل تي اگرو اثر وڌو آهي پر خريف دوران پڻ ڦتين ۽ سارين جي فصلن کي ڇيهو رسائيندو. پنجاب طرفان يڪطرفہ طور تي انڊس لنڪ کولڻ واري قدم 1948 دوران پارت طرفان ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ پاڪستاني ڪينالن ڏانهن فراهمي روڪڻ واري قدم جي ياد ڏياري ڇڏي آهي. انڪري ورڇ ان بنياد تي نٿي ٿي سگهي تہ پنجاب پنهنجي نين رٿائن لاءِ سمورو پاڻي کڻي، پوءِ پل سنڌ جهڙن پوڇڙيءَ وارن لاءِ پاڻيءَ ڦڙو بچي يا نہ. انڪري ورڇ مامرو نمبر IX(3) پٽاندر ٿي ٿيڻ گهرجي جيڪو انصاف پريو مناسب ۽ عقل پريو آهي.

چيئرمين: مهرباني ڪري انهيءَ وراڻيءَ جو نقل ڏيو.

عبدالوهاب: هيءُ وٺو.

عبدالوهاب: هاڻ مامرو نمبر IX(1) تي ٿو اچان. جيڪو چوي ٿو:

**"ڇا وهندڙ ۽ ذخيرو ڪيل پاڻيءَ تي صوبن جا حق 'منصفاڻي ورڇ' جي ضابطي طور متعين ڪري سگهجن ٿا؟"**

مامرو نمبر IX(3) تحت اڳيئي ڏيڪاريو ويو آهي تہ مختلف صوبن کي حاصل اڳوٽين تفويضن جا حق ۽ خاص طور تي 1945 واري سنڌ - پنجاب ٺاهہ تحت سنڌ کي حاصل حق اولين طور تي محفوظ بڻايا ويندا. اهڙو تحفظ ڪنهن نئين ورڇ جي بصارت جي تابع نہ هجي.

سنڌ طاس ترقياتي فنڊ ٺاهہ تحت اڏيل - رٿائن جي سرشتي ذريعي پيدا ٿيل سموريون فراهميون، جيڪي انهن رٿائن جي اڏاوت کان اڳ روايتي فراهمين کان وڌيڪ آهن ورڇ ٿيڻ لاءِ هئڻ گهرجن. انهن نين فراهمين جي متبادل جزي لاءِ ڇوڙ کان پوءِ، باقي بچيل ترقياتي جزو صوبن ۾ ورڇ جو مستوجب هوندو ۽ اِها ورڇ منصفاڻي ورڇ واري ضابطي تحت ٿيڻ گهرجي.

چيئرمين: مهرباني ڪري انهيءَ ورنديءَ جي بہ نقل ڏيو.

عبدالوهاب: سائين! هيءَ وٺو.

عبدالوهاب: هاڻ مامرو نمبر IX(4) تي ٿو اچان، جيڪو چوي ٿو:

**"ڇا ڪنهن صوبن کي ان بنياد تي پاڻيءَ جو اضافي حصو ڏئي سگهجي ٿو تہ اهو گهڻ اسريل آهي؟"**

سنڌ انهيءَ نقطي نظر جي حمايت تي ڪري تہ گهٽ اُسريل صوبن کي منصفاڻي ورڇ جي بنياد تي واڌي پاڻيءَ جو حصو ملڻ گهرجي.

**مامرو نمبر IX(5)**

عبدالوهاب: هيءَ مامرو چوي ٿو:

"ڇا دريائن جون فراهميون هيٺين بنياد تي ورڇ ڪيون وڃن.

(i) حقيقي آبپاشي / پوکيءَ هيٺ ايراضي ۽

(ii) رٿيل آبپاشي / پوکيءَ واري ايراضي؟"

اِهو واضح آهي تہ ڪنهن رٿا لاءِ پاڻيءَ جي فراهميءَ جي تفويض واري ڪنهن واعدي کان پوءِ ۽ جڏهن اِها رٿا حقيقي طور تي شروع ٿي چڪي هجي تہ پوءِ انجي تفويض ڪيل فراهميون ڪنهن بئي ورڇ يا تفويض ذريعي متاثر ٿي نٿي سگهي. پهرين تفويض ڪيل رٿائن جي پوءِ وارين رٿائن تي ترجيح هئڻ کي سکر بيراج جي تفويض تي ڏگهي تڪرار دوران تڏهوڪي هندستاني حڪومت ۽ هندستان لاءِ سيڪريٽري آف اسٽيٽ طرفان تسليم ڪيو ويو هو. اِهو اصول سنڌ -

پنجاب ٺاهہ 1945 ۾ پڻ تسليم ڪيو ويو جيڪو رائو ڪميشن جي سفارشن جي پوئواريءَ ۾ سامهون آيو.

دريائي سرشتي جي پاڻين تي پهريون اختيار مختلف رتائن لاءِ اڳوڻين تفويضن جو آهي. پوکيءَ جا انگ اکر ئي پاڻيءَ جي درست گهرجن جو مظهر ناهن. وضاحتي مثالي طور، زيرِ زمين پاڻيءَ جي وڏي پيماني تي استعمال، برساتن جي وڏي شاهي حصيداري ۽ ٻين آبهوائي عنصرن سبب هيءُ اصول درست ريت پنجاب تي لاڳو نٿو ٿئي. پنجاب جي ڪيترين ئي ايراضين ۾، آبپاشي تحت ٿيندڙ فصلن ۾ ڪينالي پاڻي اڌ کان بہ گهٽ استعمال ٿئي ٿو. انڪري وهندڙ پاڻيءَ جي ورڇ ۾ موجوده يا رٿيل پوکيءَ جو تناسب عقلي / باجواز نٿو ٿي سگهي.

چيئرمين: هن مامري تحت اسانوٽ بہ اهم بندوبست آهن. ڇا انهن جي بنياد تي مناسب گهرجن کي قلهوريو وڃي؟

عبدالوهاب: جهڙي ريت اڳيئي ڄاڻايو اٿم تہ اهڙي ڪنهن بنياد تي ويچار منطقي نہ ٿيندو. اضافي موجود فراهمين جي اڳوڻين تفويضن جي بنياد تي ورڇ ٿيڻ گهرج. جيڪي ناقابل تسنيخ آهن ۽ اِهو طريقو ڪنهن جي بہ مفادن کي ڇيهو نہ رسائيندو.

چيئرمين: اوهانجو مطلب آهي تہ بنياد تفويضون هئڻ گهرجي؟

عبدالوهاب: جيءُ سائين! اصل تفويضون طئي ڪنديءَ پوکيءَ هيٺ ايندڙ ايراضي ڄاڻل سڃاتل هئي، فصلن جي اندر جي رٿابندي ڄاتل هئي ۽ هاڻ ان ايراضيءَ ۾ وڌايل تفويض سان واڌ ويجهہ کي هٿي ڏيڻ بابت فيصلو ڪرڻو آهي.

چيئرمين: جيئن تہ ڪنهن رٿا جي مڪمل واڌ ويجهہ ۾ وقت ٿو لڳي، انڪري اسين اِهو نہ چئون تہ هن سال اوهين پنهنجي هيتري تفويض حاصل ڪريو ۽ ايندڙ سال هيتري؟

عبدالوهاب: سائين! تفويضون طئي ڪرڻيون پونديون ۽ اِهي گهٽ وڌ ٿيندڙ سطح واريون نٿيون ٿي سگهن نہ تہ متاهين ڪنڌيءَ وارا طئي ٿيل / ضابطي وارا استعمالن جو هڪ پڪو ڍگ جوڙي وٺندا. اهو پهلو انتهائي اهم آهي. ان تي بحث ڪري سگهجي ٿو تہ هيٺانهين ڪنڌيءَ وارا ڇو نٽا وڌيڪ ضابطي وارا استعمال تيار ڪن. سائين! ضابطي وارا استعمالن جو وهنوار انتهائي دلچسپ آهي. هيٺانهين ڪنڌيءَ وارا آبپاشي ٿيندڙ ايراضي متاهين ڪنڌيءَ وارن کان ملندڙ پاڻيءَ جي يقين دهانيءَ تي رٿا تيار ڪن. ٻئي پاسي، متاهين ڪنڌيءَ وارا،

تفويض ماڻيندڙ ۽ اضافي پاڻي هئڻ جي صورت ۾ اِهو هڪدم حاصل ڪندڙ طور. پاڻي وهائي وڏا استعمال (Higher uses) تيار ٿا ڪن. بين لفظن ۾، مٿاهين ڪنڌيءَ وارن وٽ اضافي پاڻي ڦهائڻ جا سمورا وجهه هجن ٿا جڏهن لهواري ڪنڌيءَ وارن کي پنهنجي نين رٿائن کي وڏاڻو ويجهاڻو هوندو آهي. ايستائين جو جيڪڏهن برسات يا ڪنهن سبب ڪري، مٿاهين ڪنڌيءَ وارا پاڻي ڇڏين به ٿا تڏهن به لهواري ڪنڌيءَ وارا اڳواٽ رٿا بنديءَ جي اڻهوند سبب اِهي اضافي پاڻي فوري طور تي استعمال ڪرڻ کان قاصر ٿا رهن. لهواري ڪنڌيءَ وارن لاءِ مختصر چتاءُ تي پنهنجي وسيع ايراضيءَ کي کيڙڻ اُهو اضافي پاڻي استعمال ڪرڻ ممڪن نٿو هجي جيڪو مٿاهين ڪنڌيءَ وارا پنهنجي مرضيءَ آهر ۽ غير يقيني وقت تي ٿا ڇڏين. انڪري حقيقي آبپاشي واري ايراضيءَ جي بنياد تي پاڻيءَ جي ورڇ بهتر بڻايل استعمالن وارو تصور اصولي طور تي تسليم ڪرڻ ڪانسواءِ ڪجهه به ناهي، جنهن تي سنڌ راضي ناهي.

چيئرمين: پر ڪڏهن ڪڏهن ترقياتي رفتار بين سببن جي ڪري سست هوندي آهي. 1969 ۾ حيدرآباد ويو هئس ۽ ڏٺو هئم ته غلام محمد بيراج جون زمينون ڪو گهڻيون چڱيون نه هيون.

عبدالوهاب: سائين! زمين کي ترقياتي طريقا گهربل هوندا آهن. هاڻ اسين غلام محمد بيراج جي ايراضيءَ ۾ بهترين ڪيلو ۽ بهترين ڪمند اُپائي رهيا آهيون. انڪانسواءِ هڪ نڪاس رٿا پڻ لاڳو ڪئي وئي آهي ۽ درحقيقت سنڌ جي ترقي انهن بيراجي ايراضين جي محصولن تي انحصار ڪري ٿي.

چيئرمين: سو هاڻ نڪاس ٿئي پئي. اڳ ۾ ڇا ٿي ڪيوَ؟

عبدالوهاب: سائين! غلام محمد بيراج واري ايراضيءَ ۾ ترقي انهيءَ حقيقت مان پروڙي سگهجي ٿي ته 57-1956 دوران ڪُل ساليانا گهٽ لڳ ڀڳ 3.5 ملين ايڪڙ فوٽ هئا، جڏهن ته 70-1969 دوران حقيقي گهٽ 9.5 ملين ايڪڙ فوٽ هئا. اِهو هڪ ڏهاڪي دوران اسان جي ڪوشش جو واضح ثبوت آهي.

چيئرمين: نقشي ذريعي مون کي ڏيکاريو ته واڌ ويجهه/ کيڙيءَ لاءِ ڪيتري زمين نيڪال (Disposed off) ڪئي وئي آهي؟

عبدالوهاب: منهنجو خيال آهي ته لڳ ڀڳ سموري زمين نيڪال ڪئي وئي آهي پر زمين جي نيڪال جي انگن اکرن سان ترقيءَ جو نتيجو اخذ ڪرڻ

ڏکيو ٿيندو. غلام محمد بيراج ۾ زمينون معاشري جي ڪيترن ئي عنصرن کي ڏنيون ويو آهن جيڪي زمين جا حق ۽ واسطا ملندي ئي فوري طور تي پلوڙ آبادگار بڻجي نہ سگهيا آهن. زمين سرڪاري عملدارن. ڪراچيءَ جي صنعتڪارن ۽ ڪيترن ئي غير حاضر زميندارن کي نيڪال ڪئي وئي آهي. جيتوڻيڪ زمين جي نيڪال جي حوالي سان حڪومت تہ پنهنجو ڪم ڪري ڇڏيو آهي پر حقيقي ترقي اُن صورت ۾ ئي سامهون اچي سگهي ٿي جڏهن زمين جي مالڪي رکندڙ خانگي فرد زمين کي سنوارڻ جا ڪشالا ڪين. خانگي ڪاوشون ڪڏهن بہ سرڪاري ڪوشش سان ميل نٿيون کائي سگهن. ڪراچيءَ جي ڪجهہ صنعتڪارن پنهنجي واڌي ڪمايل دولت تي ٽيڪس بچائڻ لاءِ ئي غلام محمد بيراج ۾ زمين خريد ڪئي آهي. پر اِهي سمورا عنصر پنهنجي نوعيت ۾ سدائين رهندڙ ناهن. دباءُ وڌي رهيو آهي ۽ وڏ کان وڏ سڌارن ۽ سوشلسٽ انداز واري ورتاءُ سان زمين کي سڌاريو ويندو ۽ اِها نيڪ ٿئي پئي. جيئن تہ پاڻيءَ جي ورڇ لڳ ڀڳ مستقل نوعيت جي آهي جڏهن تہ ترقياتي عنصر ڦرندڙ گهرندڙ آهن ۽ جيئن تہ اسين هر پنجن ڏهن سالن کان پوءِ پاڻيءَ جي ورڇ لاءِ گڏجي ويهڻ وارا ناهيون تنهنڪري اسانکي هڪ حقيقت پسنداڻو انداز اختيار ڪندي هميشہ جي لاءِ پاڻيءَ جي تفويض ڪرڻ گهرجي.

چيئرمين: تہ پوءِ انهيءَ مامري تي اوهانجي ٹُز راءِ ڇا آهي؟

عبدالوهاب: پاڻيءَ جي ورڇ جو درست طريقو هر رُتا ۾ مختلف وقتن ۾ فصلن جي ڪتب ايندڙ گهرج ڦلهوڙڻ آهي پر هر ڪينالي سرشتي لاءِ اهڙي ڦلهوڙ هن ڪميٽيءَ واسطي هڪ ڏکيو ڪم ٿيندو. ڪميٽيءَ واسطي هن طريقي ۾ ڏکيائي اِها پيش ايندي جو هر صوبو ڪتب ايندڙ استعمالن ۽ گهرجن جي پنهنجي ڏار ڪٿ پيش ڪندو.

چيئرمين: ان بنياد تي مناسب گهرجون ڦلهوڙڻ وارو ڪم ڏکيو ٿيندو.

عبدالوهاب: مختلف رُتا وارين ايراضين ۾ پاڻيءَ جي گهرجن جي ڳڻ ڳوت هڪ ڏکيو ٽيڪنيڪل ڪم آهي.

چيئرمين: پوءِ ان بنياد تي مختلف ايراضين ۾ پاڻيءَ جون مناسب ضرورتون ڦلهوڙڻ لاءِ ڇا ڇا تجويز ڪريو؟

عبدالوهاب: منهنجي تجويز وري بہ اِهائي هوندي تہ مختلف رُتا لاءِ اصلوڪيون تفويضون انهن جي آبپاشي ايراضين لاءِ مناسب گهرجون مدنظر رکي

ڪيون ويون هيون. انڪري اضافي تفويضون پڻ اڳوڻين تفويضن جي تناسب سان هئڻ گهرجي.

چيئرمين: مطلب تہ اصلوڪين تفويضن کي بنياد بڻايو وڃي؟

عبدالوهاب: جيءَ سائين! ۽ تفويضن ۾ ڪو اضافو متناسب هئڻ گهرجي.

چيئرمين: ڇا پيمانو تفويض واڌو اضافو هجي؟

عبدالوهاب: سائين! اضافي پاڻيئي ورڇ ٽيڙو آهي. ان لاءِ ڪو بنياد يا مفروضو هئڻ گهرجي. وڌايل تفويض اصلوڪي تفويضن سان متناسب هئڻ گهرجي.

چيئرمين: مطلب تہ اضافي پاڻيءَ جي ڪابہ اضافي ورڇ تفويض سان متناسب هجي؟

عبدالوهاب: جيءَ سائين! ڇاڪاڻ جو اضافي تفويض اُن ايراضيءَ ۾ پوک جي شدت وڌائڻ يا واڌ ويجهہ لاءِ آهي.

چيئرمين: اِهو چئجي تہ تمام گهڻي نيڪ نيتيءَ جي باوجود، اسين انتي سهمت ناهيون ۽ انڪري مسئلو حل نٿو ٿي سگهي.

عبدالوهاب: نہ سائين! اِهو حل ٿي سگهي ٿو.

چيئرمين: ان صورت ۾ آءُ منصف طور، چئي سگهان ٿو تہ پنجاب ان کي هڪ مناسب بنياد طور قبول نہ ڪندو.

عبدالوهاب: سائين! اوهانجو مطلب آهي تہ تفويض مناسب بنياد تي ناهي؟

چيئرمين: نہ، نہ. پاڻيءَ جي ورڇ ڪندي، پٽرائين زمين، خشڪ/ ٺوٺ زمين يا موجوده تفويض ڇا آهي، کي مدنظر رکڻو پوندو. پر اوهان ٿا چئو تہ تفويض بنياد هئڻ گهرجي ڇاڪاڻ جو اضافي پاڻي وڌندڙ شدت لاءِ آهي. اوهين ان کي جاچيو ۽ پاڻي ورهايو.

عبدالوهاب: جيڪڏهن موجوده تفويضن جو تجزيو ڪندا تہ انهيءَ نتيجي تي رسندا تہ اهي انهن رٿائن جي گهٽ ۾ گهٽ گهرج کان وڌيڪ نہ پر گهٽ آهن.

مامرو نمبر (6)IX

عبدالوهاب: اِهو چوي ٿو:

**"تربيلا، منگلا ۽ چشما جو روان ذخيرو ڪهڙي ريت چئني صوبن ۾ ورهايو ويجي؟"**

تربيلا، منگلا ۽ چشما وارا آبي ذخيرا رٿائن جي انهيءَ سرشتي جو فقط هڪ حصو آهن جيڪي پاڪستان کي مليل ٽن اولهندي دريائن جو پاڻي ڪارائتي انداز ۾ استعمال ڪرڻ لاءِ سنڌو جي پاڻيءَ بابت ٺاهه 1960 کان پوءِ اڏيا ويا. پنجاب ۾ بين الدريائي لنڪن جي اڏاوت پڻ اضافي گنجائشون آهن پر الائي ڇو انهن کي هن مامري ۾ شامل نه ڪيو ويو آهي ۽ انڪري آءٌ پنهنجا دليل ان مامري تي جهڙي ريت اِهو آهي تائين محدود رکندس.

**سائين! پوئين گذارش ۾ اِهو ثابت ڪري آيا آهيون ته منگلا ۾ موجود ذخيزي واري فراهمي ايرندي دريائن جي ڪينالن کي ٽيندڙ فراهمين کان وڌيڪ آهي. اسان اِهو به ثابت ڪيو ته متبادل گهرجن جي پورائي کان پوءِ پاڻيءَ جو هڪ جوڳو مقدار باقي بچندو. انهيءَ باقي بچندڙ مقدار کي اسين منگلا آبي ذخيري جو ترقياتي جزو سڏيون ٿا. اِهو ترقياتي جزو ٻين آبي ذخيرن جي اهڙن ترقياتي جزن سان گڏايو وڃي. بهر صورت، ٺاهه جي نتيجي ۾ سنڌ کي رسيل اهنجن جي تدارڪ لاءِ تربيلا ڊيم مان سنڌ لاءِ متبادل فراهمين ۽ تدراڪ وارين فراهمين کي انجي ترقياتي جزي جي تعين لاءِ روان ذخيري مان ڪٽوتي ڪيو وڃي.**

**چيئرمين: جيءَ. سو پهرين اسين منگلا تي ٿا اچون. متبادل گهرجن جي پورائي کان پوءِ.**

**عبدالوهاب: متبادل وهندڙ پاڻي، ذخيري ۽ ٻين وسيلن مان ٿيئي آهي ۽ انڪري متبادل لاءِ زيرِ زمين پاڻيءَ جي موجودگيءَ بابت اوهين طئي ڪندا.**

**چيئرمين: اِهو ٺيڪ آهي پر سمورن وسيلن مان متبادل ڦهلوڙڻ گهرجي.**

**عبدالوهاب: سائين! اسين اِهي اصول ٿا واضح ڪريون جيڪي پهرين طئي ٿيڻا آهن.**

**چيئرمين: متبادل فراهمين بابت اِهو تو چاهيان ته ان جو گهڻو حصو زيرِ زمين پاڻيءَ مان ايندو ۽ گهٽو منگلا مان ايندو پوءِ جيڪي ڪجهه منگلا کان باقي بچندو سو سمورن ۾ ورهايو ويندو.**

عبدالوهاب: سائين! وسعت هن ڪميٽيءَ کي طئي ڪرڻي آهي. استعمال جوڳي زيرِ زمين پاڻيءَ جي موجودگيءَ کي مدنظر رکندي، سموري متبادل انهيءَ هڪڙي وسيلي مان ٿي ٿي سگهي ٿي. بهر صورت جيڪڏهن منگلا آبي

ذخيري جون ڪجهه فراهميون متبادل لاءِ مختص آهن تڏهن بہ منگلا آبي ذخيري جو هڪ جوڳو حصو ترقياتي ضرورتن لاءِ ميسر آهي.

ٻيو آبي ذخيرو تربيلا آهي. ان تي ٻهريون اختيار جهڙي ريت اڳيئي وضاحت ڪري چڪو آهيان تہ سنڌ ڏانهن متبادل فراهمين جو آهي ۽ ان کان پوءِ سامونڊي لوڙهيات جو پاڻي تارڻ. سامونڊي بندرگاهن ۽ سنڌو دريا جي ڊيلٽا ۾ بندرگاهن وغيره کي پيئڻ جو پاڻي رسائڻ جهڙن ناهه جي اثرن سبب رسندڙ مادي اهنجن جا اثر گهٽائڻ لاءِ سنڌو دريا جي پڇڙيءَ کي ازالي طور پاڻي ڏيڻ هئڻ گهرجي. سائين! انڪان پوءِ جيڪي ڪجهه بچي ٿو سو ترقياتي ضرورتن جي استعمال واسطي ترقياتي جزو بڻبو.

ٽيون چشما وارو آبي ذخيرو آهي. اِهو آبي ذخيرو مڪمل طور تي ترقياتي ضرورتن لاءِ آهي ۽ ترقياتي رٿا طور ئي اڏيو ويو آهي.

مختصر اِهو تہ انهن ٽنهي آبي ذخيرن جا ترقياتي جزا ورڇ لاءِ گڏ ڪيا وڃن. جيستائين مختلف صوبن کي جاري ٿيندڙ حقيقي ڪٽتن جو تعلق آهي تہ پوءِ اِهو طئي ڪيو وڃي تہ پنجاب ڪٿان فراهمي حاصل ڪندو ۽ اتر اولهہ سرحدي صوبو ۽ سنڌ ڪٿان فراهمي حاصل ڪندا.

چيئرمين: تہ پوءِ انهن سمورن آبي ذخيرن جو اضافي پاڻي گڏ ڪيو وڃي؟

عبدالوهاب: جيءُ سائين! حصيداريون ۽ حصيدارين جو وسيلو هوندو.

چيئرمين: اِهو چئني صوبن ۾ ورهايو وڃي؟

عبدالوهاب: نوٽ ڪرڻ جهڙو نڪتو اِهو آهي تہ پاڻي وسيلن مان ورهايو وڃي. پنجاب جون ضرورتون بهتر انداز ۾ منگلا مان پوريون ٿي سگهن ٿيون ۽ اتر اولهہ سرحدي صوبي لاءِ چشما مان پنهنجو حصو حاصل ڪرڻ وڌيڪ سولو ٿيندو. جيستائين سنڌ جو تعلق آهي تہ اِها تربيلا مان پاڻي حاصل ڪري جيستائين سنڌ جو تعلق آهي تہ اسانجو ورهاست وارو بنياد سنڌو دريا جي پاڻيءَ جي ذخيري جو 75 سيڪڙو آهي. اِهو حصو سنڌ ـ پنجاب ناهہ موجب آهي جنهن تي اڳيئي يڪرائپ آهي ۽ ساڳي ريت سنڌ ـ پنجاب ناهہ ۾ جدولي طور مختلف تناسب جي بنياد تي ذيلي ندين جي زون جي پاڻين ۾ اسانجو حصو آهي.

چيئرمين: جيستائين چشما ـ جهلم ۽ تونسا ـ پنجند لنڪس جو تعلق آهي تہ پنجاب جي متبادل فراهمين بابت اوهانجو تصور فقط ڪينالن لاءِ پاڻيءَ

جي مقدار وارو آهي پر جڏهن تربيلا بابت ٺاهيو ته سنڌ لاءِ ٻارهن مادي اهنجن جي متبادلن کي ڇا مدنظر رکو؟

عبدالوهاب: نه سائين! اِهو موقف ناهي. انهن ڪينالن کي متبادل فراهميون ڏيڻيون آهن جيڪي اپرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ هئا. ٺاهه جي نتيجي ۾ ازالي واريون فراهميون اُتي ڪرڻيون آهن جتي ٺاهه جا اثر پيا آهن. اوهان اِهو ڪم اسان کي ۽ هنن کي سونپيو آهي ته وسيع تناظر ۾ ڪيتري ازالي جي ضرورت آهي.

اِهو ڄاڻائڻ مناسب ٿيندو ته پنجاب ٺاهه جي اثر يا ازالي طور اڳيئي گهڻو ڪجهه ماڻي چڪو آهي. ان جا ڪجهه مثال ٿو ڏيان: نئون مرالہ بيراج هڪ روڊ واري پُل سوڊو اڏيو ويو. جڏهن ته پراڻو مرالہ بيراج روڊ ڪانسواءِ ان مقصد جو پورائو ڪري چڏي ها. ساڳي ريت رسول بيراج ۽ ڪيترائي بيا ڍانچا ۽ ڪينالن جي نئين سر جوڙ جڪ پڻ ازالي طور تي آهي. دينا ڪان منگلا تائين روڊ. قادر آباد بيراج تائين روڊ ۽ وڏيون شاهي ڪالونين جهڙيون رٿائون پڻ سامهون آيون آهن جيڪي هاڻ پنجاب جي ترقياتي ضرورتن کي پورو ڪري رهيون آهن. منگلا مان پيدا ٿيندڙ بجليءَ سان لڳ ڀڳ سموري پنجاب کي بجلي به فراهم ڪئي وئي آهي جنهن ترقيءَ جو هڪ اڻ کٽ سلسلو شروع ڪري ڇڏيو آهي. انڪاسواءِ انهن رٿائن جي اڏاوت دوران پنجاب ۾ ڪروڙين رپيا سيڙايا ويا جن اُتان جي مقامي معيشت ۾ نئون روح ڦوڪي ڇڏيو آهي. بيا به ڪيترائي وڏا لاڀ پنجاب کي رسي چڪا آهن ۽ ساڳي نوعيت جا لاڀ اتر اولهہ سرحدي صوبي کي به چشما بيراج جي اڏجڻ جا رسڻا آهن. تربيلا آبي ذخيرو ۽ انجا لاڀ مختصر عرصي ۾ سامهون اچڻا ناهن. انڪري سائين! پنجاب ۽ اتر اولهہ سرحدي صوبي کي وسيع تناظر ۾ اڳيئي ازالو حاصل ٿي چڪو آهي پر سنڌ کي پاڻيءَ جي اضافي فراهمين ۽ رسيل مادي اهنجن جا اثر گهٽائڻ لاءِ مرڪز طرفان مالي مدد ٻنهي صورتن اهڙو ازالو اچان ٿيڻو آهي ته جيئن ٺاهه جي اثر / نتيجي طور سمنڊ جي پاڻڻ کي روڪڻ لاءِ سنڌو دريا جي پڇڙيءَ تي پڇڙيءَ وارو بيراج اڏي سگهجي.

چيئرمين: آءٌ اِهو پيو پڇان ته ڪينالن جي مادي ڦير گهير کي مدنظر رکڻ کان پوءِ اوهين متبادل / ڦير گهير کي وسيع تناظر ۾ وٺو ٿا يا نه؟

عبدالوهاب: جهڙي ريت اڳ ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته انهن کي ٺاهه جي نتيجي / پوئواري طور وسيع تناظر ۾ ليکيو وڃي.

چيئرمين: ڇا اوهين لکت ۾ ڪو ورڪنگ پيپر آڻيندؤ؟

عبدالوهاب: جيءَ سائين! هن ڪميٽيءَ طرفان اصول طئي ڪرڻ کان پوءِ.

چيئرمين: انڪان پوءِ اوهين ڀئي وسيع تناظر ۾ متبادل حاصل ڪري سگهندا.

عبدالوهاب: جهڙي ريت اڳ ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته پنجاب وسيع تناظر ۾ اڳيئي ازالو حاصل ڪري چڪو آهيا. مثال جي طور تي، پنجاب ۾ ڪيترائي ڪم فنڊ ناهه مان ٿيا آهن. آءَ ڪيترائي سال اولهه پاڪستان سيڪريٽريٽ ۾ ڊپٽي سيڪريٽري رهيو آهيان، ۽ پتو اٿم ته رٿائن جي سرشتي ۾ مرالہ بيراج کي شامل ڪرڻ بابت عالمي بينڪ کي راضي ڪرڻ ڪيترو ڏکيو ڪم هو. شروعات ۾اِهو فقط پراڻي مرالا بيراج جي نئين سر جوڙجڪ وارو ڪم هو. پر ڪنهن نہ ڪنهن ريت اسان پنجاب ۾ نئون بيراج حاصل ڪري ورتو. ان ريت رڳو انهيءَ رٿا ذريعي پنجاب کي لڳ ڀڳ 50 ڪروڙ رپين جو فائدو ٿيو. اوهان کي خاطري ڪرايان ته ننڍي ڪنڊ جو ورهاڱو ٿئي ها نہ روڊ واري پل ڪانسواءِ پراڻي مرالا بيراج جي پنجاب طرفان پنهنجي خرچ تي نئين بيراج سان تبديلي عمل ۾ اچي ها. ساڳي ريت پنجاب کان ٻيا بہ ڪيترائي ڊانچا ۽ ازالي وارا لاپ پلڻ پيا آهن ۽ انڪري هو وسيع تناظر ۾ ناهہ جي اثر/ پوئواري طور ڪنهن وڌيڪ ازالي جا حقدار ناهن.

چيئرمين: پر اوهين هڪ ورڪنگ پيپر ڏيوم جيڪو ڄاڻائي ته تربيلا ۾ 9 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻيءَ مان اوهين ڪيترو حاصل ڪري سگهو ٿا ته جيئن مون کي ڪو اندازو ٿي سگهي. اتر اولهہ سرحدي صوبو پنهنجي چشما رائيٽ بينڪ لاءِ پاڻي ٿو چاهي ۽ انهن کي ان مان گهٽو ملندو. جيڪڏهن بلوچستان کي ڪجهه پاڻي گهربل هوندو تہ اُهي ڪيئن حاصل ڪندا. ان ريت تفيصلن جو اُپٽار ڪندي اسين اهو ڄاڻي سگهنداسين تہ متبادل لاءِ ڪيترو پاڻي گهربل آهي ۽ ترقي/ واڌ ويجهہ لاءِ ڪو پاڻي پاڇي بہ رهي ٿو يا نہ"

عبدالوهاب: سائين! اِهي اهڙي ريت ئي آهن جهڙي طور اڳ ۾ ئي داخل ڪري چڪو آهيان. اسان کي آبي ذخيري تي بنيادي اختيار ٻن ڀاڱن ۾ ورهائڻو پوندو. پهريون ڪينالن جو مادي متبادل آهي جيڪو مڪمل طور تي واضح ڪري چڪو آهيان ۽ جيڪو آءُ سمجهان ٿو تہ انتهائي واضح طور تي سمجهيو ويو آهي. ٻيو ڀاڱو ناهہ جي اثرن/ پوئواري طور رسيل مادي اهنجن جا اثر گهٽائڻ لاءِ ازالي

واريون فراهميون آهي.

چيئرمين: اصول تہ مدنظر رکيا اٿم پر انهن جي اطلاق جا نتيجا ڇا هوندا؟

عبدالوهاب: سائين! اِهو ڪميٽيءَ لاءِ آهي جنهن کي ورڇ ڪرڻ لاءِ ڪا حتمي بنياد ڏيٽا آهن.

**مامرو نمبر X**

عبدالوهاب: ايندڙ اهم مامري عمل درآمد لاءِ طريقہ ڪار /وهنوار بابت آهي، جيڪو چوي ٿو:

”ڪميٽيءَ جي سفارش تي عمل درآمد لاءِ وهنوار/ طريقہ ڪار ڇا هئڻ گهرجي؟“

چيئرمين: اچو تہ سنڌو جي سرشتي جي عمل واسطي ڪو وهنوار/ طريقہ ڪار ڦلهوڙيون.

عبدالوهاب: سنڌ جي بيان موجب اسين ان کي ڪارائتو وهنوار يا پراثر طريقہ ڪار ٿا ليکيون.

چيئرمين: اِهو ڪو سرشتو جوڙڻ گهرجي جيڪو عمل درآمد واري وهنوار طور ڪارائتو هجي.

عبدالوهاب: اسين پڇڙيءَ وارا آهيون. اسان کي انجي سڀ کان وڌيڪ ضرورت آهي.

چيئرمين: اِهو عمومي مشاهدو آهي تہ سڀ کان ننڍو پاءُ سدائين آهہ و زاري ٿو ڪري.

عبدالوهاب: سائين! ماءُ بہ ٻار کي دانهون ڪرڻ تائين ٿڃ نہ ڏيندي آهي. سنڌ هر صورت چاهي ٿي تہ ڪو ڪارائتو وهنوار هجي تہ جيئن پاڻيءَ جي منصفاڻي ورڇ وارو مامرو هميشہ لاءِ حل ٿي وڃي.

چيئرمين: ميمبرن سوڌو هڪ آزاد ڪمشنر هئڻ گهرجي. جيڪڏهن سنڌ لاءِ ڪا ڏکيائي ٿي پيدا ٿئي تہ ڪمشنر انجي ازالي لاءِ تڪڙا قدم کڻي سگهي ٿو. آمريڪا ۾ قائم ڪميشن جا ميمبر سمورين رياستن مان کنيا ٿا وڃن ۽ ڪميشن جو سربراهہ سنڌو سنئون آمريڪي صدر جي هٿ وس هوندو آهي.

عبدالوهاب: سائين! اسين آزاداڻي ارادي جي آجيان ٿا ڪريون. پاڻيءَ جي ورهاست واري مسئلي جا قانوني، ٽيڪنيڪي ۽ عملي پهلو آهن. ملڪ ۾

ڪجهہ بہ ٿئي. دريا ۽ ڪينال وهندا ٿا رهن. دليل واسطي ئي ليڪيون تہ ڪنهن اهم مرحلي تي، جڏهن 6000 ڪيوسڪ پاڻي هيٺانهين ڪنڌيءَ ڏانهن وهڻو آهي، مٿاهين ڪنڌيءَ وارا ان مان چار هزار ڪيوسڪ پاڻي بنان ڪنهن اختيار جي موڙي ٿا ڇڏين. جيڪڏهن اهڙي غلط عمل کي رد ڪرڻ جو حڪم هفتي کن کان پوءِ ٿو اچي تہ انجو ڪو فائدو ناهي ڇاڪاڻ جو نقصان تہ اوستائين ٿي چڪو هوندو.

چيئرمين: ڪمشنر وٽ مڪمل اختيار هئڻ گهرجي. هو ڪڏهن اهنج ازالي لاءِ پندرهن ڏينهن اندر گڏجاڻي گهرائي.

**شير محمد** بلوچ (سنڌ مان ميمبر): اسين آمريڪا کان فرشتا اوڌر تي حاصل ڪنداسين.

عبدالوهاب: ڪارائتي وهنوار لاءِ اسين پنهنجي رٿ سنڌ جي بيان صفحي 219 کان 221 تي ڏئي چڪا آهيون. جيڪڏهن اوهين چاهيو تہ انجو هڪ ننڍڙو ٽڪرو پڙهان اسان چيو آهي تہ سڄي اولهہ پاڪستان جي معاشي بهتري زراعت تي وڏيڪ ڏيان ڏرڻ تي منحصر آهي ۽ وري زراعت جو هڪ سگهارو سرشتو گهڻي ڀاڱي پاڻيءَ جي خاطري ڪيل ۽ مناسب فراهميءَ تي انحصار ڪري ٿو. علائقي جي پاڻيءَ وارن وسيلن جي تفويض ۽ ورهاست جي حوالي سان ڪميٽيءَ جو سفارشون انڪري اولهہ پاڪستان جي چئني صوبن. انهن جي رهواسين ۽ سندن ايندڙ نسلن لاءِ انتهائي اهميت رکن ٿيون. انڪري اِهو ضروري آهي تہ ڪميٽيءَ جي سفارشن تي ڪنيل فيصلا عمل هيٺ اچن ۽ ڪوبہ صوبو پنهنجي جاگرافيائي حيثيت جو فائدو وٺندي ڪنهن ٻئي صوبي لاءِ مختص ٿيل پاڻي نہ ڪٽي يا ڦيرائي.

ويجهي مستقبل ۾ ٿيندڙ آئيني تبديلين جي پيش نظر،صوبن وچ ۾ تڪرارن جي نبيري واسطي هڪ ٺُز آئيني شق فراهم ڪرڻ ضروري ٿيندو. ڪميٽي ڪا اهڙي سفارش ڪري جو اُن آئيني شق جي روشنيءَ ۾ اهڙن بين الصوبائي تڪرارن جي نبيري لاءِ ڪو مناسب وهنوار جوڙي سگهجي.

اِهو رٿيو ويو آهي تہ پاڪستان ۾ ٻارت طرفان گڏيل طور تي قائم ڪيل سنڌو جي پاڻيءَ بابت ڪميشن جي طرز تي ڪو مستقل سنڌو طاس بورڊ قائم ڪيو وڃي. چار ئي صوبا بورڊ واسطي هڪ هڪ ميمبر نامزد ڪن جيڪو هائيڊرولاجي ۽ پاڻيءَ جي استعمال جي ڏس ۾ مهارت رکندڙ انجنيئر هجي. ان بورڊ

جو چيئرمين اوير پاڪستان سان تعلق رکندڙ هائيڊرولاجيءَ جي شبعي جو ڪو اعليٰ انجنيئر هئڻ گهرجي. بورڊ جو هڪ مستقل سيڪريٽري ۽ ٻيو ضروري عملو هئڻ گهرجي.

چيئرمين: مهرباني ڪري اهڙن وهنوارن جو اڀياس ڪريو جيڪي آمريڪا ۾ لاڳو آهن. ڪتري صاحب اِهي سهيڙي اسان جي حوالي ڪري سگهي ٿو.

عبدالوهاب: سائين! اِهي ڪهڙي ذريعي کان هٿ ڪجن؟

چيئرمين: آمريڪن ڪائونسل کان هٿ ڪيا اٿم. مهرباني ڪري آمريڪي انفارميشن سروس کان آئين حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو. اِهو ملي ويندو. هنن هڪ ايڪٽ بحال ڪيو آهي. ساڳي ريت برطانيه ۾ موٽر ٽرانسپورٽ ڪمشنر پڻ آهي.

عبدالوهاب: ڪوٽڙي ڪيل وهنوار هئڻ انتهائي ضروري آهي.

چيئرمين: هڪ خود مختيار ادارو هئڻ گهرجي.

عبدالوهاب: اسانجو عرض فقط ايترو آهي ته اِهو اثرائتو وهنوار هئڻ گهرجي. ڪنهن نازڪ مرحلي تي حقيقي نقصان رسڻ کان اڳ ڪنهن غير قانوني وهڪري/ ڦيري تي فوري قدم کڻڻ گهرجي. قانوني ماهرا عمومي طور تي اينگهجندڙ رهندا آهن پر هن مامري ۾ وقت هڪ انتهائي اهم عنصر آهي. اِهو هڪ اثرائتو وهنوار هئڻ گهرجي ته جيئن شڪايت جي سامهون اچڻ تي تڪڙو قدم کنيو وڃي.

## ڪراچي ويهڪ جي پڇاڙيءَ تي عبدالوهاب شيخ جا مشاهدا

اِهو اظهار ڪرڻ چاهيندس ته سنڌ ڪيس پيش ڪرڻ دوران، سنڌ جي بيان ۽ انجي جوابي وراڻين ۾ شامل گذارشن کي ورجائڻ جي ڪوشش نه ڪئي اٿم پر اِهو ضرور ليکيو وڃي ته جيڪي ڪجهه پيش ڪيو اٿم، سو سنڌ جي بيان ۽ مختلف صوبن جي بيانن تي انجي جوابي وراڻين ۾ شامل سان گڏي پڙهيو وڃي.

ڪميٽيءَ جي ميمبرن ۽ اوهانجو ٿورائتو آهيان جو منهنجي گذارشن کي انتهائي صبر سان ٻڌو ويو آهي. اِهو ممڪن آهي ته انجنيئر هئڻ ڪري اهڙي ٻولي استعمال ڪئي هونديم جيڪا اوهين صاحب ٻڌڻ جا عادي نه هجو ۽ا نڪري اوهانکان معذرت جو طلبگار آهيان.

اِهو ذڪر برمحل ٿيندو ته اسان انتهائي نا موافق حالتن ۾، اوهان طرفان مقرر ڪيل وقت اندر پنهنجو ڪيس تيار ڪيو آهي. جيستائين سرڪاري

معاملن جو تعلق آهي تہ اسان کي ڪرڇڻ ڪان شروع ڪرڻو پيو. سنڌ جي نيئن صوبي کي پنهنجون آفيسون قائم ڪرڻيون پيون ۽ اسان کي انهيءَ وشال موضوع تي حوالي وارا ڪتاب حاصل ڪرڻ ۾ بہ انتهائي ڏکيائيون پيش آيون. جيستائين منهنجي ذاتي حالتن جو تعلق آهي، جنهن سان جيتوڻيڪ هن ڪميٽيءَ جو واسطو ناهي، تہ اوهان کي اِهو ڄاڻائڻ ڪانسواءِ نٿو رهي سگهان تہ ان دوران هيءَ ڪيس تيار ڪرڻو پيم جڏهن منهنجي گهر واريءَ جو هڪ وڏو آپريشن پئي ٿيو. انهن سمورين اڻ سهائيندڙ ڏکيائين کي منهن ڏئي چڙهي پار پياسين ۽ سنڌ جو بيان يا جوابي وراڻيون تيار ڪرڻ واسطي ڪڏهن بہ معياد وڌائڻ جي درخواست نہ ڪئي سون. سنڌ آڏو مامرو ان جي وراڻيون تيار ڪرڻ واسطي ڪڏهن بہ معياد وڌائڻ جي درخواست نہ ڪئي سون. سنڌ آڏو مامرو انجي لهواري ڪنڌيءَ تي هئڻ وارو رهيو ۽ اِهو بہ تہ هن ڪميٽيءَ کي هر ممڪن سهڪار پيش ڪجي ڇاڪاڻ جو رپورٽ جي حتمي تياريءَ ۾ ڪا تاخير اسان جي مفادن وٽان ناهي. هڪ ڀيرو ٻيهر اوهانجو ٿورائتو آهيان.

چيئرمين: آءُ، ڪميٽيءَ جي آڏار تي عبدالوهاب صاحب، کتري صاحب ۽ خليل صاحب جو ٿورائتو آهيان جن ڪميٽيءَ جي همڪاري ڪئي. اوهان کي اِها خاطري ٿو ڪرايان تہ اوهان پنهنجو ڪيس ممڪن حد تائين شاندار انداز ۾ تيار ۽ پيش ڪيو آهي. اِهو پتو نہ هئم تہ ڪو انجنيئر بہ اهڙي انداز ۾ پنهنجو ڪيس پيش ڪري سگهن ٿا. جيڪڏهن ڪنهن ڳالهہ کي مناسب نہ ليکيم تہ ان کي حتمي ڪري ليکڻ جي ضرورت ناهي. اوهانجي مهرباني.

**27مئي 1971 تي جسٽس فضل اڪبر جي صدارت ۾ واپڊا هائوس لاهور ۾ ڪوٺايل سنڌوجي پاڻيءَ بابت ڪميٽيءَ جي گڏجاڻي جي ڪارروائي (صبح واري ويهڪ)**

پنجاب جي ميمبر (سيد حامد) طرفان اُٿاريل سوالن جي جواب ۾ سنڌ جي عيوضي جون فراهم ڪيل وضاحتون

سيد حامد: سنڌ کي رسيل مادي هاڃي جي ازالي طور ڪلراٺي جو روڪٿام لاءِ پڇڙيءَ وارو بيراج کهڙي ريت ضروري آهي؟

عبدالوهاب: انجو جواب انتهائي سولو آهي ۽ پهرين هڪ حقيقي مثال پيش ڪندس. بگهاڙ ڪينال جي ٻهارا برانچ جو ڇوڙ سمنڊ پرسان هو. اِهو بگهاڙ ڪينال نٽي پرسان سنڌو دريا کان ٿي شروع ٿيو. اِهو تجربي هيٺ آيو تہ سامونڊي

چاڙهہ تي. لوٽيانو پاڻي ڀارارا برانچ ۾ تي داخل ٿيو جنهن سبب ان ڏگهي فاصلي تائين مٺي پاڻيءَ کي خراب ٿي ڪيو. ڀارارا برانچ جو اِهو لوٽيانو پاڻي زرخيز زمين تي پکڙجي اُن ايراضيءَ جي زراعت جي ابتريءَ جو سبب پڻ بڻيو. برطانوي دور ۾، هنن ڀارارا برانچ جي پڇڙيءَ تي عام دروازن ۽ بندن سان هڪ اوساري وارو ريگيوليٽر اڏيو. ان لاڳاپيل ايراضيءَ ۾ ڪمال ڪري ڏيکاريو ۽ اڄ ڏينهن تائين انجنيئرنگ وارو شاهڪار اُتي موجود آهي جيڪو هر ڪو ڏسي سگهي ٿو.

سنڌو دريا ۾ اسانجو مشاهدو اِهو آهي تہ ان ۾ پاڻيءَ جي وهڪري ۾ ايندڙ لاڳيتو لاٽ سبب، سامونڊي پاڻيءَ جي پائڻ ۽ نتيجي طور ڪلر وگهي اُن ايراضيءَ ۾ سنڌو دريا جو اوج ۽ زرخيزي جو انت پيو اچي. سامونڊي چاڙهہ جو وسعت ڪافي وڏي آهي ۽ اِها سالن کان ذري گهٽ هڪ جهڙي آهي پر سمنڊ ڏانهن ايندڙ دريائي مٺو پاڻي لاڳيتو گهٽجي رهيو آهي ۽ اِهو گهٽجندڙ پاڻي سامونڊي پاڻيءَ کي دريا ۾ شامل ٿيڻ کان روڪڻ کان قاصر آهي. ايستائين جو مٺي پاڻيءَ جو مقدار ڪنهن قابل برداشت تناسب واري گاڏڙ لاءِ پڻ ناڪافي آهي. انڪانسواءِ، دريا جو پاڻي پڇڙيءَ واري ايراضيءَ ۾ ٻنهي ڪنڌين تي پلتجندو هو جنهن سبب ڊيلٽا ۾ سامونڊي پاڻيءَ جي حد دخلي روڪي سگهبي هئي. سامونڊي چاڙهہ کي روڪڻ واسطي پڇڙيءَ واري بيراج ۽ مناسب بندن جي اڏاوت ذريعي اسين ڀارارا برانچ واري تجربي جي روشنيءَ ۾ بهتر نتيجا حاصل ڪرڻ جي ڏس ۾ پر اُميد آهيون. پڇڙيءَ واري بيراج جي اڏاوت سان دريائي وهڪرن ۾ آيل لاٽ سبب ٿيل نقصانن جو مڪمل ازالو تہ ممڪن ناهي پر بهر صورت اهڙي انجنيئرنگ مشق سڄي دنيا ۾ عمل هيٺ آندي ٿي وڃي.

اِهو ذڪر برمحل ٿيندو تہ سامونڊي بيراج جي اڏاوت، جهڙي ريت انهن کي سڏيو ٿو وڃي، جو مامرو پاڪستان حڪومت پارت ۽ عالمي بينڪ سان پنهنجي ڳالهين دوران اٿاريو هو ۽ ان مامري کي مئي 1959 ۾ عالمي بينڪ سان ٿيل حتمي اهم ڳالهين دوران پڻ نظر انداز نہ ڪيو ويو. صدر پاڪستان پڻ سنڌو دريا ۾ فراهمين جي لاٽ لاءِ ازالي طور اهڙي ڍانچي جي ضرورت تي زور ڀريو.

چيئرمين: 11 ملين ايڪڙ فوٽ لازمي طور تي سمنڊ ۾ ڇڏيا وڃن. سنڌو جي پاڻيءَ بابت ٺاهہ جي نتيجي طور ٿيل وهڪرن ۾ لاٽ سبب ايترو پاڻي ڇڏڻو پوندو.

سيد حامد: هڪ سال دوران 11 ملين ايڪڙ فوٽ ڇهن هفتن ۾ يا ڇهن

هفتن ۾ ويندا ۽ ڇا باقي سڄو سال دريا خشڪ رهندو؟ درحقيقت آءٌ هاڃي/ نقصان جي نوعيت پيو معلوم ڪريان؟

عبدالوهاب: اڳيئي واضح ڪري چڪو آهيان تہ دريا جي مٺي پاڻيءَ جي مقدار ۾ لاٽ سبب چاڙهہ دوران سمنڊ نٽي تائين سنڌو دريا ۾ ڪاهي ٿو اچي. سنڌو دريا تي ڪچڙيءَ وارو بيراج اڏڻ لاءِ ٻهارا واري ريگوليٽر جو تجربو ڪافي آهي. اِهو ذڪر غير ضروري نہ ٿيندو تہ ڪچڙيءَ واري بيراج رٿا پاڪستان جي پهرين پنج سالن واري منصوبي ۾ شامل هئي. بدقسمتيءَ سان مالي ڏکيائين سبب اُن تي عمل نہ ٿي سگهيو.

سيد حامد: جڏهن اسان ان کي ڳالهين ۾ شامل ڪيو تہ اسان کي اِهو مسئلو مادي هاڃن/ نقصانن سبب درپيش هو. اِهو سمجهڻ ٿو چاهيان تہ اِهو ڪهڙي ريت هاڃو/ نقصان آهي؟

عبدالوهاب: حقيقت اِها آهي تہ دريا ۾ موجود مٺي پاڻيءَ جو سمورو مقدار جيڪو سمنڊ ۾ پوي ٿو سو سال جي گهٽي ياڳي حصي ۾ گهٽجي ويو آهي. جڏهن دريا جو پاڻي نہ هوندو آهي تہ سامونڊي پاڻيءَ کي نٽي تائين سنڌو دريا ۾ ڪاهي اچڻ جي کلي ڇوٽ ملي ٿي وڃي. مادي نقصان بنهہ واضح آهي.

چيئرمين: ها، ائين ئي آهي. اوهين گڏيل طور تي ڪو حل ڳولهيو. جون، جولاءِ، آگسٽ، سيپٽمبر ۽ ڊسمبر جي مهينن ۾ تمي ايندڙ پاڻي ميسر ٿو هجي.

سيد حامد: جيستائين دريا جو تعلق آهي، جڏهن پاڻيءَ جو چاڙهہ هڪ مخصوص سطح تائين پهچندو آهي تہ لوڻياٽ فقط پيٽ ۾ هوندي نہ ڪي پوکي ڪيل زمين تي. هاڻ جيستائين لوڻياٽ جي پائڻ جو تعلق آهي تہ جتي ڪلرائو پاڻي هوندو اُتيئي اِهو وقوع پذير ٿيندو ۽ اِهو پڇڻ تي مجبور آهيان تہ اِهو مادي نقصان ڪهڙي ريت آهي؟

عبدالوهاب: اِهو ڊيلٽائي علائقي ۾ زيرِ زمين پاڻيءَ کي پڻ متاثر ڪري رهيو آهي. درحقيقت دريا جو پلتجندڙ Spilled منو پاڻي زيرِ زمين لوڻيائي پاڻيءَ کي دٻائي ڇڏڻ سان گڏوگڏ زمين جي مٿاڇري تي زرخيز لٽ پڻ وڇائي ڇڏيندو آهي. سال جي گهٽي ياڳي حصي ۾ دريائي پاڻيءَ جي پلٽڻ وارو عمل گهٽجڻ يا مڪمل طور تي بند ٿي وڃڻ سبب اِهو سڄو علائقو سمر ۽ ڪلر جي ورچڙهي ويو آهي ۽ ايستائين جو ڳاڏڙ واسطي مٺي پاڻيءَ جو معمولي مقدار پڻ ميسر ناهي. رٿابندي ڪچڙيءَ وارو بيراج اڏڻ جي آهي، جنهن کان پوءِ اسين بند اڏينداسين

جيڪي اڳيئي غلام محمد بيراج رٿا تحت منظور ٿيل آهن. جهڙي ريت اڳيئي گذارش ڪري چڪو آهيان تہ سنڌو دريا ۾ مٺي پاڻيءَ جي وهڪري ۾ ٿيل لاٽ سبب ٿيندڙ نقصان '۲'و ڪٽي بہ ازالو نٿو ٿي سگهي پر ڪوشش ڊيلٽا واري ايراضيءَ ۾ زرخيز زرعي زمين کي لوڻياتي پاڻيءَ مان پهچندڙ نقصان کان بچڻ جي آهي.

اِهو پروڙيندي افسوس ٿيو اٿم تہ ان مامري کي اڻ لاڳاپيل سوالن ذريعي مونجهاري جو شڪار بڻايو ويو آهي. اِهو رٿائن جي سرشتي ۾ فراهم ڪيل هو يا نہ سو مامرو ناهي. ناهہ جي تصور تربيلا يا منگلا جي اڏاوت ناهي جن جو ناهہ سان ڪو تعلق ٿي ناهي. ناهہ فقط ٽن اولهندي دريائن جو پاڻي پاڪستان کي ۽ ٽن اوڀرندي دريائن جو پاڻي پارت کي ورهائي ڏيڻ بابت آهي. اوڀرندي دريائن جي پاڻيءَ جو نقصان پاڪستان لاءِ انتهائي وڏو هو ۽ انهيءَ وڏي شاهي نقصان سنڌ کي مادي اهنج رسايا آهن جنهن اڳ ۾ سنڌو دريا ۾ موجود سفري سهولتون پڻ وڃايون آهن. ٻين مادي هاڃن سان گڏوگڏ سمنڊ جو پاڻڻ پڻ هڪ اُگرو اثر آهي جيڪو سنڌو دريا ۾ وهڪرن جي لاٽ سبب پيش آيو آهي.

سيد حامد: اِهو مادي هاڃو ساحلي ٻيلن تي ڪهڙي ريت ٿو لاڳو ٿئي؟

عبدالوهاب: ساحلي ٻيلن جي هڪ وشال پٽي آهي. خرچ پوکٽا پيا آهن ۽ اِهي ٻيلا پنهنجي پوکجڻ جي ڪارج واسطي برقرار ٿا رکڻا پون. جيڪڏهن ڪا وٽ موجود آهي تہ جيڪڏهن اِها پاڻيءَ جي گهٽتائي سبب ميسارجي ويندي تہ اِهو عمل واضح طور تي مادي هاڃو آهي.

سيد حامد: جڏهن سيلابي پاڻي دريا کان بند ڏانهن ويندو آهي تہ انجي سطح ۾ واڌ ايندي آهي. جڏهن دريائي پاڻيءَ جي سطح ۾ لاٽ ايندي آهي تہ سيلابي ايراضيءَ ۾ آيل پاڻي بہ دريا ۾ واپس هليو ويندو آهي پر ان هوندي بہ ڪجهہ پاڻي سيلابي ايراضيءَ ۾ بيهي رهندو آهي. جيڪڏهن زمين ۾ آلاڻ جي تحفظ کي مدنظر رکندؤ تہ اِهو ڄاڻندؤ تہ زمين ۾ ڪي اهڙا سگهارا ست هوندا آهن جيڪي آلاڻ کي بيٺل پاڻيءَ جي آڌار تي فصل اُپائڻ جي گنجائش مهيا ڪري ڏيندا آهن. زمين فصلن جي اُسرڻ دوران ڪجهہ آلاڻ محفوظ ڪندي آهي. اِها آلاڻ زمين جي نڪاس واري گنجائش تي انحصار ڪندڙ تناسب سان محفوظ ٿي سگهي ٿي. هاڻ سپ کان وڏيڪ اهم ڇُلڪو ٿا مدنظر رکون جنهن جو آخري حصو اوڏي مهل ايندو جڏهن سياري جي آمد هجي ۽ آلاڻ آگسٽ يا وَ ي سيپٽمبر جي

شروعات ۾ ڪتب آندل هجي. جيڪڏهن آگسٽ جي پڇاڙ تائين اِن ايراضيءَ کي بيهر ڇُلڪو ٿو ملي تہ انجو زمين تي عروج وارن ڏينهن جيترو ئي اثر پوندو. ان ريت فصلن تي آلاڻ جو اوتروئي اثر پوندو جيترو انجي اڳ وارن ڏهن ڏينهن دوران پيو هوندو. سنڌو دريا جي مامري ۾ لاٽ گهٽ هوندي، پر جيستائين منگلا جو تعلق آهي تہ ان ۾ نسبتاً وڌيڪ لاٽ هوندي. بهرصورت جيڪڏهن سيلابي ايراضيءَ ۾ هڪ يا ٻہ فوٽ ڇُلڪو آهي ۽ جيڪڏهن اِهو زمين تي آخري ڇُلڪو آهي تہ اِهو سيلابي فصلن کي ڪوبہ اگرو اثر نہ وجهندو. اِهو منهنجو خيال آهي.

عبدالوهاب: اِهو ڪنهن وضاحت لاءِ نہ پر پنجاب ڪيس جي پوئواريءَ جو سوال آهي. پيش ڪيل تصور تي سگهي ٿو تہ پنجاب جي زمين لاءِ درست هجي پر سنڌ لاءِ ائين ناهي جتي زمين وڌيڪ ٺوٺ ۽ هڪجهڙي سانت واري ناهي. ڪنهن زمين ۾ زميني آلاڻ جي برقرار رهڻ واري عرصي کي نظر انداز ڪرڻ سائنسي لحاظ کان درست ناهي. ٻوڏ وارا چاڙهہ انهن جو معمول ۽ عرصو گڏوگڏ علائقائي گرمي داٻ زمين جي آلاڻ جي برقرار رهڻ جا انتهائي اهم پيمانا آهن ۽ سنڌ ۾ تہ اِهي سيلابي پوکيءَ ۾ پڻ اهميت رکن ٿا. انڪانسواءِ سنڌ ۾ ڪچي واري ايراضي انتهائي متاهين آهي ۽ انڪري اُتي چاڙهہ گهٽ پهچڻ جنهن سبب سيلابي ايراضيءَ ۾ ڇُلڪا پڻ گهٽ ٿا ٿين. تربيلا ڊيم جي اڏاوت کان پوءِ صورتحال اجائين وڌيڪ ابتر ٿي ويندي ٿئي پاسي، پنجاب ۾ ڪچي واري ايراضي ماٿريءَ واري پٽيءَ تي آهي ۽ دريائي سطحن ۾ معمولي واڌ ۽ ٻين فطري سهولتن سان جن جو ڏار مامري ۾ ذڪر ڪري آيو آهيان. سيلابي پوکيءَ جي امڪانن تي ڪي اثر پوڻ جو امڪان گهٽ ٿو هجي.

سيد حامد: سيلابي ڇُلڪي جي عرصي جو مڪمل رڄاءُ تي ڪو اثر نٿو پوي، جنهن جي پيمانن جي اپٽار ڪئي اٿم. جيڪي سيلابي ايراضيءَ ۾ آخري ڇُلڪي سان لاڳاپيل آهن.

عبدالوهاب: آءُ اجان بہ اِهوئي ٿو چوان تہ اسان جي نيم بياباني ايراضيءَ ۾ ٻوڏ جا چاڙهہ انهن جو معمول ۽ انهن جو عرصو سيلابي زراعت جي ڏس ۾ اهم عنصر آهن. هاڻ اِهو واضح ٿيل آهي تہ پارت جي حق ۾ ٿيل پاڻيءَ جي وڏي مقدار واري زيان سبب سنڌ ۾ سنڌو دريا جو پاڻي گهٽجي ويو آهي. مون 1960 واري ٺاهہ سبب رسنڌڙ مادي هاڃن جو ذڪر پئي ڪيو جنهن جو تربيلا يا منگلا جي اڏاوت سان ڪو تعلق ناهي. ٺاهہ ٿي دريا پارت حوالي ڪرڻ جي راهہ هموار ڪئي ۽ ٺاهہ

جي اثر/ نتيجي طور سنڌ ۾ سيلابي ايراضين کي وڏي پيماني تي نقصان رسيو آهي.

انڪري پيهر ان نڪتي تي ٿو اچان ته ڇُلڪن جي گهٽيل تعداد سبب، جيڪي هاڻ اونچائي ۽ وقوع پذيريءَ ۾ گهٽجي ويا آهن. سيلابي ايراضيون خود آگسٽ ۽ سيپٽمبر جي چاڙهه وارن مهينن ۾ به ڇُلڪي وارو پاڻي (Spill Water) حاصل ڪرڻ کان قاصر آهن. اِهو لازمي طور تي سمجهڻ گهرجي ته اسانجون زمينون نوٽ آهن ۽ انهن کي ريج لاءِ ڇُلڪي واري پاڻيءَ جا وڏيڪ عرصا گهربل هجن ٿا. پاڻيءَ جي مجموعي مقدار ۾ لاٽ سبب، ٻوڏن جا عرصا پڻ گهٽجي ويا آهن. انڪان پوءِ، ٻوڏن جا معمول پڻ گهٽجي ويا آهن ۽ انڪري سنڌ جون سيلابي ايراضيون مناسب زراعت واسطي گهربل جوڳي آلاڻ جيڪا انتهائي گرمي داٻ سان ٺهڪي اچي، حاصل ڪرڻ کان قاصر آهن. صورتحال ايتري نازڪ آهي جو ڪڏهن ته اسان کي اِها پڪ به نه هوندي آهي ته خود آگسٽ مهيني ۾ به سنڌ جو ڪچو پاڻيءَ جو ڇُلڪو حاصل ڪري سگهندو يا نه.

چيئرمين: چا ڪچي واري ايراضيءَ ۾ ڪنهن ڪينال جي گنجائش آهي؟

عبدالوهاب: ڪينالن ذريعي ڪچي وارين ايراضين ۾ پاڻيءَ جي فراهميءَ جي گنجائش آهي جيڪڏهن ڪنهن ٻئي ذريعي مان ڪچي لاءِ پاڻي ميسر ناهي ته پوءِ آبپاشي ڪينالن ذريعي انهن ايراضين کي آبپاشيءَ لاءِ پاڻي ڏيڻو پوندو. سنڌ ۾ ڪچي واري ايراضي متاهين تي آهي، انڪري ڪينال بيراج ورڪس يا ڪينال ريگيوليٽرن جي اوپاري کان ڪڍڻا پوندا. ڪنهن هنگامي صورتحال کي منهن ڏيڻ واسطي اسين انهيءَ تي اڳيئي عمل پيا ڪريون پر هاڻ اسان کي ڪچي/ سيلابي ايراضيءَ لاءِ پاڻيءَ جي تفويض گهربل آهي.

سيد حامد: بهاولپور ۽ اتر سنڌ ۾ آبهوائي ۽ ٻيون حالتون هڪجهڙيون آهن. جتي بهاولپور ۾ پاڻيءَ چوڙ (Water Delta) 3.5 فوٽ آهي، اُتي گڊو ليفٽ بينڪ ايراضيءَ لاءِ اِهو 9.2 فوٽ آهي. اِهو پاڻيءَ جو زيان ناهي؟

عبدالوهاب: اِها حقيقتن سان هٽ چراند آهي. ڪن به ٻن علائقن ۾ زمين، آبهوائي حالتون ۽ ثقافتي وهنوار هڪجهڙا نٿا ٿي سگهن. اوهان 9.2 فوٽ چوڙ ڪهڙي ريت قلهوريو آهي؟ مون ته پنهنجي پريزنٽيشن ۾ اِها ڳالهه نه ڪئي آهي.

سيد حامد: آءٌ ٿو چوان تہ اِهو 9.2 فوٽ ڇوڙ آهي.

عبدالوهاب: اِها نہ رڳو غلط بياني آهي پر يقيني طور تي غلط حساب ڪتاب پڻ آهي. گڊو جي ڪابي ڪنڌيءَ تي ڪتب آندل ڪُل پاڻيءَ ۾ هڪ مهيني کان وڌيڪ عرصي لاءِ سارين لاءِ پاڻي ۽ "يوسي" پاڻي شامل آهي. انڪانسواءِ ٽيڪنيڪي اخلاقيات ڪانسواءِ خريف جي سموري عرصي لاءِ مڪمل گنجائش وارو ڇوڙ مناسب ليکيل لڳي ٿو.

پاڻيءَ جي زيان جي حوالي سان پنهنجي عمومي گذارش ۾ ڳالهائي چڪو آهيان. بهرصورت اِهو ورجايان ٿو تہ غلام محمد بيراج ۽ گڊو بيراج جا ڪٽ سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ ۾ مقرر ڪيا ويا هئا. اِهي تفويضن آبپاشي هيٺ ايندڙ ايراضين جي پوکيءَ واري انداز ۽ پاڻيءَ جي ضرورتن کي پيش نظر رکندي طئي ڪيون ويون هيون. جيستائين غلام محمد بيراج ۽ گڊو بيراج جو تعلق آهي تہ اِنهن عنصرن ۾ ڪا عملي ڦير گهير نہ آئي آهي. اِهو چوڻ جي ڪوشش پيو ڪيان تہ سندن انجنيئرن ئي علائقي جي پوکيءَ واري انداز زمين ۽ ثقافتي وهنوارن کي آڏو رکندي انهن بيراجن واسطي پاڻيءَ جو اِهي ضرورتون مقرر ڪرڻ تي راضپو ڏيکاريو هو. ڇا هو ماضيءَ جي پنهنجي ناميارن انجنيئرن تي الزام مڙهڻ ٿا چاهين؟

سيد حامد: ايندڙ سوال اِهو آهي تہ ڇا سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ سنڌ جي نقطي نظر موجب منصفاڻي ورڇ تي ٻڌل آهي؟

عبدالوهاب: سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ جو فلسفو ان ٺاهہ ٿيڻ مهل موجود لاڳو ڪرائيندڙ حقن کي ترجيح ڏيڻ آهي ۽ انڪان پوءِ جيڪو پاڻي پاڇي هجي تنهن جي منصفاڻي ورڇ ٿيڻي هئي.

سيد حامد: جيڪڏهن اِهو منصفاڻي ورڇ تي ٻڌل آهي تہ پوءِ مامري نمبر IX(1) يعني 'ڇا منصفاڻي ورڇ لاڳو ڪرڻ گهرجي' تي اوهانجو جواب ها يا نہ هئڻ گهرجي.

عبدالوهاب: لڳي ٿو تہ اوهين ڏنل سوال پڙهي رهيا آهيو. اوهانجي پوئين سوال جي جواب تي اِهو سوال ٺهڪي نٿو.

چيئرمين: ايندڙ سوال. ايندڙ سوال.

سيد حامد: اِهو چيو ويو آهي تہ 1945 کان 1970 تائين. وبندي ون يونٽ واري عرصي دوران بہ سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ کان انحراف نہ ڪيو ويو. سنڌ

پنجاب ٺاهہ پنهنجي شق (ii)3 ۾ چوي ٿو تہ 17 فيبروريءَ کان 8 مارچ واري عرصي ۾ سکر ڪينالن کي سنڌو جي پاڻيءَ تي 34000 ڪيوسڪ واري پنهنجي گنجائش تائين جي ترجيح هوندي. ڇا ان شق جي ڪڏهن پوئواري ٿي آهي؟

عبدالوهاب: سکر بيراج هڪ جاري رٿا هو ۽ هن شق جو استعمال اوڏي مهل ئي ٿيڻو هو جڏهن ترقياتي استعمال تفويضون استعمال ڪري چڪا هجن ها. هاڻ جڏهن سکر بيراج پنهنجي رٿيل پختگيءَ تي ذري گهٽ پهچي چڪو آهي سو اِها شق استعمال ڪري سگهي ٿو ۽ اِها درحقيقت استعمال ڪئي وئي آهي. اسان جعفري صاحب جي لکپڙهہ جو هڪ نقل اڳيئي جمع ڪرائي چڪا آهيون. ان جو اصل پيهر پيش ٿو ڪريان جنهن ۾ جعفري صاحب چيف انجنيئر سکر کان پنهنجي 34000 ڪيوسڪ حصي جي گهر ڪرڻ ۽ حاصل ڪرڻ لاءِ چيو آهي. اِهو ذڪر برمحل ٿيندو تہ جعفري صاحب، ون يونٽ وارو سمورو عرصو سڄي اولهہ پاڪستان ۾ پاڻيءَ جي ورهاست لاءِ چيف انجنيئر رهيو ۽ هو هڪ انتهائي معتبر انجنيَئر آهي. 34000 ڪيوسڪ وارا اِهي انگ اکر فقط سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ ۾ ئي آهن ۽ ٻئي ڪٿي نٿا ملن. اِن سان واضح طور تي سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ جي ترجيحن سميت سمورن پهلوئن ۾ عمل درآمد جو پتو ٿو لڳي.

سيد حامد: اِها ورندي نوٽ ڪئي وڃي. سنڌ ۾ سمورين رٿائن لاءِ فراهمي سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ موجب ٿي رکي وئي. ايم آر لنڪ اندروني استعمالن سميت 22000 ڪيوسڪ جي گنجائش سان اڏيو ويو. ڇا اِهو سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ موجب هو؟

عبدالوهاب: سامهون آندل سوال اسان جي بيان جي غلط توضيع آهي. اسان اِهو چيو آهي تہ سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ ۾ طئي ڪيل سموريون رٿائون، سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ جي شقن موجب اڏيون ويون. اِهوئي بيان هو جيڪو اسان ڏنو هو.

جيستائين ايم آر لنڪ وغيره جو تعلق آهي تہ اِهي فقط پائيپ لائنون هئا جيڪي ڀارت طرفان ڏاڍ مڙسيءَ ذريعي ايرندي دريائن جو پاڻي روڪڻ واري ڌمڪيءَ کي منهن ڏيڻ لاءِ اڏاوت هيٺ آيا. مرڪزي حڪومت اُن وقت بہ اسان کي خاطري ڪرائي هئي تہ سنڌ سان صلاح مشوري کانسواءِ پنجاب ۾ ڪابہ رٿا نہ اڏي ويندي ۽ اهڙي خاطريءَ جو نقل اسين پنهنجي بيان ۾ اڳيئي شامل ڪري چڪا آهيون. جيستائين ايم آر لنڪ جي اندروني استعمالن جو تعلق آهي تہ اِهي پائيپ لائنن مان اختيارن کانسواءِ ڳانڍاپن کانسواءِ ڪجهہ بہ ناهن.

سيد حامد: ايندڙ سوال اِهو آهي تہ سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ جي ڪهڙي شق تحت بلوچستان ۾ پٽ فيڊر جي نين ايراضين کي پاڻي ڏنو ويو؟

عبدالوهاب: نين ايراضين يعني پٽ ايراضين کان ٻاهر وارين ايراضين کي ون يونٽ دوران سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ کان متيرو پاڻي ڏنو ويو. پٽ فيڊر کي نين ايراضين واسطي ڪابہ تفويض ناهي.

سيد حامد: سنڌ طرفان ڪلري (ڪينجهر) ڍنڍ مان ڪراچيءَ کي ميونسپل پاڻي ۽ غلام محمد بيراج مان آبپاشي فراهمين لاءِ ڪهڙي نسبتاً ترجيح مقرر ڪئي وئي آهي؟

عبدالوهاب: پيئڻ واري پاڻيءَ کي زرعي گهرجن تي سدائين ترجيح حاصل رهي آهي پر مختلف اسمن لاءِ ڪنهن ڪينالي سرشتي ۾ ترجيحون طئي ڪرڻ سنڌ پنجاب ٺاهہ جو ڪم ناهي جيڪو پاڻيءَ جي تفويضن جي ترجيحن بابت ٺي آهي. انڪانسواءِ ترجيح نمبر V ۾، سمورين نوعيت جي شين لاءِ اسان واسطي پاڇي فراهميون موجود هيون. سنڌ کي رڳو سنڌو دريا مان پاڇي فراهمين جو 75 سيڪڙو حصو حاصل هو.

سيد حامد: ڇا سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ مڪمل طور تي عمل هيٺ رهيو آهي؟

عبدالوهاب: سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ سدائين مڪمل طور تي عمل هيٺ رهيو آهي.

سيد حامد: سنڌ محسن علي ڪميٽيءَ ۾ سنڌو مان 25000 ڪيوسڪ واري ٽرانس ٿل لنڪ جي اڏاوت تي راضپو ڏيکاريو. ڇا اِهو سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ سان مطابقت ۾ هو؟

عبدالوهاب: اِها حقيقتن جو غلط اظهار آهي جنهن جي اپٽار ٿو ڪريان. پهرين اُهو رڪارڊ پيش ڪجي جنهن تي اسين سهمت ٿياسين. بظاهر ٿيو اهو جو ڪميٽيءَ ۾ اِهو بحث اُٿيو تہ ڀارت متبادل رٿائن جي مڪمل ٿيڻ کان اڳ اپرندي دريائن جو پاڻي روڪي سگهي ٿو انڪري عارضي انتظام ڪرڻ گهرجن. ڇاڪاڻ جو ڀارت لاڳيتو ڇتاءُ ڏئي رهيو هو تہ هو پاڻي روڪي ڇڏيندو ۽ پاڪستان کي ان بابت انتهائي ڳڻتي هئي. ان بحث جي نتيجي ۾ سنڌ، ڪميٽيءَ جي هڪ ميمبر طور، حب الوطني جي اظهار طور آڇيو تہ ڪنهن هنگامي صورتحال جي پيدا ٿيڻ ۽ ڀارت طرفان يڪطرفي طور تي پاڻي روڪڻ جي صورت ۾ هوءَ ٻين سان گڏ پنهنجي حصي جو پاڻي پنجاب لاءِ قربان ڪندي. ڪنهن ڇوڙ واري گنجائش

ڪانسواءِ سنڌ جي لنڪ جي ڳالهه ڪا پيدا ٿيل هنگامي صورتحال ڪي منهن ڏيڻ واسطي هئي جيڪا صورتحال ڪڏهن پيدا نه ٿي.

اِهو حقيقتن جي اُبتڙ آهي ته ڪميٽيءَ ۾ 25000 ڪيوسڪ گنجائش واري لنڪ جو ڪو فيصلو ٿيو هو. درحقيقت سنڌو جي پاڻيءَ بابت ٺاهه جي ڪري هنگامي صورتحال ڪڏهن پيدا ٿي نه ٿي جو پاڪستان طرفان انجي متبادل رٿائن جي مڪمل ڪرڻ تائين پارت اپرندي دريائن مان پاڪستان کي پاڻيءَ جي فراهمي جاري رکي.

اِهو انتهائي افسوسناڪ ۽ ايذائيندڙ آهي ته پنجاب ڪنهن پيدا نه ٿيل هنگامي صورتحال لاءِ اسانجي حب الوطنيءَ جي نيڪ نيتيءَ واري اهڙي اظهار کي پنهنجي مفاد ۾ استعمال ڪيو.

سيد حامد: اٿاريل نڪتو فقط اِهو هو ته ڇا اِهو سنڌ ـ پنجاب ٺاهه کان انحراف هو؟

عبدالوهاب: منهنجو جواب واضح آهي ته اِها فقط ڳالهه هئي جنهن جو سنڌ ـ پنجاب ٺاهه سان ڪو واسطو نه هو ۽ 25000 ڪيوسڪ جا انگ اکر حقيقتن کان مٿيرو آهن.

سيد حامد: سنڌ ـ پنجاب ٺاه ۾ تفويض ڪيتري آهي؟ ان ۾ آخري بيراج غلام محمد بيراج ڪانسواءِ پيون ڪيتريون ئي تفويضون آهن.

عبدالوهاب: اِهي سنڌ جي بيان ۾ شامل آهن. سنڌ ـ پنجاب ٺاهه ۾ ڪيتريون ئي تفويضون شامل آهن پر غلام محمد بيراج، سنڌو دريا تي آخري بيراج هئڻ سبب فطري طور تي دريا ۾ ايندڙ سمورو پاڻي ڪٽندو نه ڍڪي انکي سمنڊ برد ٿيڻ لاءِ ڇڏيندو. انڪري اسان وٽ پنهنجي انهيءَ رٿا ۾ وڌيڪ پاڻي جذب ڪرڻ جي گنجائش آهي. سنڌ ـ پنجاب ٺاهه جي نتيجي طور اِها رٿا ۽ اِهي وڌيڪ گنجائشون حڪومت پاڪستان جون منظور ڪيل آهن.

سيد حامد: غلام محمد بيراج جو ماسٽر پلان 50000 ڪيوسڪ جو ڇوڙ ٿو ڏيکاري

عبدالوهاب: جيڪڏهن حڪومت پاڪستان ڪو اضافي پاڻي منظور ڪيو آهي ته ان جو هن موضوع سان ڪو سروڪار ناهي.

سيد حامد: خيرپور اسڪارپ لوٽيائي پاڻيءَ جي گاڏڙ کان پوءِ روهڙي ڪينال جي پاڻيءَ جو معيار ڇا آهي ۽ حقيقي ماهوار گهرج ڇا آهي؟

عبدالوهاب: اِها دستاويزي معلومات آهي جيڪا مهرباني ڪري نوٽ ڪرڻ گهرجي.

سيد حامد: زيرِ زمين پاڻيءَ بابت گذارش ۾ اِهو ڄاڻايو ويو ته سنڌ ۾ زيرِ زمين پاڻيءَ جا ننڍرا حصا ئي آهن. ائين آهي ڇا؟

عبدالوهاب: ميسرز هنٽنگس رپورٽ جا انگ اکر پنهنجي پريزنٽيشن دوران پيش ڪيا اٿم. گڊو واري ايراضيءَ ۾ استعمال جوڳي زيرِ زمين پاڻيءَ ڪي ڪينالي سرشتن سان ڳنڍيل ننڍو سگهجي جيڪي غير مدامي آهن. غلام محمد بيراج واري ايراضيءَ ۾ استعمال جوڳو زيرِ زمين پاڻي ناهي. سکر بيراج جي ساڄي ڪنڌيءَ تي به لوڻياٺو پاڻي آهي. فقط به ماڳ اتر روهڙي ۽ ڏکڻ روهڙيءَ جون رتا واريون ايراضيون آهن. اتي به واپڊا جي لڳايل ٽيوب ويلن مان ڪوبه ڪم نه پيو ڪري ۽ نه ئي انهن جي ڪڏهن ڪم ڪرڻ جي اميد آهي ڇاڪاڻ جو اُت بجلي جو ڪو بندوبست ئي ناهي. سنڌ کي بدقسمتيءَ سان خراب رٿابنديءَ جا اُگرا نتيجا ڀوڳڻا ٿا پون.

سيد حامد: ايل آءِ پي رپورٽ استعمال جوڳو زيرِ زمين پاڻي 3.4 ملين ايڪڙ فوٽ تي ڄاڻائي. بهر صورت اهو ڄاڻڻ چاهيندس ته پنجاب ڪيترو لوڻياٺو پاڻي دريا ۾ اڇلائي رهيو آهي؟

عبدالوهاب: چيئرمين صاحب! مون اِهو بيان ڏنو ته سنڌ ۾ دريائي پاڻي پنجاب ۾ دريائي پاڻيءَ جي پيٽ ۾ وڌيڪ لوڻياٺو آهي. اِهو ممڪن آهي ته بعد ۾ پنجاب لوڻياٺو پاڻي دريائن ۾ نيڪال ڪري. جيڪڏهن اِهو ٿئي ٿو ته پوءِ سنڌ کي گاڏڙ جي مقصدن واسطي دريائن جي مٺي پاڻيءَ جي اضافي ڪوٽا ڏني وڃي.

**اتر اولهه سرحدي صوبي جي عيوضي سلطان محسود طرفان اٿاريل سوال جي ورنديءَ ۾ سنڌ صوبي جي عيوضي طرفان پيش ڪيل وضاحتون**

سلطان محسود: ٿاهه جي نتيجي ۾ پهچندڙ نقصانن تي ڳالهه ٻولهه ڪندي، ڇا آبي ذخيرن جي اڏاوت ٻوڏ جي نقصانن کان بچاءُ فراهم نٿي ڪري؟

عبدالوهاب: ان جو جواب ٿاهه جي اثرن سبب سنڌ کي پهچندڙ مادي هاڃن وارن پارهن اسمن مان هڪ ۾ ڏنل چڪو آهيان. اسم نمبر 10 پڙهندس:

"ٿاري نه سگهجندڙ ٻوڏن سبب دريائي وايو منڊل ۾ ابتري ايندي ۽ نتيجي طور دريائي بندن ۾ گهارن جو خطرو وڌندو."

ان ريت خطرو وڌيڪ هوندو ۽ بچاءُ بنهه ناهي. اڳي اسين سدائين تيار

هوندا هئاسين. منهنجي خيال ۾ ان سان اوهانجي سوالن جي اپٽار ٿئي ٿي.

سلطان: ڇا هيٺانهين واري جڳهين جي پيٽ مٿاهين جڳهين تي ذخيرو ڪيل پاڻي استعمال ڪرڻ وڌيڪ سستو نہ ٿيندو؟

عبدالوهاب: پاڻيءَ جي ورهاست سدائين تاريخي حقن کي مدنظر رکندي ٿيندي پئي رهي آهي. انڪانپوءِ سنڌو تي ذخيرن مان متبادل فراهميون سنڌ کي ڏيڻيون پونديون. ڇاڪاڻ جو اِهو بہ اسانجو حق آهي. باقي بچندڙ پاڻي ٺاهہ جي نتيجي ۾ هر صوبي کي رسندڙ مادي اهنجن کي آڏو رکندي منصفاڻي انداز ۾ ورچ ڪيو وڃي.

چيئرمين صاحب! اضافي پاڻيءَ جي ورچ ڪندي اوهان کي سموري عنصر آڏو رکڻدا پوندا ۽ ڪفائتي استعمال فقط هڪ عنصر آهي.

سلطان: سارين جي فصل جي پچي راس ٿيڻ جو عرصو ڪيترو آهي؟

عبدالوهاب: سائنسي بنيادن تي سارين جي پچي راس ٿيڻ جو عرصو تي ڪان چار مهينا آهي پر سارين جي فصل تي لڳندڙ عرصي ۾ پوکيءَ جو عمل ۽ غير مدامي ايراضين ۾ جتي ساريون پوکجن ٿيون. مُند جي پڇاڙ ۾ 'بوسي' پاڻي پڻ ڏيڻو ٿو پوي. انڪري اسانجي سارين وارين ايراضين ۾ پاڻي خريف جي سڄي مُند دوران هئڻ گهرجي. اِهو لازمي طور تي سمجهڻ گهرجي تہ اسان جون سارين واريون ايراضيون انتهائي وسيع آهن. درحقيقت اِهي لکين ايڪڙن تي آهن ۽ هن مهل هڪ ئي وقت تي سارين جي سمورين ايراضين تي پوکي جو ڪو انتظام ناهي. ان ڪان سواءِ سنڌ جي غير مدامي ڪينالن ۾ پاڻيءَ جي گهرج فقط سارين لاءِ ئي ڪونهي ۽ ان ڪري خريف جي سڄي مُند لاءِ وهڪرو ناهي.

سلطان: مون کي ڪو وڌيڪ سوال ناهي پڇڻو.

عبدالوهاب: جيڪڏهن پنجاب جو ميمبر ڪو وڌيڪ سوال ڪرڻ چاهي تہ جواب لاءِ حاضر آهيان.

سيد حامد: سيلابي ايراضين ۾ فراهمين جي استعمال لاءِ ڇا ٿا رٿيو؟ ڇا اِهو لفٽ ذريعي ٿيندو؟

عبدالوهاب: اسين ڪڇي جي ايراضيءَ ۾ چينل وڌائيندي اسان جي ڪينالي سرشتي ذريعي سيلابي ايراضين کي سيراب ڪرڻ جو رٿيون ٿا.

چيئرمين: آءُ بہ اِهو ڄاڻڻ جي ڪوشش ۾ هئس تہ ڇا ڪينالي سرشتي ذريعي سيلابي ايراضين کي سيراب ڪرڻ ممڪن ٿيندو. سو اوهين ٿا چئو تہ

اوهان کي چينل کوٽڻا پوندا. ٻوڏ دوران انهن چينلن کي رسندڙ نقصانن کان بچڻ واسطي انهن تي نظر رکندي پوندي.

عبدالوهاب: سنڌ ۾ ڪچي جي ايراضي ٻوڏ جي بچاءَ بندن ۽ دريا جي وچ ۾ آهي. چينل ڪنهن مناسب مٿاڇري، ترجيحي طور تي بند جي متوازي کوٽيا ويندا. چينل کوٽڻ سان گڏ اسين ٻي ڪنڌي پڻ ٺاهينداسين جتان پاڻي ٻيو رُخ وٺندو. هڪ ته اُتي ڪنهن وڏي پيماني جي ٻوڏ جو ڪو خطرو ناهي، پر اهڙي صورت ۾ جيڪڏهن اِها مختصر عرصي لاءِ آئي به ته ٻوڏ جو پاڻي چينل جي ڪنڌي ذريعي روڪيو ويندو.

چيئرمين: وڌيڪ ڪو سوال؟

سيد حامد: مون وٽ ڪو وڌيڪ سوال ناهي.

## 31مئي 1971 تي جسٽس فضل اڪبر جي صدارت ۾ لاهور ۾ ڪوٺايل سنڌو جي پاڻيءَ بابت ڪميٽيءَ جي گڏجاڻيءَ جي ڪاروائي (ٻي ويهڪ)

عبدالوهاب: چيئرمين صاحب ۽ مانوارا ميمبر!

هن ڪميٽيءَ جي پڌري ڪيل ايجنڊا موجب، هيءُ ٻيو موقعو صوبن جي وراڻي لاءِ مقرر ڪيو ويو آهي. تاهم اوهانجي خواهش موجب، آءُ ان موقعي تي سنڌ ڪيس جي پريزنٽيشن جي پڄاڻي واسطي پاڻيءَ جي ورڇ سان لاڳاپيل انتهائي اهم نڪتن کي نبيرڻ لاءِ استعمال ڪندس.

سائين! سنڌ جي خوشحالي سنڌو دريا ۾ اڻ روڪ وهڪرن سان ڳنڍيل آهي ته جيئن اِها پنهنجا تاريخي حق ۽ مستقبل جي ترقي ماڻي سگهي. اِهوئي سبب آهي جو پنهنجي سنڌ جي ڪيس جي مرڪزي شروعات صورتحال جي ڳنڀير تا واضح ڪرڻ سان ڪيم جيڪا سنڌو جا لنڪ ڪنهن اثرائتي ڪنٽرول کانسواءِ يا گمراهه ڪُن انداز ۾ هلائڻ جي صورت ۾ پيدا ٿي سگهي ٿي. انڪري هيءُ ٻيو موقعو به ساڳي موضوع سان شروع ڪرڻ چاهيندس جيڪو اسانجي مسڪين زرعي معاشري جي بقا لاءِ انتهائي اهم آهي.

پنهنجي شروعاتي گذارش ۾ اِهو چٽي ريت واضح ڪيو اٿم ته سنڌ طاس ترقياتي فنڊ ۽ پاڪستان، ٻين همڪار ملڪن ۽ بينڪ طرفان ٺاهه تي صحين جو مقصد پاڪستان کي رٿائن جي سرشتي جي اڏاوت جو اهل بنائڻ هو جيڪو نه رڳو ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالي پاڻيءَ جو متبادل فراهم ڪري اولهه پاڪستان ۾ آبپاشيءَ جي جوڳي واڌ ويجهه جو پڻ سبب بڻجي.

پاڪستان سدائين ان تي زور پريندو رهيو ۽ آخرڪار بينڪ کي اِهو باور ڪرائي سگهيو تہ ان کي سنڌو طاس ترقياتي فنڊ ۾ قرض واري ناهہ مان اهڙا ڪم ڪرائڻ جي آزادي هئڻ گهرجي جيڪي پاڪستان طرفان ضروري ليکيا وڃن. پاڪستان کي رٿائن جي چونڊ جي لچڪ حاصل هئي ۽ اُن فطري طور تي اهڙين رٿائن جي چونڊ ڪئي جيڪي آزاداڻي مالي ناهن تحت ميسر وڏي شاهي مالي سهائتا کانسواءِ اُن لاءِ پنهنجي سر حاصل ڪرڻ ممڪن نہ هيون. فنڊ ناهہ تحت ڪنيل رٿائن جي سرشتي ذريعي ڪجهہ صلاحيتن جي پيدا ڪرڻ لاءِ حڪومت پاڪستان جي منظوريءَ جو چٽي طرح يا مبهم طور اِهو مطلب ناهي تہ انهن صلاحيتن جي عملي تفصيلن کي پڻ حڪومت پاڪستان جي منظوري حاصل آهي. وڌيڪ تُز ريت ڪنهن رٿا يا رٿائن جي منظوري، انهن رٿائن جي مڪمل ٿيڻ تي هلائڻ واري وهنوار جي معياد، انداز ۾ حالتن جي منظوريءَ جي حامل ناهي.

· چيئرمين: اِهو سمجهان تہ اوهان چئو ٿا تہ چشما جهلم لنڪ جي گنجائش 22000 ڪيوسڪ آهي پر ان جو مطلب اِهو ناهي تہ اِهو سدائين 22000 ڪيوسڪ سان وهي؟ ها ان جي گنجائش جي حد آهي ۽ ان جي عملي پيماني جو فيصلو ڪرڻ ڪميٽيءَ جي ذمي آهي.

عبدالوهاب: جيءَ سائين! پر اڳتي هلي انهن سمورن نڪتن کي واضح ڪندس تہ ناهہ جا حقيقي نتيجا ڇا سامون آيا يا ڪهڙا عنصر ناهہ سان لاڳاپيل آهن ۾ متبادل فراهمين ۾ انهن جي جزن جي حصن جي پڻ ڳالهہ ڪندس. انهن سمورين حقيقتن کي ڄاڻڻ انتهائي ضروري آهي تہ جيئن اسين سنڌ جي نقطي نظر جي حوالي سان سمورن معاملن بابت بنهہ واضح هجون.

سائين! ميسر پاڻي ۾ حصيداريءَ لاءِ مختلف موجوده رٿائن کي اختيار ڏيڻ يا اجازت ڏيڻ جي معاملو مختلف رٿائن جي سرشتي جو عمل درآمد لاءِ حڪومت پاڪستان جي منظوريءَ سان ڪو معمولي تعلق بہ نہ هو.

IBAB طرفان تيار ڪيل رٿائن جي سرشتي جو منصوبو (جنهن لاءِ ان کي حڪومت پاڪستان قائم ڪيو هو) هڪ محدود مقصد لاءِ هو جهڙي ريت پنهنجي آڳاٽي پريزنٽيشن ۾ ڄاڻائي آيو آهيان. جيڪڏهن سنڌو دريا مان تريمو پنجند ۾ اسلام کي پرڻ جهڙو ڪو رٿا جو منصوبو انهن رٿائن جو وهنوار وڌائڻ لاءِ شامل ڪيل هو تہ اِهو 1960 واري سنڌو جي پاڻيءَ بابت ناهہ ذريعي پاڪستان کي مليل پاڻيءَ جي ڪارائتي استعمال لاءِ وڏي پيماني واري مالي امداد تحت

رٿائن جي سرشتي جي اڏاوت واسطي پاڪستان جو هدف حاصل ڪرڻ لاءِ بيئنڪ ۽ بين دوست ملڪن سان ڳالهه ٻولهه ڪري ڪين سهمت ڪرڻ واسطي هو. پاڪستان حڪومت طرفان تيار ڪيل دليل. تيار ڪيل مواد / منصوبا يا اختيار ڪيل موقف ڪنهن بہ ريت صوبن جي قانوني حقن کي هاڃو رسائڻ واسطي نہ هئا. پاڪستان حڪومت تصديق ڪئي آهي تہ ان طرفان تيار ڪيل سمورو مواد يا ان طرفان اختيار ڪيل موقف پاڪستان طرفان هڪ گڏيل موقف پيش ڪرڻ واسطي قومي مفادن وٽان ضروري هئا. اِهي ڪنهن بہ ريت مقامي طور تي استعمال واسطي نہ هئا. درحقيقت، انهن جو رٿائن جي سرشتي سان ڪو ڏورانهون تعلق بہ نہ هو تہ اِهي دراصل ڪهڙي ريت هلايا ويندا. اِها حڪومت پاڪستان طرفان خاطري ڪرايل هئي تہ پاڪستان جي مختلف لاپ پرائيندڙ صوبن وچ ۾ ضرورتون/ تڪرار هڪ مناسب ۽ منصفاڻي انداز ۾ جيڪڏهن ضروري ٿيو تہ ڪنهن اڻ ڌرئي ڪميشن جي قيام ذريعي نبيريا ويندا. سائين! تاريخ 6 نومبر 1954 تي جاري ڪيل ڊي او ليٽر نمبر سيڪريٽري: /54/8735 تو پيش ڪريان جنهن تحت پاڪستان حڪومت ملڪ جي سمورن صوبن کي جيڪي سنڌو طاس جي پاڻين سان ڳنڍيل هئا، خاطري ڪرائي هئي. اِهو خط صنعتن واري وزارت حڪومت پاڪستان طرفان آهي. اِن خط جو پسمنظر قلهوڙيو اٿم ۽ چاتم تہ اِهو دراصل سنڌ جي زور پرڻ تي جاري ڪيو ويو. جيڪا هيٺانهين ڪنڌيءَ تي هئڻ ڪري پنهنجي تاريخي حقن جي تحفظ لاءِ سدائين چوڪس پئي رهي آهي. هيءَ اُهو خط آهي جيڪو سنڌو طاس پاڻيءَ جي تڪرار بابت ڳالهين لاءِ سهولتڪاري ٿو ڪري. انجو هڪ ٽڪرو پڙهان ٿو:

"سنڌو طاس پاڻيءَ جي تڪرار بابت ڳالهين ۾ اولهہ پاڪستان جي مختلف يونٽن وچ ۾ حيثيت واضح ڪرڻ لاءِ سهولتڪاريءَ واسطي، ان جي تعريف ڪرڻ چاهيندس تہ مختلف يونٽن طرفان مرڪزي حڪومت کي فراهم ڪيل موقف ڪنهن بہ يونٽ جي قانوني حقن سان مت پيد کان مڪمل طور تي وانجهيل آهن.

اهو قومي مفادن وٽان آهي تہ هڪ گڏيل موقف پاڪستان جي مجموعي موقف طور پيش ڪيو وڃي. پاڪستان ۾ يونٽن وچ ۾ ڪوبہ تڪراري نڪتو مناسب ۽ اتفاق پرئي انداز ۾، جيڪڏهن ضروري ٿيو تہ مرڪزي حڪومت طرفان ڪنهن اڻ ڌرئي ڪميشن جي مقرريءَ ذريعي نبيريو ويندو."

ڪجھ رٿائن جي مڪمل ٿيڻ ڪانپوءِ اِهو ڏٺو ويو تہ انهن رٿائن جي اڏاوت سبب قائم ڪيل سمورين اضافي گنجائشن تي هڪ صوبي طرفان والار ڪئي وئي. اِهو ٽڪراءُ ۽ تڪرار جو سبب بڻيو ۽ ان ڪري رٿائن جي سرشتي ذريعي پيدا ٿيل اضافي گنجائش وارو پاڻي مختلف صوبن ۾ ورهائڻ واسطي حڪومت پاڪستان هيءَ معزز ڪميٽي جوڙي. انڪري اِهو پروڙيو تہ حڪومت پاڪستان جو رٿائن جي انهيءَ سرشتي جي عملي تفصيلن بابت ۽ نہ ئي اولهہ پاڪستان جي سنڌو دريا جي ڪينالي سرشتي کي ٻن زونن ۾ ورهائڻ بابت ئي ڪو فيصلو ڪيل آهي جنهن جي پنجاب طرفان پرچار ڪئي وئي آهي.

اتر اولهہ سرحدي صوبي، سنڌ ۽ بلوچستان واضح طور تي "زوننگ" واري تصور جي ساک کي رد ڪري ڇڏيو آهي. ڳالھ جي طور تي بہ 'زوننگ' وارو تصور هڪ رٿ جي حيثيت وارو ئي هو. حڪومت پاڪستان طرفان انهيءَ تصور کي فيصلي جي حيثيت ڏيڻ بابت ڪو نوٽيفڪيشن جاري ٿيل ناهي. ان تصور کي رٿ طور آڻڻ وارو عمل بہ پنجاب طرفان مامرو نمبر II(4) ۽ (5) نبيرينديءَ سامهون آيو. جيئن تہ انهيءَ رٿ جو عملي وهنوار، جيڪو دراصل هڪ مختلف مقصد واسطي ئي هو پنجاب ڪانسواءِ ٻين سمورن صوبن جي مفادن ۽ تاريخي حقن کي انتهائي مادي اهنج رسائڻ جو باعث ثابت ٿيو آهي، هيءَ معزز ڪميٽي رٿائن جي سرشتي جي اڏاوت سبب حاصل ٿيل اضافي پاڻيءَ جي ورڇ ڪندي انهيءَ رٿ کي رد ڪرڻ جو فيصلو ڪري.

چيئرمين: وري اِهو پڇندس تہ جڏهن پنهنجا دليل پيش ڪريو تہ پهرين سنڌو جي لنڪس جي عملي وهنوار ۽ ان کان پوءِ 'زوننگ' واري تصور بابت سمورا نڪتا/ دليل ٻڌڻ چاهيندس.

عبدالوهاب: 'زوننگ' تصور بابت پنهنجا دليل اڳيئي داخل ڪرائي چڪو آهيان. ان جي ڪابہ قانوني اهميت ناهي. جيڪڏهن تريمو پنجند ۽ اسلام کي سنڌو مان پرڻ کي 'زوننگ' جي مفهوم ۾ ٿو ورتو وڃي تہ اِها گذارش ڪندس تہ ان رٿائن جي سرشتي جي منصوبي واسطي تيارين لاءِ پنهنجو هدف ماڻي ورتو آهي. دوست ملڪ ۽ عالمي بينڪ ڪجھ رٿائن لاءِ فنڊ ڏيڻ ۾ دلچسپي رکندڙ هئا ۽ انهن رٿائن جي عملي وهنوار ۾ سندن ڪابہ دلچسپي نہ هئي. اِهوئي سبب هو جو وڏ کان وڏ گنجائش / صلاحيت سان انهن رٿائن جا نالا ڏيکاريندڙ هڪ فهرست ئي تيار ڪئي وئي. ان جي وڏيڪ اُپٽار جي ضرورت نظر نٿي اچي.

سنڌو لنڪس جي عملي وهنوار جي حوالي سان اِهو سنڌ جو توريل تڪيل موقف آهي تہ سنڌو لنڪس ذريعي ذيلي زون ڏانهن پاڻيءَ جي منتقلي يا وٿت جي ڪنهن افق سان اهڙي منتقليءَ جو ڪو مقدار ڪنهن بہ ريت عالمي وعدن جي ڪنهن قسم جي پيچيدگيءَ جو باعث آهي. سنڌو زون ۽ جهلم - چناب زون ۾ شامل ڪرڻ واري اولهہ پاڪستان جي 'زوننگ' واري نام نهاد اصطلاح جي ڪابہ قانوني حيثيت ناهي.

سائين! رٿائن جي سرشتي جي اڏاوت سان هيٺيان مقصد حاصل ٿيڻ جي توقع هئي:

(a) انهن ڪينالن لاءِ فراهمين جو متبادل حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻيءَ جي منتقلي فراهم ڪرڻ جن جا ذريعا ڀارت حوالي ٿي ويا.

(b) اولهہ پاڪستان ۾ جوڳي واڌي آبپاشي ترقي فراهم ڪرڻ.

(c) اولهہ پاڪستان لاءِ 300000 ڪلو واٽس هائيڊرو اليڪٽرڪ پاور پيدا ڪرڻ.

(d) نئين سر بحالي ۽ نڪاس ۾ اهم / جوڳي حصيداري ڪرڻ.

(e) اولهہ پاڪستان ۾ ٻوڏ کان بچاءَ جا اُپاءَ وٺڻ.

انڪري سمورن صوبن کي متبادل فراهمين، اضافي آبپاشي ترقي، هائيڊل پاور ۽ نئين سر زمين جي حصول مان لاڀ پرائڻ جي توقع هئي. اِهو اياڳ ليکبو (بدنصيبيءَ سان) تہ فطري انصاف جي سمورن اصولن جي ابتڙ، IBAB جي رٿ موجب اِهي لاڀ، فقط پنجاب کي ئي پلئہ پيا. درحقيقت، سڀ ڪجهہ بشمول نام نهاد جهلم - چناب زون ۾ منگلا جي، فقط پنجاب جي ئي استعمال لاءِ مختصر اعلانيل آهي. اهڙي رٿ خاص طور تي سنڌ کي ايذائي ٿي جنهن پنهنجي ڪنهن نقص يا ڪوتاهيءَ ڪانسواءِ ٽن ايرندي دريائن جي پاڻيءَ جو هڪ جوڳو مقدار وڃايو آهي.

ان ڏس ۾ اوهان جو ڌيان ننڍي کنڊ جي ورهاڱي کان پوءِ ڀارت - پاڪستان پاڻي تڪرار بابت ڪوليئر رسالي جي آگسٽ 1951 واري پرچي ۾ ڊيوڊ للينٿل جي لکيل مضمون ڏانهن ڇڪرائيندس. سندس مضمون جو هڪ واسطيد ٽڪرو ورجايان ٿو:

"پنجاب جي جيوت لاءِ اهميت رکندڙ وهڪري کي ورهاڱي ۾ ايترو لاپرواهيءَ سان چوٽڪلايو ويو تنهن بابت ڪنهن کي بہ ڪوبہ پتو ناهي."

منهنجو مقصد ورهاڱي مهل پنجاب طرفان ڪيل وڏين غلطين جي تفصيلن ۾ وڃڻ ناهي ڇاڪاڻ جو اِهو موضوع ڪان هٽڻ ٿيندو. فقط اِهو ذڪر ڪرڻ تائين پنهنجو پاڻ کي محدود رکندس ته پنجاب تاريخي طور تي متاهين ڪنڌيءَ تي هئڻ ڪري، جنهن تي هو ورهاڱي سبب حادثاتي طور تي اچي ويا، هيٺانهين ڪنڌيءَ وارن جي پيڙا جو ادراڪ ڪرڻ کان قاصر آهي. بدقسمتيءَ سان پاڪستان کي انهيءَ نازڪ مامري جي لاپرواهيءَ واري انداز ۾ ورتاءُ سبب ڀوڳڻو ٿو پوي. جيڪڏهن اسانجي تاريخي حقن ۽ ايستائين جو هاڻوڪن استعمالن جو ذيان ڪندي سنڌو جو پاڻي پنجاب طرفان ذيلي زون ڏانهن منتقل ڪيو ويو ته پوءِ سنڌ جي اهنجن جو احساس ڪرڻو ئي پوندو.

پنهنجي پوئين پريزنٽيشن ۾ داخل دفتر ڪيو اٿم ته ترميم. پنجند ۽ اسلام کي سنڌو دريا مان پرڻ واري ڪنهن رٿ جو مطلب انهن کي مڪمل طور تي سنڌو دريا تي منحصر ڪرڻ ناهي. اِهو به واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم ته پرڻ وارو اِهو عمل بڪ جي حد تائين هئڻ گهرجي. يا ٻين لفظن ۾ گهرج ۾ ڪوٽ جي حد تائين. ۽ ان دوران سنڌو دريا جي مرڪزي پيٽ تي موجود رٿائن تي ڪوٽ آڻڻ جو سبب نه بڻجڻ گهرجي. جيتوڻيڪ سنڌ ذيلي زون جي رٿائن کي سنڌو جي مرڪزي وهڪري مان پرڻ واري رٿ سان سهمت ناهي پر پنهنجو نڪتو واضح ڪرڻ واسطي خود پنجاب طرفان ڪميٽيءَ کي فراهم ڪيل ۽ انحصار ڪيل لکپڙهه مان پنهنجي ڳالهه ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس.

سائين! هيءَ آهي تونسا - پنجند لنڪ بابت نوٽ جيڪو پنجاب پنهنجي بنيادي پريزنٽيشن دوران ورهايو. مهرباني ڪري 'عمومي' جي سري هيٺ صفحو نمبر 1 جاچيو جيڪو پڙهان ٿو:

"تونسا - پنجند لنڪ ڪينال کي پاڻيءَ جي فراهمي سنڌو دريا مان ڪئي ويندي، پنجند هيڊ ورڪس کان ڪينالن جي گهرجن جو پورائو جنهن حد تائين ان هيڊ ورڪس تي چناب/ ستلج وارن وهڪري مان نه ٿي سگهندو."

مهرباني ڪري "لنڪ آپريشن" جي سري هيٺ صفحي نمبر 3 تي اچو جنهن ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته:

"جيتوڻيڪ تونسا بيراج تي فراهميون سدائين ميسر رهنديون، ان هوندي به انهيءَ لنڪ لاءِ فراهمين جي تفويض تونسا بيراج جي لهواري وهڪري تي ڪچندڙ چينلن جي گهرج کي مدنظر رکڻ کان پوءِ ڪئي ويندي. تربيلا کان اڳ

واري دور جي ڪجهہ موقعن دوران، ٿي سگهي ٿو تہ پنجند ڪينالن جي مڪمل گهرجن جو پورائو ڪرڻ واسطي لنڪ هلائڻ لاءِ جوڳيون فراهميون ميسر نہ هجن......"

هيءَ سنڌو جي مرڪزي وهڪري مان ذيلي زون جي رڻائن ڪي پيرڻ واري نام نهاد رٿ جي سنڌ جي اپٽار جي تعريف ٿو ڪري اِها اتفاق سان ان جي بہ تعريف ٿي ڪري تہ عملي وهنوار اجان طئي ٿيڻو آهي ۽ پنجاب اِها ڳالهہ تسليم ٿو ڪري.

اِن کي هڪ ٻئي نوٽ مان ثابت ڪرڻ جي پڻ ڪوشش ڪندس جيڪو پنجاب ڪيس جي پنهنجي پريزنٽيشن دوران ورهايو. اِهو نوٽ چشما - جهلم لنڪ بابت آهي. مهرباني ڪري 'عمومي' جي سري هيٺ صفحو نمبر 1 جانچيو:

"چشما - جهلم لنڪ سنڌو دريا مان تريمو جي ماڳ تي ڪينال جي گهرجن جو اُن حد تائين پاڻي حاصل ڪندو جيترو اُن ماڳ تي چناب/ جهلم دريائن جي وهڪرن مان حاصل ٿي نہ سگهندو."

"اهڙا وقت ايندا. خاص طور تي گهٽ وهڪرن وارن سالن دوران جڏهن جهلم ۽ چناب دريائن مان تريمو تي نسبتاً گهٽ مقدار ۾ وهڪرو ميسر هوندو."

وري 'آپريشن' تحت صفحي نمبر 3 جو حوالو ٿو ڏيان:

"چشما - جهلم لنڪ جو وهنوار مٿي ڄاڻايل موسمي گڏوگڏ سال بہ سال انداز ۾ ان حد تائين جوڳي فرق وارو ٿي سگهي ٿو جو چناب/ جهلم دريا تريمو تي گهرجن جو هڪ حصو ئي فراهم ڪري سگهن."

چيئرمين: واپڊا ان ڏس ۾ اڳيئي پاڻي اپياس ڪري چڪو آهي.

عبدالوهاب: اُهي سمورا جن کي پتو آهي سنڌ طرفان وڪالت ڪيل موجب اپياس ڪري چڪا آهن. درحقيقت اسين پنهنجي گذارش کي پنجاب طرفان انحصار ڪيل ۽ هن ڪميٽيءَ کي فراهم ڪيل نوٽس ذريعي ثابت ڪري رهيا آهيون. حقيقت اِها آهي تہ پنجاب پنهنجي ئي استعمال واسطي منگلا جو مڪمل طور تي، بين الدريائي لنڪس ذريعي پيدا ٿيل اضافي گنجائش گڏوگڏ سرڪاري ٽيوب ويلن ذريعي حاصل ٿيل زيرِ زمين پاڻيءَ تي والار ڪرڻ ٿو چاهي.

سائين! ساڳي نوٽ جي صفحي نمبر 3 مان وڏيڪ حوالو ڏيڻ چاهيندس.

"بهر صورت سياري دوران ڪجهہ وقتن تي منگلا کان جاري ٿيندڙ جهلم ڪينال ۽ رسول - قادر آباد لنڪ جي ضرورتن کان وڏيڪ حصا تريمو پهچي

سگهن ٿا ۽ سنڌو دريا کان پاڻيءَ جي طلب ۾ لاٿ آڻي سگهن ٿا.“

”تريمو پهچندڙ چناب/ جهلم دريائن جا اهڙا وهڪرا چشما ـ جهلم لنڪ ذريعي سنڌو دريا کان فراهمين لاءِ طلب گهٽائيندا.“

سائين! مٿيان حوالا سنڌ جي موقف کي واضح ٿا ڪن تہ اِهو غلط ۽ غير منصفاڻو انومان آهي تہ تريمو اسلام ۽ پنجند مڪمل طور تي سنڌو دريا تي منحصر ٿي ويا آهن. پوءِ پل سنڌو جي بيراجن لاءِ سنڌو دريا ۾ جوڳو پاڻي نہ هجي ۽ پل نام نهاد جهلم ـ چناب زون ۾ پاڻيءَ جي واڌي وهڪرو هجي. ٺاهہ ۾ شامل ڪيل متبادل رٿائن جي بنيادي گهرج مهما تي ۽ ڪفائتي هئي. اِهي پيمانا چناب ۽ جهلم جي پاڻين جي وهڪرن جي وڌ کان وڌ استعمال جا گهرجائو هوندا ڇاڪاڻ جو اِهي دريا متبادل فراهمين جي حتمي منزل جي وڌيڪ ويجهو آهن ۽ انهن کي استعمال ڪرڻ وڌيڪ مناسب ۽ ڪفائتي ٿيندو. ٺاهہ جي شقن ۾ شامل بندوبستن جي منطقي پوئواري، پهرين چناب ۽ جهلم جي وهڪرن کي ڪتب آڻڻ. ان کان پوءِ منگلا ۽ زيرِ زمين پاڻيءَ جهڙن بين وسيلن مان لاڀ پرائڻ ٿيندي. متبادل واسطي سنڌو دريا جي وهڪرن جون فراهميون اوڏي مهل ئي ڪتب آڻڻ جون اهل بڻبيون جڏهن جهلم ۽ چناب ۾ وهڪرا/ ذخيرا، بين وسيلن سميت، متبادل جي مڪمل گهرجن جو پورائو ڪرڻ کان قاصر هجن.

پنجاب طرفان فراهم ڪيل نوٽس مان ورتل مٿين حوالن ۽ سنڌ جي موقف جي مدد سان، سائين! مونکي اِهو واضح ڪرڻ ڏيو تہ پنجاب اِهي نوٽس پيش ڪرڻ لاءِ اتاولو ڇو هو. اِها حقيقت تہ سنڌ IBAB استعمالن ۽ ان جي تصور واري رٿ قبولي نٿي سگهي، جنهن جو هڪ صوبي کي ئي لاڀ رسڻو آهي، ورجائڻ جي ضرورت ناهي. پر هت اِهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪندس تہ پنجاب طرفان هر موقعي تي وڌ کان وڌ پاڻي حاصل ڪرڻ واري گُهر نہ ڍاپجڻ جو مظهر آهي.

مهرباني ڪري تونسا ـ پنجند لنڪ نوٽ جي پچاڙ ۾ جدول B_1 ۽ چشما ـ جهلم لنڪ نوٽ جي پچاڙ ۾ جدول 3 جانچيو. انگ اکر بليڪ بورڊ تي ٿو لکان.

| عملي پيمانو | Operation Criterin | ملين ايڪڙ فوٽ | |
|---|---|---|---|
| | | خريف | ربيع |
| الف) تونسا ـ پنجند لنڪ | | | |
| IBAB تصور مطابق | | 3.68 | 1.1 |
| پنجاب نوٽ موجب | | 4.4 | 1.62 |
| چشما جهلم لنڪ | | | ربيع |

| | |
|---|---|
| IBAB تصور موجب | 2.5 |
| پنجاب نوٽ موجب | 4.82 |

انهن انگن اکرن مان پنجاب جي 'ڏاهپ' واضح آهي تہ هنن ڪميٽيءَ کي اِهي نوٽس ڇو فراهم ڪيا آهن. اِهو پروڙيو تہ جتي IBAB تونسا - پنجند لنڪ جو ربيع دوران استعمال 1.1 ملين ايڪڙ فوٽ تائين ڏيکاريو آهي اُت پنجاب جو هاڻوڪو نوٽ ربيع جو استعمال 1.62 ملين ايڪڙ فوٽ ٿو ڏيکاري. ساڳي ريت IBAB خريف جو استعمال 3.68 ملين ايڪڙ ٿو ڏيکاري پر پنجاب نوٽ اهو 4.4 ملين ايڪڙ فوٽ ٿو ظاهر ڪري. جيڪڏهن چشما - جهلم لنڪ بابت پنجاب جي نوٽ کي ٿا ڏسون تہ جدول 3 ۾ پروڙيون ٿا تہ چشما - جهلم لنڪ جي پچڙيءَ تي ربيع لاءِ گهرج 4.82 ملين ايڪڙ فوٽ ظاهر ڪئي وئي آهي، جڏهن تہ ساڳي ماڳ تي IBAB، 2.5 ملين ايڪڙ فوٽ تي ڄاڻائي. ان ريت اِهوئي نظر ايندو تہ پنجاب هر موقعي تي پنهنجي گهرجن کي وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. شايد هاڻ هو اِهو چوندا تہ سندن گريٽر ٿل رٿا جهڙن هدفن جي حصول لاءِ لنڪ سال جا 365 مڪمل گنجائش سان هلايا وڃن.

هڪ وڏيڪ عنصر سامهون ٿو اچي جنهن تي اجان ڳالهايو نہ ويو آهي. صفحي نمبر 3 تي ڏيان ڇڪرائيو جنهن تي اِهو ڄاڻايو ويو آهي تہ لنڪ پنهنجي گنجائش ۾ وهندي پنهنجي چينل ۾ 41000 ايڪڙ فوٽ پاڻي کڻي ٿو. سائين! اِهو 41 ڏينهن لاءِ 500 ڪيوسڪ وهڪري جي برابر آهي. ان کان سواءِ جڏهن چشما - جهلم لنڪ نہ پئي وهيو تہ ان جي آئوٽ فال تي 500 ڪيوسڪ منو پاڻي وهي رهيو هو. ان ريت، لنڪ پنهنجي مهاڙ تي بند هئڻ تي بہ چشما - جهلم لنڪ ۾ لڳ ڀڳ 1000 ڪيوسڪ جي اضافي صلاحيت ۾ تناسبي طور تي اوترو ئي مقدار تونسا - پنجند لنڪ ۾ پنجاب لاءِ جوڳي عرصي واسطي ميسر هوندو جنهن جو ڪٿي بہ پوتا ميل نہ ڪيو ويو آهي. سمورن امڪانن ۾، لنڪ واري واري سان وهندا رهندا. اهڙا چينل ذخيرا پنجاب کي ميسر هوندا ۾ جيئن تہ اِهي مقدار جوڳا ۾ ڊگهن عرصن لاءِ آهن. انهن جو حساب ڪتاب رکڻ جي ضرورت آهي. درحقيقت اِهي مقدار ئي تريمو ۾ پنجند تي نئين سر پيدا ٿيندڙ گهرجن جي ذخيري کان وڌيڪ آهن.

پنجاب پيا بہ بہ نوٽ داخل ڪرايا آهن. پهرين نوٽ جو تعلق پنجند تائين ذيلي زون ۾ منگلا کان اڳ ۾ پوءِ واري عرصي ۾ سرشتي جي وهنوار سان آهي.

هنن اهي نوٽ ذيلي زون ۾ ناهه سبب ٿيل مادي اهنجن کي ظاهر ڪندڙ مامري نمبر II(4) ۾ پيش ڪيا. هاڻ پهرين نوٽ تي ايندس جنهن ۾ هنن کي انگ اکر پيش ڪيا آهن ۽ اِهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي اٿن ته ذيلي زون ڪينالن 1970 کان اڳ واري عرصي دوران پوڳيو آهي. نام نهاد اثر سامهون آڻڻ لاءِ هنن خاص طور تي نسبتاً غير پريشان ڪُن حالتن وارو سال سڏيندي 1964-65 وارو سال چوندو آهي. جيڪو سٺن وهڪرن وارو سال هو جنهن 14.2 ملين ايڪڙ فوٽ جي معمول کان هٽيل وڏو ربيع واري منتقلي پنجاب جي ڪينالن ۾ وڌي. جڏهن ته منگلا کان اڳ وارن ڏينهن ۾ سراسري لڳ ڀڳ 12.46 ملين ايڪڙ فوٽ هو. پنهنجي ڳالهه واضح ڪرڻ لاءِ آءٌ پنجاب طرفان ڏنل جدول جو تت نقل ڪرڻ چاهيندس، ته جيئن انگن اکرن جي بازيگري واٽکي تي سگهي:

ذيلي زون (پنجند تائين)

| عرصو | منگلا کان اڳ (1964-65) | | | منگلا کان پوءِ (1969-70) | | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| | ملين ايڪڙ فوٽ | | | | | |
| | خريف | ربيع | ڪُل | خريف | ربيع | ڪُل |
| موجودگي | 59.80 | 11.50 | 71.30 | 46.90 | 12.60 | 59.50 |
| پنجند کان هيٺ وهڪرو | 33.90 | 1.00 | 34.90 | 15.70 | 0.00 | 15.70 |
| سرشتي جو ڪُل استعمال | 35.90 | 10.50 | 46.40 | 31.20 | 12.60 | 43.80 |
| ڪينالي ڪٽ | 25.50 | 14.20 | 39.70 | 28.90 | 13.00 | 41.90 |
| سرشتي جا نقصان(-) ۽ لاڀ(+) | -0.40 | +3.70 | +3.30 | -2.30 | +0.40 | -1.90 |

هن جدول مان به اِهو واضح آهي ته منگلا کان اڳ خريف دوران سرشتي جو استعمال 25.9 ملين ايڪڙ فوٽ هو پر منگلا کان پوءِ اِهو 31.2 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. ساڳي ريت منگلا کان اڳ ربيع وارو استعمال 10.5 ملين ايڪڙ فوٽ هو جڏهن ته پوءِ اِهو 12.6 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. منگلا کان اڳ واري دور ۾ ڪُل ڪينال چوڙ 39.7 ملين ايڪڙ فوٽ هئا جيڪي منگلا کان پوءِ واري عرصي دوران وڌي 41.9 ملين ايڪڙ فوٽ تي ويا. اِهي انگ اکر ڪا مادي اهنج نٿا ڏيکارين پر ان جي ابتڙ رٿائن جي سرشتي سبب ذيلي زون ۾ تڪڙي واڌ آهي. جيئن اڳيئي چئي آيو آهيان ته سال 1964-65 ڪو نمائنده سال نه هو پر جيڪڏهن سال 1965-66 جا انگ اکر سامهون آڻيان ۽ نتيجن کي پيٽايان تڏهن به اهي غير معمولي طور تي ذيلي زون جي حق ۾ ويندا.

## منگلا کان اڳ

| عرصو | ملين ايڪڙ فوٽ | | |
|---|---|---|---|
| | خريف | ربيع | ڪُل |
| موجودگي | 49.08 | 9.55 | 58.63 |
| پنجند کان هيٺ وهڪرو | 19.78 | 0.11 | 19.89 |
| سرشتي جو ڪُل استعمال | 29.30 | 9.44 | 38.74 |
| ڪينالي ڪٽت | 27.41 | 10.44 | 37.85 |
| سرشتي جا نقصان ۽ لاڀ | -1.19 | +1.00 | -0.19 |

انهن انگن اکرن مان نظر ايندو تہ ڪينالي چوڙ منگلا کان اڳ واري دور ۾ خريف دوران 27.41 ملين ايڪڙ فوٽ کان 28.9 ملين ايڪڙ فوٽ تائين ۽ ربيع دوران 10.44 ملين ايڪڙ فوٽ کان منگلا کان پوءِ واري دور ۾ وڌي 13.0 ملين ايڪڙ فوٽ ٿيا آهن. منگلا کان اڳ واري دور ۾ ڪُل ڪينالي چوڙ 1965-66 دوران 37.8 ملين ايڪڙ فوٽ هئا جيڪي منگلا کانپوءِ دور ۾ وڌي 41.9 ملين ايڪڙ فوٽ ٿيا. ايستائين جو سال 1964-65 لاءِ ڏڪاريل لاڀ اوترا ناهن جو ڪي پنجاب طرفان هن ڪميٽيءَ آڏو غلط طور تي پيش ڪيا ويا.

انڪري هن ڪميٽيءَ آڏو پيش ڪيل پيٽ ڄاڻيل ٻوجهيل ٿيڙ آهي ڄاڪاڻ جو سني موجودگيءَ واري ڪنهن استثنائي سال ۾ گهٽتا چوڙ پيٽ لاءِ ڪنهن مثال طور ليکي نٿا سگهجن. 1965-66 واري سال جي انگن اکرن مان پروڙبو تہ منگلا کان پوءِ واري عرصي ۾ ڪُل ڪينالي چوڙ لڳ ڀڳ 4 ملين ايڪڙ فوٽ تائين وڌيا آهن. جيڪي بلاشڪ منگلا ۽ بين الدريائي لنڪ جي اڏاوت سبب پنجاب جي آبپاشي سرشتي لاءِ وڏو لاڀ هٿيا آهن.

تريموءَ پنجند ۾ منگلا جي پاڻين جو استعمال جيڪڏهن ڪو آهي تہ انهن هيڊ ورڪس جي اوپاري تي اڳيئي موجود فراهم ٿيندڙ فراهمين کان وڌيڪ معمولي مقدار وارين گهرجن تائين ئي محدود آهي. منگلا کان حاصل ڪيون ويندڙ اِهي معمولي مقدار واريون گهرجون موجود هيٺ جي صورت ۾ ڪنيون ويندڙيون ۽ متاهين ذيلي بيراجن جي ڪنهن ڪينالي چوڙ جي ڪنهن لاٿ کانسواءِ ڪنيون ويندڙيون. درحقيقت اِهي ٻئي بيراج نئين سر فراهمين تي ٺاهيا ويا ۽ ان ڪري پنهنجي منظور ٿيل تنويضن لاءِ اضافي فراهمين جي ضرورت جا طالب نہ هيٺ گهرجن.

تريمو پنجند ۾ اسلام وارن ٽن هيڊ ورڪس جي سنڌو دريا تي منتقلي، جڏهن ته سليمانڪي ۾ اسلام وارا فقط به هيڊ ورڪس ئي ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ هئا. منگلا کي اڻ ڪتب ايندڙ ڪري سگهن'تا ۽ تربيلا کان اڳ واري سنڌو دريا ۾ اڳيئي کوٽ ۾ اضافو ڪري سگهن ٿا. ايستائين جو تربيلا کان پوءِ وارين حالتن ۾ به، دريائن ۾ لنڪس ۾ کوٽون منگلا جي پيٽ ۾ تربيلا ۾ وڏيڪ هونديون.

پنجاب جو نوٽ 1970 کان پوءِ وارين حالتن بابت پڙ هڪ پيراگراف ڏئي ٿو ۽ پنهنجي زوننگ' واري تصورتي زور ڏو ڀري، مامرو نمبر(4)II سان مڪاميل ٿيندي اڳيئي ثابت ڪري چڪو آهيان ته 'زوننگ' تصورتي عمل نه ڪرڻ سان ذيلي زون ۾ ڪا به ذکيائي نه ٿيندي، سواءِ انهن عرصن جي جڏهن دريائي وهڪرن ۾ عمومي طور تي ڦير گهير هوندي آهي. اِهو تصور، جيڪو پنجاب جي دعويٰ جي اُبتڙ ڪنهن به ريت ناهه ۾ شامل ناهي، نه رڳو ذيلي بيراجن کي ڪنهن هاڃي جو سبب ته نه بڻبو پر سنڌو جي بيراجن جي زراعت کي ڪاپاري ڏڪ هڻندو جنهن کي هن وقت به نه رڳو ربيع ۾ پر آڳاٽي ۽ پڇاڙڪي خريف جي نازڪ وقتن تي به جوڳو پاڻي ميسر ناهي.

<u>**ڀهرين جون 1971 تي جسٽس فضل اڪبر جي صدارت هيٺ لاهور ۾ ڪوٺايل سنڌو دريا جي پاڻين بابت ڪميٽيءَ جي ڪاروائي (صبح واري ويهڪ)**</u>

<u>عبدالوهاب</u>: جناب چيئرمين!

ڪالهه ٿاهه سبب ذيلي زون ۾ ڀهتل مادي اهنج ڏيکاريندڙ پنجاب طرفان پيش ڪيل نوٽس تي پنهنجي راءِ ڏئي رهيو هئس. پنجند تائين ذيلي زون ۾ منگلا کان اڳ ۽ پوءِ واري عرصي ۾ سرشتي جي وهنوار بابت ڀهريون نوٽ نبيري چڪو آهيان. ثابت ڪيو اٿم ته ذيلي زون ۾ رٿائن جي سرشتي مان پنجاب کي سدائين لاڀ رسيو آهي. اڄ سندن ٻئي نوٽ تي مختصر راءِ ڏيندس جيڪو منگلا جي وهنوار بابت سندن ٽن اڀياسن جي نتيجن کي ظاهر ڪرڻ جي سعي ٿو ڪري.

پيش ڪيل ٽي اڀياس ساليان بنياد تي چئن مان ٽن سالن جي دريائي موجودگيءَ کي ڪتب ٿا آڻين. ڀهريون اڀياس بدترين 20 + سيڪڙو ۽ عمومي بنياد تي موجودگيءَ کي پڙ آڏو ٿو رکي. جيئن ته وقت انتهائي مختصر آهي انڪري بليڪ بورڊ تي اِهو چٽيندس ته ڪهڙي ريت دريائن ۾ گهٽيل موجودگيءَ کي آڏو رکندي مصنوعي کوٽ پيدا ڪئي وئي آهي. پنجاب کي پنهنجي بيان موجب، چئن

مان ٽن سالن جي بنياد تي ۽ عمومي (Median) بنياد تي جهلم ۽ چناب واسطي موجودگين جا انگ اکر هيءَ آهن:

**پنجاب جي بيان موجب موجودگيون**

| عرصو | ملين ايڪڙ فوٽ | | |
|---|---|---|---|
| ساليانو چئن مان ٽي سال | Inelum | Chenab | ڪُل |
| خريف | 16.31 | 20.40 | 36.71 |
| ربيع | 3.26 | 3.54 | 6.80 |
| ڪُل | 19.57 | 23.94 | 43.51 |
| عمومي (Medion) | جهلم | چناب | ڪُل |
| خريف | 17.57 | 21.52 | 39.09 |
| ربيع | 5.52 | 4.38 | 9.90 |
| ڪُل | 23.09 | 25.90 | 48.99 |

**سنڌ جي بيان موجب وچٿري Mean موجودگي (33 سال)**

| | | | |
|---|---|---|---|
| خريف | 17.81 | 21.97 | 39.78 |
| ربيع | 4.79 | 4.55 | 9.34 |
| ڪُل | 22.60 | 26.52 | 49.12 |

انهن انگن اکرن مان پروڙبو تہ چئن مان ٽن سالن جي بنياد تي ربيع واري موجودگي 6.80 ملين ايڪڙ فوٽ آهي، پر ساڳي موجودگي عمومي بنياد تي 9.90 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ وچٿري موجودگيءَ جي بنياد تي 9.34 ملين ايڪڙ فوٽ آهي جيڪو عمومي معمول آهي. جيڪڏهن اٽڪل لڳ ڀڳ 3 ملين ايڪڙ فوٽ جي گهٽ تيل موجودگيءَ واري دريائي وهڪري کي تا سامهون آڻين تہ پوءِ اهڙي ڪنهن اٽڪل ۽ ان جي نتيجن جو ڪهڙو فائدو؟ انڪري ئي چيو هئم تہ دريا ۾ موجودگيءَ جا انگ اکر گهٽائيندي ذيلي زون ۾ مصنوعي کوٽ پيدا ڪري کوٽ واري صورتحال پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. ٻيا عنصر، جيڪي موجودگيءَ ۾ مدنظر نہ رکيا ويا، سي خاص طور تي تريمو پنجند وغيره وارن هيڊ ورڪس تي جوڳين نئين سر پيدا ٿيل فراهمين جي موجودگي آهن. پنجاب

ڪيس جي پريزنٽيشن دوران هنن اِهو به دفتر داخل ڪيو تہ تريمو تي 0.5 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ پنجند تي 0.6 ملين ايڪڙ فوٽ نئين سر پيدا ٿيندڙ/ حاصل ٿيندڙ موجودگي ميسر آهي. حقيقت اِها آهي تہ اِهي هيڊ ورڪس نئين سر پيدا ٿيندڙ موجودگيءَ جي بنياد تي انهن جي ربيع وارين فراهمين لاءِ جوڙيا ويا آهن. جيڪڏهن انهن جي تفويض ٿيل فراهمين ۾ ڪا لاٿ آئي آهي تہ انهن کي هاڻ معمولي اضافي جي ئي ضرورت آهي.

ڪنهن بہ اپياس جو نتيجو اپياس جي منطق سان لاڳاپيل هوندو آهي. جيڪڏهن ڪمپيوٽر ۾ درست انگ اکر داخل نہ ڪيا ويندا تہ لازمي طور تي نتيجا پروسي جوڳا سامهون نہ ايندا. جهڙي ريت اڳ ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ هنن پهرين دريا ۾ موجودگين جا انتهائي گهٽايل انگ اکر ڏيکاريندي مصنوعي کوٽ پيدا ڪئي ۽ پوءِ جوڳي نئين سر پيدا ٿيندڙ فراهمين کي مدنظر رکڻ کي خارج ڪيو. متبادل (IV) سان اپياس نمبر 1 ۾ منطق لاجواب آهي يعني منگلا ڊيم جون جي پئي ڏهن ڏينهن دوران مڪمل طور تي ڀرڻ لاءِ ٺاهيو ويو آهي. اِهو عمومي عام فهم آهي تہ منگلا خريف جي آڳاتي ڏينهن ۾ نہ پر جولاءِ ۽ آگسٽ جي مهينن دوران ڀرڻ گهرجي، جڏهن چوماسي جو چاڙهہ ذخيرو ڪرڻ لاءِ ميسر هجن. جيڪڏهن ذخيرو آڳاتي خريف ۾ ڪيو ويو ۽ جون جي وچ ڌاري مڪمل ڪيو ويو تہ نتيجو واضح طور تي ڪينالن ۾ کوٽ ڏيکاريندو. انگن اکرن جي بازيگري فقط ڪميٽيءَ سان غلط بيان واسطي آهي. ايستائين جو ان اپياس جي متبادل (IV) ۾ اِهو ڏيکاريو ويو آهي تہ مارچ جي پڇاڙ تائين بہ منگلا واري آبي ذخيري ۾ 0.17 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي موجود هو. درست شئي منگلا آبي ذخيري کي ڀرڻ لاءِ حقيقت پسند پيمانو اختيار ڪرائي ها. تريمو پنجند ۽ اسلام جو بار ذيلي زون تي وجهي هاءِ سمورن ڪينالي سرشتن لاءِ گڏريل پنجن سالن جي نئين سر پيدا ڪيل فراهمين ۽ سراسري استعمالن کي مدنظر رکي ها. اهڙي ئي ڪنهن اپياس جي نتيجن جو تجربو ڪري سگهجي هاءِ انهن کي ساراهيو وڃي ها.

اِهو ذڪر برمحل ٿيندو تہ گڏريل ربيع واري مُند ڪانسواءِ جڏهن بدترين موجودگيءَ وارو سال هو منگلا آبي ذخيرو ڪنهن بہ سال ۾ آر ايل 1040 واري سطح کان گهٽ نہ رهيو آهي. ان ۾ سدائين واڌي ميسر رهي آهي.

اِهو چئي پيو سگهجي تہ اِهو پاڻ (بجلي) لاءِ ڪيو ويو پر اِئين ناهي. منگلا آبي ذخيرو بنيادي طور تي آبپاشيءَ واسطي آهي. اِهو وسارڻ نہ گهرجي تہ

اولهه پاڪستان گرڊ سرشتي ۾ توانائي جي وسيلن جي رٿابندي آبي ذخيرن جي هائيڊل پاور پيدا ڪرڻ ۾ هيٺانهين ترين سطح کي آڏو رکي ڪئي وئي آهي. لڳايل ٿرمل گنجائش سرشتي جي گهرجن کي پورو ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي جنهن دوران هائيڊرو اليڪٽرڪ پاور جي ممڪن حد تائين انتهائي گهٽ حصيداري گهرجي.

بئي ۽ ٽين اپياس ۾ پڻ ساڳي نوعيت جا نقص آهن ۽ انهن جي ڪارستاني ڪيل نتيجن کي ورجائڻ ۽ واڪو ڪرڻ ۾ پنهنجو مختصر مليل وقت سيڙائڻ نٿو چاهيان انڪري اڳتي ٿو وڌان.

سائين! ڪالهه اوهان منهنجي پرزنٽيشن دوران هڪ سوال اُٿاريو ته واپڊا پڻ عملي اپياس ڪيا آهن ۽ انهن جا نتيجا پڻ پيش ٿيڻ گهرجن. مون وعدو ڪيو هو سو آءٌ بي پي پبليڪيشن نمبر 329 آندي اٿم جيڪا "خريف 1971 دوران منگلا ۽ چشما آبي ذخيرن ۾ پاڻي ذخيرو ڪرڻ لاءِ پيمانو" واري موضوع تي مارچ 1971 جي لکٽي آهي. اوهانجو ڌيان صفحي نمبر 17 تي ڇڪرائڻ چاهيندس جنهن تي پيراگراف نمبر 30 ۾ دريائن جي وهنوارڪ منطق ڏني وئي آهي. انجو مقصد/ هدف سرشتي ۾ سمورن دريائن جو هڪ مڪمل ۽ ڪاراٽتو ڳانڍاپو حاصل ڪرڻ ڏيکاريو ويو آهي.

چيئرمين: اوهان اِهو پيا چئو ته سمورن ڪينالي سرشتن کي ساڳي ترجيح هوندي؟

عبدالوهاب: سائين! آءٌ فقط پبليڪيشن ۾ شامل کي ئي پيو واضح ڪريان. ان اپياس موجب، پوئواري ٽيل سرشتي جو وهنوار هيٺين تي ٻڌل آهي:

(الف) ڪالا باغ کان غلام محمد بيراج تائين سنڌو جي وهڪرن جو پهريون دڳ طئي ڪيل استعمالن جي پورائي ۽ گڏوگڏ خريف جي پڇاڙ ڏانهن چشما آبي ذخيري کي پرڻ آهي. اِهو ترتيبوار پنجاب ۽ تريمو جي پورائي لاءِ تونسا - پنجند ۽ چشما - جهلم لنڪس ذريعي منتقلي جوڳي وهڪرن جي واڌ جو تعين ٿو ڪري.

(ب) سليمانڪي ۽ بلوڪيءَ تي ايرندي دريائن جي حصيداريءَ کي ڪتب آڻڻ ۽ اسلام ۽ سڌنائيءَ تي لهواري گهرجن کي پورائي لاءِ اهي وهڪرا اڳتي وهائڻ جڏهن ته باقي بچندڙ واڌايون ان کان پوءِ پنجند ڏانهن وهنديون.

اِها عملي منطق سنڌ نه لکي آهي پر حقيقت چاٽيندڙ سيئي تسليم ٿا

ڪن ته تريمو پنجند ۽ اسلام کي پرڻ/ فراهمي اوڏي مهل ئي ڪري سگهجي ٿي جڏهن سنڌو ۾ منتقليءَ جوڳا وهڪرا واڌي هجن ۽ جڏهن تريمو پنجند ۽ اسلام تي حقيقي گهرج هجي ۽ جڏهن اِهي ضرورتون ذيلي زون مان پوريون ٿي نه سگهن.

اپياسن جا نتيجا صفحي نمبر 34 تي ڏنل آهن جيڪي انتهائي اهم آهن. مهرباني ڪري اصل ڏسو (چيئرمين اصل جو جائزو ورتو). سائين! اِهو پروڙيو ته ذيلي زون ۾ سمورن ڪينالن جي 1970 وارن استعمالن سان ۽ 75 سيڪڙو ايندڙ وهڪرن جي امڪان سان سرشتي جي ڪُل کوٽ ٻڙي آهي. ٻئي متبادل ۾، ڪينال استعمال چئن سالن (70-1967) جي سراسري طور ڪنُيا ويا آهن ۽ 75 سيڪڙو ايندڙ وهڪرن جي امڪان سان، سرشتي جي ڪُل کوٽ فقط 7 سيڪڙو آهي.

سائين! انهن اپياسن مان ڪجهه ورتو سرٽو ناهي. انهن سان پنجاب جو ارادو ۽ سندس 'زوننگ' وارو تصور ٿو واڪو ٿئي. پنجاب طرفان وڪالت ڪيل انهيءَ تصور کي مڪمل طور تي رد ڪيو ويجي. اِهو هن ڪميٽيءَ جي مول متن کان متاهون آهي. پاڪستان جي صدر خواهش ڏيکاري ته وهندڙ پاڻي ۽ ذخيرو ڪيل پاڻي چئني صوبن ۾ ورهايو ويجي، جڏهن ته پنجاب جو 'زوننگ' تصور زيلي زون ۾ ه رڪاوٽ ڪڙي ڪندي مٿين حصي جو واڌي پاڻي ذيلي زون جي هيٺين حصي ۾ استعمال ڪرڻ کان جهل ٿو ڪري. جيڪڏهن منگلا جو پاڻي انهيءَ مصنوعي رڪاوٽ کي نه اورانگهيندو ته پوءِ ذخيرو ڪيل پاڻي ڪهڙي ريت چئني صوبن ۾ ورهائي سگهبو؟ انڪري ڪنهن مصنوعي جهل وارو تصور هن ڪميٽيءَ جي مول متن کان مٿيرو ليکبو. 'زوننگ' وارو اصطلاح پنجاب گهڙيو آهي جنهن جي ڪابه قانوني اهميت ناهي. عقلي ڳالهه اِها آهي ته ذيلي زون ۾ ڪينالي سرشتي جي ضرورتن جي پورائي لاءِ ذيلي زون ۾ موجود سمورو پاڻي پهرين ڪتب آندو وڃي.

واپڊا جا اهي اپياس پڻ واضح ٿا ڪن ته تريمو پنجند ۽ اسلام کي مڪمل طور تي سنڌو تي آڏڻ بابت ڪو فيصلو نه ڪيو آهي، جهڙي ريت پنجاب طرفان انجي وڪالت ڪئي وئي آهي. جهڙي ريت سنڌ طرفان پيش ڪيو ويو آهي، اِهو ڪنهن شڪ شبهي کان متاهون ثابت ٿيل آهي ته عملي پيمانو اجان طئي نه ٿيو آهي، جنهن جي بنيادي اصولن بابت اسين رٿيندا سين ۽ جنهن بابت حتمي سفارش هيءَ معزز ڪميٽي ڪندي.

پنجاب طرفان ورهايل هڪ ٻيو نوٽ ايرندي ڪينالن جي رياستي ورهاست بابت آهي. پنجاب طرفان اِهو نوٽ متبادل فراهمين تي بحث دوران پيش

ڪيو ويو. پنجاب طرفان اڳوڻي بهاولپور رياست جي انهيءَ ايراضيءَ تي دير سان انهيءَ ڏيان ڌرڻ تي تبصرو ڪرڻ بر محل ٿيندو.

مئي 1948 ۾ جڏهن ڀارت CBDC يا ديپاليور ڪينال وارن شرطن تي ٿي ان کي فراهميون جاري رکڻ جي آڇ ڪئي ته اها آڇ قبولي نه وئي. پنجاب طرفان ورهايل نوٽ جي پيراگراف 3 ڏانهن ڌيان ڇڪرائڻ چاهيندس جيڪو هڪ فيصلي بابت ڳالهه ٿو ڪري ته "رياستي شاخ لاءِ پاڻيءَ جو حصو سليمانڪيءَ تي ڏنو ويجي ته جيئن پاڪستان، ان کي پنهنجي مرضيءَ پٽاندڙ استعمال ڪري سگهي." وڌيڪ اهو ته ڀارت سليمانڪيءَ تي انهيءَ رياستي شاخ لاءِ پاڻيءَ جو اهو حصو پوئين سال تائين ڏيندو رهيو جڏهن اُن اپرندي دريائن مان پاڪستان لاءِ فراهميون بند ڪيون. اهو پروڙيو ته ورهاڱي کان پوءِ 24 سالن تائين رياستي شاخ بابت پنجاب جي ڏيکاءَ واري ڳڻتي نظر نه پئي آهي. درحقيقت رياستي شاخ جو حصو سليمانڪيءَ کان اڳتي پنجاب جي ٻين ڪينالن جي ترقياتي استعمالن جي اضافي لاءِ ڪتب آندو ويو جيڪي ان قسم جي والار ذريعي وڌايا ويا. ۽ هاڻ ٻئي پاسي پنجاب انهيءَ رياستي شاخ جي ايراضيءَ بابت پنهنجي ڳڻتيءَ جو اظهار پيو ڪري.

اهو مدنظر رکڻ جوڳو ٿيندو ته ورهاڱي کان اڳ وارن ڏينهن ۾ رياستي شاخ جي تفويض جو اڌ به ميسر نه هو. سائين! جيئن ته اوهين ڄاڻو ٿا ته ستلج ماٿري رٿا انتهائي وڏين تصور ڪيل موجودگين تي تيار ڪئي وئي ۽ ڪينالن جون تفويضون ڪڏهن به دريا ۾ ڪُل موجودگين سان ميل ڪائي نه سگهيون. اينڊرس ڪميٽي سفارش ڪئي هئي ته ڪو پنج لک ايڪڙ زمين سيراب ڪرڻ واسطي جوڙيل بهاولپور ۾ ڪي ڪينال هلايا/ وهايا نه وڃن. موجود فراهميون باقي بچيل ڪينالن ذريعي ورڇ ٿيڻيون هيون. هندستان حڪومت 1937 ۾ اينڊرسن ڪميٽيءَ جون سفارشون منظور ڪيون.

چيئرمين: برطانوي راڄ جي ڏينهن ۾، هنن شايد بيڪانير کي پاڻي ڏيڻ ٿي چاهيو.

عبدالوهاب: اِهو درست ناهي ۽ آءُ اوهان جو ڌيان 'سنڌ طاس آبپاشي تڪرار' بابت 1953 جي حڪومت پاڪستان جي پبليڪيشن ڏانهن ڇڪرائڻ چاهيندس. ان مان واسطيدار ٽڪرو پڙهان ٿو:

"21. بهرصورت ستلج ماٿري رٿا منظور ڪئي وئي. پر ان جي شروعات کان وٺي، ستلج ماٿري ڪينالن لاءِ موجود فراهمين ۾ کوٽ واضح هئي ... نتيجو

اِهو هو جو اڏاوت کان پوءِ ڪينالن کي اڏو اڌ ايراضيءَ ۾ مجموعي کوٽ پوڻي پئي. گهٽي پاڻي ايراضين ۾. آڳاٽي خريف دوران انتهائي کوٽ پوڻي پئي جڏهن فراهمين جي شديد ضرورت هئي. اِها هڪ ناقابل برداشت صورتحال هئي."

"22. ...... بهرصورت ستلج ماتري ڪينالن لاءِ ميسر فراهمين جي کوٽ جي پيش نظر ان (اينڊرسن ڪميشن) سفارش ڪئي ته ڪو پنج لک ايڪڙ زمين سيراب ڪرڻ واسطي بهاولپور ۾ ڪجهه ڪينال نه هلايا وڃن. موجود فراهميون باقي بچيل ڪينالن ۾ ورڇ ٿيڻيون هيون. آڳاٽي خريف دوران چناب کان ستلج فراهميون منتقل ڪرڻ لاءِ وڌيڪ لنڪس جي سفارش ڪئي وئي. اِهي فراهميون چناب کي فراهمين لاءِ انحصار ڪندڙ موجود ۽ رٿيل ڪينالن جي گهرجن کان وڌيڪ هيون. هندستان حڪومت 1937 ۾ اينڊرسن ڪميٽيءَ جي سفارشن کي منظور ڪيو." وڏي شاهي ايراضيءَ مان هٽ ڪيڙڻ سان گڏوگڏ. پنجند هيڊ ورڪس کي مڪمل طور تي چناب تي وڌو ويو ۽ ان به ٻين ستلج ماتري رٿائن تي بار گهٽايو.

(چيئرمين طرفان ڪيل هڪ وڌيڪ سوال تي عبدالوهاب شيخ ڄاڻايو ته اهوئي سبب هو جو ستلج ماتري رٿا ۾ موجوده ڪينالن سان لڳو لڳ وڏي شاهي ايراضيءَ سان گڏوگڏ رستي وارين پلين ۽ ريگوليٽرن وغيره کي تياڳيو ويو).

رياستي شاخ کي حقيقي فراهميون پڻ انتهائي معمولي هيون. پنجاب پنهنجي بيان جي صفحي نمبر 92 تي پيرا گراف 9.6 ۾ ڄاڻايو آهي ته بهاولپور ۾ غير مدامي رياست شاخ 64000 ايڪڙن جي ايراضيءَ کي سيراب ٿي ڪيو. پنهنجي هاٿوڪي نوٽ ۾. پنجاب ان يراضيءَ کي اِهو چئي ڦوڪي ڇڏيو آهي ته رياست شاخ بهاولپور رياست ۾ 70000 کان وڌيڪ ايڪڙن کي سيراب ٿي ڪيو. خود پنجاب جي وڪالت ڪيل فارمولي موجب به جيڪڏهن رياست شاخ کي سيراب ٿيندڙ ايراضيءَ جي پنج ڪيوسڪ في هزار ايڪڙ جي حساب سان ڪٽ لڳائجي ته به جيڪڏهن 120 ڪيوسڪ رياستي شاخ جي تاريخي چوڙ طور آهن تڏهن به اِها 24000 ايڪڙن کان وڌيڪ کاڻ ٿيندي پر انهيءَ سموري ز رعي ايراضيءَ کي مدنظر رکڻ بي معني آهي. ڇاڪاڻ جو ورهاڱي کان اڳ وارن ڏينهن ۾ به رياستي شاخ لاءِ مستقل فراهميون حاصل ڪرڻ جو امڪان ڪڏهن به نه هو. سندن پيشڪش مان اِهو واضح آهي ته هنن ڪنهن بنهه ڏار سببن جي ڪري تياڳيل ايراضيءَ واسطي متبادل ضرورتن کي ڦوڪندي پاڻيءَ جي گهرجن لاءِ گهر

ڪي ڪهڙي ريت وڏائي ويجهائي پيش ڪيو آهي.

چيئرمين: انصاف ڪهڙي ريت ڪري سگهجي ٿو؟

عبدالوهاب: سائين! انصاف اِهو آهي ته رياست شاخ لاءِ پاڻي موجود آهي پر هو اِهو سليمانڪيءَ تي استعمال ڪري رهيا هئا. هنن پاڻ ان علائقي کي تياڳيو آهي.

(چيئرمين جي وڌيڪ سوال تي عبدالوهاب ڄاڻايو ته نوٽ ۾ اڳوڻي بهاولپور رياست جي رياستي شاخ جي پاڻيءَ جو حصو اُن بدران ڪنهن ٻئي هنڌ کتب آڻڻ جو هڪ ٻيو سبب اِهو ڏنو ويو آهي ته 'پارٽي ايراضيءَ ۾ تمام گهٽي مداخلت جي امڪانن سبب فراهمي متان اطمينان جوڳي نه رهي ها.' اِها ڄاڻايل پوزيشن به درست ناهي ڇاڪاڻ جو ساڳي صورتحال CBDC جي ڪيترن ئي شاخن تي موجود هئي جيڪي پارٽ مان پنجاب ۾ تي داخل ٿيون پر 1948 ۾ CBDC جي فراهمين جي تسلسل تي ڳالهيون ٻوليون ڪيون ويون جيڪي پنجاب قبول/ منظور ڪيون.)

جيڪي ڪجهه چيو اٿم تنهن مان واضح ٿيندو ته جيڪڏهن گذريل سمورن 24 سالن دوران انهيءَ شاخ واري ايراضيءَ لاءِ ڪا ڳڻتي هجي ها ته پنجاب لاءِ تفويضن کان وڌيڪ پنهنجي استعمالن کي گهٽائڻ ۽ انهيءَ شاخ جي ايراضيءَ ڏانهن فراهمي ڪو ڏکيو ڪم نه هو. ان ڪانسواءِ، سنڌو جي پاڻيءَ بابت ٺاهه کانپوءِ، عبوري عرصي دوران، جڏهن متبادل رٿائن جي اڏاوت پئي ٿي ته پنجاب انهيءَ ايراضيءَ لاءِ ڪنهن به رٿا جي اڏاوت جي ڪابه ڪوشش نه ڪئي. اِهو پاڪستان کي انهيءَ مقصد واسطي ميسر فنڊن مان سولائي مان ممڪن هو.

حقيقت اِها آهي ته اِها مٿانهين ايراضي ڪينالي فراهميون حاصل ڪرڻ ۽ کتب آڻڻ جوڳي ناهي جهڙي ريت هاڻ پنجاب طرفان گهر ڪئي پئي وڃي. انڪري اِهو پروڙيو وڃي ته پنجاب هيٺانهين ڪنڌيءَ وارن جي تاريخي حقن تي راتاها هڻڻ لاءِ اڻلهه پاڻيءَ تي والار واسطي ڪهڙي ريت منطق کان وانجهيل ۽ هوائي توائي مطالبا ڪري رهيو آهي.

چيئرمين: ماڻهن جو ڇا ٿيو؟

عبدالوهاب: سائين! ماڻهن وٽ جيئڻ جو پنهنجو ڍنگ هجي ٿو. جڏهن سمورن سالن دوران ڪين پنجاب وٽان پاڻي نه مليو ۽ زراعت ختم ٿي وئي ته هنن ٻين علائقن ڏانهن لڏ پلاڻ ڪئي. منجهائن ڪي متان 'باراني' زراعت ۾ رڌل هجن.

## متفرق اسم
## پنجاب ۾ زيرِ زمين پاڻي
## (قانوني اختيار)

عبدالوهاب: هاڻ پاڻيءَ جي ورڇ سان لاڳاپيل متفرق اسم ڪٺندس. ان ڏس ۾ پهريون پنجاب ۾ زيرِ زمين پاڻيءَ بابت آهي.

پنجاب جو پنهنجي پريزنٽيشن ۾ پنهنجي جوابي دعويٰ ۾ موقف آهي تہ سنڌن حڪومت ڪينالي پاڻيءَ جي متبادل طور استعمال جوڳو زيرِ زمين پاڻي ڪڍڻ لاءِ آبادگارن کي مجبور ڪرڻ جو اختيار نٿي رکي. هٿي پاسي، هن معزز ڪميٽيءَ کي پنهنجي طئي ڪيل مول متن تحت. زيرِ زمين پاڻيءَ جي موجودگيءَ کي مدنظر رکندو ۾ انهن کي وهڪري وارين فراهمين سان ڳانڍاپيل استعمال کي نبيرڻو آهي. سائين! اوهان آڏو سنڌ ڪيس جي پريزنٽيشن دوران ۾ گڏوگڏ اتر اولهہ سرحدي صوبي طرفان پنهنجي ڪيس جي پريزنٽيشن دوران بہ اوهان خاص طور تي زيرِ زمين پاڻيءَ تحت ماسري نمبر (6)V بابت هڪ اهم سوال اُٿاريو تہ:

”ڇا استمال جوڳي زيرِ زمين پاڻيءَ جي موجودگيءَ سبب وهڪري واري پاڻيءَ جي هاڻوڪي استعمال کي گهٽائي سگهجي ٿو؟“

سائين! هر پيري اِهو زور ڏنو ويو تہ وهڪري واري پاڻيءَ کي استعمال جوڳي زيرِ زمين پاڻيءَ جي متبادل طور گهٽائڻ ڏکيو ٿيندو. اِن ڳالهيءَ جو بہ اظهار ڪيو ويو تہ مٺي دريائي پاڻيءَ بدران ڪينال واٽر ڪورسن ذريعي ٽيوب ويلن جو پاڻي فراهم ڪرڻ واري تبديليءَ تي آبادگارن ۾ بغاوت پڙ تي سگهي ٿي.

سائين! ان معاملي تہ تفصيل ۾ وڃڻ کانسواءِ، اوهان آڏو ’ڪينال ۾ نڪاس ايڪٽ‘ پيش ڪرڻ چاهيان ٿو جيڪو پنجاب تي پڻ لاڳو آهي. مهرباني ڪري ايڪٽ جي ڀاڱو ـ I مُنيو. صفحي نمبر 13 جو جائزو وٺو. سيڪشن 3 تحت. اپٽار شق، اسم (a)(1) هيٺ ريت چوي ٿو:

”(1) “ڪينال“ ۾ شامل آهن.

(a) پاڻيءَ جي فراهمي يا ذخيري لاءِ صوبائي حڪومت طرفان اڏايل, سار سنڀال هيٺ يا ڪنٽرول هيٺ سمورا ڪينال, چينل, ٽيوب ويل ۽ آبي ذخيرا.“

سائين! اوهانجو ڌيان هاڻ ساڳي ايڪٽ جي II ياڱي ڏانهن ڇڪرائڻ ٿو چاهيان, جيڪو ’عوامي مقصدن واسطي پاڻيءَ جو اطلاق‘ سان ٿو تعلق رکي. ان ياڱي جو سيڪشن 5, صفحو نمبر 17 حڪومت طرفان نوٽيفڪيشن جي مامري متعلق آهي ۽ هيٺين ريت ٿو چوي:

”5_ عوامي مقصدن واسطي لاڳو ٿيندڙ پاڻي فراهم ڪرڻ وقت نوٽيفڪيشن جاري ٿيندو. جڏهن بہ صوبائي حڪومت کي اِهو مناسب لڳندو تہ ڪنهن دريا يا ڪنهن قدرتي واهہ ۾ وهندڙ جهرٽي/ وهڪري يا ڪنهن ڍنڍ يا ڪنهن ٻئي فطري ذخيري يا بيٺل پاڻي يا ڪنهن زيرِ زمين پاڻيءَ کي ڪنهن موجود يا رٿيل ڪينال يا نڪاسي واري رٿا جي مقصدن واسطي صوبائي حڪومت طرفان لاڳو ڪيو وڃي يا استعمال ڪيو وڃي تہ صوبائي حڪومت سرڪاري گزيٽ ۾ نوٽيفڪيشن جاري ڪري واضح ڪري سگهي ٿي تہ اِهو پاڻي ان نوٽيفڪيشن ۾ ڄاڻايل ڏينهن/ تاريخ کانپوءِ ۽ اُن تاريخ جي ٽن مهينن اندر لاڳو يا استعمال ڪري سگهبو.“

ان کانسواءِ سائين! اوهانجو ڌيان ”پنجاب زمين جي نئين سر بحاليءَ واري ايڪٽ 1952“ ڏانهن ڇڪرائڻ چاهيندس, جيڪو خاص طور تي اسڪارپ ايراضين تي لاڳو ٿو ٿئي جتي ڪينالي پاڻيءَ سان گڏ سرڪاري ٽيوب ويل هلي رهيا آهن. ايڪٽ جو باب IV رٿائن جي جوڙجڪ ۽ انهن رٿائن جي مقصدن کي حاصل ڪرڻ ۾ اختيار ٿيندڙ وهنوار واضح ٿو ڪري.

واسطيدار اختياريءَ طرفان ان ڏس ۾ ڪجهندڙ قدم هن باب ۾ ڄاڻايا ويا آهن. صفحي نمبر 236_235 تي اسم (XVI), اختيار ٿو ڏئي:

”(XVI) جزوي طور تي يا مڪمل طور تي ٽيوب ويل کان ڪليل کوهہ جي پاڻيءَ سان ڪينالي پاڻيءَ جي تبديلي/ منتقلي.“

اسم (XX), ياڱا (c) ۽ (d) تحت هيٺين واسطي اختيار ڏنا ويا آهن.

”(c) ڪنهن بہ ايراضيءَ جي آبپاشيءَ جي هڪ ذريعي کان ٻئي ڏانهن منتقلي“ ۽

”(d) ڪنهن ايراضيءَ کي پاڻيءَ جي حصيداريءَ ۾ عارضي اضافو يا گهٽتائي يا پاڻيءَ جي فراهميءَ جي مڪمل تخفيف.“

سائين! اِهو ڏيکاري ٿو تہ حڪومت کي ڪينالي فراهمي گهٽائڻ يا ان کي زيرِ زمين پاڻيءَ ڏانهن منتقل ڪرڻ جا اختيار حاصل آهن. سائين! حڪومت جا اختيار اڻ روڪ آهن ڇاڪاڻ جو ايڪٽ جي باب پهرين جي اسم نمبر (XXIII) جي ياڱي (2) تحت زراعت جي وڌ کان وڌ حصول کي هڪ اعليٰ ۽ مخصوص اسم قرار ڏيندي ڪنهن بہ لاڳاپيل معاملي جي ڏس ۾ حڪومت کي مطلق اختيار حاصل آهن ۽ سرڪاري اختياريءَ جو اِهو فيصلو حتمي آهي ۽ ان تي ڪنهن بہ ڪورٽ آڏو ڪوبہ سوال نٿو اُٿاري سگهجي.

انڪري اِهو واضح آهي تہ حڪومت کي ڪينالن کان ٽيوب ويلن يا کوهن ڏانهن پاڻيءَ جي فراهميءَ جي تبديلي ۽ وسيلي جي تبديليءَ جا سمورا قانوني اختيار اڳيئي حاصل آهن.

سائين! پنجاب ۾ اِهي اختيار ڪيترن ئي سالن کان آبادگارن جي بهتريءَ لاءِ استعمال ٿيندا پئي رهيا آهن. ڪينالي فراهميءَ واري انهيءَ تبديليءَ خلاف ڪنهن بہ ڏر وٽان ڪنهن بہ احتجاج يا بغاوت جي ڪابہ شاهدي نٿي ملي. انڪري انهيءَ ڳُٽتي جو ڪوبہ جواز ناهي تہ زراعت کي وڌائڻ ويجهائڻ لاءِ آبادگار برادريءَ جي مفادن ۾ استعمال جوڳي زيرِ زمين پاڻيءَ کي ڪتب آڻڻ واري انهيءَ اصول جي بين علائقن ڏانهن توسيع خلاف پنجاب جا آبادگار بغاوت ڪندا. اسين تفويضن ۾ ڪٽوتيءَ جي وڪالت نٿا ڪريون جيڪي مقدس تاريخي حق آهن پر يقيني طور تي پنجاب ۾ زراعت جي وڌيڪ واڌ ويجهہ لاءِ استعمال جوڳي زيرِ زمين پاڻيءَ تي بہ نظر ڊوڙائڻ گهرجي جيڪو سڄي پنجاب ۾، سندن پنين هيٺان ئي موجود آهي.

## پٽ فيڊر جون تفويضون

عبدالوهاب: ايندڙ اسم پٽ فيڊر جي تفويضن بابت آهي.

سائين! سنڌ جي بيان موجب، ۽ جهڙي ريت اسين پنهنجي پهرين پريزنٽيشن ۾ اڳيئي عرض ڪري چڪا آهيون تہ پٽ فيڊر جي نين ايراضين، بشمول ون يونٽ واري عرصي دوران نظر ثاني ڪيل گڏو رٿا ۾ شامل ڪيل لاءِ، اضافي تفويضون فراهم ڪرڻ جي ضرورت آهي.

سنڌ ـ پنجاب ناهہ تحت سنڌ کي ڪيل گڏو جون هاڻوڪيون تفويضون انهن نين ايراضين جو احاطو نٿيون ڪن. بلوچستان پوئتي پيل علائقو آهي ۽ سنڌ

ان طرفان گڊو بيراج ذريعي پٽ لاءِ اضافي تفويضون حاصل ڪرڻ واري گهر جي پٺڀرائي ٿي ڪري.

گڊو کي حاصل اصل تفويضون گڊو بيراج ۾ زمينن جي هاٽوڪين گهرجن کي بہ پورو ڪرڻ کان قاصر آهن ۽ انڪري پٽ فيڊر جي نين ايراضين جي گهرجن جي پورائي لاءِ پاڻي منتقل نٿو ڪري سگهجي. اسان کي پنهنجي ضرورتن لاءِ اسانجو تفويض ٿيل پاڻي گهرجي.

**ساحلي ٻيلا**

اسانجي مرڪزي پريزنٽيشن دوران ۾ پنجاب جي مانواري ميمبر طرفان ڪيل سوالن دوران اسان طرفان ساحلي ٻيلن ۾ دريائي پاڻيءَ جي اٿهوند سبب انهن جي ميسارجي وڃڻ واري مادي نقصان بابت اسانجي عرضداشت کي ٽوڙڻ جي هنن طرفان ڪوشش ڪئي وئي. چيئرمين طرفان پڻ ڪجهہ سوال اٿاريا ويا. جهڙوڪ:

(i) اِهي ساحلي ٻيلا ڪٿي آهن؟

(ii) ڇا حڪمت انهن جي سار سنڀال لهي رهي آهي ۽ ڇا انهن ٻيلن تي حڪومت طرفان ڪو پئسو ڏوڪڙ خرچ ڪيو ويو آهي؟

(iii) انهن ٻيلن مان ڪهڙي آمدني ٿئي ٿي؟

چيئرمين: پنهنجي سنڌ جي دوري دوران، مون اِهي ساحلي ٻيلا نہ ڏٺا.

عبدالوهاب: سائين! اوهان غلام محمد بيراج جي اتر ۾ فقط ڪچي جي ٻيلن جو دورو ڪيو پر ساحلي پٽي گهمي نہ ڏٺي آهي. اِها رٿا 1957 ۾ اولهہ پاڪستان جي گورنر طرفان ليٽر نمبر (3)2 جا (ايڊمن) /ايف اينڊ اي_ 57/ 26984 تاريخ 26 ڊسمبر 1957 ذريعي منظور ڪئي وئي. هت ساحلي ٻيلن جي ايراضي ڏيکاريندڙ نقشو تو پيش ڪريان. اِهو سنڌو دريا جي ڇلڪڻ/اٿل تي ٽڪي ٿو. نوٽيفڪيشن نمبر (X)50A_ ايف اينڊ/58 ۽ (32)_IX /58 تاريخ 29 آگسٽ 1958 ذريعي اولهہ پاڪستان حڪومت طرفان تحفظ فراهم ڪيل ٻيلن جي اعلانيل ايراضي 756864 ايڪڙ آهي. چيف ڪنزرويٽو ٻيلو ڪاتو حيدرآباد طرفان وڌيڪ 95248 ايڪڙ ايراضي نوٽيفڪيشن ذريعي تحفظ هيٺ اعلان ڪئي وئي. ان ريت ساحلي ٻيلن جي ڪُل ايراضي 852211 ايڪڙ ٿي بڻجي. اِهي ٻيلا پاڻ ۾ ڳنڍيل مختلف ڪاڙين ذريعي سنڌو جي ڇاڙهہ کان ڇلڪجندڙ فراهمين مان پاڻي ٿا حاصل ڪن. ان کان سواءِ اِهو پروڙيو تہ حڪومت 1957

ڪان انهن ٻيلن جي سار سنڀال لهي رهي آهي. ساحلي ٻيلن جي سار سنڀال ساحلي زون ۾ وڻڪاري ڊويزن، ڪراچي لهي ٿي. سال 59ـ1958 ڪان 70ـ1969 تائين انهن مان حاصل ٿيندڙ ساليانا محصول هن ريت آهن:

**I. ساحلي ٻيلن مان حاصل ٿيندڙ ساليانی بنياد تي محصول**

| سال | محصول (رپين ۾) |
|---|---|
| 1958_59 | 2,487/50 |
| 1959_60 | 10,657/75 |
| 1960_61 | 11,275/75 |
| 1961_62 | 10,624/55 |
| 1962_63 | 19,729/24 |
| 1963_64 | 28,967/84 |
| 1964_65 | 58,323/54 |
| 1965_66 | 31,122/20 |
| 1966_67 | 63,134/24 |
| 1967_68 | 39,936/27 |
| 1968_69 | 1,51,634/32 |
| 1969_70 | 63,537/43 |

**II. ايندڙ مالي سال يعني 72ـ1971 لاءِ رٿيل سميت گذريل پنجن سالن دوران ڪيل ساليانی بنياد تي خرچ**

| سال | خرچ |
|---|---|
| 1966_67 | 127110/00 |
| 1967_68 | 141000/00 |
| 1968_69 | 129600/00 |
| 1969_70 | 132692/00 |
| 1970_71 | 115260/00 |
| 1971_72 (رٿيل) | 166800/00 |

انهن انگن اکرن مان واضح آهي تہ ساحلي ٻيلا يقيني طور تي انتهائي اهميت رکن ٿا ۽ سنڌو جي چلڪڻ تي منحصر آهن. تاهہ جي نتيجي ۾ پاڻيءَ جي نقصان سبب، اسان چاڻايو آهي تہ ساحلي ٻيلن جو ميسارجڻ مادي اهنجن ۾ شامل

آهي جيڪي سنڌ کي پورا پيا آهن. اسان ان ايراضيءَ لاءِ ڪينالي پاڻيءَ جي گهر نه ڪئي آهي، پر متفرق گهرجن واسطي غلام محمد بيراج کان هيٺ ڪجهه پاڻي ڇڏڻ جي درخواست ڪئي اٿئون.

چيئرمين: ماهرن ڄاڻايو آهي ته ساموندي لوڙياٽ جي پاڻ کي روڪڻ واسطي 11 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪرڻ گهرجي.

عبدالوهاب: ساحلي ٻيلا قائم ڪرڻ جو هڪ مقصد اِهو به هو ته اِهي ڪراچي بندرگاهه کي لوڙياٽ جو شڪار ٿيڻ کان بچائيندا.

چيئرمين: رڳا نقصان جو شڪار آهي. اِهو سمجهي نه پيو سگهان ته مادي اهنج ڪهڙو آهي؟

عبدالوهاب: سائين! اڳتي واضح ڪيو اٿر ته وڻڪاريءَ جي ٻين لاڀن سان گڏوگڏ، ساحلي ٻيلا ڪراچي بندرگاهه جي حفاظت لاءِ پڻ گهربل آهن ۽ اسين فقط ازالي واري پاڻيءَ لاءِ چئي ٿا سگهون جيڪي انهيءَ ۽ ٻين متفرق گهرجن جي پورائي لاءِ سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪرڻ گهرجي. ان ڪانسواءِ اِها هڪ جاري رڳا آهي ۽ ان مان يقيني طور تي ساليانو محصول پڻ حاصل ٿين ٿا.

## ذخيرن ۽ واڌين جي ورڇ واسطي بنياد بابت

عبدالوهاب: سائين! هڪ ٻيو نڪتو آهي جيڪو سامهون آڻڻ چاهيندس.

صوبن جو پريزنٽيشنون پڇاڻيءَ جي ويجهو آهن پر واڌايون ۽ ڪوٽ ورهائڻ تي ڪو بحث ئي نه ٿيو آهي.

ڪميٽي بلاشڪ ڏهه - ڏينهن عرصي جي بنياد تي صوبن ۾ پاڻيءَ جي ورڇ جي سفارش ڪندي، جيئن ته دريائن ۾ ميسر حقيقي ڇوڙ ۾ ڦير گهير ٿيندي تي رهي ۽ جيئن ته ڪُل ورڇ لڳ ڀڳ سڄو سال ٿيندي، سو نئين ورڇ کان واڌي ۽ ڪوٽ ورهائڻ واسطي هڪ سرشتو جوڙڻ جي ضرورت آهي.

جيڪڏهن چيئرمين سهمت ٿئي ته ان ڏس ۾ هڪ مامرو جوڙي سگهجي ٿو ۽ صوبن کي ان معاملي تي پنهنجون رٿون ڏيڻ لاءِ چئي سگهجي ٿو.

چيئرمين: اِهو انتهائي اهم آهي. انهيءَ رٿ تي اوهان جو ٿورائتو آهيان. پر اِهو اڳيئي اسانجي آڏو آهي ۽ واڌاري ۽ ڪوٽ ورهائڻ لاءِ هڪ فارمولو جوڙيو ويندو. اِهو اسانجي ڪم ۾ شامل آهي ۽ ان ڪري ان بابت ڪو نئون مامرو جوڙڻ جي ضرورت محسوس نٿا ڪريون.

عبدالوهاب: جيئن تہ ان اهم معاملي بابت ڪوتز مامرو نہ هو تنهن ڪري اها ڳالهہ اوهان جي ڌيان تي آڻڻ ضروري سمجهيم.

چيئرمين: مهرباني.

عبدالوهاب: هاڻ باقي بچيل وقت ۾ سنڌ حڪومت جو انهن سوالن تي موقف پيش ڪرڻ چاهيندس جيڪي اوهان ڪجهہ وقت اڳ اُٿاريا.

سائين! اسانکي هيٺيان سوال پنهنجو موقف پيش ڪرڻ لاءِ ڏنا ويا:

"جڏهن پاڪستان اِهو قبوليو آهي تہ 1960 واري سنڌ طاس ترقياتي فنڊ ناهہ جي ضيمي D ۾ ذڪر ڪيل رٿائن جو سرشتو اُهو ئي آهي جهڙي ريت 1960 واري سنڌو جي پاڻي بابت ناهہ ۾ شامل ڪيل آهي، تہ ڇا هاڻ هيءَ ڪميٽي اِهو سوال ليکي سگهي ٿي تہ انهن مان ڪن جو انهيءَ ناهہ ۾ احاطو ٿيل ناهي؟"

سنڌ حڪومت محسوس ٿي ڪري تہ اِهو سوال يقيني طور تي هن ڪميٽيءَ جي مول متن مان هڪ جي بنياد تي جوڙيو ويو آهي، جيڪو نمبر (b)(i) آهي. اِهو مول متو جزن (a) ۽ (b) سان گڏ هيٺين ريت لکيل آهي.

"(1) ڪميٽي اولهہ پاڪستان جي چئني صوبن ۾، موجود ۽ گڏوگڏ رٿيل آبي ذخيرن مان حاصل ٿيندڙ وهڪري وارين فراهمين ۽ ذخيرو ڪيل سنڌو دريا ۽ ان جي ذيلي ندين جي پاڻين جي ورڇ جي سفارش ڪندي. اِهو ڪندي، ڪميٽي هيٺين عنصرن تي جوڳو ڌيان ڏريندي:

(a) سنڌو دريا ۽ انجي ذيلي ندين جي پاڻين ۾ چئني صوبن جي تفويض.

(b) 1960 واري سنڌو جي پاڻيءَ بابت ناهہ جا نتيجا/ اثر."

انهيءَ عنصر (b) کان اڳ عنصر (a) ٿو اچي، جيڪو "سنڌو دريا ۽ ان جي ذيلي ندين جي پاڻين ۾ چئني صوبن جي تفويض" جي ڳالهہ ٿو ڪري. ان ريت (a) چئني صوبن جي تفويض بابت آهي جيڪي 1960 واري سنڌو جي پاڻيءَ بابت ناهہ تي صحيحن کان اڳ هيون ۽ (b) جو اصل مطلب آهي تہ ناهہ کان اڳ چئني صوبن کي حاصل پاڻين جي استعمال تي 1960 واري سنڌو جي پاڻيءَ بابت ناهہ جا اثر/ نتيجا. انهن اثرن/ نتيجن ۾ هيءَ شامل هوندا:

(1) 15 آگسٽ 1947 تي ايرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ پاڪستان جي ڪينالن طرفان پاڻيءَ جي استعمال جو نقصان. جهڙي ريت ناهہ جي شق V(i) ۾ درج آهي. اِهو اثر مرڪزي مامرو نمبر 1 جي ذيلي مامرن نمبر 5 ۽ 6 تحت درست ريت احاطو ڪيو ويو آهي.

(2) سنڌ کي اپرندي دريائن جي پاڻيءَ جو نقصان. جيڪو خريف ۽ ربيع بنهي مُندن ۾ پنجند کان هيٺ وهي سنڌ جي علائقي ۾ داخل ٿيندو هو جيڪو ربيع ۾ ۽ گڏوگڏ خريف جي اهم/ نازڪ مهينن دوران سنڌ جي ڪينالن کي فراهمين ۾ اضافو ڪندو هو ۽ چاڙهه وارن مهينن دوران سيلابي ايراضين جي ريج ۾ پڻ مدد ٿي ڪيائين.

(3) بيا اثر/ نتيجا به ذيلي مامري نمبر 1 جي احاطي ۾ آيل آهن. جيڪو چئني صوبن تي 'ڻاهه جو اثر' بابت آهي.

اسان اڳيئي ذيڪاريو آهي ته ڻاهه مختلف حوالن سان سنڌ تي ناڪاري اثر وڌا آهن. سنڌ طاس ترقياتي فنڊ ڻاهه ۽ 1960 وارو قرضن بابت ڻاهه. سنڌ طاس ڻاهه جي پوئواري ناهن پر پاڪستان اِهي پنهنجي طرفان ٽن اولهندي دريائن جي پاڻيءَ جي ڪارائتي استعمال واري مقصد واسطي ڻاهه ۾ ڏر نه هوندڙ ڏرين سان آزاداڻي ڻاهه ڪيو. اِهو نه رڳو ڻاهه جي پوئواري/ نتيجي طور پر مٿيون مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ پڻ ضروري هو.

هاڻ ان ڏس ۾ خود ڻاهه جي بندوبستن Provisions ڏانهن ٿا اچون. ڻاهه جي مهاڳ ۾ ڏنل ڻاهه جو بنيادي مقصد هيءُ هو:

"نيڪ نيتي ۽ دوستيءَ واري جذبي ۾، انهيءَ پاڻي جي استعمال سان لاڳاپيل هڪ ٻئي جي حقن ۽ ذميوارين جو تعين ڪرڻ..... ۽ سهمت ٿيل شقن/ بندوبستن جي اپٽار يا اطلاق جي ڏس ۾ پيدا ٿيندڙ ڪنهن سوال جو هڪ سهڪاري جذبي ۾ نبيرو."

مهاڳ جي پهرين ڀاڱي جي نتيجي طور، شقون نمبر II ۽ III متعارف ڪرايون ويون. شق II جي پيرا I موجب. "اپرندي دريائن جو سمورو پاڻي پارت جي اڻ روڪ استعمال لاءِ ميسر هوندو. تا وقتيڪ هن شق ۾ ان جي ابتڙ اظهار ٿيل نه هجي." شق III(i) ۾ چيو ويو ته "پاڪستان اولهندي دريائن جو سمورو پاڻي اڻ روڪ استعمال ڪرڻ لاءِ وصول ڪندو. جيڪو پارت پيرا (2) جي بندوبستن تحت وهائڻ جي اجازت ڏيڻ لاءِ پابند هوندو." پيرا گراف (2) چوي ٿو: "پارت اولهندي دريائن جي سموري پاڻيءَ کي وهائڻ جي اجازت ڏيڻ جو پابند هوندو ۽ انهيءَ پاڻي سان ڪنهن به هٿ چراند/ روڪ جي اجازت نه ڏيندو سواءِ هيٺين استعمالن جي......"

شق VIII تحت مهاڳ جي ٻئي ڀاڱي جي ڏس ۾، هڪ مستقل سنڌو دريا

ڪميشن قائم ڪيو ويو. جڏهن تہ شق IX مستقبل ۾ اختلافن ۽ تڪرارن جي نبيري جو طريقو وضع ڪيو.

اِهي ٻئي مقصد مٿي ڄاڻايل شقن ذريعي حاصل ڪيا ويا آهن.

ان کان پوءِ ٺاهہ جي شق IV تي اچي، جيڪا "ايرندي دريائن ۽ اولهندي دريائن جي (ڪجهہ) بندوبستن بابت" آهي. ان ڏس جو پيرا 1، پهريون پيرو رٿائن جي اڏاوت جو تصور تو آڻي جيڪي 15 آگسٽ 1947 تي ايرندي دريائن کان پاڻيءَ جي فراهميءَ تي انحصار ڪندڙ پاڪستان ۾ آبپاشي ڪينالن لاءِ فراهميءَ کي اولهندي دريائن ۽ پاڻيءَ جي ٻين وسيلن تي منتقلي حاصل ڪنديون. انهيءَ پيرا ذريعي پاڪستان کي رفتار ۽ خرچ پکي کي مدنظر رکندي پنهنجي انتهائي ڄاڪوڙ سان انهي متبادل رٿائن جي اڏاوت ۽ عمل درآمد لاءِ چيو ويو. ان شق جا باقي پيراگراف غير ڪاپي واري استعمال، نڪاس جي رٿا، دريا بابت تربيت، زمين جو تحفظ وغيره ۽ پيرا 4 ۾ ذڪر ڪيل نڪاس وارين نالين جي حصن جي پاڪستان طرفان نيڪ انداز ۾ سار سنڀال لهڻ ۽ اهڙا ئي ٻيا معاملا، جيڪي ڪنهن بہ ريت شق II ۽ III ذريعي متاثر ٿيندڙ ڇهن دريائن جي ورهاست واري اهم مقصد کي متاثر نٿا ڪن بابت آهن. پيرا 1 بہ "پاڪستان طرفان ان جي انتهائي ڄاڪوڙ سان استعمال ڪرڻ" کي بہ "رٿائن جي سرشتي جي اُن حصي سان" محدود ڪيو ويو آهي "جيڪو متبادل جي تڪميل ڪندو." ان ريت شق IV جي اِها پيرا 1 جو رٿائن جي ڪنهن سرشتي جي ڪنهن ٻئي حصي سان ڪو واسطو ناهي، جيڪي متبادل وارين رٿائن کان سواءِ ۽ ڪن ٻين سان واسطو رکندڙ هجن يا اولهہ پاڪستان ۾ آبپاشيءَ جي آئيندي ترقيءَ سان واسطو رکندڙ هجن. درحقيقت سڄي ٺاهہ ۾، پاڪستان طرفان رٿائن جي ڪنهن سرشتي لاءِ ٿيندڙ ڪنهن ترقياتي ڪم جو ڪو حوالو يا ذڪر ناهي.

انهيءَ مقصد جي پيش نظر تہ انهن رٿائن جي اڏاوت لاءِ فنڊ فراهم ڪيا وڃن جيڪي 15 آگسٽ 1947 تي ايرندي دريائن تي انحصار ڪندي پاڪستان جي آبپاشي ڪينالن کي پاڻي فراهم ڪري رهيا هئا جي اولهندي دريائن ۽ ٻين وسيلن ڏانهن منتقليءَ جو باعث بڻجن، مالياتي بندوبست شامل ڪندڙ شق V کي ٺاهہ ۾ شامل ڪيو ويو. ان شق جي پيرا 1 موجب:

"اهيءَ حقيقت جي پيش نظر تہ شق IV(i) ۾ حوالو ڏنل رٿائن جي سرشتي جي حصي جو مقصد 15 آگسٽ 1947 تي ايرندي دريائن کان پاڻيءَ جي

فراهميءَ تي انحصار ڪندڙ پاڪستان ۾ آبپاشي ڪينالن لاءِ اولهندي دريائن ۽ ٻين وسيلن مان پاڻيءَ جي فراهميءَ جا متبادل آهي. ڀارت انهن رٿائن جي لاڳت ۾ 62060000 پائونڊ اسٽرلنگ جو هڪ مقرر ڪيل حصو ڏيڻ تي راضپو ڏيکاريو آهي."

ان ڪري ٺاهه جي شق IV(i) ۽ V(i) جو تعلق فقط انهن رٿائن سان هو جيڪي پاڪستان اڀرندي دريائن مان پنهنجي ڪينالن کي فراهميءَ جي متبادل جي حصول لاءِ جوڙڻي رهيو هو. شق V جي پيرا 6 پڙهڻ جاڻائي ٿي:

"شق IV(i) ۽ شق V(i) جا بندوبست ڀارت کي پاڪستان طرفان شق IV(i) جي پوئواريءَ ۾ (يعني متبادل رٿائون) ڪنيل فيصلن ۾ ڪو حصو وٺڻ يا اهڙي رٿائن جي ڏس ۾ ڀارت طرفان ڪنهن سهمت يا ڪا ذميواري هئڻ جو گمان ڪرڻ جو اهل بنائڻ جو باعث نٿا بڻجن."

ان ريت انهن متبادل وارين رٿائن جي اڏاوت کي ان حوالي سان ٺاهه جو حصو نٿو چئي سگهجي جنهن تي ڀارت ۽ پاڪستان ٻن ڌرين تي راضپو ڏيکاريو هجي. جهڙي ريت ٻين حصن جهڙوڪ شق II، III، VI کان XII تي ٻنهي ڌرين سهمت ڏيکاري ۽ اِهي ان ريت ٺاهه جو اختيارڪيو ويندڙ حصو آهن. ان ريت ٺاهه درحقيقت ڇهن دريائن جي ورڇ جو باعث ٿو بڻجي، جنهن ۾ ٽي اڀرندا دريا ڀارت کي ۽ ٽي اولهندا دريا پاڪستان کي ڏنا ويا. جنهن کي دريائن جي سنڌو دريا واري سرشتي جي پاڻين جي گهٽي ڀاڱي مڪمل ۽ اطمينان جوڳي استعمال ۽ مستقبل ۾ تڪرارن جي نبيري لاءِ هڪ وهنوار ۽ شق X تحت هنگامي فراهمين/ مداخلتف وارو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ مناسب ليکيو ويو. شق X جا بندوبست انهيءَ نڪتي کي وڌيڪ واضح ٿا ڪن تہ جيڪڏهن پاڪستان 31 مارچ 1973 تائين انهن جي مڪمل ڪرڻ لاءِ گهربل سامان ۽ اوزار حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام ٿو رهي، جيڪي متبادل سان لاڳاپيل هجن (جن کي هاڻ "متبادل جا عنصر" سڏيو ويندو) تہ ٺاهہ ۾ ڦير گهير ڪري سگهجي. ان ريت، ٺاهہ سمورو وقت "متبادل جا عنصر" جو حوالو ٿو ڏئي، جنهن شق IV(i) ۽ شق VII ۾ هڪ هنڌ "15 آگسٽ 1947 تي اڀرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ پاڪستان جي ڪينالن جي وڃايل پاڻيءَ جو متبادل ماڻڻ لاءِ ٿيندڙ رٿائن جي سرشتي جو هڪ حصو" ۽ آخر ڪار شق I ۾ "متبادل جا عنصر" طور بيان ٿو ڪري.

اِهو سنڌ طاس ترقياتي فنڊ ٺاهہ 1960 جي مهاڳ کي جانچڻ سان

وڏيڪ واضع ٿو ٿئي. جنهن جو پهريون پيرا پارٽ ۾ پاڪستان طرفان سنڌو جي پاڻيءَ بابت ٺاهه جي تت جو حوالو ٿو ڏئي، "سنڌو طاس جي پاڻيءَ جي استعمال جي پارٽ ۾ پاڪستان وچ ۾ ورهاست لاءِ" وري ٺاهه جي شق V(i) جو حوالو ڏيندي، مهاڳ جو پيرا ڏانهن رٿائن جي متبادل حصي جي لاڳت ۾ پارٽ طرفان 62060000 پائونڊ اسٽرلنگ جي ادائيگي ڪرڻ جي ڳالهه ٿو ڪري. بيشڪ مهاڳ جو پيرا 2 ان حقيقت جو حوالو ٿو آڻي ته ٺاهه طرفان پاڪستان کي ڏنل پاڻيءَ جي اثرائتي استعمال کي رٿائن جي سرشتي ذريعي حاصل ڪري سگهجي ٿو جنهن جو هڪ حصو متبادل جي تڪميل ڪندو پرَان جو مطلب اِهو آهي ته انهن رٿائن جي اڏاوت پاڪستان کي ٺاهه جي نتيجي ۾ حاصل ٿيندڙ پاڻيءَ جي اثرائتي استعمال لاءِ ضروري آهي نه ڪي ٺاهه جي ڪري.

قرض وارو ٺاهه 1960 جو مهاڳ. جيڪو پيرا (A)، (B)، (C) ۽ (D) ۾ ورهايل آهي، انهيءَ نڪتي کي بنهه واضح ٿو ڪري. مهاڳ جي پيرا (A) ۾ اِهو 1960 واري سنڌو جي پاڻيءَ بابت ٺاهه کي "سنڌو طاس جي پاڻين جي ورهاست ۽ استعمال لاءِ ٻين سان گڏ فراهم ڪري ٿو" ليکي ٿو. وري پيرا (C) ۾ اِهو پارٽ طرفان 62,060,000 پائونڊ اسٽرلنگ جي ادائيگيءَ جو حوالو ٿو ڏئي. جيڪا ٺاهه جي شق V تحت متبادل رٿا جي تڪميل جي حصي طور ڏيڻي هئي. پر پيرا (B) ۾ هڪ ڏار بندوبست ڪيو ويو جنهن رٿائن جي سرشتي جي اڏاوت کي ٺاهه جي ڪنهن حصي يا ٺاهه جي پوئواريءَ جي تابع نٿي ڪيو پر ان کي ٺاهه ذريعي پاڪستان کي ملندڙ پاڻيءَ جي اثرائتي استعمال لاءِ ضروري ٿي ليکيو. ان ريت، رٿائن جي سرشتي جي اڏاوت جو تصور، پاڪستان کي ملندڙ پاڻيءَ جي ڪارائتي استعمال واسطي فنڊ ٺاهه ۽ قرض ٺاهه ذريعي آڏو آندو ويو. اِهو ڪنهن به ريت ٺاهه جي پوئواري نه هو پر پاڪستان طرفان ان کي ٺاهه ذريعي ملندڙ پاڻيءَ جي اثرائتي استعمال لاءِ هڪ آزاداڻو قدم هو. ان ڪري ٺاهه ۾ اهڙو ڪجهه به ناهي جيڪو ترقياتي رٿائن بابت هجي، جيڪو ٺاهه جي پوئواري طور متبادل رٿائن جي هڪ حصي کي شامل ڪري نه ئي وري ان بنهي ٺاهن کي ٺاهه جو نتيجو ٿي ٻڌائي.

جهڙي ريت مٿي ڏيکاريو اٿئو ته شق V(6) ذريعي پارٽ کي متبادل رٿائن واسطي به اڏاوت جو ڪو حق يا ذميواري حاصل آهي. ان ڪري متبادل رٿائن جي اڏاوت به ٺاهه جو ڪو لازمي حصو ناهي.

ان کان سواءِ، رٿائن جي ڪنهن به سرشتي جي اڏاوت، جنهن جو وڏو

حصو ترقياتي ڪم آهي ۽ جيتوڻيڪ ان ۾ متبادل رٿائن جو ڪجهه حصو شامل هجي سگهجي ٿو تڏهن به ان کي ٺاهه جي پوئواريءَ ۾ ٿيل سڏي نٿو سگهجي، جنهن جو واحد مقصد ڇهن دريائن کي پارت ۽ پاڪستان وچ ۾ ورهائڻو هو. وڌ کان وڌ اِهو چئي سگهجي ٿو ته ٺاهه جي بنياد تي، اولهندي دريائن جو پاڻي پاڪستان کي ڏنو رٿائن جو اِهو سرشتو انهيءَ پاڻيءَ جي اثرائتي استعمال لاءِ ضروري هو. پاڻيءَ جو اثرائتو استعمال پوءِ پل اِهو ترقياتي مقصدن لاءِ هجي يا متبادل واسطي، ٺاهه جي احاطي ۾ نٿي آيو. انهن ٻنهي ٺاهن تي پهچڻ پاڪستان جي بهترين مفادن ۾ هو ته جيئن فنڊ فراهم ٿي سگهن. انهن ٺاهن کي ڪنهن به ريت ٺاهه جو نتيجو/ پوئواري نٿو سڏي سگهجي بلڪ اِهي مٿيان مقصد حاصل ڪرڻ ۾ اڳتي ڏانهن هڪ وک هئا.

وڌيڪ اِهو ته، اسان اڳيئي ڄاڻايو آهي ته هن ڪميٽيءَ جي مول متن جي نمبر 1(b) ۾ لفظ 'پوئواري' ان نوعيت جي معاملن متعلق ناهي. اِهي ڪنهن به ريت پوئواري/ نتيجا ناهن پر پاڪستان لاءِ ضروري ۽ مددگار فقط عمل آهن ته جيئن ان جي حصي جي دريائن جو اثرائتو استعمال ٿي سگهي. ان ريت، اِهي ٻيئي ٺاهه پاڪستان کي ٺاهه تحت حاصل ٿيندڙ پاڻيءَ جي اثرائتي استعمال لاءِ پاڪستان طرفان کڻندڙ آزادانا قدم آهن. نتيجي طور، جيتوڻيڪ اڀرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ پاڪستان جي ڪينالن جي پاڻيءَ جو نقصان ۽ سنڌ ۾ ٻين هيٺانهين ڪنڌيءَ وارن کي پنجند کان هيٺ پاڻيءَ جو نقصان ۽ پاڻيءَ جي اثرائتي استعمال لاءِ ڪنيل قدمن جو نتيجو آهي، 1960 واري سنڌو جي پاڻيءَ ٺاهه جو نتيجو نٿا ليکي سگهجن.

انهن ابتدائي مشاهدن کان پوءِ، اُن سوال جي جواب ڏانهن ٿا اچون جيڪو اسان کي پنهنجو موقف ڄاڻائڻ لاءِ ڏنو ويو آهي. اِهو سوال ليکي ٿو ته سنڌو طاس ترقياتي فنڊ ٺاهه جي ضميمي D ۾ ذڪر ڪيل رٿائن جو سرشتو. 1960 واري سنڌو جي پاڻيءَ بابت ٺاهه ذريعي ويچار هيٺ آندل آهي. اهو خيال، اسان جي خيال ۾ درست ناهي. سنڌو جي پاڻيءَ بابت ڪٿي به سنڌو طاس ترقياتي فنڊ ٺاهه جي ضميمي D ۾ ڄاڻايل رٿائن جي سرشتي جو حوالو نٿو ڏئي. اسان انهيءَ نڪتي سان لاڳاپيل ٺاهه جي سمورين شقن جو حوالو ڏنو آهي ۽ انهن مان ڪابه فنڊ ٺاهه جي ضميمي D ۾ ڄاڻايل ڪنهن به رٿا جو ذڪر نٿي ڪري. ان صورت ۾ اِهو ڪيئن ٿو چئي سگهجي ته ٺاهه ضميمي D ۾ ڄاڻايل رٿائن جي سرشتي جو تصور

پيش ڪيو آهي؟ ۽ جيئن ته ناهه ضميمي D ۾ ذڪر ڪيل يا درج ڪيل رٿائن جو ڪوبه ذڪر نٿو ڪري، اسين اِهو سمجهڻ کان قاصر آهيون ته ڪهڙي ريت پاڪستان 1960 واري سنڌو جي پاڻيءَ بابت ناهه ذريعي روپ ڏنل، فنڊ ناهه جي ضميمي D ۾ ذڪر ڪيل رٿائن جي سرشتي کي قبول ڪيو؟ ان جي اُبتڙ، فنڊ ناهه ۽ قرض ناهه جي مهاڳ ۾، جهڙي ريت اسان اڳيئي چئي آيا آهيون ته فنڊ ناهه جي ضميمي D ۾ ذڪر ڪيل رٿائن جو اِهو سرشتو پاڪستان کي ڏنل ٽن دريائن جي پاڻين جي اثرائتي استعمال لاءِ ضروري ليکيو ويو آهي. 1960 وارو سنڌو جي پاڻيءَ بابت ناهه ترقياتي رٿائن بابت ته ڇا، متبادل طور اڏجندڙ رٿائن جي نوعيت جو پڻ ڪو هلڪو اشارو نٿو ڪري. انڪري اِهو نٿو چئي سگهجي ته پاڪستان 1960 واري سنڌو جي پاڻيءَ بابت ناهه ۾ تصور ڏنل فنڊ ناهه جي ضميمي D ۾ ذڪر ڪيل رٿائن جي سرشتي کي قبوليو آهي.

انڪري انهيءَ سوال جو ٻيو حصو ته "ڇا هيءَ ڪميٽي ناهه جي احاطي هيٺ نه آيل انهن رٿائن مان ڪن تي ڪو سوال واري سگهي ٿي" اهميت جوڳو نٿو رهي. پر ڪنهن مت ڀيد کان سواءِ، انهيءَ سوال جي پهرين حصي کي درست ليکيندي به، انهيءَ ٻئي حصي جو جواب هاڪوڪار ۾ ڏيڻو پوندو. ڇاڪاڻ جو ناهه ڪجهه رٿائن جي "متبادل عنصرن" جي ئي ڳالهه ڪئي آهي. ان ڪٿي به ڪنهن ترقياتي رٿا جو حوالو نه ڏنو آهي. ان ڪري هيءَ ڪميٽي يقيني طور تي ان سوال ڏانهن وڃي سگهي ٿي ته انهي ناهه تحت فقط انهن رٿائن جو ئي احاطو ڪيو ويندو جيڪو متبادل رٿائون آهن. ان ڪري ڪميٽيءَ طرفان ڪن کي ناهه جي احاطي ۾ آيل ۽ ڪن کي ان کان ٻاهر طور ليکڻ جو سوال ئي نٿو پيدا ٿئي. پر جهڙي ريت اُسين اڳئي مٿي ڄاڻائي آيا آهيون ته رٿائن جو "متبادل عنصر" به ناهه جو حصو ناهن. ان کان سواءِ، ترقيتي ڪم ۾ اضافي جيڪو ضميمي D ۾ ڄاڻايل رٿائن جو وڏو حصو ٿو بچي، رٿائن جو هڪ مڪمل سرشتو پيش ڪيو آهي، جيڪو فقط متبادل رٿائن جي ڪنهن رٿا کان ڇڱو موچارو مختلف آهي. انڪري، رٿائن جو اِهو سرشتو مجموعي طور تي، ناهه ذريعي سامهون آندل نٿو ليکي سگهجي، انڪري رٿائن جي هڪ حصي کي ناهه جي احاطي تحت ۽ ٻئي کي ان کان ٻاهر واري طور ليکڻ جو سوال ئي نٿو پيدا ٿئي.

عبدالوهاب: چيئرمين صاحب! اوهان طرفان اسان کان ڪيل ٻيو سوال هو:

"ڇا سنڌو جي پاڻيءَ بابت ڪميٽي مول متن تحت:

(a) منظور ڪيل ۽ اختيار ڏنل تفويضون تبديل ڪري سگهي ٿي، ۽

(b) سنڌو جي پاڻيءَ بابت ٺاهه 1960 جي ڪن نتيجن/ اثرن کي قبولڻ کان نابري واري سگهي ٿي."

سنڌ حڪومت جو موقف هيٺين ريت آهي:

اِهي نڪتا ڪميٽيءَ جي مول متن (a)(i) ۽ (b)(i) جي اپٽار بابت لڳن ٿا.

(a)(i)_ هيءَ مول متو "منظور ٿيل" يا "اختيار ڏنل" تفويضن جو حوالو نٿو ڏئي پر سنڌو دريا ۽ ان جي ذيلي ندين جي پاڻين ۾ ڇڻني صوبن جي 'تفويضن' جو حوالو ٿو ڏئي. ان ڪري انهيءَ کي اهڙي طرح ٿي نبيريندس جهڙي ريت اِهو مول متي ۾ آيل آهي، يعني "ڇا سنڌو جي پاڻين بابت ڪميٽي مول متن تحت سنڌو دريا ۽ ان جي ذيلي ندين جي پاڻين ۾ ڇڻني صوبن جي تفويضن ۾ ڪا تبديلي ڪري سگهي ٿي."

اِهو ياد رکڻو پوندو تہ مول متا سنڌو دريا ۽ ان جي ذيلي ندين جي وهڪري وارين فراهمين ۽ ذخيرو ڪيل فراهمين جيڪي پِل موجود ٻہ ٻي ذخيرن مان ٽين يا رٿيل آبي ذخيرن مان، حاصل ٿيندڙ پاڻين جي ورڇ لاءِ سفارشون پيش ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪن ٿا. ان ۾ ڇڻني صوبن جي ڪُل تفويضن جي اطمينان جوڳي حد تائين حصول کان پوءِ، ورهاڱي کان پوءِ اڏيل يا رٿيل نين آبي ذخيرن وارين رٿائن جي نتيجي ۾ اضافي پاڻيءَ جي موجودگيءَ انومان لڳايو ٿو وڃي. ان ۾ ڪو شڪ نٿو ٿي سگهي تہ منگلا ڊيم، چشما آبي ذخيري جهڙن نون آبي ذخيرن جي اڏاوت ۽ تربيلا ڊيم جهڙن رٿيل آبي ذخيرن سان اضافي گنجائشون پيدا ٿيون آهن. ان ڪري مول متا ڇڻني صوبن جي تفويضن ۾ ڪا گهٽتائي آڻڻ بدران پاڻيءَ جي نئين ۽ اضافي موجودگيءَ جي صورت ۾ انهن ۾ واڌ آڻڻ جي سعي ٿا ڪن. انهيءَ سبب ڪري ٿي ڪميٽيءَ کي انهن ڇڻن عنصرن کي مناسب ريت ليکڻ لاءِ ڇيو ويو. جن مان اهم ترين سنڌو دريا ۽ ان جي ذيلي ندين جي پاڻين ۾ ڇڻني صوبن جون هاڻوڪيون تفويضون آهن.

ڇڻني صوبن وٽ اِهي تفويضون ڊگهي عرصي کان رهيون آهن، ۽ انهن تي پنهنجو حق رڳو ان بنياد تي نہ حاصل ڪيو اٿن جو اِهي ڪين هڪ اهل اختياريءَ طرفان مليل آهي پر هڪ انتهائي ڊگهي عرصي کان ان تفويضن کي ماڻڻ ۽ استعمال ڪرڻ جي بنياد تي لاڳو بنيادن واري حق طور بہ حاصل آهن. سنڌ

۾ سکر بيراج لاءِ تفويض اپريل 1923 ۾ سيڪريٽري آف اسٽيٽ طرفان منظور ڪئي وئي ۽ ان ڪري هيل تائين پنجاهہ سالن کان وڌيڪ عرصي دوران عمل هيٺ پئي رهي آهي. ساڳي ريت سنڌ ۾ ٻين ٻن بيراجن لاءِ تفويضون، رائو ڪميشن جي سفارشن جي نتيجي ۾، سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ ڪو 25 سال اڳ ٿيل هڪ ٺاهہ ذريعي مقرر ڪيون ويون. مول متن طرفان، ان تي زور ڏيندي تہ ڪميٽي چئني صوبن جي تفويضن کي جوڳي ريت مدنظر رکندي، ان کان سواءِ ٻيو ڪي بہ ناهي تہ چئني صوبن کي حاصل انهن اڳوڻين تفويضن کي ڇيڙيو نہ ويندو ۽ ڪميٽيءَ طرفان ٿيندڙ پاڻيءَ جي ورڇ، هر صوبي کي انهن تفويضن جي پورائي کي شامل ڪندي.

اِها حقيقت تہ سنڌو طاس ترقياتي فنڊ ٺاهہ 15 آگسٽ 1947 تي ايرندي دريائن کي پنهنجي فراهمين لاءِ انحصار ڪندڙ پنجاب جي ڪينالن جي وجايل پاڻيءَ جي، تفويضن يا استعمالن جي متبادل لاءِ متبادل رٿائن جي اڏاوت لاءِ بندوبست رکڻ ڏيکاري ٿو تہ انهن ڪينالن جي انهن تفويضن يا استعمالن جي حفاظت ۽ تسلسل لاءِ اِهو ضروري ليکيو ويو تہ انهن کي پاڻيءَ جي ڪنهن متبادل وسيلي مان اوترو ئي پاڻي ملندو رهي جيڪو انهن کي ورهاڱي کان اڳ حاصل هو. ان ڪري اِها پاڪستان حڪومت جي مرضي نٿي ٿي سگهي تہ هڪ پاسي تہ اِها ٺاهہ ۾ مناسب بندوبست ڪندي نقصانن جي حد تائين ڪينالن کي تفويضن يا استعمالن جي حفاظت لاءِ اُتاولي هجي ۽ ٻئي پاسي اِها هن ڪميٽيءَ ذريعي پاڻيءَ جي نئين ورڇ ذريعي ٻين صوبن جي تفويضن ۾ گهٽتائي آڻي. ان ڪري هن مول متي جو مقصد بنهہ واضح آهي تہ سمورن صوبن جون تفويضون، پوءِ پل اِهي ورهاڱي سبب ڪنهن هڪ صوبي لاءِ ڪي حد تائين گهٽيون هجن يا نہ محفوظ رکٽيون آهن ۽ اِهي متبرڪ آهن جن ۾ ڪنهن بہ ريت گهٽتائي نٿي آڻي سگهجي.

هونئن بہ جيڪڏهن انهن اڳوڻين تفويضن کي گهٽائڻ واسطي، ان مول متي جي ڪابہ اُپٽار ڪيدي وئي تہ ان جا تباهہ ڪُن نتيجا سامهون ايندا. سنڌ ۾ بيراج وڏي لاڳت سان ٺاهيا ويا آهن. چينل ۽ واٽر ڪورس نئين سر جوڙيا ويا آهن ۽ انهن تي آڌار رکندڙ زمين کي انهن لاءِ تفويض ٿيل پاڻيءَ جي آڌار تي سنياريو ويو آهي. انڪري، جيڪڏهن انهن تفويضن ۾ هاڻ ڪا گهٽتائي ڪئي وئي تہ اِها قانوني هوندي نہ ڪي منصفاڻي. اِها انهن رٿائن جي وهنوار سان هٿ چراند هوندي، ان سان ڪٽڪ، ڦٽيون، ساريون ۽ ٻيا املهہ فصل اُپائيندڙ گهٽي پاڳي

زرخيز علائقا بنجر ٿي ويندا ۽ جتي رٿائن تي اڳيان ڪم جاري آهي ۽ اڳيان پيداوار ڏيڻ واري مرحلي کان پري آهن. اُت گهٽي پاڻي پوکيءَ لائق ٿي سگهندڙ زمين بنجر ۽ پوکيءَ کان محروم رهندي. جنهن جو سبب انهن رٿائن لاءِ اڳ ۾ مقرر ڪيل تفويضن ۾ گهٽتائي هوندو.

ان کان سواءِ تفويضن ۾ گهٽتائي سبب نه رڳو انهن ايراضين جي پيداواري سگهه ۾ واڌ ويجهه ۾ لاٽ ايندي پر ان سان اِهي رٿائون خرچ پکي جي لحاظ کان به ڳاتي ٽوڙ تي سگهن ٿيون جنهن سبب لاڳاپيل صوبن کي معاشي طور تي ڪاپاري ڌڪ رسندو.

ان ڪري اسان جو موقف اِهو آهي ته هيءُ مول متو ڪنهن به ريت چئني صوبن کي حاصل تفويضن ۾ ڪنهن به ريت گهٽتائي آڻڻ جي نه اجازت ٿو ڏئي ۽ نه ئي ان بابت ئي آهي.

سوال ”ڇا سنڌو جي پاڻين بابت ڪميٽي مول متن تحت 1960 واري سنڌو جي پاڻين بابت ٺاهه جا ڪي اثر/ نتيجا قبولڻ کان انڪار ڪري سگهي ٿي؟“ جي ياڱي (b)(i) جي ڏس ۾ اسين هيءُ ٿا چئون:

هيءُ سوال ٻيهر تصور ٿو ڪري ته سنڌو جي پاڻين بابت ٺاهه جا نتيجا/ اثر حقيقي/ نوس اثر/ نتيجا ٺاهن يعني ان جي اثرن/ نتيجن ۾ رڳو پاڪستان طرفان ايرندي دريائن جو پاڻي وڃائڻ ئي نه پر سنڌو طاس ترقياتي فنڊ ٺاهه ۽ قرض ٺاهه 1960 به ان جا اثر/ نتيجو آهن. جيستائين پنجاب ۽ سنڌ ٻنهي کي ايرندي دريائن جي پاڻين جي ڀهتل نقصان جو تعلق آهي ته هن ڪميٽيءَ طرفان سنڌو دريا ۽ ان جي ذيلي ندين جي پاڻين جي ورڇ ڪندي انهيءَ نقصان کي مدنظر رکڻو پوندو.

پر جيستائين فنڊ ٺاهه ۽ قرض ٺاهه کي سنڌو جي پاڻين بابت ٺاهه جو نتيجو ليکڻ وارو سوال جو تعلق آهي ته اِهي ڪنهن به ريت ان ٺاهه جو نتيجو ٺاهن. جهڙي ريت اڳيئي چئي چڪا آهيون ته ڪميٽي انهن مان ڪن يا سمورن کي 1960 واري سنڌو جي پاڻين بابت ٺاهه جي نتيجي طور قبول ڪرڻ کان انڪار ڪرڻ جي اهل آهي.

مول متن ۾ لفظ ’نتيجو / اثر‘ جي مٿين اُپٽار جا سبب اڳيئي ڇاٽايا ويا آهن. هاڻ تصور ڪرڻ واري سوال تي (يقيناً اسان جي مٿين موقف تي ڳنڍ ڏئي ٻيهر کان سواءِ) ايندا سين ته جيڪڏهن اِهي ٻئي ٺاهه سنڌو جي پاڻين بابت ٺاهه

جو نتيجو آهن تہ ڇا سنڌو جي پاڻين بابت ڪميٽي انهن نتيجن مان ڪي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري سگهي ٿي.

هڪ تہ پارت ۾ عالمي بينڪ سان ڳالهيون ڪيترن ئي سالن تائين هلنديون رهيون. اولهہ پاڪستان جي چئن صوبن کي ون يونٽ ۾ ضم ڪرڻ کان اڳ، سنڌ ۾ ٻين ننڍن صوبن مرڪزي حڪومت آڏو پنهنجي انهيءَ ڊپ جو اظهار ڪيو هو تہ ٿاهہ جي مقصدن واسطي عالمي بينڪ سان طئي ٿيندڙ پاڻين جا ڪي بہ امڪاني انتظام صوبن جي حقن کي ڇيهو رسائي سگهن ٿا ۽ ان ڪري هو انهن منصوبن کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهن. سنڌ خاص طور تي احتجاج ڪيو ۽ ان ڏس ۾ حڪومت پاڪستان جي صنعتن ۾ قدرتي وسيلن واري تڏهوڪي سيڪريٽريءَ سان ڪيترين ئي گڏجاڻيون پڻ ڪيون ويون. مرڪزي حڪومت جو مقصد سڄي پاڪستان جو هڪ يڪرائپ وارو موقف پيش ڪرڻ هو. جيئن تہ صوبا پنهنجي قانوني ۽ امڪاني طور تي رسندڙ هاڃي سبب ان تي سهمت نہ ٿين ها. حڪومت پاڪستان صوبن کي انجام ڏنو تہ 'مختلف يونٽن طرفان مرڪزي حڪومت کي فراهم ڪيل سمورو مواد ۽ مرڪزي حڪومت طرفان پارت سان ان جي ڳالهين ۾ اختيار ٿيندڙ موقف يا تيار ڪيل مواد. ڪنهن بہ يونٽ جي ڪنهن بہ قانوني حق کي ڇيهو رسائڻ کان مڪمل طور وانجهيل هوندا' ۽ اِها خاطري بہ ڪرائي وئي تہ "پاڪستان جي يونٽن وچ ۾ ان ڏس ۾ پيدا ٿيندڙ ڪنهن بہ تڪراري نڪتي کي شفاف ۽ انصاف پرئي انداز ۾ نبيريو ويندو جيڪڏهن ضروري ٿيو تہ مرڪزي حڪومت طرفان هڪ اڻ ڌريو ڪميشن قائم ڪيو ويندو." اِها خاطري صنعتن واري وزارت جي تڏهوڪي سيڪريٽري عباس خليليءَ جي 6 نومبر 1954 تي لکيل D.O خط ۾ شامل آهي. ان ريت انهيءَ خاطري تحت پاڪستان جي هڪ گڏيل موقف جي نمائندگي ڪندڙ هڪ منصوبو جوڙيو ويو جيڪو IBAB جي 1959 واري منصوبي ۾ نظر ٿو اچي، جيڪو فقط انهن رٿائن جا نالا ٿو سامهون آڻي جيڪي آخرڪار فنڊ ٿاهہ جو ضميمو D بڻيا ۽ جيئن تہ وعدو اڳيئي ڪيل هو حڪومت پاڪستان جي پڻ بيچيني هئي ڇاڪاڻ جو فنڊ نہ رڳو متبادل رٿائن لاءِ جاري ٿيڻا هئا پر اِهي ترقياتي رٿائن لاءِ پڻ هئا تہ جيئن پاڪستان کي مليل ٽنهي اولهندي دريائن جي پاڻين جو اثرائتو استعمال حاصل ڪرڻ واسطي منصوبي ۾ اهڙا سمورا ممڪن ترقياتي منصوبا شامل ڪري سگهجن جيڪي پاڪستان پنهنجي وسيلن سان

مڪمل ڪرڻ کان قاصر هو پر انهن لاءِ وڏي پيماني تي. پرڏيهي امداد ۾ سهائتا گهربل هئي. رٿائن جا تفصيل، انهن جي ڪٽ، انهن کي پاڻيءَ جي تفويضن جون ترجيحون، انهن جي مدامي يا موسمي عرصي ۾ وهڻ بابت فيصلا مختلف صوبن تي ڇڏيا ويا، جهڙي ريت مٿين خط ۾ واعدو ڪيل آهي. جيڪڏهن فنڊ ناهه جي ضميمي D ۾ ذڪر ڪيل رٿائن جو سرشتو حتمي ۾ تبديل/ ڦير گهير تي نه سگهندڙ هو ته پوءِ تفويضن لاءِ اختر حسين ڪميٽي يا سنڌو دريا ۾ ان جي ذيلي ندين جي پاڻين جي ورڇ لاءِ هن ڪميٽيءَ جي مقرريءَ جي ڪا ضرورت نه هئي.

اِها حقيقت ته 1959 وارو IBAB منصوبو صدر آڏو رکيو ويو ۾ فنڊ ناهه ۾ شامل ڪرڻ لاءِ سندس منظوري ورتي وئي، مٿين پوزيشن ۾ ڪا ڦير گهير نٿي ڪري، حڪومت پاڪستان 1954 ۾ هڪ وعدو ڪيو هو ۽ اِهو سمورن مقصدن واسطي جاري رهيو ۽ جاري آهي. صدر طرفان ڏنل مبينه منظوري محدود مقصد واسطي هئي، جيڪا واضح طور تي مٿين وعدي سان لاڳاپيل هئي.

اِهو چئي سگهجي ٿو ته هن ڪميٽيءَ جا مول متا جوڙڻ مهل اِهو خط پڪ سان مرڪزي حڪومت آڏو هوندو ۽ ان هوندي به 1960 واري سنڌو جي پاڻين بابت ناهه جي نتيجن/ اثرن کي مدنظر رکڻ لاءِ مول متو (b)(i) شامل ڪيو ويو ۽ ان ڪري منشا اِها هئي ته مرڪزي حڪومت جي وعدي جي باوجود، فنڊ ناهه ۽ قرض ناهه جي متن ۾، جيڪي سنڌو جي پاڻين بابت ناهه جو نتيجو چيا ٿا وڃن، هيءَ ڪميٽي ڪا مداخلت نٿي ڪري سگهي، نه ئي هيءَ ڪميٽي ان کي مڪمل طور تي يا جزوي طور تي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري سگهي ٿي. جهڙي ريت اسان اڳيئي ڄاڻايو آهي ۽ پيهر ورجائيندس ته اِهي ٻئي ناهه ڪنهن به ريت سنڌو جي پاڻين بابت ناهه جو نتيجو ناهن، نه ئي پاڪستان حڪومت (b)(i) کي مول متي طور جوڙيندي انهن جو عمل/ وهنوار متبرڪ يا ڦير گهير نه تي سگهندڙ بنائڻ جي خواهش تي رکي. پيو ته صوبن سان ڪيل اِهو وعدو انهن جي مرضي يا منشا کان سواءِ سڌي ريت يا اڻ سڌي ريت تبديل نٿو ڪري سگهجي. ان ڪري، ان جي ابتڙ اِهو ليکڻ گهرجي ته حڪومت پاڪستان طرفان صوبن سان ڪيل انهيءَ وعدي کي ضرور آڏو رکي. ڪجهه به هجي "جوڳي ريت مدنظر رکڻ جو ان جي اهل مدنظر رکڻ آهي ۽ ان بابت فيصلو ڪندي اِهو ذهن ۾ رکڻ آهي ته مٿين واعدي IBAB منصوبي، جنهن ۾ رٿائن جو سرشتو شامل آهي، کي فنڊ ناهه جي محدود مقصد واسطي هڪ رسمي منصوبي تائين گهٽائي ڇڏيو آهي، جنهن ۾ انهن

رتائن بابت ڪنهن به صوبي تي لازمي شرط لاڳو نٿو ٿئي. پر اِهو ٺاهه سنڌو جي پاڻين بابت ٺاهه جو ئي هڪ نتيجو ليکيو وڃي.

جڏهن ڪميٽيءَ کان ان فيصلي تي پهچڻ کان اڳ ته ضميمي D ۾ ذڪر ڪيل رتائن جو سرشتو حتمي ۽ ڦير گهير تي نه سگهڻ جوڳو آهي يا نه. 1960 واري سنڌو جي پاڻين بابت ٺاهه جي نتيجي/ اثر کي جوڳي اهميت ڏيڻ جي ضرورت آهي ته ڪميٽيءَ طرفان مٿي ڄاڻايل حالتن ۽ حقيقتن کي آڏو رکڻ انتهائي ضروري آهي.

درحقيقت ڪميٽيءَ کي ڪجهه ذيلي ايراضين کي سنڌو مان پرڻ جي عمل جوڳي هئڻ واري سوال ۽ ساڳي نوعيت جي ٻين سوالن کي ڦلهورڻو پوندو جيڪي اهم وقتن تي سنڌو جي پاڻيءَ ۾ لاٽ جو سبب بڻيا ته جيئن سنڌ جهڙن هيٺانهين وارن جي رتائن جي نقصان کان تحفظ بابت حڪومت پاڪستان طرفان 6 نومبر 1954 واري خط ۾ ڪرايل خاطرين جي پاسداري ٿي سگهي.

ان ريت، مختلف سببن ڪري IBAB منصوبو هڪ محدود مقصد واسطي هو جهڙي ريت اِهو مئي 1959 ۾ صدر آڏو نه رکيو ويو ۽ صوبن کي ڏنل خاطرين مان پڻ ظاهر آهي بلڪ منصوبي ۾ ذڪر ڪيل رتائن جا فقط ناﻻ آهن نه ڪي ترجيحن ۽ عملي تفصيلن جهڙا ڪي به تفصيل. ان ڪري ڪميٽي سنڌو جي پاڻين بابت ٺاهه جي ان نوعيت جي ڪنهن به نتيجي کي قبول ڪرڻ کان انڪار لاءِ آزاد آهي.

## عبدالوهاب شيخ طرفان پڇاڙيءَ واري راءِ

جيئن تہ هيءَ سنڌو جي پاڻين بابت ڪميٽيءَ جي پڇاڙيءَ واري ويهڪ آهي، ان ڪري ڪجهہ لفظن جو اظهار ڪرڻ چاهيندس.

تي سگهي ٿو تہ سنڌ ڪيس پيش ڪرڻ دوران منهنجون استعمال ڪيل ڪجهہ اصطلاحون پنجاب جي دوستن کي گهڻيون پسند نہ آيون هجن. پر پنهنجي ۽ پنهنجي حڪومت طرفان کين خاطري ٿو ڪرايان تہ سندن واسطي اسان وٽ انتهائي انتهائي احترام آهي ۽ پريزنٽيشن ڪنهن بد خواهي کان سواءِ پيش ڪئي وئي جنهن جو ڪنهن جي ذات سان ڪو تعلق ناهي.

مون سنڌ جي لکين غريب هارين جو مقدمو پيش ڪيو آهي ۽ پنهنجو ڪم انتهائي ايمانداري ۽ پنهنجي بهترين صلاحيتن سان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم.

آخر ۾، هڪ ڀيرو ٻيهر ڪميٽيءَ جي ميمبرن خاص طور تي معزز چيئرمين جو ٿورائتو آهيان جن مون کي اهڙو موقعو فراهم ڪيو.

سائين! ڪتري صاحب ۽ خليل احمد صاحب جا ٿورا مڃڻ جي اجازت ڏيوم جن جي همڪاريءَ کان سواءِ منهنجو ڪم ڏکيو ٿي پوي ها.

<u>چيئرمين</u>: خوشي اٿم تہ اهڙن اُڌمن جو اظهار ڪيو ويو آهي ڇاڪاڻ جو سمورن دليلن کي ذات کان مٿاهون ڏسڻ گهرجي.

ڪميٽيءَ جي آڌار تي، آءٌ عبدالوهاب شيخ صاحب ۽ خليل احمد صاحب جو ٿورائتو آهيان. اوهان کي خاطري ٿو ڪرايان تہ مون آڏو ڪيترائي ناميارا وڪيل پيش ٿيا آهن پر اوهان پنهنجي صوبن جو ڪيس انتهائي بهتر انداز ۾ پيش ڪيو آهي، خاص طور تي جڏهن نظر ٿو اچيم تہ عملدارن پنهنجي ذاتي مفادن لاءِ نہ پر پنهنجي صوبي جي بهترين مفادن وٽان ڪم ڪيو آهي، اوهان جي مهرباني.

3 سيپٽمبر 1971، 7 سيپٽمبر 1971 ۽ 9 سيپٽمبر 1971 تي جسٽس فضل اڪبر جي صدارت هيٺ لاهور ۾ سنڌو جي پاڻين بابت ڪميٽيءَ جي گڏجاڻين دوران سنڌ صوبي جي عيوضي عبدالوهاب شيخ طرفان پيش ڪيل سنڌ ڪيس جو تت (ڪاروائي/ روئداد فراهم نہ ڪئي وئي)

ذيلي ڪميٽيءَ جي رپورٽ پيش نہ ٿيڻ سبب ڪميٽيءَ جي پوئين ڪاروائي ۾ ڪجهہ مامرن تي دليل مڪمل ٿي نہ سگهيا هئا. سنڌ صوبي عيوضءَ طرفان رهجي ويل مامرن کي هيٺين ريت کنيو:

مامرو نمبر (5) V

مامرو نمبر (1) V

مامرو نمبر (8) I

مامرو نمبر (3) V، ۽

مامرو نمبر (4) V

اِهو عرض رکيو ويو تہ انهن مامرن تي نوان دليل اڳ ۾ ڪيل عرض ۾ اضافو آهن نہ ڪي انهن جو رد.

**مامرو نمبر (5) V**

اِهو مامرو چوي ٿو:

"10_ روزانو عرصن سان پهرين آڪٽوبر کان 31 مارچ ۽ پهرين اپريل کان 30 سيپٽمبر تائين اتر اولهہ سرحدي صوبي، بلوچستان، پنجاب ۽ سنڌ جي ڪينالن ۾ حقيقي چوڙ ڪيترا آهن؟"

ذيلي ڪميٽيءَ جلد II ضميمو 3 ۾ پنهنجي رپورٽ 41-1940 کان 70-1969 تائين وارن ٽيهن سالن جا انگ اکر سهيڙيا آهن.

بدقسمتيءَ سان سنڌو طاس ۾ بلوچستان جي مختلف جهرڻن/ ندين جي مدامي ۽ غير مدامي پاڻين جي استعمال بابت ڄاڻ نہ ڏني وئي آهي. اِها ڄاڻ موجود معلومات کي مڪمل بنائڻ ۾ انتهائي اهميت واري آهي. اِها ڪميٽيءَ کي بلوچستان ۾ سال بہ سال زراعت واسطي پاڻيءَ جي حقيقي استعمال کي ڄاڻڻ جو

پڻ اهل بڻائيندي جت اولهه پاڪستان جا ٻيا سمورا صوبا پنهنجي پاڻيءَ وارين گهرجن جي پورائي لاءِ مڪمل طور تي سنڌو دريا ۽ ان جي ذيلي ندين تي انحصار ٿا ڪن. بلوچستان ۾ ٻيا دريائي طاس به آهن. جن مان ڪي ته 12000 چورس ميل ڊگها پڻ آهن. بلوچستان جي بمشڪل 14 لک انسانن واري معمولي آباديءَ لاءِ بلوچستان جي پاڻيءَ وارن وسيلن جي گنجائش جي ڪٿ لڳائڻ دوران هنگول دريائي طاس، پورالي دريائي طاس، دشت دريائي طاس، همن مشڪل طاس ۽ اهڙا ٻيا طاس نظر انداز نٿا ڪري سگهجن. اِهي انگ اکر ڪميٽيءَ کي سنڌو دريا ۽ ان جي ذيلي ندين جي پاڻين جي ورڇ دوران هر صوبي جي پاڻيءَ واري حقيقي گهرجن کي درست ريت سمجهڻ ۾ مدد فراهم ڪندا.

ذيلي ڪميٽيءَ جي رپورٽ جي جلد II ۾ ٻين سمورن ڪينالي سرشتن جا حقيقي ڇوڙ ڏنا ويا آهن. سنڌ ۾ ٽن بيراجن جي ڪينالن جا حقيقي ڇوڙ انگ اکر سنڌ جي بيان ۾ پڻ شامل هئا. جيتوڻيڪ جلد II ۾ شامل ۽ سنڌ جي بيان ۾ شامل حقيقي ڇوڙ جي سمورن انگن اکرن جي جاچ لهڻ تي ممڪن ناهي پر اِهو ڄاتو ويو ته سال 70-1969 لاءِ غلام محمد بيراج جي ڪُل ساليانيءَ ڇوڙ ۾ وڏو تفاوت آهي.

70-1969 دوران، غلام محمد بيراج جا حقيقي ڇوڙ سنڌ جي بيان جي صفحي نمبر 2 موجب 9.5 ملين ايڪڙ فوٽ آهن جڏهن ته جلد II ضميمو 3 جي صفحي نمبر 51 تي اِهي 7.73 ملين ايڪڙ فوٽ ڏيکاريا ويا آهن. ان ريت نظر ايندو ته لڳ ڀڳ 1.8 ملين ايڪڙ فوٽ جو وڏو تفاوت آهي. وڌيڪ تجزئي تي اِهو ڄاتو ويو ته سال 70-1969 لاءِ خريف جي ڇوڙ ۾ پڻ وڏو تفاوت آهي. ان ڪري سال 70-1969 لاءِ (خريف) غلام محمد بيراج جا ڏهاڪي وار حقيقي ڪينالي ڇوڙ ڏيکاريندڙ بيان هيٺين جدول ۾ پيش ڪجن ٿا:

| عرصو | | درست چوڙ | جلد II جي صفحي 51 تي ڏنل غلط چوڙ |
|---|---|---|---|
| اپريل | 1 | 2,645 | 6,600 |
| | 2 | 99,994 | 9,400 |
| | 3 | 9,411 | 8,500 |
| مئي | 1 | 14,069 | 11,800 |
| | 2 | 9,585 | 8,000 |
| | 3 | 18,739 | 14,000 |
| جون | 1 | 20,707 | 14,100 |
| | 2 | 30,769 | 21,300 |
| | 3 | 32,882 | 23,200 |
| جولاءِ | 1 | 30,535 | 21,100 |
| | 2 | 30,681 | 23,100 |
| | 3 | 22,297 | 16,900 |
| آگسٽ | 1 | 28,053 | 21,900 |
| | 2 | 23,965 | 19,000 |
| | 3 | 23,694 | 18,900 |
| سيپٽمبر | 1 | 21,394 | 17,700 |
| | 2 | 12,777 | 10,600 |
| | 3 | 18,437 | 15,500 |

ذيلي ڪميٽيءَ جي رپورٽ جلد I صفحي 1 جي مامرو نمبر III پيرا 2 ڏانهن ڌيان ڇڪرائجي ٿو جيڪو چوي ٿو:

”ڪينالي چوڙ بابت واپڊا جا شايع ڪيل انگ اکر پنجاب ڪينالن گڏوگڏ سکر بيراج جي ڪينالن جي ڊائريڪٽر هائيڊرولاجيءَ جي آفيس ۾ موجود ڪجهه ڪينالن جي انگن اکرن سان ڀيٽجي ٿي آيا. ڀيٽ واضح ڪيو ته انهن انگن اکرن ۾ انتهائي معمولي تفاوت هو. اِهي تفاوت نظر انداز ڪرڻ واري حد اندر هئا. سو انهن کي نظر انداز ڪرڻ تي يڪرائپ پيدا ٿي. ان ڪري واپڊا جا شايع ڪيل انگ اکر مناسب حد تائين امتياز جوڳا سمجهيا ۽ اختيار ڪيا ويا.“

اِهو پروڙيو ويندو ته واپڊا طرفان شايع ڪيل ڪينالي چوڙ جا انگ اکر پنجاب جي ڪينالن ۽ سکر بيراج جي ڪينالن سان ئي ڀيٽائڻ لاءِ هئا. غلام محمد بيراج جي حقيقي چوڙ جي اهڙي ڀيٽ وڏي تفاوت کي سامهون آڻي ها جيڪو هاڻ واضح ڪيو ويو آهي. ان کان سواءِ سال 70-1969 دوران غلام محمد بيراج جا حقيقي چوڙ سنڌ جي بيان جي صفحي نمبر 2 تي اڳيئي شامل ڪيا ويا آهن. وڌيڪ اِهو ته سنڌ طرفان وائکو ڪيل تفاوت حقيقي انگن اکرن وارو آهي ۽

ڪنهن جي بہ طرفان جانچ لاءِ موجود آهي. چيئرمين اجان تائين ADC جي ڪنٽرول هيٺ انهي بنهي جاري رڻائن بابت وڏيڪ چاڻ يا ڪنهن اُپٽار لاءِ عبدالرسول ميمڻ ڊپٽي چيف انجنيئر گڊو بيراج رڻا ۽ ايچ ايم ڏهر ڊپٽي چيف انجنيئر غلام محمد بيراج کي گهرائي سگهي ٿو.

جيستائين تعلق آهي گڊو بيراج ۽ غلام محمد بيراج رڻائن جي حقيقي ڇوڙ جي انگن اکرن جو تہ اِهي ذڪر برمحل ٿيندو تہ اِهي بئي رڻائون نسبتاً نيون آهن ۽ انهن جا ڪينالي سرشتا اجان اوسر واري عمل ۾ آهن. انڪري انهن جا ڇوڙ عمل جو هڪ وچيون مرحلو ٿي واضح ٿا ڪن ۽ ڪنهن بہ ريت انهن جي اڏاوت يا حقيقي ڇوڙ هر سال وڌندڙ آهن ان ڪري گذريل پنجن سالن جي سراسري استعمال مان ڪو نتيجو ڪڍڻ درست نہ ٿيندو. ڪنهن جاري رڻا ۾ مٿاهان ترين مُنداڻتا استعمال اُن رڻا جي تفويض جي انگن اکرن سوڌو ڪي قدر اهميت رکن ٿا پر اهڙين رڻائن ۾ پنجن سالن جي ڇوڙ جا سراسري انگ اکر گهرجن جي استعمالن جي ڪٿ لڳائڻ ۾ ڪابہ معني خيز اهميت نٿا رکن.

پنجاب جي جاري رڻائن جا ڇوڙ پيش وصولي وانگر آهن ۽ سنڌ جي جاري رڻائن جي وڌندڙ ڇوڙ وارن انگن اکرن جهڙي محڪم اهميت نٿا رکن جيڪي تاريخي حقن جي حيثيت رکندي تفويضن جي پنهنجي بينڪ اڪائونٽ مان حاصل ٿا ڪيا وڃن.

**مامرو نمبر V(1)**

هيءَ مامرو چوي ٿو:

"**ڏهن ڏينهن وارن عرصن ذريعي پهرين اپريل کان 30 سيپٽمبر ۽ پهرين آڪٽوبر کان 31 مارچ تائين صوبن جي استعمال لاءِ رم اسٽيشن تي اولهندي دريائن ۾ پاڻين جا ڪيترا انحصار جوڳا وهڪرا موجود هوندا؟**"

هن مامري جو اهم مقصد ورچ لاءِ هن ڪميٽيءَ طرفان ليکڻ واسطي ڏهن ڏينهن جي بنياد تي موجود پاڻين جي انحصار جوڳي وهڪري جو مقدار معلوم ڪرڻ آهي. بهر صورت. منداڻتي موجودگيءَ جا حتمي انگ اکر ذخيرو ڪيل پاڻين ۽ سموري سنڌ طاس ۾ مختلف نقصانن ۽ لاين کي آڏو رکڻ کان پوءِ ئي مڪمل ڪري سگهبا. انهن انگن اکرن جو تعين حقيقت تي ٻڌل هيٺڻ گهرجي چاڪاڻ جو سرشتي ۾ حقيقي موجودگي تصور ڪيل موجودگيءَ جي انگن اکرن کان گهٽ يا وڌيڪ ٿي سگهي ٿي. بهرحال حقيقي موجودگيءَ جو ضابطي ڪار هن

معزز ڪميٽيءَ طرفان جوڙيو ويندڙ ڪوٽن ۽ واڌين جي ورهاست واري فارمولي سان حقيقي گهرجن جي بنياد تي طئي ڪيو ويندو.

هن مامري جا ٻه پهلو آهن. هڪ جو تعلق دريائن ۾ موجودگيءَ جي مقدار سان آهي ۽ ٻيو پهلو انحصاريت جي پيماني بابت آهي. ذيلي ڪميٽيءَ 41-1940 کان 70-1969 وارن ٽيهن سالن دوران تن اولهندي دريائن جي رم اسٽيشن تي 10 ڏينهن واري بنياد تي موجودگيءَ جي مقدار جا تفصيل فراهم ڪيا آهن. نتيجا سنڌو جي پاڻين بابت رپورٽ جي جلد II جي ضميمي 1 ۾ سهيڙيا ويا آهن. ذيلي ڪميٽيءَ موجودگين جو تجزيو پڻ ڪيو آهي ۽ چئن مان ٽن سالن لاءِ وڌ کان وڌ، وچٿري ۽ گهٽ ۾ گهٽ ٽين پيمانن تي ڏهن ڏينهن روزانو وارن عرصن لاءِ ڳڻ ڳوت پڻ ڪئي آهي.

سنڌ حڪومت پنهنجي بيان جي صفحي نمبر 140 تي ۽ پنهنجي پريزنٽيشن ۾ بحث ڪندي دريائن ۾ وچٿري سراسري وهڪري کي ورڇ لاءِ انگ اکرن ليکڻ جي وڪالت ڪئي آهي.

پنجاب پنهنجي مرڪزي بيان ۾ ڪاٽڻ سفارش نہ ڏني آهي پر پنهنجي جوابي دعويٰ ۾ پريزنٽيشن ۾ ان رٿيو آهي تہ انحصاريت گهٽ ۾ گهٽ چئن مان ٽن سالن جي موجودگي واري هجي.

اتر اولهہ سرحدي صوبي ۽ بلوچستان ڪنهن مخصوص پيماني جي وڪالت نہ ڪئي آهي ۽ لڳي ٿو تہ هو هلندڙ ويهڪ ۾ پنهنجو نقطي نظر واضح ڪندا.

جڏهن بہ ڪنهن بلڪل نئين رٿا جي رٿابندي ڪئي ويندي آهي تہ اِها عام طورتي رٿا جي جوڳي هئڻ جي چڪاس واسطي ڪلئي بدران وڌيڪ قدامتي عنصرن جي آڌار تي فيصلو ڪئي ويندي آهي. اهڙن معاملن ۾ انحصار جوڳي وهڪري لاءِ سراسري طور تي موجود کان ڪجهہ گهٽ کي آڌور ڪيو ويندو آهي. پر اڳيئي مڪمل ٿيل رٿائن سان ۽ جوڳي حد تائين مڪمل ٿيل رٿائن سان مڪاميل هئڻ دوران وهڪرن جي انتهائي قدامت ڪٽ وڏي مقدار کي رٿابنديءَ کان ٻاهر ڪري سگهي ٿي. ان ڪري اِهي وهڪرا ضايع ٿي ويندا يا ورڇ کان وڌيڪ اختيارن کان مٿيرو اضافي استعمالن جو روپ اختيار ڪندا جيڪو ورنې نون تڪرارن کي جنم ڏيندو. سنڌ ان ڏس ۾ وڌيڪ عقل پرئي انداز جي سختيءَ سان وڪالت ٿي ڪري يعني ورڇ لاءِ معتدل سراسري وهڪرن کي لاڳو ڪيو وڃي.

پنجاب لاءِ ڪيل مستقبل جي آبپاشي ترقيءَ جي سموري رٿابندي پڻ معتدل دريائي وهڪرن تي ڪئي وئي. هرزا جو ماسٽر پلان رٿابنديءَ جي مقصدن واسطي مختلف آبپاشي رٿائن کي پاڻيءَ جي ورچ واسطي معتدل سراسري وهڪرا (Mean Average Flows) تو اختيار ڪري.

سر اليگزانڊرگبس ۽ ٻين جڳ مشهور ماهرن تي ٻڌل آبپاشي ۽ زراعت جي ماهرن جي ايسوسيئشن (IACA) پڻ پنهنجي رٿابندي ۽ ڪٿ ٻنهي ۾ مختلف موجود آبپاشي رٿائن کي موجود فراهمين جي ورچ لاءِ معتدل سراسري وهڪرا تي اختيار ڪري.

عالمي بينڪ کي ڊَنل ڊاڪٽر لائيفٽنڪ جي رپورٽ پڻ ان مقصد واسطي معتدل سراسري وهڪرو تي اختيار ڪري.

’سنڌو دريا جي اترين ميدانن لاءِ علائقائي منصوبو‘ جي سري هيٺ ٽيٽن ۽ ڪام ٻيچ طرفان پنجاب جو جوڙيو ترقياتي منصوبو معتدل وهڪرن يعني رٿابنديءَ لاءِ 50 سيڪڙو انحصار وارو پيمانو استعمال تو ڪري.

ان ريت اِهو پروڙيو ته ڪابه بين الاقوامي اختياري پنجاب طرفان رٿيل چئن مان ٽن سالن جي غير حقيقي پيماني کي لاڳو ڪرڻ جي وڪالت نٿي ڪري.

معتدل، گهٽ ۾ گهٽ، لاڳيتو ٻن بدترين سالن سان گڏوگڏ چئن مان ٽن سالن ۾ موجودگي، جهڙي ريت ذيلي ڪميٽي جي رپورٽ جي جلد II، ضميمي 1 ۾ شامل آهي، ڏانهن ڌيان ڇڪرائجي ٿو. اِهو پروڙيو ته چئن مان ٽن سالن جي بنياد تي موجودگي، جهڙي ريت پنجاب طرفان رٿيو ويو آهي، درحقيقت گهٽ کان گهٽ موجودگي يا بدترين سالن ۾ حاصل ڪيل جي برابر آهي. پنجاب جي غير حقيقي رٿ جو اهم مقصد آبي آخيرن ۾ گهٽ نقصان ۽ وڏيڪ لٽ ٽيڻ ۽ واٽر شيڊ انتظامي رٿائن وغيره جي ناڪامي ڍيڪارڻ آهي. هو محسوس ٿا ڪن ته گهٽايل موجودگي ڪين سنڌو دريا کان ذيلي زون ڏانهن پاڻيءَ جي منتقليءَ لاءِ جواز فراهم ڪندي.

پنجاب جڏهن ايرندي دريائن کان انحصار جوڳي موجودگيءَ جي ڳالهه تو ڪري ته اِهو معتدل موجودگي جي تو ڳالهه ڪري نه ڪي چئن مان ٽن سالن جي بنياد تي موجودگيءَ جي، جيتوڻيڪ ايرندي دريائن ۾ انهن جي وڌ کان وڌ ۽ گهٽ کان گهٽ حقيقي موجودگين وچ ۾ تمام گهڻو تغاوت هو. پنجاب طرفان اهڙن ٻئن

معيارن ۾ چيڙائيندڙ موقف اختيار ڪرڻ جو ڪميٽيءَ طرفان نوٽيس وٺڻ جي ضرورت آهي.

چئن مان ٽن سالن جي بنياد واري موجودگي چيڙائيندڙ ۾ غير حقيقي آهي سو هيٺين جدول مان پروڙي سگهجي ٿو:

**ذيلي ربيع جا وهڪرا (Tributory Rabi Flows) (ملين ايڪڙ فوٽ)**

| Flows | جهلم | چناب | اپرندا دريا | ڪُل |
|---|---|---|---|---|
| معتدل وهڪرا (منگلا کان اڳ) | 4.8 | 4.6 | 3.1 | 12.5 |
| معتدل وهڪرا (منگلا کان پوءِ) | 4.8 | 4.6 | 5.3 | 14.7 |
| چئن مان ٽي سال (منگلا کان اڳ) | 3.4 | 3.1 | 1.9 | 8.4 |
| چئن مان ٽي سال (منگلا کان پوءِ) | 3.4 | 3.1 | 5.3 | 11.8 |
| ڪينالي استعمال سراسري پنج سال (1942-47) | | | | 11.4 |
| ڪينالي استعمال 1969-70 | | | | 13.3 |

اِهو ڏسبو تہ 11.4 ملين ايڪڙ فوٽ وارن ورهاڱي کان اڳ وارن ڏينهن ۾ ڪينالن جا حقيقي استعمال ۾ نہ وري 13.3 ملين ايڪڙ فوٽ وارا هاڻوڪا حقيقي استعمال ڪڏهن بہ چئن مان ٽن سالن جي انحصاريت تي 8.4 ملين ايڪڙ فوٽ يا 11.8 ملين ايڪڙ فوٽ جي اهڙي نندي تصور ڪيل موجودگيءَ تي ٽِڪي پئي سگهيا. اِهو بہ پروڙبو تہ منگلا کان اڳ واري عرصي ۾ 12.5 ملين ايڪڙ فوٽ واري معتدل موجودگي يا منگلا کان پوءِ واري عرصي ۾ 14.7 ملين ايڪڙ فوٽ واري موجودگي حقيقت ۾ اُن مان اُسريل انداز جي تصديق ٿي ڪري. ڪينالي جا وڌا استعمال نسبتاً گهٽ تصور ڪيل موجودگيءَ مان نٽا جوڙي سگهجن.

معتدل ڇوڙ جا انگ اکر، جڏهن ساليانی، منداٽي، ماهوار يا 10 روزانو ڏينهن جي بنياد تي ڪنيا ويا تہ انهن سمورن انحصار جي ساڳي نوعيت واضح ڪئي پر اِهو ڪجهہ چئن مان ٽن سالن جي بنياد تي اختيار ڪرڻ تي سامهون نہ آيو جنهن جي پنجاب طرفان وڪالت ڪئي وئي آهي. درحقيقت، چئن سالن جي بنياد تي 10 روزانو ڇوڙ گهٽ کان گهٽ هوندا ۽ ڪنهن بہ معمول واري عمل ۾ لاڳو ڪرڻ لاءِ تنگ ڪندڙ بڻيا.

ان ڪري سنڌ جو اِهو سوچيل سمجهيل موقف آهي تہ ورڇ جي مقصد واسطي معتدل موجودگيءَ کي لاڳو ڪيو وڃي.

انهن رم اسٽيشن چوڙن ڪان سواءِ، جهلم ۽ چناب جي نسبتاً ننڊين ذيلي ندين ڪان بہ مستقل وهڪرا اچن ٿا. جيڪي انحصار جوڳيون فراهميون بڻهي دريائن ۾ ٿا آڻين. اِهي واپڊا جي پاڻيءَ جي انتظام واري سيل پنهنجي مارچ 1971 واري ڪمپيوٽر اپياس ۾ استعمال ڪيا آهن. 60-1959 ڪان 69-1968 تائين وارن ڏهن سالن ۾ اِهي ايندڙ وهڪرا سراسري ريت هن ريت آهن:

جهلم

| | |
|---|---|
| سيپٽمبر | 0.21 |
| اپريل - آگسٽ | 1.81 |
| | 2.02ملين ايڪڙ فوٽ |

چناب

| | |
|---|---|
| سيپٽمبر | 0.26 |
| اپريل - آگسٽ | 1.37 |
| | 1.63ملين ايڪڙ فوٽ |

مٿين ڪان سواءِ، ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ ڀارت ڪان ايرندي دريائن ۾ وڏا وهڪرا فطري نڪاس جي صورت ۾ پاڪستان ذريعي گذرندا رهندا. ايستائين جو هاڻ راوي ۽ چناب ۾ پاڪستان ذريعي ٻوڏ جي پاڻين جا وڏا مقدار لنگهندا ٿا رهن. خريف ۾ انهن پاڻين جي لاين ڪان سواءِ، اِهي ٻوڏون نئين سر پيدا ٿيندڙ ربيع جا املهہ وهڪرا پيدا ڪنديون جيڪي ذيلي زون ۾ ميسر هوندا. سنڌ ليڪي ٿي تہ اهڙا اٿر وهڪرا ذيلي زون ذريعي فطري نڪاس مان لنگهندا رهندا، جن کي کوٽڻ ۽ واڌين ورهائڻ واري سرشتيءَ ۾ وجهڻ مناسب ٿيندو جن کي ڪميٽي يقيني طور تي ڪا شڪل ڏيندي.

جيستائين ڪشمير ۾ ڀارت جي استعمال جو تعلق آهي تہ اِهو اڳيئي سنڌ جي جوابي دعويٰ ۾ سنڌ جي پريزنٽيشن بڻهي ۾ واضح ڪيو ويو آهي تہ پنجاب طرفان دعويٰ ڪيل 3.4 ملين ايڪڙ فوٽ وارا انگ اکر بنهہ غلط ۽ قومي مفادن جي خلاف آهن. سنڌو جي پاڻين بابت ٺاهہ جي بنياد تي پرڏيهي ماهرن طرفان حساب لڳايل ۽ تپٽن ۽ ڪامبيج طرفان اختيار ڪيل عقل پريا انگ اکر هن ريت آهن:

**اولهندي دريائن جا ڪشميري ۽ ڀارت چوڙ جهڙي ريت سنڌو جي پاڻين بابت ٺاهہ ۾ شامل آهن**

ڪيوسڪ

| ربيع | سنڌو | جهلم | چناب |
| --- | --- | --- | --- |
| جنوري | 150 | _ | 450 |
| فيبروري | 150 | _ | 450 |
| مارچ | 150 | _ | 450 |
| آڪٽوبر | 350 | _ | 900 |
| نومبر | 150 | _ | 450 |
| ڊسمبر | 150 | _ | 450 |
| ربيع ملين ايڪڙ فوٽ | 0.67 | _ | 0.190 |

| خريف | سنڌو | جهلم | چناب |
| --- | --- | --- | --- |
| اپريل | 350 | _ | 900 |
| مئي | 500 | _ | 1400 |
| جون | 500 | 1100 | 1950 |
| جولاءِ | 500 | 3250 | 3050 |
| آگسٽ | 500 | 2150 | 3050 |
| سيپٽمبر | 500 | _ | 1400 |
| خريف ملين ايڪڙ فوٽ | 0.174 | 0.40 | 0.72 |
| ساليانو ڪُل ملين ايڪڙ فوٽ | 0.24 | 0.40 | 0.91 |
| ڪل ملين ايڪڙ فوٽ | 1.55 | | |

(ذريعو: ٽپٽن ۽ ڪامبيچ طرفان اترئين سنڌو جي ميدانن لاءِ علائقائي منصوبو جلد IV، صفحو N_3)

اِهو پروڙيو تہ 1.55 ملين ايڪڙ فوٽ واري ڪُل ساليانيءَ مان 1.30 ملين ايڪڙ فوٽ خريف ۾ آهي ۽ فقط 0.25 ملين ايڪڙ فوٽ ربيع ۾ جنهن مان پهريون گهٽي ياڳي جون، جولاءِ ۽ آگسٽ جي مهينن ۾ آهي. ان ڪري توقع لڳايل ربيع جا چوڙ غير اهم آهن. اِها بدقسمتي ٿيندي جو اولهندي دريائن جي ڏيکاريل گهٽيل موجودگيءَ جو انتهائي جوش خروش ۾ هو قومي مفادن کي ڇيهو رسائڻ جا مرتڪب بڻيا آهن.

ڪشمير ۾ ڀارتي استعمالن جو هڪ ٻيو پهلو ليکڻ جوڳو آهي. سنڌو جي پاڻين بابت ٺاهہ موجب، ڀارت اولهندي دريائن تي پوکي ٿيندڙ ايراضيءَ جا انگ اکر پاڪستان کي اُمائڻ جو پابند آهي. سنڌ جي عيوضيءَ، تاريخ 25 مئي 1971 تي سنڌو جي پاڻين بابت پاڪستان ڪمشنر سان لکپڙهہ ذريعي خط نمبر

ڊبليو تي (13)/ (427) / پي سي آءِ ڊبليو وسيلي اِهي انگ اکر حاصل ڪيا آهن. فراهم ڪيل بيان هن ريت آهي:

**اولهندي دريائن تي پارت ۾ آبپاشيءَ هيٺ فصلن واري ايراضي ڏيکاريندڙ بيان**

| فصل جو سال | سنڌو دريا | جهلم | چناب | ڪُل |
|---|---|---|---|---|
| (سمورا انگ اکر ايڪڙن ۾) | | | | |
| اثر انگيز تاريخ تي | 43,847 | 546,135 | 102,492 | 692,474 |
| 1960-61 | 41,674 | 483,407 | 87,487 | 612,568 |
| 1961-62 | 41,932 | 501,741 | 69,809 | 613,482 |
| 1962-63 | 41,774 | 477,720 | 76,896 | 596,390 |
| 1963-64 | 42,046 | 518,208 | 74,821 | 635,075 |
| 1964-65 | 42,318 | 503,167 | 70,842 | 616,327 |
| 1965-66 | 42,470 | 527,133 | 68,958 | 638,561 |
| 1966-67 | 42,836 | 535,717 | 69,015 | 647,568 |
| 1967-68 | 42,991 | 541,751 | 75,655 | 660,397 |
| 1968-69 | 43,514 | 537,580 | 72,614 | 653,708 |
| 1969-70 | 44,122 | 535,672 | 74,097 | 653,891 |

اولهندي دريائن تي زرعي استعمالن جي واڌ ويجهه جي رفتار جوڳي نہ رهي آهي. درحقيقت فصل هيٺ ايراضيءَ ۾ گهٽتائي ٿي آهي نہ ڪي تيز اضافو جهڙي ريت پنجاب طرفان چيو ٿو وڃي. طبعي ۽ مالياتي بندش جي حوالي سان، اِهي سمورا استعمال، ڪوبہ خاطريءَ پرئي انگن اکرن سان چوڻ کان قاصر آهي تہ ڪيتري حد تائين اِهي پنهنجا حق استعمال ڪري سگهندا. ان ڪري سنڌ جو اِهو سوچيل سمجهيل موقف آهي تہ ٽن اولهندي دريائن جي رم استيشن کان مٿي اِنهن غير اهم استعمالن ڪي. ورڇ واري مقدار جي حوالي سان ليکي ۾ نہ آڻڻ گهرجي. انهن استعمالن لاءِ فراهمين ۾ ڪو ٺهڪاءُ/ انتظام آڻڻ جي ڪا ضرورت ناهي. ڪوٽ ۽ واڌي ورهائڻ جا بنياد هيءَ ڪميٽي طئي ڪندي ۽ اِهي بنياد پاڻ مرادو اهڙي ڪنهن صورتحال جي ضرورتن کي منهن ڏيندا.

ان ڪري ان ۾ ڪوبہ شڪ شبهو ناهي تہ سنڌو جي پاڻين بابت ڪميٽي پاڻيءَ جي ورڇ جي مقصد واسطي معتدل موجودگيءَ کي انتهائي سولائي سان اختيار ڪري سگهي ٿي.

**مامرو نمبر (8)1**

اِهو چوي ٿو:

”خريف ۽ ربيع ٻنهي مُندن دوران ٿاهه تحت پنهنجي استعمال واسطي پاڪستان دريائن جون ڪيتري حد تائين فراهميون وڃايون آهن؟“

ذيلي ڪميٽي اپرندي دريائن ذريعي پارت کان رم استيشن تي وصول ٿيندڙ مجموعي فراهمين جي اڳيئي ڳڻ ڳوت ڪئي آهي. انهيءَ ڳڻ ڳوت ۾ ذيلي ڪميٽيءَ رياست شاخ جي اختيار مليل تفويض کي ملڻ جوڳي پر حقيقت ۾ نہ مليل طور پڻ شامل ڪيو آهي. اِهو قياس مڪمل طور تي درست ناهي، جو رياست شاخ ورهاڱي کان اڳ بہ ڪڏهن بہ پنهنجي اصل تفويض حاصل نہ ڪئي آهي.

رم استيشن تي موصول ٿيل اپرندي دريائن جون مجموعي فراهميون ٿاهه جي نتيجي ۾ پاڻيءَ جي فراهميءَ جي روڪ ذريعي پاڪستان کي ٿيندڙ ست پريو ڪُل نقصان (Patential Loss) آهن. جلد II ضميمي (VI(a، صفحي نمبر 13 تي ڏنل 38ـ1937ع کان 47ـ1946 وارن ڏهن سالن لاءِ ڪمپيوٽر ذريعي جوڙيل اِهي مجموعي وهڪرا، چئن مان ٽن سالن ۽ معتدل بنيادن تي هيٺين ريت آهن:

| ملين ايڪڙ فوٽ | (Mean) معتدل | چئن مان ٽي سال |
|---|---|---|
| خريف | 20.4 | 12.4 |
| ربيع | 3.1 | 1.9 |
| ڪُل | 23.5 | 14.3 |

23.5 ملين ايڪڙ فوٽ وارا انگ اکر، جيڪي معتدل انحصاريت جي بنياد تي آهن، نوٽ ڪرڻ جوڳا آهن. پاڻيءَ جو اِهو مقدار آهي جنهن کي پنجاب عام طور تي 24 ملين ايڪڙ فوٽ سڏيندو آهي. جيتوڻيڪ هو معتدل موجودگيءَ جي انهن انگن اکرن جو اوڏي مهل حوالو ڏيندا آهن جڏهن متبادل فراهمين وارو سوال بحث هيٺ ايندو آهي، پر جڏهن جهلم ۽ چناب جي انحصار ڪرڻ جوڳي وهڪرن جي وڪالت ڪندا آهن تہ هو چئن مان ٽن سالن جي انحصار ڪرڻ جوڳي بنياد کي ليکڻ تي زور پريندا آهن.

سو جيڪڏهن اپرندي دريائن کان ايندڙ وهڪرن جا انگ اکر چئن مان ٽن سالن جي انحصاريت تي کڻبا تہ پاڪستان ڏانهن ايندڙ ڪُل پاڻي 14.3 ملين ايڪڙ فوٽ هو يعني 1.9 ملين ايڪڙ فوٽ ربيع ۾ ۽ 12.4 ملين ايڪڙ فوٽ

خريف دوران (اڳئين پريزنٽيشن دوران ڏنل انگ اکر هنن انگن اکرن سان بدلائڻ گهرجي جيڪي ڏيلي ڪميٽيءَ طرفان هاڻ ڳڻ ڳوت ڪيا ويا آهن). بهر صورت سنڌ معتدل فراهمين جي بنياد تي وڪالت ٿي ڪري جيڪو عقل پريو بنياد آهي ۽ جيڪو عالمي تنظيمن ۽ عالمي بينڪ جي ماهرن پڻ اختيار ڪيو آهي.

ربيع دوران اپرندي دريائن تي انحصار ڪندڙ ڪينالن جو حقيقي استعمال 1.9 ملين ايڪڙ فوٽ کان گهٽ وڌيڪ هو جيڪو چئن مان ٽن سالن جي انحصاريت جي بنياد تي انحصار جوڳيون ربيع جي وهڪرن جون فراهميون آهي. ان مان ئي چئن مان ٽن سالن جي بنياد کي اختيار ڪرڻ جي غير منطقي هئڻ ثابت ٿئي ٿو ۽ گڏوگڏ معتدل موجودگيءَ کي انحصار ڪرڻ جوڳي بنياد طور اختيار ڪرڻ جي درست هئڻ کي ثابت ٿو ڪري.

هيٺين جدول سال جي مختلف عرصن ۾ مجموعي معتدل موجودگي ۽ ساڳين عرصن دوران، استعمالن جي IBAB واري وڏي تصور موجب پڻ، استعمال جوڳي وهڪرن کي ظاهر ڪندي، جن تي سنڌ بلاشڪ سهمت نٿي ٿي سگهي:

| | ملين ايڪڙ فوٽ | |
|---|---|---|
| عرصو | مجموعي موجودگي (معتدل) | استعمال جوڳو وهڪرو |
| ڪُل ربيع | 3.12 | 3.12 |
| خريف | | |
| (a) اپريل - مئي | 1.71 | 1.71 |
| (b) جون | 1.71 | 1.71 |
| (c) جولاءِ - آگسٽ | 13.22 | (IBAB) 5.44 |
| (d) سيپٽمبر | 3.75 | (IBAB) 2.42 |
| ڪُل خريف | 20.39 | 11.28 |

اِهو پروڙيو ته ربيع دوران دريائن ۾ جيڪي ڪجهه موجود هو سو ڪينالن ۾ استعمال نه ٿيو هو. ساڳي ريت، اپريل ۽ مئي جي مهينن ۾ موجود 1.71 ملين ايڪڙ فوٽ واري مجموعي فراهمي پڻ قطعي استعمال نه ٿي. ساڳي ئي انداز ۾، جون ۾ پڻ 1.71 ملين ايڪڙ فوٽ جون فراهميون مڪمل طور تي ڪتب نه آيون. بهرحال جولاءِ، آگسٽ ۽ سيپٽمبر وارن پوڏ جي مهينن ۾ اِها صورتحال نه هئي جڏهن IBAB تصور جي حوالي سان به وڏا استعمال به استعمال جوڳا وهڪرا ليکيا ويا. ان ڪري خريف دوران موجود مجموعي فراهمين جي 20.4 ملين ايڪڙ

فوٽ مان وڌ کان وڌ استعمال جوڳا وهڪرا 11.28 ملين ايڪڙ فوٽ جي برابر ٿي هئا. باقي بچيل سيلابي پاڻي هيٺ سنڌ ڏانهن وڏو هو جو اِهو پنجاب ۾ ڪتب اچي نه پئي سگهيو. پنجاب بارها دعويٰ ڪئي آهي ته هو هاڻ ميسر بهتر ٽيڪنالوجيءَ جي مدد سان باقي بچندڙ وهڪرا پنجاب ۾ ڪتب آڻي پئي سگهيا. اسين اِهو سمجهڻ کان قاصر آهيون ته هو ڪنهن به ڪينالي سرشتي لاءِ جولاءِ ۽ آگسٽ جو سيلابي پاڻي ڪهڙي ريت ڪتب آڻي پئي سگهيا ڇاڪاڻ جو هر فصل جو هڪ بنيادي عرصو ٿيندو آهي. تا وقتيڪ خريف جي سموري مُند لاءِ ڪينالن ۾ پاڻي ميسر ناهي. اِها دعويٰ سونهين نٿي ته اڻ روڪ سيلابي پاڻي پنجاب ۾ آبپاشي سرشتي جي توسيع لاءِ ڪتب اچي پئي سگهيو. جولاءِ ۽ آگسٽ جي اڻ روڪ سيلابي پاڻيءَ کي ڪتب آڻڻ جو واحد طريقو ڊيم اڏڻ ئي آهي ۽ اِهي هاڻ پنجاب جي اُن حصي ۾ ئي اڏي سگهجن ٿا جيڪو حصو پارت وٽ آهي. پاڪڙا يا بياس ڊيم پارت ۾ ئي اڏي سگهجي ٿو نه ڪي پاڪستاني پنجاب ۾. ستلج يا راويءَ تي پاڪستان اندر ڊيم اڏڻ جو ڪوبه ماڳ ميسر ناهي. هن بحث مان پنجاب جي وڌائي چڙهائي پيش ڪيل دعويٰ کي مڪمل طور تي سمجهي سگهجي ٿو.

هن مامري سان لاڳاپيل هڪ ٻيو پهلو به آهي. پنجاب محسوس ٿو ڪري ته پارت کان وصول ٿيندڙ سموريون مجموعي فراهميون پاڪستاني پنجاب ۾ ڪتب آڻڻ لاءِ هيون. جيڪڏهن ورهاڱو نه ٿئي ها ته اِهو چوڻ درست نه ٿيندو ته پاڪستاني پنجاب ئي سمورو اڻ ڪتب ايندڙ پاڻي پنهنجي واڌ ويجهه لاءِ استعمال ڪري ها. ڊيمن ذريعي پيدا ٿيندڙ انهيءَ پاڻيءَ جو وڏو حصو پنجاب جي ان حصي ۾ استعمال ٿئي ها جيڪو هاڻ پارت ۾ آهي. ورهاڱي کان اڳ پنجاب جي اُن حصي ۾ وڏو آبپاشي ڪم ڪار هليو جيڪو هاڻ پاڪستان ۾ آهي. جيڪڏهن اڻ روڪ سيلابي ست کي انتظام هيٺ آندو وڃي ها ته فطري طور تي ان جو وڏو حصو اوپر پنجاب ۾ ڪتب آندو وڃي ها. ان ڪري اِهو چوڻ ته پاڪستان 24 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي وڃايو آهي، عقل پري ڳالهه نه ٿيندي. ان کان سواءِ پنجاب ان حقيقت کي به آڏو رکڻ ۾ ناڪام رهيو آهي ته ايرندي دريائن جي اضافي وهڪرن جو وڏو حصو پاڪڙا ڊيم ۽ نئين پاڪڙا ۽ بست دو آب ڪينالن لاءِ هو جن کي سنڌ ـ پنجاب ٺاهه 1945 تحت يقيني تفويض ملي آهي. نئون پاڪڙا ڪينال کي 13000 ڪيوسڪ کٽو آهي. بس ڪينال کي 1200 ڪيوسڪ

تفويض ٿيا ۽ اوپر پنجاب ۾ سيلاب ايراضين کي پڻ سنڌ ـ پنجاب ٺاهه 1945 تحت 1800 ڪيوسڪ جي تفويض ملي. پنجاب جي اُن حصي لاءِ جيڪو هاڻ پارٽ ۾ آهي، لاءِ واڌي پاڻيءَ جي اِها تفويض سنڌ نہ ڪئي آهي بلڪ تڏهوڪي پنجاب پنهنجي سر ڪئي آهي. حقيقت اِها آهي تہ پاڪستاني پنجاب جي ڪينالن طرفان ايرندي دريائن جي پاڻين جو واڌي استعمال ورهاڱي مهل انهن طرفان حاصل ڪيو ويندڙ پاڻيءَ کان ڪو گهڻو وڌيڪ نہ هجي ها.

ٺاهہ تحت ايرندي دريائن جو نقصان پاڪستان ڏانهن مدامي پاڻيءَ جو نقصان آهي پر اِهو بہ تہ ڏسون تہ انهيءَ مدامي پاڻيءَ جي نقصان جو اثر اولهہ پاڪستان جي ڪهڙي صوبي تي پيو آهي يا پئجي سگهي ٿو. اِهو اڪثر چيو ويندو آهي تہ آبي ذخيرا مدامي پاڻيءَ جو متبادل ناهن. جيڪڏهن دريا جي ڏيکاريندڙ اولهہ پاڪستان جو نقشو ڏسبو تہ نظر ايندو تہ پنجاب ذيلي زون ۾ بين الدريائي لنڪس ذريعي مدامي پاڻي حاصل ڪندي مدامي پاڻين جو پنهنجو نقصان پورو ڪري ورتو آهي. ڪجهہ عرصي دوران معمولي کوٽ آهي جيڪا منگلا آبي ذخيري ۽ زيرِ زمين پاڻيءَ جهڙن بين وسيلن مان پوري ٿيڻي آهي. 11 ملين ايڪڙ فوٽ وارو مدامي پاڻي جيڪو پنجاب ايرندي دريائن ذريعي وڃايو ذيلي زون جي بين الدريائي لنڪس ذريعي حاصل ٿيندڙ مدامي پاڻيءَ جي صورت ۾ گهٽي ياڳي حاصل ٿي ويو آهي. پنجاب ان مان مطمئن ناهي ۽ 14 ملين ايڪڙ فوٽ مدامي پاڻي سنڌو دريا کان سنڌو دريا جي لنڪس ذريعي ذيلي زون ڏانهن منتقل ڪرڻ جو دعويدار پڻ آهي. جيڪڏهن انهن معاملن کي مناسب ريت ڪنٽرول هيٺ نہ آندو ويو تہ سنڌ نہ رڳو اوپرندي دريائن جو پاڻي ۽ جهلم ۽ چناب جو واڌي پاڻي وڃائيندي پر سنڌو دريا جو اَملهہ مدامي پاڻي پڻ وڃائي ويهندي جيڪو سنڌ جي هاڻوڪي ۽ مستقبل جي خوشحاليءَ لاءِ شهہ رڳ آهي. جيڪڏهن منگلا ۽ تربيلا جهڙا آبي ذخيرا اڏجڻا آهن تہ پوءِ اِهي ٺاهہ جي نتيجي ۾ مدامي پاڻي وڃائيندڙ جي ازالي طور اڏيا وڃن. اِها تاريخي حقيقت آهي تہ جيتوڻيڪ سنڌ ورهاڱي مهل پاڻيءَ جي ڪيس کي لاپرواهيءَ سان اُڪلائڻ لاءِ ذميوار ناهي پر مدامي پاڻيءَ جي سمورن نقصانن جو بار سنڌ تي وجهڻ جي رٿا پئي ڪئي وڃي. پنجاب بين الدريائي لنڪس ذريعي مدامي پاڻين جي متبادل فراهمين تي مطمئن نہ پيو ٿئي پر منگلا ۽ تربيلا جو سمورو پاڻي ۽ آبي ذخيرو مان پيدا ٿيندڙ بجليءَ جو مدد سان سرڪار ٽيوب ويلن ذريعي حاصل ڪيل سموري

زيرِ زمين پاڻيءَ جو ست پڻ ڦبائڻ چاهي ٿو. ان ڪان سواءِ, پنجاب ’زوننگ‘ تصور لاءِ هڪ آبپيشا هاڻي ليڪ چڪي ورتي آهي ۽ دعويٰ ٿو ڪري تہ منگلا جو پاڻي انهيءَ ليڪ کي نہ اورانگهي. پنجاب جو اِهو نا انصافي ۽ چڙ ڏيارڻ تي ٻڌل موقف سنڌ ۽ ٻين هيٺانهين ڪنڌيءَ وارن کي قبول ناهي ڇاڪاڻ جو اِهو سنڌو دريا جي پاڻين تي سنڌن تاريخي حقن جي لتاڙ آهي. پنجاب طرفان وڪالت ڪيل اِهو تصور مڪمل طور تي رد ٿيڻ گهرجي.

سنڌو جي پاڻين بابت ٺاهہ جي مجموعي نتيجن جو جائزو وٺندي اِهو طئي ڪرڻ ڏکيو ناهي تہ پنجاب ۽ اتر اولهہ سرحدي صوبو لاڀائتا آهن ۽ اِها فقط سنڌ ئي آهي جنهن کي ٺاهہ جا اُگرا نتيجا ڀوڳڻا پيا آهن.

پنجاب اِيرندي دريائن کان پنهنجي ڪينالن ۾ غير يقيني گهٽ وڌ ٿيندڙ فراهميون وصول ڪندو رهيو آهي پر هاڻ ساڳيا ڪينال مدامي پاڻين جون باضابطي فراهميون وصول ڪري رهيا آهن. بين الدريائي لنڪس ۽ منگلا آبي ذخيري ذريعي مدامي پاڻين جو اِهو باضابطا اثر, پنجاب ۾ وڏي پيماني تي ترقيءَ جو سبب بڻيو آهي جيڪا ورهاڱي مهل موجود حالتن ۾ ممڪن نہ هجي ها. ڪيترائي مهانگا ڍانچا جهڙوڪ مرالا بيراج, جيڪو هونئن ڪر پنجاب کي پنهنجي خرچ تي اڏڻو پوي ها, سنڌو طاس رٿائن جي خرچ تي اڏيا ويا آهن. رسول بيراج, قادر آباد بيراج جي اڏاوت, پنجاب ۾ ڪيترن ئي ڪينالي سرشتن جي نئين سر جوڙجڪ, دينا کان منگلا تائين جهڙن پڪن رستن, قادر آباد بيراج ۽ رسول بيراج کي ڳنڍيندڙ رستن جي اڏاوت ۽ پنجاب ۾ انيڪ وڏين ڪالونين جي اڏاوت سنڌو طاس رٿائن جي خرچ مان ئي ٿي آهي. پنجاب جي سموري ڳوٺاڻي ايراضيءَ کي منگلا ڊيم مان پيدا ٿيندڙ بجلي فراهم ڪئي وئي آهي. بجليءَ جي انهيءَ تنصيب سان, نہ رڳو سرڪاري ٽيوب ويل پر هزارين خانگي ٽيوب ويل پڻ لڳايا ويا آهن. انهن ترقياتي ڪمن سڄي علائقي ۾ ترقيءَ جو هڪ سلسلو جاري ڪري ڇڏيو آهي. پنجاب ۾ رٿائن جي وڏي سرشتي جي اڏاوت تي لڳ ڀڳ 1500 ڪروڙ رپين جي لاڳت آئي آهي. اِهو تصور ڪري سگهجي ٿو تہ هڪ مختصر عرصي دوران جيڪڏهن ڪنهن علائقي جي معيشت ۾ ايتري وڏي رقم وجهبي تہ اِها ڪيترو اڳتي وڃي سگهي ٿي. انهن وسيع پيماني وارن لاڀن کان سواءِ, پنجاب صوبو افرادي قوت جو هڪ وڏو ڍانچو تيار ڪرڻ ۾ بہ ڀاڳيريو رهيو آهي جيڪو ان علائقي جي لاڳيتو ۽ وڌندڙ ترقيءَ لاءِ شاندار املهہ اثاثو آهي.

ساڳي ئي انداز ۾ اتر اولهه سرحدي صوبي، سنڌن پنهنجي اصطلاح موجب، چشما بيراج جي اڏاوت ذريعي هڪ معجزو ماڻيو آهي. اهڙو خرچ ڪاٺيندڙ بيراج هو پنهنجي پهاڙپور ڪينال جي لاڀ لاءِ ڪڏهن به اڏي نه سگهن ها. هاڻ اُن صوبي ۾ تربيلا ڊيم اڏيو پيو وڃي ۽ انهيءَ ننڍي صوبي جي معيشت ۾ لڳ ڀڳ 600 ڪروڙ رپيا وڌا ويندا. ڊانچي ۽ وڏي پيماني تي پکڙيل لنڪ رستن ۽ ڪالونين وغيره جي اڏاوت اُن صوبي لاءِ اضافي لاڀ ڪان سواءِ ٻيو ڪي به ناهي جنهن اپرندي دريائن جي نقصان ذريعي پاڻيءَ ۾ لاٽ جي نتيجي ۾ ڪو نقصان سٺو هجي يا بين الدريائي لنڪس جي اڏاوت ذريعي سنڌ کي پهتل نقصان وانگر پوڳيو وڃي.

سنڌ ان ڳالهه تي قطعي نا خوش ناهي ته ٻين صوبي کي ڪي لاڀ رسيا آهن ڇاڪاڻ جواِهي صوبا به اسان جي ئي پياري ملڪ جو حصو آهن پر ناهه جي اثرن جو ٻين صوبن کي وسيع تناظر ۾ ملندڙ ازالو سنڌ کي به ملڻ گهرجي جنهن سنڌو جي پاڻين بابت ناهه جي نتيجي ۾ سڀ ڪان وڌيڪ پوڳيو آهي. ان جي هاڻوڪي ۽ آئيندي جي ترقيءَ واسطي پاڻيءَ جو ست ان حد تائين گهٽجي ويو آهي جو تاريخي حِصا هڪ پاسي، ان جون هاڻوڪيون ضرورتون پوريون ڪرڻ به محال بڻجي ويو آهي. ان ڪري واڌي پاڻين جي ورڇ دوران انهيءَ اهم حقيقت کي ضرور آڏو رکيو وڃي.

- ان ڪان سواءِ ٻيو ڪجهه به نٿا چئون ته پاڪستان کي پهچندڙ حقيقي نقصان، درحقيقت سنڌ کي رسندڙ حقيقي نقصان ئي آهي.

**<u>مامرو نمبر (3)V</u>**

هيءَ مامرو چوي ٿو:

**<u>"1985 تائين سنڌو طاس ۾ نهندڙ آبي ذخيرن ۽ هاڻوڪن ذخيرن مان ڪيتري مقدار ۾ استعمال جوڳو ذخيرو ڪيل پاڻي ميسر هوندو؟"</u>**

هيءَ مامرو سنڌو طاس ۾ هاڻوڪن ۽ اڏاوت هيٺ آبي ذخيرن بابت آهي.

جيتوڻيڪ منگلا، چشما ۽ تربيلا جي وڏن آبي ذخيرن ڪان آبپاشيءَ واسطي حاصل ٿيندڙ پاڻيءَ جي ڪٽ لڳائي وئي آهي پر وارسڪ، خانپور، ڪرم ڳڙهي، ٽنڊا، گومل، بولان ڊيم، راول ڊيم ۽ اي ڊي سيءَ جي درجن ننڍن ڊيمن، جيڪي سمورا سنڌو طاس جي اترين علائقن ۾ واقع آهن، کي لازمي طور تي مدنظر رکيو وڃي. ان ڏس ۾ سنڌ جي بيان جي صفحي نمبر 168 ۽ صفحي نمبر 172 جي آخري پيرا ڏانهن ڌيان ڇڪرائجي ٿو جت اِهو واضح طور تي ڄاڻايو ويو آهي ته اِهي سمورا ڊيم آخر ڪار مرڪزي/ وڏن دريائن جي ساليائي موجودگيءَ تي انتهائي ناڪاري اثر وجهندا. اِهي وچولا ۽ ننڍا ڊيم پنهنجي ڪاملتا ۾ اضافي آبپاشي پاڻي فراهم ڪن ٿا جيڪو هونئن وڏن دريائن ڏانهن وهي وڃڻو هو. سنڌ کي انهيءَ تناسب وارو ڪوبه پاڻي ميسر ناهي. جيئن ته وچولي ۽ ننڍن آبي ذخيرن جا مڪمل تفصيل اڃان سنڌ جي حوالي نه ڪيا ويا آهن سو ڪميٽي اِهي حاصل ڪري ڄاڪاڻ جو اِها ڄاڻ ڪميٽيءَ طرفان پاڻيءَ جي ورڇ دوران مختلف صوبن جي ترقياتي عنصر جي تعين ۾ تمام گهڻي مدد ڪندي.

بحث هيٺ مامري جي مڪمل وراڻيءَ ۾ ٽي پهلو يعني انهن ڊيمن جو روان ذخيرو، انهن آبي ذخيرن جا نقصان ۽ لاڀ ۽ انهن جي لتجڻ جي شرح.

بهرحال، هت ٽن وڏن آبي ذخيرن يعني منگلا، چشما ۽ تربيلا کي بحث هيٺ آڻيندا سين.

**<u>منگلا:</u>**

سنڌ جي بيان ۾ اِهو ڄاڻايو ويو ته 5.88 ملين ايڪڙ فوٽ جي ڪُل مجموعي گنجائش مان منگلا جو استعمال جوڳو روان ذخيرو 5.34 ملين ايڪڙ

فوٽ آهي. جنهن ۾ جوڙيل ذخيرو ڪرڻ جي سطح آر ايل 1040 آهي.

پنجاب جي جوابي دعويٰ ۾ اِهو ڄاڻايو ويو تہ بجليءَ جي اُپت لاءِ آبي ذخيري جي وهنوار ڪي 4.8 ملين ايڪڙ فوٽ جو ٺي حتمي ذخيرو ڏيندي ذخيرو ڪرڻ جي سطح 1070 تائين محدود رکي وئي آهي.

اِهو معاملو سنڌو جي پاڻيءَ بابت ذيلي ڪميٽيءَ جانچيو ۽ نتيجو اخذ ڪيو تہ منگلا جو استعمال جوڳو روان ذخيرو 5.34 ملين ايڪڙ فوٽ طور ليکيو وڃي جيتوڻيڪ ذيلي ڪميٽيءَ تي پنجاب جي ميمبر ان سان اختلاف ڪيو. اِهو نوٽ ڪرڻ برمحل ٿيندو تہ 71-1970 ۾ آبپاشي پاڻيءَ ۾ ڪوٽ سبب آبي ذخيرو آر ايل 1040 تائين گهٽجي ويو پر ان هوندي بہ پنجاب جي ميمبر آبپاشيءَ لاءِ ذخيري واري گنجائش آر ايل 1070 تائين رکڻ جي سفارش ڪئي آهي.

منگلا آبي ذخيرو بنيادي طور آبپاشي رٿا آهي ۽ ان جي پاڻيءَ واري ست کي ان جي بجليءَ پيدا ڪرڻ واري ست تي ترجيح حاصل هئڻ گهرجي. اِهو پاڻيءَ جي هڪ مخصوص ذخيري لاءِ ويچاريو ڊيزائين ڪيو ۽ اڏيو ويو هو ۽ انهيءَ آبي ذخيري جي ڪتب نہ آڻڻ وارو ڪوبہ عمل ڊيم جي مرڪزي توقع سان هٽ چراند هوندي.

اتر اولهہ سرحدي صوبي جي حڪومت پڻ پنجاب کي پنهنجي وراڻيءَ ۾ چيو آهي تہ منگلا کي بنيادي طور تي آبپاشيءَ لاءِ استعمال ڪيو وڃي ۽ ان جو بجليءَ وارو جزو ثانوي طور ورتو وڃي. هنن اتر اولهہ سرحدي صوبي جي وراڻيءَ جي صفحي نمبر 16 تي پاڻيءَ جي حساب ڪتاب لاءِ منگلا آبي ذخيري جي گنجائش 5.34 ملين ايڪڙ فوٽ طور ليکڻ جي وڪالت ڪئي آهي.

سنڌ جي وراڻي منگلا جي ميڙي چونڊي واسطي سطح 1040 تي مقرر ڪرڻ واسطي وڌيڪ سبب ڏنا آهن (ڏسو صفحا 57 ۽ 58)

واپڊا طرفان ڪيل هڪ اڀياس ۾. اِها ڪٽ لڳائي وئي تہ 1040 ۽ 1086 وارين بلندين وچ ۾ آبي ذخيري جي پاڻيءَ جو ڪُل مقدار 0.65 ملين ايڪڙ فوٽ آهي ۽ جيڪڏهن مٿاهين ميڙي چونڊڻ واري سطح اختيار ڪئي وئي تہ اِها گنجائش ضايع ٿي ويندي ۽ ڪتب اچڻ کان وانجهيل رهجي ويندي. 0.65 ملين ايڪڙ فوٽ واري روان آبي ذخيري تي 36 ڪروڙ رپين جي سيڙپ ٿئي ٿي ۽ جيڪڏهن ذخيري جي گهٽ سطح اختيار ڪئي وئي تہ اِها سيڙپ ضايع ٿي ويندي. انهيءَ ڪتب آڻڻ جوڳي آبي ذخيري جو فقط آبپاشيءَ تي سالیانو لاڀ ڇهہ

ڪروڙ رپين کان وڌيڪ آهي.

پنجاب طرفان خدشو ڏيکاريل بجلي/ توانائي ۾ گهٽتائي سال جي ڪجهه ڏينهن تائين ئي محدود هوندي. جڏهن آبي ذخيرو پنهنجي هيٺانهين سطح تي هوندو. ڪوٽ دوران فصل لاءِ پاڻيءَ جي گهرجن کي هر صورت بجلي/ توانائي جي پيداوار تي ترجيح ملڻ گهرجي. گڏوگڏ پاور گرڊ اهڙي نموني ڊيزائين ڪئي وڃي جو گهٽ خرچ تي هائيڊرل پاور جي گهٽ ترين حصيداريءَ سان سرشتي جي گهرجن کي مناسب ريٽ پورو ڪرڻ لاءِ ٿرمل گنجائش لڳائي وڃي. آبي ذخيري جي نقصانن جي ڏس ۾، ذيلي ڪميٽيءَ منگلا جي اهڙن نقصانن جو جائزو ورتو آهي. ماهرين جي اڪثريت اِهو نتيجو ڪڍيو آهي تہ منگلا جي ربيع واري ذخيري جي گنجائش ۾ ڪنهن گهٽتائي بدران هڪ مجموعي اضافو ٿيندو.

ذيلي ڪميٽيءَ جي رپورٽ جي جلد I جي ضميمي A_2 جي صفحي نمبر 3، 4 ۽ 4 ڏانهن ڌيان ڇڪرائجي ٿو. پيراگرف 7 هيٺ جيئن جو تيئن ڏجي ٿو:

**"لاپ جا عنصر"**

7_ ذخيرو ميڙڻ (Bank Storage) جهڙي ريٽ اڳ ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ هيءُ اُهو پاڻي آهي جيڪو اوسي پاسي واري ايراضيءَ کان پيهر آبي ذخيري ۾ ٿمي واپس اچي ٿو. ڪرماني صاحب، جنهن آبي ذخيري جي ايراضيءَ جو ارضياتي اڀياس ڪيو آهي، موجب منگلا آبي ذخيري ۾ جاري ٿيندڙ اِهو مقدار 0.3 ملين ايڪڙ فوٽ کان 0.5 ملين ايڪڙ فوٽ تي سگهي ٿو ۽ اِهو ذخيري جو اضافي وسيلو آهي جيڪو آبي ذخيري مان لاين کي وڌائي سگهي ٿو. نومبر 1967 واري Indus ۾ سندس مضمون جو مختصر تت حوصلو ڏياريندڙ ٿيندو:

"هڪ پيو اهم عنصر ذخيرو ميڙڻ لاءِ منگلا آبي ذخيري جي موافق ارضيات آهي. جيئن تہ آبي ذخيرو پوڏ وارن مهينن ۾ پرجي ٿو وڃي. پاڻيءَ جو هڪ جوڳو مقدار ان جي 250 ميل ڊگهي ڪنڌيءَ واري پٽيءَ ۾ ٿمي ٿو وڃي ۽ ذخيرو ٿيڻ بعد سياري واري مهينن ۾ آبي ذخيري ڏانهن موٽ ٿو ڪائي جڏهن ان جي سطح انتهائي هيٺانهين حد تي هوندي آهي. ليڪڪ طرفان ڪيل ابتدائي اڀياس واضح ٿا ڪن تہ منگلا آبي ذخيري ۾ميڙي گڏ ٿيندڙ مقدار 0.3 کان 0.5 ملين ايڪڙ فوٽ تائين ٿي سگهي ٿو. ذخيري جو اِهو اضافو وسيلو آبي ذخيري مان حاصل ٿيندڙ لاين کي انتهائي وڌائي سگهن ٿا. ان ريٽ ميڙي گڏ ڪرڻ وارو عمل ڪنهن آبي ذخيري جي اثرائتي گنجائش کي وڌائي ٿو. ان جي شدت ڪنڌيءَ واري پٽيءَ جي ارضيات

تي منحصر آهي.

ان ڪري اِهو پروڙيو ويندو تہ ان جي 250 ميل ڊگهي ڪنڌيءَ واري پٽيءَ جي غير مستحڪم جوڙجڪن سان لڳو لڳ ربيع دوران آبي ذخيري ۾ هڪ جوڳو وهڪرو موٽندو جڏهن آبي ذخيري جي سطح تمام هيٺ هوندي اِهو منگلا ڊيم جي جاچ. ڊيزائين ۽ اڏاوت سان لاڳاپيل ماهرن جو نقطي نظر آهي نہ ڪي سنڌ طرفان پيش ڪيل يڪ طرفو موقف.

جلد 1. صفحي 4 تي پيرا 8 جو مواد پڻ لاڳاپيل ٿيندو جو اِهو منگلا جي آبي ذخيري ۾ ربيع دوران برسات جي سڌي سنئون حصيداري ٿو ڏيکاري. سنڌ ان ڪري سمجهي ٿي تہ آبي ذخيري ۾ ربيع دوران ٻاڦ بڻجڻ ۽ ٽمڻ ذريعي ڪوبہ نقصان نہ ٿيندو ڇاڪاڻ جو تيز مندائتي برساتن ذريعي ان جو ازالو ٿي ويندو. ساڳي ريت ميڙي چونڊڻ ذريعي هڪ جوڳو لاڀ پڻ ٿيندو جھڙي ريت هيٺين جدول ۾ ڏيکاريل آهي:

**آبي ذخيري جا نقصان ۽ لاڀ**

منگلا / تربيلا

ملين ايڪڙ فوٽ

| وسيلو | خريف | ربيع | ڪُل |
|---|---|---|---|
| برسات | (0.13) +0.09 | (0.66) +0.04 | (0.19) +0.13 |
| ٻاڦ | -0.20 | -0.10 | -0.30 |
| ميڙي چونڊڻ | -0.39 | +0.36 | -0.03 |
| صافي ڪُل | -0.50 | +0.30 | -0.20 |

**چشما:**

چشما بيراج گڏوگڏ ذخيري واري رٿا آهي ۽ ان آبي ذخيري کي ھين سطحي بيراج ڊيڻ سان پيٽي نٿو سگھجي جيڪي فقط دريائي فراهمين جي ڪينالن ۾ پوڻ کي ضابطي هيٺ آڻڻ واسطي ٺي آهن. سنڌ ان سان گڏوگڏ آر ايل 635 واري سطح تائين ربيع ڊيڊ جو 0.275 ملين ايڪڙ فوٽ جو هڪ ذخيرو ڏيکاريو آهي. جيڪو مڪمل طور تي ميسر ۽ ڪتب آڻڻ جوڳو هئڻ سبب 0.775 ملين ايڪڙ فوٽ جي هڪ ڪُل استعمال جوڳي گنجائش ٿو ڏئي. درحقيقت ڊيڊ مان نيڪال ٿيندڙ حقيقي فراهمي اجاڻ بہ وڌيڪ هوندي جو ربيع واري ڊيڊ کي آر ايل 635 تي لاڳيتو رکڻ جي ضرورت نہ هوندي پر اِها ڪينالن جي عملي گھرجن

پٽاندر اجائين گهٽجي سگهي ٿي.

ذيلي ڪميٽيءَ آر ايل 642 جي خريف تائين ڊينڊ واري سطح لاءِ 0.5 ملين ايڪڙ فوٽ جي ذخيري جو پڻ نتيجو ڪڍيو آهي جنهن ڪان سواءِ آر ايل 634 تائين 0.29 ملين ايڪڙ فوٽ جو هڪ اضافي ذخيرو پڻ شامل آهي. پنجاب جو ميمبر ان سان سهمت ناهي. اهڙي اضافي ذخيري جي موجودگيءَ کي ميجيندي هُن ذيلي ڪميٽي رپورٽ جي جلد 1 ضميمي B_4 جي صفحي 6 تي ان کي غير اهم ليکيندي مدنظر نہ رکڻ تي زور ڀريو آهي. سنڌ 0.29 ملين ايڪڙ فوٽ جي اضافي ذخيري کي غير اهم نٿي ليکي ۽ ماهرن جي اڪثريت واري موقف سان سهمت آهي تہ چشما تي استعمال جوڳو گهٽ ۾ گهٽ ذخيرو 0.8 ملين ايڪڙ فوٽ آهي.

جيستائين آبي ذخيري ۾ نقصانن جو تعلق آهي تہ انهن کي غير اهم ليکيو ويو آهي ڇاڪاڻ جو 190000 ايڪڙن جي ان جي آبي ذخيري واري ايراضيءَ ۾ برسات ذريعي جوڳو اضافو ٿي ويندو.

ذيلي ڪميٽي رپورٽ جي جلد 9 جي ضميمي B_2 ضفحي نمبر 35 ڏانهن ڌيان ڇڪرائجي ٿو جت پنجاب جي ميمبر چشما آبي ذخيري جي اهليت کان وانجهيل وهنوار جو قياس ڪيو آهي ۽ 0.1 ملين ايڪڙ فوٽ جي نقصان جي ڪٽ لڳائي اٿس. سنڌ انهيءَ عجيب و غريب قياس سان سهمت ناهي تہ چشما آبي ذخيرو نااهليءَ سان هلايو ويندو خاص طور تي جڏهن اسين ربيع دوران آبپاشي پاڻيءَ جي کوٽ جو شڪار آهيون.

<u>**تربيلا:**</u>

آر ايل 1300 جي "ميڙي گڏ ڪرڻ واري" (Useable line storage) ڊيزائن ڪيل سطح تائين تربيلا جي استعمال جوڳي روان ذخيرو 11.1 ملين ايڪڙ فوٽ جي آبي ذخيري جي ڪُل گنجائش مان 9.3 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. ذيلي ڪميٽيءَ سنڌ جي مٿين موقف جي تائيد ڪئي آهي. پنجاب جي ميمبر ان سان اختلاف ڪيو آهي ۽ 8.6 ملين ايڪڙ فوٽ جي مجموعي روان ذخيري طور هڪ وڏيڪ مٿاهين 1322 ميڙي گڏ ڪرڻ واري سطح کي اختيار ڪرڻ جو رٿيو اٿس.

منگلا جهڙن ئي سببن ڪري ئي پنجاب جو موقف قبولي نٿو سگهجي. تربيلا پڻ بنياد طور تي هڪ آبپاشي رٿا آهي. توانائي تي غور ويچار سال جي مختصر عرصن ۾ ئي پاڻيءَ جي گهرجن آڏو اچي سگهي ٿو ۽ ان کي لازمي طور

ثانوي حيثيت ڏيڻ گهرجي. ذيلي ڪميٽيءَ اِهو پڻ پروڙيو آهي تہ آبپاشي ڪي نقصان توانائي جي پيداوار جي واڌي خرچ کان وڌيڪ هوندو. ان ڪري ڪميٽي سولائي سان 9.3 ملين ايڪڙ فوٽ ڪي ان جي عام گنجائش ليکي سگهي ٿي.

جيستائين آبي ذخيري جي نقصانن جو تعلق آهي تہ ماهرن جي اڪثريت گنجائش ۾ ڪنهن بہ لاٽ کي تسليم تہ نہ ڪيو آهي پر منگلا جهڙن ئي سببن ڪري ميڙي چونبڙ مان ربيع دوران 0.3 ملين ايڪڙ فوٽ جي هڪ مجموعي لاٽ جي سفارش ٿي ڪري.

هاڻ اسين ماهري جي ٽين پهلو يعني مختلف آبي ذخيرن ۾ لٽ جي شرح کي بحث هيٺ آڻينداسين.

**منگلا:**

هرزا طرفان ڪيل اپياس جي بنياد تي ذيلي ڪميٽيءَ طرفان ڄاڻايل منگلا ۾ لٽ جي شرح پهرين ڏهن سالن واسطي 0.048 ملين ايڪڙ فوٽ ساليانو آهي، جڏهن تہ ايندڙ ڏهن سالن دوران اِها شرح 0.046 ملين ايڪڙ فوٽ رهندي. اِها لاٽ ساقط ذخيري (Dead Storage) سميت منگلا جي ڪُل مجموعي گنجائش تي لاڳو ٿيندي ۽ ان جو هڪ حصو ئي روان استعمال جوڳي ذخيري کي متاثر ڪندو. ان بنياد تي لٽ جي انداز کي هيٺين جدول مان پروڙي سگهجي ٿو:

منگلا آبي ذخيري جو لٽجڻ:

لٽجڻ .... 0.048 ملين ايڪڙ فوٽ ساليانو پهرين ڏهن سالن ۾: 0.48 ملين ايڪڙ فوٽ

لٽجڻ ..... 0.046 ملين ايڪڙ فوٽ ساليانو ايندڙ اٺن سالن ۾: 0.368 ملين ايڪڙ فوٽ

9.848 ملين ايڪڙ فوٽ

(1967) پهريون سال: 5.88 ملين ايڪڙ فوٽ مجموعي گنجائش

گهٽ/لاٽ = 0.848

(1985) ارڙهن سالن کان پوءِ 5.032 ملين ايڪڙ فوٽ مجموعي گنجائش

**چشما:**

جيستائين چشما آبي ذخيري جو تعلق آهي تہ ذيلي ڪميٽي رپورٽ موجب پهرين ٽن سالن لاءِ مجموعي گنجائش ۾ 0.01 ملين ايڪڙ فوٽ ساليانو نقصان آهي. ان کان پوءِ گنجائش 0.005 ملين ايڪڙ فوٽ ساليانو جي حساب

سان گهٽبي تان جو گنجائش 0.5 ملين ايڪڙ فوٽ تائين گهٽجي، جيڪا هميشہ لاءِ برقرار رهندي. چشما آبي ذخيري جي لٽجڻ جو انداز هيٺين جدول ريت آهي:

چشما آبي ذخيري جو لٽجڻ:

ٽن سالن لاءِ لٽجڻ جو 0.01 تناسب 1971

1972

1973

۽ ان کان پوءِ 0.005 (1974 کان وٺي)

1985 تائين گهٽتائي = 3 x 0.01 + 12 x 0.005

= 0.03 + 0.06

= 0.09 ملين ايڪڙ فوٽ

**تربيلا:**

تربيلا جي معاملي ۾، ذيلي ڪميٽيءَ لٽجڻ واري عمل جي ڪٿ انتهائي قياسي لڳائي آهي ۽ لٽ چڙهڻ جي محرڪن کي انتهائي حد تائين شامل هئڻ ۽ هن مرحلي تي مڪمل طور تي سمجهہ ۾ آيل ليڪيو اٽس. منگلا ڊيم بابت تہ ڪي انگ اکر ٿي سگهي ٿو موجود هجن پر تربيلا جي معاملي ۾ تہ ڪنهن ٻار جي چمڻ کان اڳ سندس پاڳ جي اڳڪٿي ڪرڻ جي مترادف ٿيندو. بهرصورت ميسرز TAMS جي ماهرن پنهنجي سر ڪجهہ قياسن تي تربيلا جي لٽجڻ بابت ڳڻ ڳوت ڪئي آهي. لٽجڻ جو سندن ڪٿ لڳايل انداز هيٺين جدول موجب آهي:

تربيلا آبي ذخيري جو لٽجڻ:

30 سالن ۾ گهٽتائي = 11.1 – 4.5

= 6.6 ملين ايڪڙ فوٽ

ساليانو لٽجڻ جو تناسب = 6.6 , 30

= 0.22 ملين ايڪڙ فوٽ

1985 ـ 1975 وارن ڏهن سالن ۾ گهٽتائي = 2.2 ملين ايڪڙ فوٽ

1985 ۾ گنجائش = 11.1 ـ 2.2 = 8.9 ملين ايڪڙ فوٽ

1985 تائين ذخيري جو استعمال جوڳو مقدار

اِهي ظاهر ٿئي ٿو تہ 1985 واري سال کي مامري ۾ شامل ڪرڻ انتهائي اُرهہ زورائي آهي. ڪميٽيءَ آڏو اهم معاملو وهڪري ۽ ذخيري ٻنهي مان پاڻيءَ جي مقدار جي موجودگيءَ جو تعين ڪرڻ آهي ۽ ان ڪري موجودگيءَ ۾ معمولي ڦير

گهير ڪا معني خيز اهميت نٿي رکي. درحقيقت. پاڻيءَ جي ورڇ دريائن ۾ آبي ذخيري ۾ حقيقي موجودگيءَ جي بنياد تي ڪئي ويندي نہ ڪي هن ڪميٽيءَ جي طئي ڪيل موجودگيءَ جي مقدار تي. جڏهن ڪميٽي دريائن ۾ موجودگيءَ جي وڏي ڦير گهير کي طئي ڪرڻ تي راضي ٿي نظر اچي ته ان کي ننڍڙي ڦير گهير تي پريشان نہ ٿيڻ گهرجي. آبي ذخيري جي نقصانن ۾ لٽ بابت نقطي نظر حتمي نتيجا نہ پر فقط قياس آرائي آهن. سنڌ جو اِهو پختو موقف آهي تہ ڪميٽي 1985 تائين آبي ذخيرن ۾ ٿيندڙ ننڍڙين گهٽتائين کي آڏو نہ آڻي ڇاڪاڻ جو ڪوٽ ۾ واڌي ورهائڻ وارو فارمولو اسان کي اهڙي ڪنهن صورتحال سان مڪاميل ٿيڻ جو اهل بڻائي ڇڏيندو. جيئن تہ لاپاتا وقت سر متبادل آبي ذخيرا تہ ڇا وڏيڪ آبي ذخيرا پڻ اڏي وٺندا تنهن ڪري درحقيقت اسان کي ميسر آبي ذخيرن جي ڪُل ذخيري واري گنجائش ۾ گهٽتائي نہ پر واڌ ٿيندي.

<u>**مامرو نمبر (4)V**</u>

اِهو چوي ٿو:

<u>**"دريائي گهاٽن ۾ اضافن، آبي ذخيرن جي نقصانن، لنڪس ۾ تلائن جي نقصانن وغيره کي حساب ڪتاب ۾ آڻڻ کان پوءِ ڪينالن ڏانهن منتقليءَ لاءِ سنڌو چناب ۾ جهلم ۾ انحصار جوڳا وهڪرا ڪيترا هوندا؟"**</u>

اِهو هڪ جوڳو مامرو آهي ۽ ان جو هدف سنڌو طاس جي پاڻين جي ورڇ ۾ استعمال ٿيڻ واسطي ڪينالن ۾ منتقلين لاءِ انحصار جوڳي فراهمين جي تعين لاءِ هڪ مفروضو/ ماپو قلهوڙڻ آهي. هن مامري جا ٽي اهم پاسا آهن:

(a) سنڌو جهلم ۾ چناب ۾ انحصار جوڳا وهڪرا ڪيترا آهن؟

(b) دريا جي وهڪرن/ بشمول آبي ذخيرن جي نقصانن ۾ لاين ۾ تلائن جي نقصانن ۾ لاين ۾ لاپ/ نقصان ڪيترا آهن؟

(c) لنڪس جا نقصان ۾ لاپ ڪيترا آهن؟

پهرين پاڱي جو جواب مامرو نمبر (1)V نبيريندي اڳيئي ڏنو ويو آهي. سنڌ وڪالت ٿي ڪري تہ رم اسٽيشنن تي ميسر معتدل چوڙ ورڇ واري مقصد لاءِ انحصار جوڳا ليکيا وڃن.

سنڌ اِهو بہ ليکي ٿي تہ جهلم ۽ چناب دريائن جي رم اسٽيشنن کان پوندڙ مستقل برساتي وهڪرن کي، جن کي پنهنجي پاڻيءَ بابت اپياسن ۾ واپڊا جي پاڻيءَ جو انتظامي سيل تسليم ڪيو آهي، پڻ انحصار جوڳي وهڪرن طور ليکيو وڃي.

ڪاهان ۾ بوناهه ندين جي انهن وهڪرن ڪي، جيڪي خريف ۾ 1.91 ملين ايڪڙ فوٽ ٿين ٿا. ذيلي ڪميٽيءَ مامرو (A)2، جلد 1 جي صفحي 11 تي جهلم جي منگلا ۾ رسول تي رسائي ۾ دريا جي نقصانن ۾ لاڀن جي ڳڻ ڳوت ڪندي نظر انداز ڪيو آهي. منگلا جي اڏاوت سبب دريائي وهڪري جي انداز ۾ تبديليءَ جي باوجود، انهن وهڪرن کي اُن هنڌ رسائي ۾ جوڳو لاڀ ڏيڻ سبب ايندڙ سمورن وقتن تائين برقرار رهڻ ممڪن آهي. پنجاب جي پريزنٽيشن جي نتيجي ۾ قائم ٿيل اِهو تاثر تہ منگلا جي اڏاوت کان پوءِ منگلا کان هيٺ جهلم جي رسائي خشڪ ٿي ويندي نہ رڳو درست ناهي پر مٿي ڄاڻايل حقيقتن جي روشنيءَ ۾ گمراهہ ڪندڙ پڻ آهي.

سنڌ اِهو بہ محسوس ٿي ڪري تہ ٽن ايرندي دريائن مان پارت کان ڪي فراهميون اچڻ جو عمل جاري رهندو ڇاڪاڻ جو فطري نڪاسي پٽي پاڪستان مان لنگهي ٿي. اسين انهن وهڪرن جا ڪي بہ مخصوص انگ اکر شامل ڪرڻ جو نٿا رٿيون ڇاڪاڻ جو انهن وهڪرن جي ورهاست جو ڪوٽن ۾ واڌين جي ورهاست واري فارمولي تحت احاطو ٿي ويندو.

اڳيئي وضاحت ڪئي اٿم تہ ٿاهہ ۾ اجازت ڏنل ٽن اولهندي دريائن جو ڪشمير ۾ پارت هٿان استعمال، انتهائي گهٽ هئڻ سبب، پاڻين جي ورڇ لاءِ استعمال ٿيندڙ انحصار جوڳي وهڪرن جي انگن اکرن ۾ شامل ڪرڻ جي ضرورت ناهي. اِهي فراهميون ڪوٽن ۾ واڌين جي ورهاست لاءِ منصوبي ۾، ايندڙ وقت دوران نهڪائي سگهجن ٿيون.

(b) جي ڏس ۾، وقت بوقت انيڪ اپياس ڪيا ويا آهن. رائو ڪميشن بہ ان معاملي تي تفصيل سان بحث ڪيو هو ۽ اِهي بحث مباحثا سنڌو دريا ڪميشن جي رپورٽ جي جلد II جي صفحي 25 کان 33 تائين شامل ٿيل آهن. جنهن مان هڪ لاڳاپيل حصو هيٺ ڏجي ٿو:

”ٿلهي ليکي نتيجا اِهي نڪتا تہ لاڳاپيل سالن لاءِ دريا ۾ موجود حالتن لاءِ نقصانن ۾ لاڀن جو ساڳي تناسب جي ڪا مطمئن ڪندڙ شاهدي ڪميشن کي نہ ملي آهي.“

ڪميشن ڄاڻايو تہ پنجاب ۾ پاڻيءَ جي چوڙ کان پوءِ سنڌ پهچندڙ پاڻيءَ جي امڪاني مقدار جو تعين ڪرڻ ۾ ڪنهن انگي حساب وانگر ٺُز طريقن جي پوئواري ثابت نٿي ٿئي.

ڀارت سان پاڻي تڪرار دوران، پاڪستان جي پاڻيءَ بابت وفد ايس ايس ڪرمانيءَ جو لکيل ڪتاب "نقصانن ۽ لاڻين جو مامرو" جاري ڪيو. ڪتاب ذڪر ٿو ڪري ته 1945 واري سنڌ - پنجاب ٺاھ ۾ جهجهي ۽ گهٽ فراهمين وارن عرصن دوران پاڻيءَ جي حصيداري لاءِ اصول جوڙيا ويا ۽ انهن سفارشن سبب، تبديل ٿيل آبي حالتن ۾ نقصانن ۽ لاڻين جي اڳڪٿي ڪرڻ جو درست طريقو ڳولهڻ وارو مسئلو بنيادي نه رهيو. اُن وقت پنجاب جو چوڻ هو ته پنجاب جي وڏن ڪٽتن جي حوالي سان لاڀ وڏي سگهن ٿا. جڏهن ته سنڌ ان جي ابتڙ موقف تي رکيو. لاڻين سبب اضافي موجودگي جا لاڀ يا گهٽتائي سبب ڪوٽ، ٻئي سنڌ - پنجاب ٺاھ 1945 موجب پنجاب ۽ سنڌ ٻنهي ڪي حصيداري ۾ ڪٽتا آهن ۽ ٻئي ڌريون ان تي سهمت ٿي نظر آيون.

پنجاب جو اڳي ته اِهو چوڻ هو ته وڏن ڪٽتن ڪري لاڀ وَڌندا پر هاڻ اِهو رڳو نقصانن جي ٿو ڳالهه ڪري ۽ پاڻيءَ جي گهٽ ٿيل موجودگي ڏيکارڻ لاءِ ڪوبه لاڀ نه ٿيڻ تصور ڪرڻ ٿو چاهي. اِهو متضاد موجب پنجاب جي فائدي ۾ آهي ڇاڪاڻ جو اِهو ان کي گهٽ ٿيل موجودگين جي قياس جي اوٽ ۾ سمورو اضافي پاڻي ڦٻائڻ جو موقعو فراهم ڪندو.

اِهو درست آهي ته دريائن جي مخصوص رسائي ماڳن تي ٿُڙ نقصان ۽ لاڀ ڄاڻي نٿا سگهجن، ڇاڪاڻ جو اِهي مختلف ۽ ڦير گهير ٿيندڙ عنصرن تي منحصر هجن ٿا. بهر صورت، اِهو چوڻ درست نه ٿيندو ته اڳوڻين ڪميٽين ۽ ڪميشنن انهيءَ موضوع کي نظر انداز ڪيو. انهن درحقيقت خاطري ڪئي ته نقصانن ۽ لاڻين جي درستي ۾ غير يقينيت کي دريائن ۾ موجودگين جي ڪوٽ ۽ واڌيءَ ۾ حصيداريءَ واري منصوبي ذريعي منهن ڏجي. سنڌ محسوس ٿي ڪري ته هن ڪميٽيءَ لاءِ به ضروري ناهي ته اِها نقصانن ۽ لاڻين جي ڪا درستي ڳولهڙي، پر اِها پاڻين جي ورڇ واسطي استعمال ڪرڻ لاءِ انگن اکرن جي ڪا معلومات ضرور قبول ڪري. سنڌو جي پاڻين بابت ذيلي ڪميٽي اڳيئي ان معاملي کي تفصيل سان ڳولهڙي چڪي آهي. سنڌ ان موضوع تي ذيلي ڪميٽيءَ جي ماهرن جي موقف سان سهمت آهي.

جيستائين آبي ذخيري جي نقصان جو تعلق آهي ته سنڌ محسوس ڪري ٿي ته انهن جي ربيع واري موجودگيءَ ۾ لاٽ نه ڪرڻ باجواز آهي. ان جي ابتڙ منگلا ۽ تربيلا ٻنهي ۾، ربيع دوران چوندي ميٽرڻ ذريعي 0.3 ملين ايڪڙ فوٽ

جا لاڀ ٿيندا. جنهن بابت اڳيئي مامرو نمبر (3)V تي ڳالهائيندي وضاحت ڪئي وئي آهي. باقي ٻيو ٿمڻ وارا نقصان پنهي مُندن دوران آبي ذخيري جي ايراضيءَ ۾ پوندڙ برسات ذريعي ازالو ٿي ويندا.

تلائن جي نقصانن جي ڏس ۾ سنڌ ذيلي ڪميٽيءَ جي ماهرن جي اڪثريت سان سهمت آهي.

دريائن جي نقصانن ۽ لاڀن بابت ذيلي ڪميٽيءَ هڪ تفصيلي ڪمپيوٽر اپياس ڪيو آهي. ان ڪان مڪمل طور تي باخبر هوندي ته مختلف حالتن ۾ دريائن جي رسائي وارن مختلف ماڳن تي نقصانن ۽ لاڀن جي ٺُز اڳ ڪٿي ڪرڻ ناممڪن آهي، ذيلي ڪميٽيءَ دريائن جي رسائي وارن مختلف ماڳن تي تاريخي لاڙا سامهون آڻڻ جو شاندار ڪارنامو ڪيو آهي. دريائن جي رسائي وارا ڪي ماڳ ”لاڀ“ ته ڪي وري ’نقصان‘ جو لاڙو ڏيکارين ٿا. گذريل چاليهن سالن دوران دريائن جي رسائي وارن مختلف ماڳن تي نقصانن ۽ لاڀن جي تاريخي انگن اکرن جي ڳڻ ڳوت ڪان پوءِ ذيلي ڪميٽيءَ جي ماهرن جي اڪثريت، انتهائي خبرداريءَ سان ڪيل جائزي ڪان پوءِ رٿيو آهي ته نقصانن ۽ لاڀن لاءِ معتدل انگ اکر درست سراسري حالتن جو مظهر آهن ۽ ذيلي زون ۾ مستقبل جي نقصانن ۽ لاڀن جي سولائي سان اڳ ڪٿي ڪري سگهن ٿا. دريائن جي رسائي جي مختلف ماڳن تي نقصانن ۽ لاڀن جي انهن معتدل تاريخي قدرن جو تت هيٺين جدول ۾ پيش آهي:

ملين ايڪڙ فوٽ

| ذيلي سرشتو | ربيع | خريف |
|---|---|---|
| 1. منگلا ـ رسول | +0.42 | +1.57 |
| 2. رسول ـ تريمو | +0.22 | -0.70 |
| 3. مرلا ـ خانڪي | +0.06 | -0.03 |
| 4. خانڪي ـ تريمو | +0.45 | -0.19 |
| 5. تريمو ـ پنجند | +0.37 | -2.6 |
| 6. بلوڪي ـ سنڌ نائي | +0.05 | -0.34 |
| ڪُل | +1.57 | -2.29 |

ملين ايڪڙ فوٽ

| سنڌ جو سرشتو | ربيع | خريف |
|---|---|---|
| 1. تونسا ـ گڊو | +0.38 | +0.49 |
| 2. گڊو ـ سکر | -0.75 | -3.15 |
| 3. سکر ـ ڪوٽڙي | +0.86 | -4.54 |
| 4. ڪالاباغ ـ تونسا | +0.36 | -3.58 |
| ڪُل | +0.85 | -10.78 |

سنڌ ورچ لاءِ پاڻيءَ جي مقدار جي موجودگيءَ جي ڳڻ ڳوت واسطي نقصانن ۽ لاڀن جي مٿين تاريخي انداز کي لاڳو ڪرڻ جي سفارش تي ڪري اِهو پروڙيو تہ مختلف صوبن طرفان نقصانن ۽ لاڀن جي ڏنل انگن اکرن ۾ فرق ڪو گهڻو ناهي ۽ اِهي فرق مختلف دريائن جي انحصار جوڳي وهڪرن جي موجودگيءَ جي انگن اکرن ۾ ملندڙن جي ڀيٽ ۾ نقصانن ۽ لاڀن ۾ انتهائي گهٽ آهن.

(c) جي ڏس ۾، ذيلي ڪميٽيءَ ڪمپيوٽر سينٽر جي مدد سان، اڳيئي عمل پذير لنڪس ۾ نقصانن ۽ گهاٽن جي ڪٿ لڳائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مختلف ميمبرن طرفان ڪڍيل نتيجا انتهائي فرق ڀريا آهن. ربيع دوران رسول ۽ قادر آباد لنڪ جو هڪ اپياس درحقيقت ڪجهہ سڌارو ڏيکاري ٿو. سنڌ طرفان پنهنجي اوائلي پريزنٽيشن ۾ اڳيئي ڄاڻايو ويو آهي تہ چشما ـ جهلم لنڪ ۾ بہ ان جي شروع ٿيڻ کان اڳ، خشڪ ڪوٽيل چينل جي پڇڙيءَ تي لڳ ڀڳ 500 ڪيوسڪ پاڻي حاصل ڪيو ٿي ويو. گهٽ وهڪري واري ربيع جي مُند ۾ نڪاس طور ڪم ڪندڙ لنڪس جي اِها صفت ڪارائتو اضافي پاڻي فراهم ڪري سگهي ٿي.

بهرحال، سنڌ ذيلي ڪميٽيءَ جي ماهرن جي اڪثريت جي موقف سان سهمت آهي تہ جلد I، ضميمي A_2، صفحي 9 موجب لنڪس جي نقصانن ۽ لاڀن لاءِ ڪو پتو مقرر نہ ڪيو وڃي.

**تت:**

مٿين بحثن جي روشنيءَ ۾، ڪينالن ۾ منتقليءَ لاءِ سنڌو جهلم ۽ چناب جا انحصار جوڳا وهڪرا هيٺ جدول ۾ پيش ڪجن ٿا:

ملين ايڪڙ فوٽ

| | سنڌو | | جهلم | | چناب | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| | خريف | ربيع | خريف | ربيع | خريف | ربيع |
| رم اسٽيشنن تي متعدل تاريخي موجودگي | 79.9 | 13.2 | 17.8 | 4.8 | 22.0 | 4.6 |
| چشما/ منگلا لاءِ نهڪاءَ | -0.8 | +0.8 | -5.3 | +5.3 | - | - |
| آبي ذخيرن جا لاپ/ نقصان | -0.5 | +0.3 | -0.5 | +0.3 | - | - |
| تاريخي دريائي سرشتن جا لاپ/ نقصان | -10.8 | +0.9 | +0.9 | +0.6 | -3.2 | +1.0 |
| 1985 تائين ڪتب نہ اچڻ جوڳا وهڪرا | +3.0<br>-18.0 | - | - | - | - | - |
| رم اسٽيشنن کان هيٺ منتقليءَ لاءِ مجموعي موجودگي | 52.8 | 15.2 | 12.9 | 11.0 | 15.8 | 5.6 |

نوٽ:

1. رم اسٽيشنن کان مٿي اتر اولهہ سرحدي صوبي جا 4.7 ملين ايڪڙ فوٽ تائين ٽيندڙ استعمال مٿين موجودگيءَ ۾ شامل ناهن ڇاڪاڻ جو نقصانن ۽ لاڀن جا سمورا ڳڻ ڳوت رم اسٽيشنن ۽ دريائن جي رسائي جي ماڳن کان هيٺ جا آهن.

2. ناهہ تحت ٽن اولهندي دريائن تي پارت ۾ اضافي استعمال شامل ڪيل ناهن. ان جو احاطو ڪوٽ ۽ واڌ ورهائڻ واري فارمولي تحت ڪيو ويندو.

3. لنڪس جا نقصان ۽ تلائن جا نقصان ذيلي ڪميٽيءَ جي رپورٽ جي جلد 1، ضميمي A_2 جي صفحي 9 ذريعي دريائي سرشتن جي تاريخي نقصانن ۽ لاڀن ۾ شامل ڪيل ٿا لڳن. انهن تاريخي نقصانن ۽ لاڀن ۾ رم اسٽيشنن کان هيٺ جوڳا وهڪرا شامل آهن.

4. سنڌو کان سمنڊ ڏانهن ڪتب نہ اچي سگهڻ جوڳو نڪاس وهڪرن جي مستقبل واري انداز لاءِ هرزا ماسٽر پلان جي ڳڻ ڳوت تي ٻڌل آهي.

5. مٿيون بيان تربيلا آبي ذخيري لاءِ بين المندائتي منتقلين جو مظهر ناهي، جن جي ڇوڙجي انداز (Release Pattern) جو اڃان فيصلو ٿيڻو آهي.

6. مٿيون جيان وارسڪ، خانپور، ڪُرم ڳڙهي، ٽانڊا، گومل، بولان ڊيم، راول ڊيم ۽ اترئين علائقن ۾ اي ڊي سيءَ جي ننڍن ڊيمن جي موجودگي شامل نٿو

ڪري.

مٿين جدول کي مڪمل طور تي سمجهڻ لاءِ حاشئي ۾ اڳيئي فراهم ڪيل وضاحت سان گڏ ڪجهه نڪتن کي واضح ڪرڻ ضروري ٿيندو.

ڪميٽي چيئرمين جي خواهش تي رم اسٽيشنن تي تاريخي معتدل موجودگي ڏني وئي آهي. اِها حقيقت آهي ته سنڌو دريا ۾ رم اسٽيشن تي موجودگي، رم اسٽيشن کان مٿي اڻ ڪنٽرول ڪيل ڇوڙ سان متاثر ٿيندي. اِهو قياس ڪيو ويو ته ڪميٽي سنڌو دريا تي ڪالا باغ رم اسٽيشن کان مٿي هاٽوڪي ڇوڙ کي قاعدي هيٺ آڻيندي ته جيئن مستقبل ۾ ان اسٽيشن کان مٿي ڪنهن اضافي ڇوڙ کي اضافي تفويض ذريعي هلايو وڃي.

آبي ذخيرن ۾ پاڻي روڪڻ دريائي وهڪرن سان ٿئي ٿو ۽ ان ڪري دريائن جي موجودگي سالياني بنياد تي ساڳي ٿي رهي پل ذخيرو ڪيل پاڻيءَ جي ڳڻ ڳوت جدول ۾ ڪيل نه هجي. ان ڪري اِها اُپٽار ضروري آهي ته انحصار جوڳي موجودگي هر مُند ۾ چڪاسٽي پوندي ۽ ان ڪري مختلف مُندن ۾ ذخيرو ٿيندڙ پاڻيءَ جي ٺهڪاءُ انتهائي ضروري آهي. عالمي بينڪ اڳيئي فيصلو ڪري چڪي آهي، جيڪو هر ڪنهن کي پتو آهي ته منگلا آبي ذخيري جو پاڻي ۽ چشما آبي ذخيري جو پاڻي ربيع جي مُند دوران استعمال ٿيڻو آهي. ان ڪري اسان ربيع واري مُند دوران ميسر ٿيندڙ انهن ذخيرن کي مدنظر رکندي خريف ۽ ربيع جي فراهمين کي ٺهڪايو/ منظم ڪيو آهي. جيستائين تربيلا واسطي ٺهڪاءُ جو تعلق آهي ته جيتوڻيڪ تربيلا پاڻيءَ جي روڪ خريف دوران ڪئي ويندي پر ان جو ڇوڙ فقط ربيع جي مُند تائين محدود نه هوندو ڇاڪاڻ جو سنڌو جي بيراجن تي آڳاٽي ۽ پڇاڙڪي خريف ۾ کوٽ هجي ٿي. ان کان سواءِ تربيلا آبي ذخيري جي ڇوڙ وارو انداز هن ڪميٽيءَ طرفان ان جي پاڻيءَ جي مقرريءَ بابت فيصلي تي منحصر هوندو. انهن حالتن ۾ مٿين جدول تربيلا آبي ذخيري لاءِ بين المنداڻتي ٺهڪاءُ جو اشارو نٿي ڏئي.

هڪ ٻيو اهم عنصر آڏو رکڻو پوندو سو آهي عربي سمنڊ ڏانهن وهندڙ ڪتب نه اچي سگهڻ جوڳي پاڻيءَ جو مقدار. عربي سمنڊ ڏانهن ڪنٽرول کان وانجهيل پاڻيءَ جي ٺمڻ ۾ ڪيترائي عنصر ڪار فرما آهن، جنهن ۾ اهم حقيقي موجودگي آهي. جيڪڏهن موجودگي گهٽ آهي ته پوءِ ٺمڻ وارو عمل به گهٽ هوندو ۽ جيڪڏهن موجودگي جهجهي آهي ته پوءِ ٺمڻ وارو عمل به وڌيڪ هوندو. اِهو

پروڙيو تہ ڪتب نہ اچڻ سگهڻ جوڳو ڪنٽرول کان وانجهيل پاڻي سنڌو دريا ۾ وڌيڪ آهي. پر ذيلي زون ۾ گهٽو گهٽ جتي بين الدريائي لنڪس ۽ جهلم دريا تي منگلا ڊيم جي موجودگيءَ ذريعي اضافي پاڻيءَ جي استعمال لاءِ وڏي شاهي لچڪ موجود آهي. سمنڊ ڏانهن ٺمڻ جي حد جو تعين ڪرڻ انتهائي ڏکيو آهي. ڇاڪاڻ جو حقيقي موجودگيءَ جي اڳڪٿي ڪرڻ ناممڪن آهي. ان صورت ۾، اسان جي ڪوشش موجودگيءَ جي جاچ/ انگ اکر لهڻ آهي ۽ ان ڪري ڏاهپ سان اِهو جانچڻ ضروري آهي تہ معتدل موجودگيءَ جي بنياد تي عربي سمنڊ ڏانهن اهڙي ٺمڻ جي گهٽ ۾ گهٽ حد ڪيتري هئڻ گهرجي. ان ڏس ۾، هرزا ڪنسلٽنٽس پنهنجي ماسٽر پلان ۾ هڪ تفصيلي اڀياس ڪيو آهي. جهڙي ريت سنڌ طرفان اڳيئي زور ڀريو ويو آهي، هرزا پڻ حقيقت پسنداڻي رٿا بندي مقصدن لاءِ مختلف آبپاشي رٿائن کي پاڻيءَ جي ورڇ لاءِ معتدل موجودگيءَ جي بنياد تي دريائن جي موجودگيءَ جي انگن اکرن کي مدنظر رکيو آهي. هيٺين جدول ماسٽر پلان مان کنئي وئي آهي:

**هرزا ماسٽر پلان موجب عربي سمنڊ ڏانهن ڇنڊڻ (Escapage) جو عمل**

ملين ايڪڙ فوٽ

| | 1975 تائين | | حتمي | |
|---|---|---|---|---|
| درياءُ | ربيع | خريف | ربيع | خريف |
| سنڌو | 9.5 | 28.4 | 1.0 | 7.0 |

هرزا طرفان اِهو اندازو لڳايو ويو تہ 1975 تائين، بنيادي آبي ذخيرا جيڪي اوستائين مڪمل ٿي چڪا هوندا، سي ابتدائي منگلا، تربيلا ۽ سوات دريا تي مندا آبي ذخيرو ٿي سگهن ٿا. مختصر طور تي، هنن تصور ڪيو تہ رٿائن جي سرشتي جا آبي ذخيرا ۽ ٻيون نئديون رٿائون 1975 تائين لڳ ڀڳ 21 ملين ايڪڙ فوٽ جو ڪُل ذخيرو فراهم ڪنديون. حتمي حالتن جي حوالي سان، هرزا طرفان اِهو ليکيو ويو تہ اوستائين سنڌو دريا ۽ ان جي ذيلي ندين تي ڊيم اڏڻ سان لڳ ڀڳ سمورو ڪنٽرول کان وانجهيل پاڻي روڪيو ويندو. ڪميٽيءَ جي هاڻوڪي سوچ اِها آهي تہ ايندڙ 15 کان 20 سالن لاءِ موجود هئڻ بابت جاڻ طور دريائي موجودگيءَ جي ڳڻ ڳوت لاءِ دريا جي موجودگيءَ جي ڪُل حتمي حالت جي اڳڪٿي نہ ڪئي وڃي. چيئرمين طرفان اِهو ادراڪ ڏيڻ تي ۽ جهڙي ريت مامرو

نمبر (3)V مان پڻ واضح طور تي ظاهر ٿئي ٿو اسان معتدل موجودگيءَ جي بنياد تي سمنڊ ڏانهن ڇوڙ ٿيندڙ ڪنٽرول کان وانجهيل پاڻيءَ جو گهٽ ۾ گهٽ ڇنڊڻ معلوم ڪرڻ لاءِ جائزو ورتو آهي. سنڌ اڳيئي زور ڀري چڪي آهي تہ سنڌو دريا جي ڊيلٽا واري پيچڙيءَ تي موجود دريائي بندرگاهن کي برقرار رکڻ لاءِ غلام محمد بيراج کان هيٺ سنڌو دريا ۾ ڪجهہ ربيع وارو پاڻي ڇڏيو ويندو يا لوٽيائي پاڻي جي روڪٿام لاءِ ڪجهہ پاڻي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪرڻو پوندو. ان ڏس ۾ ڀيا سبب سنڌ جي بيان ۽ ان جي جوابي دعوىٰ ۾ ڄاڻايا ويا آهن. اسين غلام محمد بيراج کان هيٺ ٿمڻ واري اهڙي عمل کي اڻ ڪٽب ايندڙ نٿا ليکيون ڇاڪاڻ جو اِهي وهڪرا ڪٽب آندا ويندا. انهيءَ قياس جي روشنيءَ ۾ اسين 1975 تائين ۽ حتمي حالتن لاءِ هرزا طرفان پنهنجي ماسٽر پلان ۾ عربي سمنڊ ڏانهن ڇوڙ ٿيندڙ اڻ ڪٽب ايندڙ پاڻيءَ جي ربيع واري ٿمڻ کي نظر انداز ٿا ڪريون. بهر صورت، اسين ڪٿ ٿا لڳايون تہ خريف دوران ٿمڻ لڳ ڀڳ 18 ملين ايڪڙ فوٽ ٿيندو. انهيءَ 18 ملين ايڪڙ فوٽ مان 15 ملين ايڪڙ فوٽ سنڌو دريا جي مرڪزي وهڪري مان حصيداري هوندي. جڏهن تہ باقي 3 ملين ايڪڙ فوٽ جهلم ۽ چناب جي ذيلي ندين مان ايندا. در حقيقت هرزا جا ڪٿ قدامت وارا آهن. ڇاڪاڻ جو 1975 تائين 21 ملين ايڪڙ فوٽ جو ڪُل ذخيرو جهڙي ريت هرزا طرفان نشاندهي ڪئي وئي آهي، موجود نہ هوندو. ان کان سواءِ، وڏيڪ وڏا ڊيم ٺاهڻ سان ملڪ تي مالي دٻاءُ پوندو. ان ڪري سنڌ طرفان ڏيکاريل 18 ملين ايڪڙ فوٽ جي گهٽ ۾ گهٽ مقدار کان وڌيڪ مقدار جي سمنڊ ۾ ڇوڙ جا سمورا امڪان موجود آهن. جيئن تہ اِهي انگ اکر ڄاڻ/ انگن اکرن جي تعين واسطي ئي آهن ان ڪري هن ڪميٽيءَ کي اِهو بنياد لاڳو ڪرڻ بهتر صلاح ٿيندي.

سنڌ تي اڪثر سنڌو دريا جو پاڻي عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪرڻ جي اجازت ڏيڻ جو الزام لڳندو رهيو آهي. اِهو باور ڪرائڻ ضروري آهي تہ سمورن دريائن جو نڪاس سنڌ کان ٿيندو عربي سمنڊ ۾ ٿئي ٿو. سنڌ پنهنجو پاڻ کي عربي سمنڊ پرسان هئڻ تي اياڳي نٿي سمجهي پر اِها حقيقت برقرار تي رهي تہ اُتر پاسان ايندڙ ڪنٽرول کان وانجهيل ۽ ڪٽب نہ اچي سگهندڙ پاڻي سنڌ مان گذري سمنڊ ۾ ڇوڙ ٿو ڪري.

اهڙا مثال موجود آهن جڏهن تيز برسات سبب ڪينال بند ڪيا ويا آهن ۽ دريائي پاڻي عربي سمنڊ ۾ نيڪال ڪيو ويو آهي. اِهو ياد ڪرائجي تہ 1964 ،

سنڌ ۾ وڏو وسڪارو پيو ۽ سمورا ڪينال بند ڪري پاڻي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪرڻو پيو. جيڪڏهن غلام محمد بيراج کان هيٺ دريائي ڇوڙ جي عربي سمنڊ ڏانهن وهندڙ پاڻيءَ جي انهيءَ عمل جي وقت بوقت سببن کي مدنظر نہ رکندي، ان جي انگن اکرن جو جائزو ورتو ويندو تہ پوءِ سنڌ تي الزام ڏرڻ سولو هوندو. پاڻيءَ جي وقت بوقت نيڪالي جي اڱواٽ رٿابندي ٺڙ انداز ۾ نٿي ڪري سگهجي ۽ سنڌ لاءِ ذيلي زون جو 3 ملين ايڪڙ فوٽ ڪٽب نہ اچي سگهجندڙ پاڻي سنڀالڻ ممڪن ناهي، جيڪڏهن پنجاب اِهو پاڻي هڪ مخصوص وقت اندر ڪٽب نٿو آڻي. اِهو انتهائي ڇيڙائيندڙ ٿيندو جو ڪو حقيقي استعمال لاءِ پاڻيءَ جي ورڇ لاءِ انحصار جوڳي موجودگيءَ لاءِ ڇاڻ/ انگ اکر سامهون آڻڻ واسطي سمنڊ ڏانهن ڪٽب نہ اچي سگهجندڙ ٺمڻ ۾ حالتن جي جبر کي مدنظر نہ رکڻ جو رٿي.

پنجاب طرفان انحصار جوڳي وهڪرن لاءِ هڪ اهڙي ئي جدول (شامل ڪيل) پيش ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ ڪيترا ئي نقص آهن، جن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا.

(1) انهيءَ حقيقت جي باوجود تہ جدول ۾ منداٿتي موجودگي شامل هئڻ گهرجي، ان تي ربيع جي منداٿتي موجودگيءَ لاءِ چشما ۽ منگلا آبي ذخيرن جي پاڻيءَ جي ٺهڪاءُ/ انتظار جي اڻ هوند آهي. ربيع جي موجودگيءَ واسطي منگلا آبي ذخيري کي ظاهر نہ ڪندي، ذيلي زون ۾ انتهائي گهٽ ٿيل ربيع جي موجودگي ظاهر ڪرڻ جي ابهرائيپ پري ڪوشش ڪئي وئي آهي.

(2) اتر اولهہ سرحدي صوبي جي استعمالن کي مجموعي فراهمين سان سلهاڙي نٿو سگهجي پر جدول ۾ اِهو ڪيو ويو آهي.

(3) اولهندي دريائن مان مستقبل دوران ڪشمير ۾ پارتي استعمالن کي انهن دريائن جي موجودگيءَ مان ڪٽوتي ڪيو ويو آهي. ان کان سواءِ، ان ڏس ۾ ڪٽوتيءَ جو مقدار 3.4 ملين ايڪڙ فوٽ ڏيکاريو ويو آهي، جيڪي انگ اکر پنجاب طرفان گهڙيا ويا آهن ۽ جهڙي ريت اڳڪٿي چيو ويو آهي قومي مفاد جي ابتڙ آهن. غير اهم اضافي ڪشمير ۾ پارتي استعمال عملي صورت اختيار ڪرڻ ۾ گهڻو وقت وٺندا. انهن معمولي استعمالن کي موجودگيءَ مان ڪٽوتي ڪرڻ جي ضرورت ناهي ڇاڪاڻ جو اِهي واڏي ۽ ڪوٽ ورهائڻ واري اسڪيم ذريعي احاطي ۾ ايندا.

(4) ذيلي زون مان نڪرندڙ انحصار جوڳو وهڪرو 3 ملين ايڪڙ فوٽ

ڏيڪاريو ويو آهي پر سنڌو دريا مان نڪرندڙ انحصار جوڳو وهڪرو 1 ملين ايڪڙ فوٽ ڏيکاريل آهي جيڪو ڪُل 4 ملين ايڪڙ فوٽ ٿو بڻجي. پنجاب کان وضاحت گهرڻ تي، هُنن ڄاڻايو تہ هنن 4 ملين ايڪڙ فوٽ وارا انگ اکر، هرزا ماسٽر پلان مان حتمي حالتن ۾ سمنڊ ڏانهن ڇوڙ طور کنيا آهن. اِها وضاحت نہ رڳو چيڙائيندڙ پر غير حقيقت پسنداڻي آهي، ڇاڪاڻ جو حتمي حالتن ۾ ذخيري جي موجودگي نہ رڳو منگلا، تربيلا ۽ چشما کان هوندي پر بين انيڪ ڊيمن مان پڻ، جن بابت هرزا حتمي حالتن ۾ سنڌو دريا ۾ ذيلي ندين جو اڻ ڪنٽرول ٿي سگهندڙ پاڻي روڪڻ جو قياس ڪيو آهي. اِهو ڏيکارڻ فضول آهي تہ حتمي حالتن ۾، ذيلي زون ۾ ڪتب نہ اچي سگهڻ جوڳو وهڪرو 3 ملين ايڪڙ فوٽ هوندو ۽ سگهاري سنڌو ۾ فقط 1 ملين ايڪڙ فوٽ. ان جي باوجود تہ ذيلي زون ۾ ڪنٽرول نہ ڪري سگهڻ جوڳو پاڻيءَ جي استعمال جي لچڪ موجود آهي. ان ڪري پنجاب طرفان فراهم ڪيل انگ اکر ڪميٽيءَ کي گمراهہ ڪري سگهن ٿا. جيڪا انحصار جوڳي موجودگيءَ لاءِ هڪ حقيقت تي ٻڌل ڄاڻ/ انگ اکر حاصل ڪرڻ لاءِ اتاولي آهي.

(5) پنجاب طرفان ذيلي زون ۾ ڪُل انحصار جوڳي موجودگي 31 ملين ايڪڙ فوٽ ڏيکاري وئي آهي، جڏهن تہ سنڌ ان جي ڳڻ ڳوت 45.3 ملين ايڪڙ فوٽ طور ڪئي آهي. ذيلي زون ۾ گذريل پنجن سالن جا سراسري استعمال 41.08 ملين ايڪڙ فوٽ آهن. اِهو سمجهڻ عام فهم پريو آهي تہ 41.08 ملين ايڪڙ فوٽ جا استعمال 31 ملين ايڪڙ فوٽ جي انحصار جوڳي موجودگيءَ مان حاصل ٿي سگهن ٿا. بهر صورت، 41.08 ملين ايڪڙ فوٽ جا استمال 45.3 ملين ايڪڙ فوٽ جي موجودگيءَ مان حاصل ٿي سگهن ٿا جيڪي سنڌ حقيقت پسنداڻي بنياد تي ڳڻ ڳوت ڪيا آهن.

مٿين بحث مباحثي مان اِهو واضح ٿيندو تہ پنجاب جو وڏو مقصد ذيلي زون ۾ گهٽ ٿيل موجودگي ۽ سنڌو دريا ۾ هڪ وڏي/ متاهين موجودگي ڏيکارڻ آهي تہ جيئن سندن زوننگ واري تصور ۽ سنڌو دريا کان ذيلي زون ڏانهن پاڻيءَ جي فراهميءَ لاءِ جواز پيدا ڪري سگهجي. ڪميٽيءَ لاءِ ضروري آهي تہ اِها پنجاب ۽ سنڌ جي جدولن جي هڪ حقيقت پسنداڻي انداز ۾ پيٽ ڪري، هر صوبي طرفان ڏيکاريل سڄي سنڌو طاس جي ڪُل موجودگي پيٽائڻ ئي ڪافي نہ ٿيندي. گهٽ ۾ گهٽ اِهو ڪري سگهجي ٿو تہ سنڌو دريا جي مرڪزي وهڪري تي

۽ ذيلي زون ۾ انحصار جوڳي موجودگيءَ کي ڏار پيٽائجي ۽ ان کان پوءِ هر معاملي ۾ خريف ۽ ربيع ۾ پنهي ۾، منداڻتي موجودگيءَ طور ذيلي ريت ورهائي سگهجي ٿو. ان کان پوءِ انهن موجودگين جو انهن کي هلندڙ حقيقي ڪينالي استعمالن سان جائزو وٺجي تہ جيئن مختلف صوبن ۾ پاڻيءَ جي ورڇ لاءِ هڪ عقلي/ معتدل چاڙ/ انگ اکر متعين ڪري سگهجي.

**سنڌو طاس ۾ ڪينالن ڏانهن منتقليءَ لاءِ انحصار جوڳي پاڻيءَ جي موجودگي**

(چئن مان ٽن عرصن ۾ منداڻتي موجودگيءَ جي بنياد تي انحصاريت)

پنجاب جي جدول

ملين ايڪڙ

| | جهلم | | | چناب | | | سنڌو دريا | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| | خريف | ربيع | ڪل | خريف | ربيع | ڪل | خريف | ربيع | ڪل |
| 1. رم اسٽيشنن تي آمد | 14.4 | 3.7 | 18.1(1) | 19.7 | 3.7 | 23.4(2) | 74.6 | 11.8 | 86.4(3) |
| 2. اتر اولهہ سرحدي صوبي ۽ بي ايراضين طرفان رم اسٽيشنن کان مٿي استعمال | - | - | - | - | - | - | 3.0 | 1.7 | 4.7 |
| 3. ڀارت ۽ والاريل ڪشمير ۾ اضافي اجازت مليل استعمال | -1.2 | -0.8 | -2.0 | -0.6 | -0.4 | -1.0 | -0.3 | -0.1 | -0.4 |
| 4. آبي ذخيري تي ٻاف جا نقصان | 0.2 | -0.1 | -0.3 | - | - | - | -0.2 | -0.2 | -0.4 |
| 5. لنگهہ جا نقصان | -1.2 | -0.09 | -2.1 | -1.4 | -1.1 | -1.5 | -2.2 | -0.8 | -3.0 |
| 6. دريا جا نقصان ۽ لاڀ | +0.3 | - | +0.3 | -1.0 | +0.1 | -0.9 | -5.5 | +1.9 | -3.0 |
| 7. انحصار جوڳا اخراج | (4) | - | - | -3.0 | - | -3.0 | +3.0 | - | +3.0 |
| 8. سمنڊ ڏانهن ڇوڙ | (6) | - | - | - | - | - | -4.0 | - | -4.0 |
| ڪينالن ڏانهن منتقليءَ لاءِ مجموعي موجود | 12.1(5) | 1.9 | 14.0 | 13.7 | 3.3 | 17.0 | 68.4 | 14.3 | 82.7 |

(1) جهلم-منگلا تي (2) چناب-منگلا تي (3) سنڌو دريا ڪالاباغ تي (4) [illegible]

## (A) سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ جون تفويضون

سنڌ ـ پنجاب هڪ جوڳو دستاويز آهي جنهن ۾ اڳي فيصلو ٿيل سمورن تاريخي حقن سان گڏوگڏ سمورين رٿائن جي وقت سرمان ڏنل لاڳو حقن کي شامل ڪيو ويو آهي. اِهو اڳوڻين سمورين ڪميٽين/ ڪميشنن جي سفارشن تي

مڪمل ڏيان ڏري ٿو ۽ سمورين اڳوڻين ۽ رٿيل گهرجن جي پورائي ڪان پوءِ، پاڇي موجودگيون انصاف سان ورهائي ٿو.

2. ٺاهه پنجاب طرفان تيار ڪيو ويو. جيڪو 19 جولاءِ 1945 ۽ 17 آگسٽ 1945 تي پنجاب حڪومت جي سيڪريٽريءَ جي خطن ذريعي سنڌ کي اماڻيو ويو. جيڪو سنڌ طرفان قبول ڪيو ويو.

3. پاڪستاني وفد تفويضن کي پنهنجو مقدمو ٺاهڻ لاءِ استعمال ڪيو جيڪو هيٺين نوٽبڪ مان ظاهر آهي. خود ٺاهه کي دليل جو هڪ مضبوط ٿنڀ طور استعمال ڪيو ويو.

4. ٺاهه کي 25 سالن لاءِ باهمي طور تي هلڻو هو. درحقيقت تونسا، گڊو ۽ غلام محمد بيراج انهيءَ ٺاهه جي ڪري ئي ممڪن بڻجي سگهيا.

5. پاڪستان حڪومت ٺاهه جي معقوليت کي مان ڏنو ۽ سنڌ جي بيان جي صفحي (XXIV) تي ڏنل تاريخ 26 مارچ 1953 تي جاري ڪيل پنهنجي خط نمبر پي ـ 19 (67) /53 تحت سنڌ جي حقن کي تسليم ڪيو.

6. صوبن جا اِهي قانوني حق هئا جن جو پاڪستان حڪومت کي تحفظ ڪرڻو هو جنهن بابت اُن مسٽر خليلي، سيڪريٽري پاڪستان حڪومت جي تاريخ 6 نومبر 1954 واري خط ذريعي گهربل خاطري ڪرائي.

7. تفويضن کان سواءِ ڪابه آبپاشي رٿا عملي روپ اختيار نٿي ڪري سگهي. اِهو چوڻ غلط ٿيندو تہ ڪجهه رٿائن لاءِ تفويضون هيون جڏهن تہ ڪجهه لاءِ نہ هيون. دليل طور اِهو جيڪڏهن چئجي تہ پوئين ڳالهه درست آهي تہ هر ڪو پنهنجي سر آزاد هجي ها ۽ ڪنهن اهڙي دريائي سرشتي جي پاڻيءَ جي ورهاست ۾، جنهن تي هڪ کان وڌيڪ واسطيدار آهن، قانون کان مٿيرو نبيرو ٿئي ها.

8. تفويض ڪنهن آبپاشي رٿا جو فولادي ڍانچو آهي. ان کي وڌائي تہ سگهجي ٿو پر گهٽائي نٿو سگهجي، ڇاڪاڻ جو ڪنهن آبپاشي رٿا جي سموري سيڙپڪاريءَ جو دارومدار پاڻيءَ جي فراهميءَ جي انهي خاطريءَ تي ئي هوندو آهي.

9. رٿائن جي تفويضن ۾ گهٽتائي آڻڻ واسطي ٿيندڙ ڪابہ مداخلت دريائي سرشتي تي ٽڪيندڙ معاشري ۾ مڪمل ڏڦيڙ ۽ تباهي پيرين حالتون پيدا ڪندي. ڪنهن رٿا جي اڏجي وڃڻ کان پوءِ ان جي تفويض ۾ گهٽتائي لاڳاپيل علائقي ۾ انقلاب جو سبب بڻجي سگهي ٿي. اِهو تاريخي حق آهي جنهن جي تحفظ لاءِ مرڪزي حڪومت سدائين سنجيدگيءَ سان ڪوشش ڪئي آهي.

اِهوئي سبب هو جو پاڻي تڪرار تي ڳالهين ٻولهين ۾ ايترو وقت لڳو. جيڪڏهن معاملو رڳو اُسريل/ متعين ٽيل استعمالن جو ئي هجي ها تہ نبيرو گهڻو اڳ تي چڪو هجي ها. حڪومت جي ذهن ۾ انهن تفويضن جو تحفظ ۽ ترقيءَ واسطي انهن کي وڌائڻ هو جنهن آخرڪار رٿائن جي سرشتي جي اڏاوت واري فيصلي جي راهہ هموار ڪئي.

هاڻ اِهو هن معزز ڪميٽيءَ تي آهي تہ اُها ماهري جو جائزو وٺي ۽ جت ضرورت آهي اُت اهڙيون اضافي تفويضون ڏئي.

اِهو ڄاڻائجي تہ بلوچستان جي تاريخي حقن جو سنڌ تحفظ ڪيو (اُن وقت بلوچستان صوبو نہ هو). جڏهن تہ اتر اولهہ سرحدي صوبي جي سمورين مستقبل وارين ترقياتي گهرجن کي ٺاهہ جي شق 1 تحت پنجاب پنهنجي حصي مان پورائو ڪرڻ تي راضپو ڏيکاريو.

هن نوٽ سان گڏ اولهہ پاڪستان جي چئني صوبن جي هر هڪ رٿا جون تفصيلي تفويضون ڏجن ٿيون.

## سنڌو دريا تي ڪينالي سرشتا

## A۔ سنڌ ۾ سنڌو دريا تي مختلف بيراجن جون تفويضون

### 1. سکر بيراج لاءِ تفويضون:

سنڌ ۔ پنجاب ٺاهہ تحت سکر بيراج کي ڏنل معتدل ماهوار تفويضون سنڌ جي بيان جي صفحي نمبر 8 تي جدول نمبر 4 ۾ ڏنل آهي جيڪي هيٺ ڀيهر پيش ڪجن ٿيون:

| مهينو | | تفويضون (ڪيوسڪ) | |
|---|---|---|---|
| | | معتدل ماهوار | |
| آڪٽوبر | 15-1 | 34339 | |
| نومبر | 31-16 | 32339 | نوٽ: سکر کي ٺاهہ جي |
| ڊسمبر | | 23482 | شقن |
| جنوري | | 25548 | (IV)(B)(2)(3)(V) |
| فيبروري | | 24923 | تحت ربيع ۾ 000,34 |
| مارچ | | 23923 | ڪيوسڪ تائين ڪٽڻ |
| اپريل | | 25721 | جي اجازت آهي. |
| مئي | 15-1 | 27896 | |
| جون | 30-16 | 27896 | |
| جولاءِ | | 38660 | |
| آگسٽ | | 46763 | |
| سيپٽمبر | | 47763 | |
| | | 47763 | |
| | 10-1 | 47763 | |
| | 20-11 | 47763 | |
| | 30-21 | 47763 | |

اِهي انگ اکر هيڊي نوٽبڪ جي صفحي نمبر 26 تي پڻ ورجايا ويا آهن.

هڪ سال جي ربيع ۾ 9.64 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ هڪ سال جي خريف ۾ 15.6 ملين ايڪڙ فوٽ جي تفويض ساليانی ڪُل 25.31 ملين ايڪڙ تي بڻجي. ڪنهن هڪ سال ۾ خريف پهرين اپريل کان 30 سيپٽمبر ۽ ربيع پهرين آڪٽوبر کان 31 مارچ تائين هجي ٿي.

اِهي تفويضون اينڊرسن ڪميٽيءَ جي تفويضن کان پهرين جون کان 15 آڪٽوبر تائين 2000 ڪيوسڪ وارين سيلابي تفويضن جي فراهميءَ ۾ ٿي مختلف آهن. رائو ڪميشن جي سفارش ڪيل اِهي اضافي تفويضون پنجاب ڳالهين دوران قبول ڪيون هيون ۽ آخر ڪار سنڌ - پنجاب ٺاهه ۾ جدول I(c), II (d) ۽ جدول III(a) جي ڪالم 3 ۾ شامل ڪيون ويون.

مٿي ڏنل تفويضون سکر جون طئي ٿيل تفويضون آهن جيڪي پاڪستاني وفد پارت سان پاڻي تڪرار دوران استعمال ڪيون جهڙي ريت هيٺين نوٽيڪ ۾ ڏيکاريل آهي.

سنڌ - پنجاب ٺاهه تحت سکر کي ٺاهه جي شق (3(2)(B)(IV موجب ٿل ڪينال طرفان ان جي 6000 ڪيوسڪ واري ربيع جي مڪمل گنجائش حاصل ڪرڻ کانپوءِ ترجيح I تحت 34000 ڪيوسڪ جي ربيع واري مڪمل گنجائش تائين حاصل ڪرڻ جو اختيار آهي، جيڪو سنڌ بيان جي صفحي نمبر 26 تي ڏنل آهي.

سکر بيراج کي حويلي ۽ پنجند جي ترتيبوار 2750 ۽ 1500 ڪيوسڪ جي ربيع واري مڪمل گنجائش حاصل ڪرڻ کان پوءِ ترجيح I تحت پنجند کان 34000 ڪيوسڪ جي ربيع واري مڪمل گنجائش حاصل ڪرڻ جو پڻ اختيار حاصل آهي. سنڌ - پنجاب جي اِها شق (3(2)(B)(V سنڌ بيان جي صفحي 26 تي ڏنل آهي.

**2.گڊو بيراج:**

سنڌ - پنجاب ٺاهه ۾ شامل هن بيراج لاءِ تفويضون سنڌ بيان جي صفحي 8 تي ڏنل جدول نمبر 4 ۾ ورجايون ويون آهن، جيڪي هيٺين ريت آهن:

| مهينا | | تفويض ٿيل ڪيوسڪ |
|---|---|---|
| اپريل | 30-16 | 9577 |
| مئي | | 17924 |
| جون | | 29332 |

| | | |
|---|---|---|
| جولاءِ | | 26280 |
| آگسٽ | | 36128 |
| سيپٽمبر | 10_1 | 39057 |
| | 20_11 | 29246 |
| | 30_21 | 19480 |
| | 15_1 | 14044 |

اِهو ذڪر ڪندو هلجي تہ گڊو بيراج لاءِ تفويضون تڏهن رٿيل ڪينالي سرشتن مان هڪ طور ترجيحن II ۽ III تحت ٿي آيون. ٿاهہ جدول III(a)، ڪالم 2 ۾ ہن رٿيل سنڌ جي بيراجن لاءِ گڏيل تفويضون ٿو ڏئي. گڊو ۽ ڪوٽڙيءَ وچ ۾ انگن اکرن جو وچور سنڌ جي مسٽر گرانٽ ۽ پنجاب جي مسٽر ڪوسلا وچ ۾ ڪراچيءَ ۾ ٿيل بحث مباحثي جي لکت ۾ ڏنو ويو آهي جيڪا ڳالهين ہولهين جي رڪارڊ جي صفحي نمبر 188 کان 199 تائين ڏنل آهي. ڪُل ساليانی تفويضون 9.83 ملين ايڪڙ فوٽ آهن جن مان هڪ سال جي خريف لاءِ 9.41 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ هڪ سال جي ربيع لاءِ 0.42 ملين ايڪڙ فوٽ آهن.

مٿيون تفويضون هيٺئين نوٽيڪ ۾ صفحي نمبر 23 تي اختيار ڪيون ويون آهن.

**3. ڪوٽڙي (غلام محمد) بيراج:**

هن رٿا لاءِ ربيع جون جاري ڪيل فراهميون ترجيح I تحت ڪالم 2 جدول I(e) ۾ ڏنل آهن. بيراج جون خريف واريون تفويضون ترجيح II ۽ III تحت ٿيون اچن. ٿنهي ترجيحن تحت ڪُل تفويضون سنڌ بيان جي صفحي نمبر 85 تي جدول نمبر 25 ۾ ڏنل آهن جيڪي هيٺ ہيهر پيش ڪيل آهن:

| مهينا | | تفويضون (ڪيوسڪ) |
|---|---|---|
| جنوري | | 927 |
| فيبروري | | 941 |
| مارچ | | 749 |
| اپريل | 15_1 | - |
| | 16_30 | 3986 |
| مئي | | 16580 |
| جون | | 35790 |

| | | |
|---|---|---|
| جولاءِ | | 46563 |
| آگسٽ | | 44063 |
| سيپٽمبر | 10-1 | 41143 |
| | 20-11 | 30754 |
| | 30-21 | 20520 |
| آڪٽوبر | 15-1 | 9968 |
| | 30-16 | - |
| نومبر | | 2025 |
| ڊسمبر | | 1157 |

سنڌ - پنجاب ٺاهه تحت هڪ سال جي ربيع جي ڪُل تفويض 0.65 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ هڪ سال جي خريف جي 10.76 ملين ايڪڙ فوٽ آهي، جيڪا ڪُل ساليانو 11.4 ملين ايڪڙ فوٽ تي بڻجي.

اِهي تفويضون هيٺيون نوٽيڪ جي صفحي نمبر 34 تي پڙهه ورجايون ويون آهن.

بهرحال، آءِ بي پي پبليڪيشن نمبر 257، ڪوٽڙيءَ جي تفويضن جي ڏس ۾ مڪمل طور تي غلط چارٽ ڏني آهي. اِها خريف جي تفويض 8.6 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ ربيع جي تفويض 1.0 ملين ايڪڙ فوٽ تي ڏيکاري، جيڪا ساليانو 9.6 ملين ايڪڙ فوٽ تي بڻجي.

عالمي بينڪ جو هڪ مشن 1951 دوران پاڪستان آيو ۽ اُن غلام محمد بيراج لاءِ هيٺين ريٽ فراهمين جي سفارش ڪئي:

خريف 8.6 ملين ايڪڙ فوٽ

ربيع 2.9 ملين ايڪڙ فوٽ

ڪُل 11.5 ملين ايڪڙ فوٽ (هيٺيون نوٽبڪ صفحو نمبر 34 تان ورتل)

اِهو لڳي ٿو تہ آءِ بي پي پبليڪيشن خريف جي 8.6 ملين ايڪڙ فوٽ واري سفارش تي برقرار رکي پر ربيع جي 2.9 ملين ايڪڙ فوٽ واري وڏ سري سفارش نظر انداز ڪري ان کي 1.0 ملين ايڪڙ فوٽ تائين گھٽتائي ڪُل 9.6 ملين ايڪڙ فوٽ تي ڇيهه ڪيو.

اِهوئي پس منظر آهي جنهن پاڻي تڪرار بابت ڳالهين دوران پيرا 2 استعمالن ۾ 9.6 ملين ايڪڙ فوٽ جا غلطيءَ ڀريا انگ اکر اختيار ڪرايا.

4. مٿي ڄاڻايل ٽن بيراجن جي تفويضن ڪانسواءِ، جدول V(c) ۾ خريف دوران "وچولي سنڌ ۾ چاڙهہ وارن ڪينالن" لاءِ نَنڍيرن تفويضون آهن، جيڪي هن ريت آهن:

| مهينا | | معتدل ماهوار تفويض (ڪيوسڪ) |
|---|---|---|
| اپريل | 30-16 | 324 |
| مئي | | 354 |
| جون | | 354 |
| جولاءِ | | 4755 |
| آگسٽ | | 4755 |
| سيپٽمبر | | 354 |
| آڪٽوبر | 15-1 | 350 |

مٿيون تفويضون فقط خريف ۾ 0.645 ملين ايڪڙ فوٽ آهن.

5. ٺاهہ تحت، سنڌ کي ترجيحون I کان IV جي گهرجن جي پورائي کان پوءِ ترجيح V تحت اضافي پاڻين جو هڪ مخصوص تناسب مليل آهي. اِهي تناسب ٺاهہ جي جدول V(a) ۾ ڏنل آهن.

## B۔ پنجاب جي سنڌو دريا تي بيراج جون تفويضون
## ٿل رتا

اينڊرسن ڪميٽيءَ موجب ٿل لاءِ معتدل ماهوار تفويضون سنڌ بيان جي صفحي نمبر XVI تي ڏنل آهن، جيڪي هت ٻيهر پيش ڪجن ٿيون:

| مهينا | معتدل ماهوار تفويضون (ڪيوسڪ) |
|---|---|
| جنوري | 2000 |
| فيبروري | 3600 |
| مارچ | 3600 |
| اپريل | 6000 |
| مئي | 6000 |
| جون | 6000 |
| جولاءِ | 6000 |
| آگسٽ | 6000 |

| | |
|---|---|
| سيپٽمبر | 6000 |
| آڪٽوبر | 6000 |
| نومبر | 5600 |
| ڊسمبر | 2000 |

سنڌ ـ پنجاب ٺاهه جي ترجيح I ۽ IV تحت جدول I(b)، I(c) ۽ IV(a) ۾ ڏنل ٿل رٽا واسطي تفويضون هيٺ ڏجن ٿيون:

| مهينو | | ترجيح I (ڪيوسڪ) | ترجيح IV (ڪيوسڪ) | |
|---|---|---|---|---|
| اپريل | 15-1 | 4000 | 6000 | |
| | 31-16 | 4000 | 6000 | |
| مئي | 10-1 | 4000 | 6000 | نوٽ: ٿل کي شق 3(2) |
| | 20-11 | 5000 | 5000 | B(IV) موجب |
| | 30-21 | 6000 | 4000 | موجودگيءَ جي صورت ۾ |
| جون | | 6000 | 4000 | ربيع دوران 6000 |
| جولاءِ | | 6000 | 4000 | ڪيوسڪ تائين ڪڍڻ |
| آگسٽ | | 6000 | 4000 | جي اجازت آهي. |
| سيپٽمبر | 10-1 | 6000 | 4000 | |
| | 20-11 | 6000 | 4000 | |
| | 30-21 | 6000 | 4000 | |
| آڪٽوبر | 15-1 | 6000 | 4000 | |
| | 31-16 | 6000 | - | |
| نومبر | | 5600 | - | |
| ڊسمبر | | 2000 | - | |
| جنوري | | 2000 | - | |
| فيبروري | | 3600 | - | |
| مارچ | | 3600 | - | |

ربيع ۾ 1.39 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ خريف ۾ 2.01 ملين ايڪڙ فوٽ ترجيح I لاءِ ساليانو ڪُل 3.4 ملين ايڪڙ ٿا بڻجن.

اِهو نوٽ ڪرڻ جوڳو هوندو تہ پنجاب ترجيح. IV تحت تفويض کي چڱي حد تائين وڌائڻ واسطي اپريل ۽ مئي ترجيح I جي گهرج کي معمولي حد تائين گهٽائڻ تي راضپو ڏيکاريو جنهن سان خريف ۾ ٿل جي ڪُل تفويض 10000 ڪيوسڪ تائين وڌي وئي. اِهي اضافي تفويضون هڪ سال جي خريف ۾ 1.646 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ هڪ سال جي ربيع ۾ 0.12 ملين ايڪڙ فوٽ تائين

ٿين ٿيون.

بهرحال هيڊو نوٽبڪ خريف ۾ انهيءَ فرق کي ليکڻ ۾ ناڪام رهيو آهي ۽ ايندرسن وارا انگ اکر اختيار ڪيا اٿس. هيڊي نوٽبڪ جي صفحي نمبر 17 تي ڏنل تفويضون خريف ۾ 2.21 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ ربيع ۾ 1.38 ملين ايڪڙ فوٽ آهن جيڪي ڪُل ساليانو 3.59 ٿيون بڻجن. ترجيح IV تحت ڏنل جون تفويضون ترجيح I، II ۽ III جي اطمينان کان پوءِ ئي حاصل ڪري ٿيون سگهجن، جنهن جو مطلب آهي تہ گڊو سکر ۽ غلام محمد بيراجن جي تفويضن جي مڪمل حصول کان پوءِ ئي اِهي حاصل ڪيون وينديون.

سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ تحت ڏنل کي سکر جي ربيع جي مڪمل گنجائش پوري ٿيڻ کان پوءِ ربيع جي 6000 ڪيوسڪ واري گنجائش پوري ڪرڻ لاءِ اضافي فراهميون حاصل ڪرڻ جي پڻ اجازت حاصل آهي. ٺاهہ جي شق (B)(2)3 (IV) تحت سکر بيراج جي ربيع واري گنجائش 34000 ڪيوسڪ جي انگن اکرن سان ميل ٿي کائي.

**2.تونسا بيراج:**

هن بيراج لاءِ تفويضون سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ جي ترجيح I ۽ II تحت فراهم ڪيون ويون آهن. اِهي سنڌ بيان جي صفحي 38 تي جدول I(e) ۽ II(a) ۾ ڏنل آهن جيڪي هت ٻيهر پيش ڪن ٿيون:

| عرصو | | تونسا جي تفويض (ڪيوسڪ) |
|---|---|---|
| اپريل | 30_16 | 1500 |
| مئي | | 5800 |
| جون | | 11,200 |
| جولاءِ | | 20,000 |
| آگسٽ | | 20,000 |
| سيپٽمبر | 10_1 | 10,400 |
| | 20_11 | 7,400 |
| | 30_21 | 4,400 |
| آڪٽوبر | | 2,700 |
| نومبر | | 1,586 |
| ڊسمبر | | 1,282 |

| | |
|---|---|
| جنوري | 943 |
| فيبروري | 888 |
| مارچ | 1,295 |

ربيع ۾ 0.53 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ خريف ۾ 4.04 ملين ايڪڙ فوٽ جا اِهي ڪُل ساليانا ڪُل 4.57 ملين ايڪڙ فوٽ ٿا بڻجن.

هيٺيون نوٽبڪ تونسا جي رٿيل گهرجن جو ذڪر ٿو ڪري جيڪي خريف جي ڪُل 4.05 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ ربيع جي ڪُل 0.42 ملين ايڪڙ فوٽ سان، ساليانو ڪُل 4.47 ملين ايڪڙ فوٽ ٿينديون جوڳي ريت مطابقت ٿا رکن.

## C_ اتر اولهه سرحدي صوبي جون تفويضون:

### .1 پهاڙپور ڪينال:

پهاڙپور ڪينال لاءِ تفويضون اينڊرسن ڪميٽيءَ ۾ طئي ڪيون ويون، جن کي سنڌ ـ پنجاب ٺاهه ۾ تبديل نه ڪيو ويو. اِهي تفويضون سنڌ بيان جي صفحي XVI تي ڏنل آهن، جيڪي هت هيٺ پيش ڪجن ٿيون:

| مهينا | پهاڙپور ڪينال ماهور معتدل تفويض ڪيوسڪ ۾ |
|---|---|
| جنوري | 360 |
| فيبروري | 360 |
| مارچ | 360 |
| اپريل | 500 |
| مئي | 500 |
| جون | 500 |
| جولاءِ | 500 |
| آگسٽ | 500 |
| سيپٽمبر | 500 |
| آڪٽوبر | 360 |
| نومبر | 360 |
| ڊسمبر | 360 |

ربيع ۾ 0.13 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ خريف جي 0.18 ملين ايڪڙ فوٽ جي ڪُل سان اهي تفويضون ساليانو ڪُل 0.31 ملين ايڪڙ فوٽ ٿيون بڻجن.

2. اتر اولهه سرحدي صوبي ۾ رم اسٽيشن کان اوپاري دريائي پاڻين جو استعمال ڪنهن به مخصوص تفويضن جي احاطي ۾ نه آندو ويو آهي. انهن ڪينالن جو تاريخي حق آهي جنهن کي ڪنهن ضابطي ۾ آڻڻ جي ضرورت آهي.

## D۔ سنڌ ۔ پنجاب ٺاهه تحت بلوچستان جون تفويضون:

تفويضون ٻن ڀاڱن سکر بيراج جون کيرٿر ايراضيون ۽ گڏو بيراج جو ريگستاني پٽ ايراضين ۾ ورهايل آهي.

بلوچستان جي کيرٿر ايراضيءَ لاءِ ماهور تفويضون هيٺين ريت آهن:

| مهينا | معتدل ماهوار تفويضون (ڪيوسڪ) |
|---|---|
| آڪٽوبر | 453 |
| نومبر | 453 |
| ڊسمبر | 490 |
| جنوري | 475 |
| فيبروري | 475 |
| مارچ | 493 |
| اپريل | 510 |
| مئي | 515 |
| جون | 525 |
| جولاءِ | 525 |
| آگسٽ | 525 |
| سيپٽمبر | 525 |

مٿيون تفويضون ربيع ۾ 0.15 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ خريف ۾ 0.19 ملين ايڪڙ فوٽ ٿيندي ڪُل ساليانو 0.34 ملين ايڪڙ فوٽ بڻجن ٿيون.

2. بلوچستان جي 198000 ايڪڙن جي گڏو بيراج واري ريگستاني پٽ ڪينال، بشمول پراڻي ريگستاني ڪينال جي سموري ايراضي ۽ پٽ تي ڪجهه نين ايراضين لاءِ تفويض هيٺين ريت آهي:

| مهينا | | بلوچستان جي تفويض (ڪيوسڪ) |
|---|---|---|
| اپريل | 30-16 | 340 |
| مئي | | 1262 |

| | | |
|---|---|---|
| جون | | 2620 |
| جولاءِ | | 3412 |
| آگست | | 2896 |
| سيپٽمبر, بشمول بوسي | | 2432 |
| آڪٽوبر | 1_15 | 809 |

مٿيون تفويضون خريف ۾ 0.79 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ ربيع ۾ 0.23 ملين ايڪڙ هوندي سال لاءِ ڪُل 0.81 ٿين ٿيون.

خلاصو/ ABSTRACT

صوبن جون تفويضون ڏيکاريندڙ سنڌو دريا جي سمورن بيراجن جو هڪ خلاصو هيٺ پيش ڪجي ٿو:

A_ سنڌ

| | خريف | ربيع | ڪُل |
|---|---|---|---|
| 1. سکر | 15.67 | 9.64 | 25.31 |
| 2. گڊو | 9.41 | 0.42 | 9.83 |
| 3. غلام محمد | 10.76 | 0.65 | 11.41 |
| 4. وچولي سنڌ جا چاڙهه وارا ڪينال | 0.65 | - | 0.65 |
| ڪُل | 36.49 | 10.71 | 47.20 |
| بلوچستان جو حصو | 0.98 | 0.17 | 1.15 |
| سنڌ جي صافي(Not) تفويض | 35.51 | 10.54 | 46.05 |

ملين ايڪڙ فوٽ

B_ پنجاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. ٿل | 2.01 | 1.39 | 3.40 |
| 2. تونسا | 4.04 | 0.53 | 4.57 |
| ڪُل | 6.05 | 1.92 | 7.97 |
| 3. اضافي ٿل | 1.65 | 0.12 | 1.77 |
| ڪُل تفويض | 7.70 | 2.04 | 9.74 |

ملين ايڪڙ فوٽ

C_ اتر اولهه سرحدي صوبو

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. پهاڙپور | 0.18 | 0.13 | 0.31 |

ملين ايڪڙ فوٽ

**D۔ بلوچستان**

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. کيرٿر | 0.19 | 0.15 | 0.34 |
| 2. ريگستان ۾ پٽ | 0.79 | 0.62 | 0.81 |
| ڪُل تفويض | 0.98 | 0.17 | 1.15 |

ملين ايڪڙ فوٽ

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪُل سنڌو دريا | 44.37 | 12.88 | 57.25 |

ملين ايڪڙ فوٽ

**ذيلي ندين تي بيراجن جون تفويضون**

1. دائرو:

ورهاڱي کان پوءِ جن مختلف ڪينالي سرشتن کي مدنظر رکڻ جي ضرورت آهي سي هيءَ آهن:

(i) 5. لنڪ ڪينالن ۾ هيءَ شامل آهن:

(a) اپر جهلم ڪينال (UJC)

(b) اپر چناب ڪينال (UCC)

(c) لوئر جهلم ڪينال (LJC)

(d) لوئر چناب ڪينال (LCC)

(e) لوئر باري دو آب ڪينال (LBDC)

(ii) سينٽرل باري دو آب ڪينال (CBDC)، اڳي اپر باري دو آب ڪينال جو حصو

(iii) ستلج ماٿريءَ جي ڪينال (SVC) هيٺين تي ٻڌل آهن:

(a) ديپالپور ڪينال، اڳي فيروزپور هيڊ مان

(b) سليمانڪيءَ تي شروع ٿيندڙ ڪينالن جو جڳهٽو

(c) اسلام تي شروع ٿيندڙ ڪينالن جو جهڳٽو

(iv) حويلي ڪينال، ۽

(v) پنجند ڪينال

مٿين ڪينالن مان پهرين تي اينڊرسن ڪميٽيءَ جي غور ويچار دوران ۾ سنڌ پنجاب تاهه کان اڳ تيل ڳالهين دوران 'پراڻا ڪينال' يا 'پنجاب جا

هاٽوڪا' ڪينال ڇاٽايا ويا.

2. پاڻيءَ لاءِ چٽا پيتيءَ واري گهر پهريون پيرو سکر ۽ SVC بيراجن جي منظوريءَ مهل سامهون آئي. خيرپور، بهاولپور ۽ پنجاب طرفان پاڻيءَ جي اضافي گهر اينڊرسن ڪميٽيءَ آڏو آندي وئي جنهن ڪي، پنهنجي مول متن تحت، اُن وقت موجود جاري ۽ امڪاني رٿائن لاءِ، پاڻيءَ جي حقن ۾ ڪا گهٽتائي ڪرڻ کان سواءِ ضرورتون پوريون ڪرڻ جي ذميواري سونپيل هئي. ڪميٽي اُن وقت سنڌو دريا ۽ ان جي ذيلي ندين کي موجود رٿائن جي پاڻيءَ وارن حقن جي تعين ڪرڻ کان سواءِ پنهنجو ڪم ڪري نہ پئي سگهي. انهيءَ تعين کان پوءِ ئي ٺُز ريت ڇاٽايل رٿائن واسطي نوان چوڙ سفارش ڪيا ويا.

ان ريت ننڍي کنڊ جي نامياري انجنيئرن جي ڪميٽيءَ سنڌو دريا ۽ ان جي ذيلي ندين تي سمورين رٿائن جا تاريخي حق متعين ڪيا.

جيئن تہ ڪميٽيءَ کي پنهنجي مول متن تحت پراڻين رٿائن جي استحقاق کي واضح ڪرڻو نہ هو ان ڪري هنن فقط انهن رٿائن لاءِ تفويضون فراهم ڪيون جيڪي کين سونپيون ويون هيون. پراڻين رٿائن لاءِ ڪميٽيءَ پنهنجي رپورٽ ۾ ڇاٽايو تہ هنن اِهي تازا چوڙ پراڻين رٿائن جي موجود ۽ امڪاني حقن جي تعين ڪرڻ کان پوءِ ئي سفارش ڪيا آهن. سمورين رٿائن جي ماهوار ربيع واري گنجائش عنصرن جو سنڌن تعين رپورٽ جي جلد I جي جدول IV ۾ نظر ٿو اچي ۽ اِها جدول 'پنجاب جي هاٽوڪن' ڪينالن لاءِ عنصر پڻ شامل ٿي ڪري.

## .3حويلي ۽ پنجند:

حويلي ۽ پنجند ڪينالن لاءِ اينڊرسن ڪميٽيءَ طرفان ڪي مخصوص تفويضون طئي ڪيون ويون، جيڪي سنڌ بيان جي صفحي XVII تي ڏنل آهن ۽ هت بہ پيش ڪجن ٿيون:

| مهينو | | حويلي معتدل (ڪيوسڪ) | پنجند معتدل |
|---|---|---|---|
| جنوري | | 990 | 75 |
| فيبروري | | 990 | 1000 |
| مارچ | | 2750 | 1275 |
| اپريل | 15-1 | 2750 | 1275 |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | 30-16 | 7750 | 8000 |
| مئي | | 7750 | 8000 |
| جون | | 7750 | 8000 |
| جولاءِ | | 7750 | 8000 |
| آگسٽ | | 7750 | 8000 |
| سيپٽمبر | | 7750 | 8000 |
| آڪٽوبر | 15-1 | 7750 | 8000 |
| | 30-16 | 2750 | 1350 |
| نومبر | | 2575 | 1350 |
| ڊسمبر | | 900 | 750 |

اِهي ٻن سرشتن لاءِ ترتيبوار ربيع ۾ ڪُل 0.82 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ 0.58 ملين ايڪڙ تا ٿين. ربيع جون تفويضون سنڌ - پنجاب ٺاهہ ۾ شق 3(2)(A)(i)(c) ذريعي شامل ڪيون ويون. بهر صورت، خريف جون تفويضون شق 3(2)(A)(ii) تحت سمورن ذيلي ندين وارن ڪينالن لاءِ ڪُل ۾ ڏوڪيا ويا.

ٺاهہ شق 3(2)(A)(i)(d) ۽ جدول I(F) تحت سکر کي ان جي ربيع واري تفويض فراهم ڪرڻ کان پوءِ، انهن ٻنهي سرشتن کي ربيع ۾ ترتيبوار 2750 ڪيوسڪ ۽ 15000 ڪيوسڪ جي پنهنجي مڪمل گنجائش تائين اضافي فراهميون حاصل ڪرڻ جي بہ اجازت ڏني. هيڏو نوٽبڪ ۾ آءِ بي پي پبليڪشن نمبر 257 ۾ٿي پهرين کان پندرهين اپريل ۽ سورهن کان ايڪٽيهہ آڪٽوبر لاءِ غلط اندازن سبب حويلي ۽ پنجند لاءِ ربيع لاءِ ترتيبوار 0.98 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ 0.81 ملين ايڪڙ فوٽ جا وڌسرا انگ اکر ڏين ٿا.

## 4.SVC ڪينال:

ستلج ماٿريءَ وارا ڪينال 1921 ۾ ڪجھ ڪٽتن لاءِ رٿيا ويا جڏهن رٿا جي هندستان لاءِ سيڪريٽري آف اسٽيٽ منظوري ڏني. اينڊرسن ڪميٽيءَ جي غور ويچار دوران، انهن ۾ معمولي ڦير گهير ڪئي وئي. انهن مان ڪي ڪينال هاڻ پارت ۾ ٿا اچن تنهن ڪري انهن لاءِ رٿيل تفويضن ۾ مطابقت آڻڻي پوندي اِهي مطابقت ۾ آندل رٿيل تفويضون هيڏي نوٽبڪ جي صفحي نمبر 9 تي ڏنل آهن جيڪي هت ٻيهر پيش ڪجن ٿيون:

| مهينا | | پاڪستان لاءِ رٿيل تفويضون ڪيوسڪ ۾ |
|---|---|---|
| اپريل | | 7970 |
| مئي | | 16695 |
| جون | | 30052 |
| جولاءِ | | 31502 |
| آگسٽ | | 31502 |
| سيپٽمبر | | 31502 |
| آڪٽوبر | 1ـ15 | 13362 |
| | 16ـ31 | 7533 |
| نومبر | | 5185 |
| ڊسمبر | | 3931 |
| جنوري | | 4521 |
| فيبروري | | 4869 |
| مارچ | | 5931 |
| ڪُل | خريف: | 9.16 ملين ايڪڙ فوٽ |
| | ربيع: | 2.08 ملين ايڪڙ فوٽ |
| | ساليانو: | 11.2 ملين ايڪڙ فوٽ |

سنڌ پنجاب ٺاهہ شق نمبر 3(2)(A)(i)(b) ذريعي ربيع لاءِ جيئن جو تيئن کي قبول ڪيو ۽ خريف جون تفويضون سمورن ذيلي ڪينالن جي گڏيل خريف تفويض ۾ شامل ڪئي.

## .5سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ تحت خريف جي تفويض:

1943 کان 1945 تائين هلندڙ ڳالهين دوران، سمورن ڪينالن لاءِ حتمي/ ٺُز تفويضون فراهم ڪرڻ کي ضروري سمجهيو ويو ڇاڪاڻ جو ان کان سواءِ سنڌو دريا ۽ ان جي ذيلي ندين جي پاڻين جي مجموعي ورڇ ممڪن نہ هئي.

جيئن تہ ڪي لنڪ ڪينال (UJC، UCC ۽ M.RI لنڪ) بهتر حيثيت ۾ هئا. سو سرشتي پنجاب کي ڪنهن حد تائين پاڻين جو هڪ ڳانڍاپيل استعمال جوڙڻ جي اجازت ڏني ۽ ان تحت SVC، حويلي ۽ پنجند سميت سمورن ذيلي ڪينالن لاءِ تفويضن کي يڪمشت ڪيو ويو ۽ پنجاب سمورن ڪينالن لاءِ

ان جي مقرر ڪيل ڪُل گڏيل وڌ کان وڌ تفويض تي راضپو ڏيکاريو. (ڏسو ٺاهه جي شق (i)(A)(1)3 ۽ (ii)(A)(1)3) اِهي تفويضون سنڌ ـ پنجاب ٺاهه جي جدول (I(a پر ڏنل آهن. اِهي تفويضون ترجيح I تحت ڪيون ويون. پنجاب ٺاهه تحت ترجيح II ۽ III تحت ڪينالن جي گهرجن جي پورائي تائين انهن تفويضن کي اورانگهي نٿو سگهي.

بهرحال پنجاب کي اپريل ۽ مئي دوران انهن ڪينالن لاءِ ترجيح IV تحت ڪجهه اضافي تفويضن جي اجازت ڏني وئي، پر اِهي ترجيح I، II ۽ III تحت پنجاب ۽ سنڌ ٻنهي جي سمورين گهرجن جي پورائي کان پوءِ ئي حاصل ٿيڻيون هيون.

پنجاب کي ترجيح III تحت SVC سيلابي ايراضيءَ لاءِ 1800 ڪيوسڪ جي پڻ اجازت ڏني وئي، جنهن لاءِ سکر جي سيلابي ايراضين وارا ئي شرط رکيا ويا.

ٺاهه تحت پنجاب جي سمورن ڪينالن لاءِ گڏايل خريف واريون تفويضون هيٺ ڏجن ٿيون:

(هزار ڪيوسڪ ۾)

| مهينو | عرصو | ترجيح I | ترجيح III (SVC سيلاب) | ترجيح IV |
|---|---|---|---|---|
| اپريل | 1ـ15 | 36.7 | | 10.3 |
| | 16ـ30 | 42.6 | 1.8 | 10.3 |
| مئي | 1ـ10 | 54.9 | 1.8 | 6.4 |
| | 11ـ20 . | 60.0 | 1.8 | 6.4 |
| | 21ـ30 | 68.2 | 1.8 | 6.4 |
| جون | | 80.9 | 1.8 | |
| جولاءِ | | 88.3 | 1.8 | |
| آگسٽ | | 88.7 | 1.8 | |
| سيپٽمبر | 1ـ10 | 98.5 | 1.8 | |
| | 11ـ20 | 94.0 | 1.8 | |
| | 21ـ30 | 88.3 | 1.8 | |

مٿيون تفويضون 1945 کان اڳ مختلف اختيارين طرفان انفرادي رٿائن

ڪي ڏنل سمورين اڳوڻين خريف وارين تفويضن جي جاءِ تي لاڳو ٿيون. بهر صورت، اهڙن ڪينالن لاءِ انهن تفويضن ۾ هڪ درستگي ڪرڻ جي ضرورت آهي ته انهن سان جيڪي ڪينال هاڻ پارتي حدن ۾ ٿا اچن تن جي تفويضن کي خارج ڪرڻ گهرجي. سرهند ڪينال، UBDC (هڪ حصو) ۽ ڪشمير ڪينال لاءِ ترجيح I جي تفويضن ۾ درستگي ٿيڻي آهي. پاڪستان جي SVC سيلاب لاءِ ترجيح III واري تفويض 1500 ڪيوسڪ تائين گهٽجي وئي آهي. ترجيح IV تفويضون سڄي پنجاب جو احاطو ڪن ٿيون ۽ 80 سيڪڙو پاڪستاني پاڻي لاءِ ڪنيو ويو آهي. انهن درستگين جي اجازت ڏيندي، ترجيح I، III ۽ IV تحت خريف ۾ سمورن ذيلي ڪينالن جي پاڪستاني پاڻي لاءِ حتمي تفويض هيٺين ريت ٿي بڻجي:

(هزار ڪيوسڪ ۾)

| عرصو | | ترجيح I خريف جي تفويض | ترجيح III ستلج ماٿري سيلاب لاءِ تفويض | ترجيح IV |
|---|---|---|---|---|
| اپريل | 1-15 | 25.29 | - | 8.2 |
| | 16-30 | 31.19 | 1.5 | 8.2 |
| مئي | 1-10 | 39.63 | 1.5 | 5.1 |
| | 11-20 | 44.73 | 1.5 | 5.1 |
| | 21-31 | 52.93 | 1.5 | 5.1 |
| جون | | 65.05 | 1.5 | . |
| جولاءِ | | 74.11 | 1.5 | |
| آگسٽ | | 74.62 | 1.5 | |
| سيپٽمبر | 1-10 | 84.31 | 1.5 | |
| | 11-20 | 78.81 | 1.5 | |
| | 21-30 | 73.11 | 1.5 | |

ان ريت مٿيون پنجاب جي سمورن ذيلي ڪينالن لاءِ منظور ٿيل تفويضون ٿيون بڻجن. اِهي گڏيل خريف تفويضون ترجيح I تحت 22.38 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ ترجيح III لاءِ 0.50 ملين ايڪڙ فوٽ طور ڪُل 22.88 ملين ايڪڙ فوٽ آهن. ترجيح I، II ۽ III جي اطمينان کان پوءِ، ترجيح IV تحت خريف ۾

پنجاب جون اضافي تفويضون ڪُل 0.81 ملين ايڪڙ فوٽ ٿين ٿيون.

### .6سنڌ ـ پنجاب ٺاهـ تحت ربيع جون تفويضون:

هاڻ ربيع جي تفويضن تي ٿا اچون. ايندرسن ڪميٽيءَ طرفان پنجند ۽ حويليءَ لاءِ طئي ڪيل تفويضون سنڌ ـ پنجاب ٺاهـ شق 3(2)(A)(I)(C) ذريعي تصديق ڪيون ۽ اهي اڳيئي نبيرجي چڪيون آهن.

ٺاهـ SVC کي ماضيءَ ۾ ڪنيل حقيقي فراهميون کڻڻ ۽ شق 3(2)(A)(i)(b) ذريعي مدامي گنجائش تائين وڌائڻ جي اجازت ڏني. هر مهيني لاءِ اهي گنجائشون رٿا جي منظوري مهل طئي ڪيون ويون. جيڪي انهن ڪينالن جي تفويضن سان منهن ڏيندي 1935 ۾ ٺهڪايون ويون. جهڙي ريت اڳ ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي. سنڌ ـ پنجاب ٺاهـ تحت ستلج ماٿري ڪينالن لاءِ ربيع واريون تفويضون مهيني بـ مهيني پيرا 4 ۾ ڏنل پراڻن انگن اکرن سان ميل کائينديون.

هاڻ باقي بچن ٿا 5ـ لنڪڊ ڪينال ۽ CBDC. جيڪي پئي ايندرسن ڪميٽي ۽ سنڌ ـ پنجاب ٺاهـ مهل 'پنجاب جي موجود' ڪينالن جي درجي ۾ ٿي آيا. ٺاهـ انهن ڪينالن کي شق 3(i)(A)(iii) ذريعي انهن جي ربيع واري گنجائش لاءِ يا دريائي فراهمين تائين محدود ڇوڙ حاصل ڪرڻ جي اجازت ڏني. اِهو واضح آهي تـ انهن ڪينالن کي ڪا وڌ کان وڌ يا مڪمل ربيع واري گنجائش هوندي. اِهي مُند جي سمورن ڇهن مهينن لاءِ اِهو ڇوڙ حاصل نٿا ڪري سگهن پر پنهنجي ماهوار گنجائش وارن عنصرن سان ٺهڪاءَ ۾ فراهميون حاصل ڪندا. پنجاب جي سمورن ڪينالن لاءِ ربيع جي گنجائش وارا اهي عنصر ايندرسن ڪميٽيءَ آڏو رکيا ويا. جيڪي ڪميٽيءَ جي رپورٽ ۾ جدول IV طور شامل ڪيا ويا. جيڪي هيٺ ڏجن ٿا:

| مهينا | پنجاب | ٿل رٿا | پنجند ڪينال | حويلي رٿا | سکر |
|---|---|---|---|---|---|
| آڪٽوبر | 85 | 100 | 100 | 100 | 90 |
| نومبر | 55 | 93 | 90 | 90 | 81 |
| ڊسمبر | 40 | 33 | 50 | 36 | 89 |
| جنوري | 40 | 33 | 50 | 36 | 79 |
| فيبروري | 50 | 60 | 66 | 36 | 79 |
| مارچ | 65 | 80 | 85 | 100 | 81 |

(جدول جاري)

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| متيان انگ اڪر هر مهيني لاءِ ڪُل ربيع جو سراسري تا ڏين | | | | | |
| مڪمل ربيع گنجائش (ڪيوسڪ) | 24750 | | 6000 | 1500 | 2750 |
| CBDC | 2440 | * 28775 1935 ڪان اڳ وارو اختيار مليل | | | |

* نوٽ: سنڌ - پنجاب ڳالهين ۾ بعد ۾ تاهه دوران، مڪمل ربيع واري گنجائش بابت 34000 جي وڏسري انگن اڪرن تي باهمي راضپو ظاهر ڪيو ويو ان دوران پنجاب کي حاصل ٿيندڙ بين رعائتن تي پڻ سهمت ظاهر ڪئي وئي.

جدول جي آخر ۾ پنجن ڪينالي سرشتن جي مڪمل ربيع واري گنجائش شامل ڪئي وئي آهي. ان ريت سنڌ - پنجاب ٺاهه سان مطابقت ۾ 5- لنڪڊ ڪينالن جون ماهوار تفويضون انهن جي ماهوار ربيع واري گنجائش موجب آهن جيڪي هن ريت آهن:

| عرصو | منظور ڪيل معتدل تفويضون (هزار ڪيوسڪ) 24.750) ڪيوسڪ جي مڪمل ربيع واري گنجائش تي ٻڌل |
|---|---|
| آڪٽوبر | 21.08 |
| نومبر | 13.64 |
| ڊسمبر | 9.92 |
| جنوري | 9.92 |
| فيبروري | 12.40 |
| مارچ | 16.55 |

متيون سڄي ربيع دوران ڪُل 5.10 ملين ايڪڙ فوٽ ٿو بڻجي.

حويلي، پنجند، سکر ۽ ٿل وانگر انهن ڪينالن کي بہ پاڻيءَ جي موجودگيءَ جي شرط تي پنهنجي ربيع واري مڪمل گنجائش تائين جي تفويض کان وڌڻ جي اجازت ڏني وئي.

بهرحال انهيءَ موجودگيءَ جي حد لنڪس جي منتقليءَ جي محدود گنجائش سبب محدود هئي، نتيجي طور دريائن جا ڪنٽرول نہ تي سگهجندڙ وهڪرا، خاص طور تي چاڙهہ وارا، پنجند کان هيٺ وهندا رهيا. بهرحال رٿائن جي وڏي شاهي سرشتي جي اڏاوت، انهيءَ صورتحال کي تبديل ڪندي، اڳي موجود کان وڌيڪ اضافي صلاحيت پيدا ڪئي آهي ۽ رڪاوٽن کان آجي ضابطي ڪار سبب پنجاب پاڻين جو وڌيڪ استعمال ڪرڻ جو اهل بڻجي ويو آهي.

ٿاهه لنڪس جي استعمال کي ڪجهه پابندين سان مناسب ليکيو. مرڪزي حڪومت، تاريخ 26 مارچ 1953 تي لکيل هڪ خط نمبر 67)19_7 /53) ذريعي، جيڪو سنڌ بيان ۾ پڻ شامل آهي، سنڌ کي خاطري ڪرائي تہ لنڪس جي اضافي گنجائش کي سنڌ سان صلاح مشوري کان سواءِ ڪتب نہ آندو ويندو.

سنڌ کي اپرندي ڪينالن جي متبادل گهرجن جي پورائي لاءِ لنڪس جي وهائڻ تي ڪو اعتراض نہ هوندو پر انهن جو پنجاب ۾ وڌيڪ ترقيءَ لاءِ استعمال لازمي طور تي هيٺانهين وارن جي قيمت تي ٿيندو خاص طور تي جڏهن ٿاهه سبب موجودگيءَ جو ڪُل مقدار گهٽجي ويو آهي.

## 7۔ CBDC لاءِ ربيع جون تفويضون

CBDC جو بہ ساڳيو ئي 'پراڻو ڪينال' وارو مسئلو آهي. اهي ڪينال UBDC کان ڏار ٿيڻ کان پوءِ عبوري دور ۾ تحفظ ماٽيل تفويضون حاصل ڪندا رهيا آهن. ان ڪري ربيع ۾ تفويضون 5۔ لنڪڊ ڪينالن لاءِ ماهوار ربيع واري گنجائش جي پوئواري ڪنديون.

| عرصو | هزار ڪيوسڪ ۾ ربيع جي منظور ٿيل معتدل تفويض (2440 ڪيوسڪ جي مڪمل ربيع واري گنجائش تي ٻڌل) |
|---|---|
| آڪٽوبر | 2.08 |
| نومبر | 1.34 |
| ڊسمبر | 0.98 |
| جنوري | 0.98 |
| فيبروري | 1.22 |
| مارچ | 1.58 |

مٿيون ربيع جي سڄي مُند لاءِ 0.53 ملين ايڪڙ فوٽ جو ڪُل ٿو ڏئي.

## خلاصو

ذيلي ندين جي سمورن بيراجن جي تفيوض جو خلاصو هيٺ پيش ڪجي ٿو:

| ڪينال جو نالو | خريف | ربيع | |
|---|---|---|---|
| 1. 5۔ لنڪڊ ڪينال | | 5.10 | _ |
| 2. CBDC | | 0.53 | _ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| SVC .3 | | 2.08 | _ |
| 4. حويلي | | 0.83 | _ |
| 5. پنجند | 22.88 | 0.58 | _ |
| ڪُل | 22.88 | 9.12 | 32 ملين ايڪڙ فوٽ |
| 6. اضافي خريف تفويض | 0.81 | 0.81 | ملين ايڪڙ فوٽ |
| | 23.69 | 9.12 | 32.81 ملين ايڪڙ فوٽ |

ان ريت سنڌو دريا ۽ ذيلي ندين تي پنجاب جون تفويضون هن ريت ٿيون بڻجن:

| | خريف | ربيع | ڪُل | |
|---|---|---|---|---|
| سنڌو دريا | 7.70 | 2.04 | 9.74 | ملين ايڪڙ فوٽ |
| ذيلي نديون | 23.69 | 9.12 | 32.81 | ملين ايڪڙ فوٽ |
| ڪُل پنجاب | 31.39 | 11.16 | 42.55 | ملين ايڪڙ فوٽ |

**(ii) زوننگ تصور جي ناقص هئڻ بابت ٽيڪنيڪل نوٽ:**

سنڌ طرفان ڪيس پيش ڪرڻ دوران سنڌو جي پاڻين بابت ڪميٽيءَ جي چيئرمين خواهش ظاهر ڪئي تہ سنڌ جو عيوضي ڪيس هڪ مقالو ڏئي جنهن ۾ زوننگ واري تجويز ۽ ان جي اثرن/ نتيجن جو معروضي جائزو ورتل هجي.

2. 15 مئي 1971 تي مظهر علي پاڪستان طرفان وچايل پاڻيءَ جا هيٺيان انگ اکر پيش ڪيا.

| | | ملين ايڪڙ فوٽ |
|---|---|---|
| اپرندي دريائن جا استعمال | | 12 |
| اضافي رٿابندي ڪيل استعمال | | 3 |
| | ڪُل | 15 |
| منتقليءَ جا نقصان | | 5 |
| اولهندي دريائن تي منتقليءَ جون ڪُل گهرجون | | 20 |
| اپرندي دريائن مان وچايل ٻيهر پيدا/ حاصل ٿيندڙ | | 3 |
| تربيلا کان اڳ وارو عرصو | | 2 |
| | ڪُل | 25 |

ان کان سواءِ اسان جي طرفان اولهندي دريائن تي پارت آڏو دستبردار ٿيل هڪ

| | | |
|---|---|---|
| وڏيڪ حق | | 3 |
| | ڪُل | 28 ملين ايڪڙ فوٽ |

اِهو نوٽ ڪرڻ گهرجي تہ اپرندي دريائن جي پاڻيءَ جا حقيقي استعمال 11 ملين ايڪڙ فوٽ هئا نہ ڪي 12 ملين ايڪڙ فوٽ. ساڳي اپرندي/ اولهندي دريائن ۾ 3+2=5 ملين ايڪڙ فوٽ جو ڦيهر حاصل ٿيڻ وارو مبينہ نقصان پڻ درست ناهي ڇاڪاڻ جو جيڪي ڪجھ ڦيهر حاصل ٿيو تي سو ڪتب تي آندو ويو ۽ ان ڪري اپرندي دريائن جي استعمالن جي حقيقي انگن اکرن ۾ شامل آهي ۽ ان ريت ورجاءُ آهي. مظهر عليءَ پاڻ مٿين غلطين کي مڃيو آهي جڏهن 2 جون 1971 تي هُن هڪ جدول جي مدد سان هيٺين گهرجن کي رٿيو:

| | | |
|---|---|---|
| ورهاڱي کان اڳ وارا استعمال بينڪ طرفان 'مڃيل' SVC ڪينالن لاءِ ورهاڱي کان اڳ واريون تجويزون | | 11.2 ملين ايڪڙ فوٽ |
| (a) پاڪڙا ڪان | | 2.0 ملين ايڪڙ فوٽ |
| (b) راوي/ چناب ڪان | | 1.0 ملين ايڪڙ فوٽ |
| | ڪُل | 14.2 ملين ايڪڙ فوٽ |
| لنڪ جازيان (IBAB) | | 6.6 ملين ايڪڙ فوٽ |
| تربيلا ۽ منگلا جا آبي ذخيرن وارا زيان | | 0.7 ملين ايڪڙ فوٽ |
| | ڪُل | 21.5 ملين ايڪڙ فوٽ |

مٿين دليلن جي بنياد تي پنجاب 21.0 ملين ايڪڙ فوٽ جو اِهو بار تن اولهندي دريائن مان پورو ڪرڻ ٿو چاهي. جيڪو سنڌن بقول زوننگ ذريعي ورهايو ويو هو.

مٿيان انگ اکر بہ پٺتڪائيندڙ آهن سو آساني سان پروڙي سگهجي ٿو. پاڻيءَ جي غير موجودگيءَ سبب SVC ڪينالن تي ڪوٽ کي ڪنهن بہ ريت متبادل بار جو سبب نٿو ليکي سگهجي. ورهاڱي کان اڳ وارن ڏينهن ۾ پنجاب جي انجنيئرن SVC جي انهن ڪوٽن جا اڌ ملين ايڪڙ فوٽ کان 2.0 ملين ايڪڙ فوٽ تائين وارا انگ اکر پيش ڪيا. پويان انگ اکر "ڪوسلا" ڪٽ لڳايا هئا. اِهو چوڻ درست نہ ٿيندو تہ 2.0 ملين ايڪڙ فوٽ پاڪڙا ڪان SVC ڪينالن لاءِ قانوني هو. ستلج جو اضافي پاڻي درحقيقت نئين پاڪڙا ۽ بست ڪينالن لاءِ هو جيڪي هاڻ ڀارتي علائقي ۾ آهن ۽ جن کي سنڌ ـ پنجاب ٺاهہ جي ترجيح IV تحت لازمي تفويض تي ملي. جيڪڏهن ورهاڱو نہ ٿئي ها تہ پاڪستاني پنجاب جي ڪينالن ۾

اضافي استعمال انتهائي معمولي هجي ها.

درحقيقت SVC ڪوٽ پنجاب طرفان ڏيان ڳڙهه ڊيم/ مارهو سرنگهه ذريعي چناب جي پاڻيءَ وسيلي پوري ڪرڻ جو رٿيو ويو هو. SVC لاءِ اضافي فراهميون اپرندي دريائن مان حاصل ڪرڻ جو ڪو خيال/ تصور ئي نه هو. چناب کي سنڌو جي پاڻين بابت ٺاهه تحت مخصوص استعمال لاءِ پاڪستان حوالي ڪيو ويو آهي ۽ پنجاب آخر ڪار سنڌ - پنجاب ٺاهه جي ڍانچي اندر ان تي (چنيوٽ) هڪ آبي ذخيري جي اڏاوت ڪندو.

لنڪ زيان جا تصور ڪيل انگ اکر پڻ انتهائي لاجواب آهن. سنڌو دريا جي لنڪس جا ذيان (3.0 ملين ايڪڙ فوٽ) متبادل حاصل ڪرڻ جوڳا بچنديئي نه چاڪاڻ جو اِهي سموريون گهرجون جهلم - چناب - منگلا مان سولائي سان پوريون ڪري سگهجن ٿيون. ساڳي ريت ذيلي زون ۾ لنڪ ذيان جي 3.6 ملين ايڪڙ فوٽ وارا انگ اکر پڻ ناقابل فهم حد تائين وڏا آهن ۽ اِهو سنڌو جي پاڻين بابت ذيلي ڪميٽيءَ جي رپورٽ مان پڻ ظاهر ٿئي ٿو. آبي ذخيرن جا زيان ذڪر ڪرڻ جي به لائق ناهن، چاڪاڻ جو درحقيقت ربيع ۾ آبي ذخيرن ۾ لاپ ٿيندا جيڪي ڪتب آڻڻ لاءِ ميسر هوندا. ان ڪري حقيقي بار ورهاڱي مهل اپرندي دريائن جي پاڻين جي حقيقي استعمال ڪان وڌيڪ ناهي.

3ـ 2 جون 1971 تي پنهنجي وراڻيءَ ۾ پنجاب جي عيوضيءَ هڪ جدول (بعد ۾ جدول نمبر 1 طور حوالو ڏنل) جي مدد سان زوننگ جي استدلال ۽ کهڙي ريت سندن خيال موجب زوننگ جي رٿ ٻن زونن ۾ مستقبل جي رٿائن لاءِ مناسب گنجائش ٿو پيدا ڪري، جي اُپٽار ڪئي. پنهنجي استدلال جي جواز ۽ دليلن کي اڳتي وڌائڻ لاءِ پنجاب طرفان پيش ڪيل انگ اکر گهٽي ياڳي مڪمل طور ناقص آهن جنهن بابت هت وضاحت پيش ڪبي.

پنجاب زور ڀريو آهي ته IBAB منصوبي موجب، اولهه پاڪستان ۾ ڪينالي سرشتو ٻن زونن جهلم - چناب ۽ سنڌو دريا ۾ ورهايل آهي، جنهن مان پويون تريمو پنجند ۽ اسلام لاءِ ذميوار آهي.

سنڌ اڳيئي مٿو اتڪايو آهي ته IBAB تجويزون فقط هڪ منصوبي لاءِ هيون ۽ سي به فقط سنڌو طاس ترقياتي فنڊ ٺاهه تحت پذير ٿيندڙ رٿائن جي هڪ فهرست تيار ڪرڻ واري مقصد لاءِ، ۽ تريمو پنجند ۽ اسلام کي سنڌو دريا تي وجهڻ واري منصوبي کي نه ته عالمي بينڪ آڏو منظوريءَ لاءِ پيش ڪيو ويو نه ئي

ان جي عملي وهنوار واري پيماني جو ڪو فيصلو پاڪستان اندر ئي ڪيو ويو.

پنجاب اِهو رٿيندي تہ اهڙي ورهاست پنهي زونن ۾ وڌيڪ واڌ ويجهہ لاءِ مناسب فراهميون مهيا ڪندي، زون واري رٿ جي معقوليت جو جواز پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. 2 جون 1971 تي لاهور ۾ پنجاب جي عيوضيءَ طرفان پيش ڪيل انگ اکر. جيڪي زوننگ لاءِ معقوليت جي اُپٽار ٿا ڪن. IBAB جي تجزئي کي بيهر پيش ڪرڻ جي ڪوشش آهي. درحقيقت پيش ڪيل انگن اکرن جو مقصد ڪميٽيءَ کي مونجهائڻ ٿو لڳي، ڇاڪاڻ جو اِهي نہ تہ مڪمل طور تي IBAB تي آڌاريل آهن نہ وري پنجاب ڪيس تي. سندس طرفان پيش ڪيل انگ اکر هيٺ جدول I ۾ ڏجن ٿا:

جدول I

مظهر عليءَ طرفان 2 جون 1971 تي لاهور ۾ پيش ڪيل

| IBAB | جهلم - چناب زون<br>ملين ايڪڙ فوٽ | سنڌو دريا زون<br>ملين ايڪڙ فوٽ |
|---|---|---|
| جهلم 25/18 سال | 20.8 سنڌو 25/18 سال | 85.9 |
| چناب 25/20 سال | 21.0 | |
| آمد | 41.8 | 85.9 |
| پارتي استعمال | 3.0- | 0.4- |
| دريائي زيان | 1.5- | 10.0- |
| زون جي آمد/اخراج | 2.0- | +2.0 |
| پاڇي | 35.3 | 77.5 |
| آبي ذخيرا/ ڍنڍون لنڪ زيان | (-)3.6 | (-)3.0 |
| حتمي موجودگي | 31.7 | 34.5 |
| 5 سالن جي سراسري تي هاڻوڪا استعمال | 29.4 | 61.9 |
| واڌ ويجهہ لاءِ پاڇي | 2.3 ملين ايڪڙ فوٽ | 12.6 ملين ايڪڙ فوٽ |
| هاڻوڪن استعمال کان مٿيرو ترقيءَ لاءِ سراسري | 8٪ | 26٪ |

اِهو پروڙيو تہ پنجاب جي عيوضيءَ هيٺيان قياس جوڙيا آهن.

(a) آمدوارن وهڪرن کي جهلم لاءِ 25 سالن مان 18 سال، چناب لاءِ 25 سالن مان 20 سال ۽ سنڌو دريا ۾ 25 مان 18 سالن جي انحصار جوڳي وهڪرن طور ڪنيو ويو آهي. انهن لاءِ جواز "IBAB طرفان قياس ڪيل" ڄاڻايو ويو. (پڪ

سان حتمي دستاويز جي ضميمي III جو حوالو ڏنو پيو وڃي.

(b) آبي ذخيرن، ڍنڍن ۽ لنڪس جا زيان جهلم - چناب زون لاءِ 3.6 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ سنڌو زون لاءِ 3.0 ملين ايڪڙ فوٽ قياس ڪيا ويا. جهڙي ريت IBAB طرفان قياس ڪيا ويا (ضميمو III)

(c) هُن طرفان دريائي زيان جهلم - چناب زون ۾ 1.5 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ سنڌو ۾ 10 ملين ايڪڙ فوٽ قياس ڪيا ويا هئا. اِهي انگ اکر IBAB اتان ورجا ويا آهن. (ضميمو III)

(d) زون ۾ آمد/ اخراج وارو وهڪرو 2 ملين ايڪڙ فوٽ ڇاٽايو ويو جهڙي ريت IBAB ڇاٽايو هو. مقدار جهلم - چناب زون جي ڪاتي مان ڪڍي سنڌو زون جي ڪاتي ۾ استعمال لاءِ وڌو ويو. جهڙي ريت ضميمي III ۾ تصور ڪيل آهي، هيءَ وهڪرو چاڙهه/ ٻوڏ واري عرصي جو آهي جيڪو جهلم - چناب زون ڪتب آڻڻ کان قاصر هوندو.

بهر صورت، اِهو اچرج پريو آهي ته سنڌو دريا جو اهڙو ئي وهڪرو جيڪو ڪڏهن به ڪتب اچي نه سگهندو، ڳڻپ هيٺ نه آندو ويو آهي. پنهنجي انتهائي گهٽ ۾ گهٽ سطح تي، عربي سمنڊ ڏانهن ويندڙ اهڙا وهڪرا تربيلا کان اڳ واري دور ۾ 18 ملين ايڪڙ فوٽ طور ليکي سگهجن ٿا. اِهي انگ اکر 1975 کان پوءِ وارين حالتن ۾ هرزا طرفان ڳڻ ڳوت ڪيل عربي سمنڊ ڏانهن ويندڙ 37.9 ملين ايڪڙ فوٽ جي اخراج واري وهڪري سان پيٺائجن ٿا.

(e) اولهندي دريائن جا پارتي استعمال پنجاب جي عيوضيءَ طرفان 3.4 ملين ايڪڙ فوٽ قياس ڪيا ويا جن مان 3.0 ملين ايڪڙ فوٽ جهلم - چناب تي ۽ 0.4 ملين ايڪڙ فوٽ سنڌو تي آهن.

اِهو نوٽ ڪرڻ جوڳو هوندو ته IBAB انهن استعمالن لاءِ ڪابه اهڙي فراهمي نه ڪئي آهي جيڪي تڏهن انتهائي ڇاتل سڃاتل هئا ۽ واضح ريت 'غير اهم' طور ذڪر ڪيا ويا. جهڙي ريت سنڌ ڪيس ۾ اڳيئي ڇاٽايو ويو آهي ته پارت طرفان استعمال جهلم - چناب تي 1.3 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ سنڌو تي 0.2 ملين ايڪڙ فوٽ يعني ڪُل 1.5 ملين ايڪڙ فوٽ کان وڌي نٿا سگهن. جيڪي مستقبل جي مڪمل واڌ ويجهه کان پوءِ، هاڻوڪي رفتار سان صديون لڳائيندا.

(f) استعمال IBAB مان نه پر گذريل پنجن سالن جي سراسري طور ڪڍيا ويا آهن ۽ تريمو، پنجند ۽ اسلام کان سواءِ جهلم چناب زون لاءِ 29.4 ملين

ايڪڙ فوٽ ڏيڪاريا ويا.

مٿين سهل قياسن جي آڌار تي پنجاب اِهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ تريمو پنجند ۽ اسلام جي وزن کان سواءِ جهلم - چناب زون ۾ مستقبل جي واڌ ويجهہ لاءِ فقط 2.3 ملين ايڪڙ فوٽ ئي پاڇي آهي. جيڪا پنجن سالن جي استعمالن جي سراسري سطح کان فقط 8 سيڪڙو مٿي آهي. سنڌو زون لاءِ تريمو، پنجند ۽ اسلام جي وزن جي باوجود پنجاب 12.6 ملين ايڪڙ فوٽ جي پاڇي ڏيکاري آهي جيڪا گڏريل پنجن سالن جي سراسري استعمالن کان 26 سيڪڙو وڌيڪ آهي.

مٿيون مفروضو/ Thesis غير مناسب انداز ۾ پيهاريل غير درست انگن اکرن جي پيشڪش کان سواءِ ڪجهہ بہ ناهي. اهڙا انگ اکر گمراهہ ئي ٿا ڪري سگهن جيڪي غلط نتيجا سامهون آڻيندا. مندوار درجي بنديءَ کان سواءِ سالياني ڪُل جو جائزو، انگ اکرن جو هڪ وڌيڪ جار آهي. چاڪاڻ جو خريف جي وهڪري جون وڏيون فراهميون ڪنهن بہ ريت ربيع جي وهڪرن جي کوٽ جو پورائو نٿيون ڪري سگهن. سموري منظر جي هڪ متوازن جائزي جي تصور پيش ڪرڻ جي ڪوشش کان اڳ، اِهو ڏسڻ دلچسپيءَ کان خالي نہ هوندو تہ پنجاب جو تجزيو انهن انتهائي واضح نقصن مان ڪجهہ کي درست ڪرڻ کان پوءِ ڪيئن لڳندو.

پنجاب طرفان پيش ڪيل پروسي جوڳا دريائي وهڪرا ۽ کوٽ - واڌ کي هيٺين طرح درستگين سان ڏيکارجي ٿو.

(a) پارتي استعمالن لاءِ بندوبست جهلم - چناب زون لاءِ 1.3 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ سنڌو زون لاءِ 0.2 ملين ايڪڙ فوٽ گهٽائي وئي آهي. جيتوڻيڪ IBAB نہ ئي وري سنڌ اهڙي حساب ڪتاب جي وڪالت ڪئي آهي.

(b) پوڙ جا استعمال نہ ٿي سگهڻ جوڳا وهڪرا تربيلا کان پوءِ واري دور ۾ جهلم ۽ چناب لاءِ 3.0 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ سنڌو لاءِ 18.0 ملين ايڪڙ فوٽ طور ڪنيا ويا آهن. پنجند کان حاصل ٿيندڙ 3.0 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻيءَ جو ڪٽڻ IBAB ۾ بہ ساڳي انداز ۾ اجازت ماٽيل آهي. اِهو 3.0 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي حقيقي طور تي استعمال نہ ڪري سگهڻ جوڳو هوندو چاڪاڻ جو اِهو اُن وقت ملندو جڏهن خود سنڌو ۾ اضافي پاڻي ميسر هوندو. اِهو بهر صورت 27/18 ملين ايڪڙ فوٽ استعمال نہ ڪري سگهڻ جوڳي سنڌو جي وهڪرن جي هڪ حصي

طور سمنڊ ڏانهن ڇوڙ ڪندو.

(c) غلام محمد ۽ گڏو بيراجن لاءِ پاڻيءَ جي طئي ڪيل استعمال ۽ ٿل ۽ وچولي سنڌ جي ڪينالن جي اضافي گهرجن لاءِ پاڻيءَ جي فراهمي/ ميسر ڪرڻي پوندي اِهي سمورا ڪينال اجان تائين پنهنجي ترقيءَ جي مقرر ڪيل سطح تي نہ پهتا آهن جهڙي ريت ورهاڱي کان اڳ تفويضن ۾ شامل ٿيل هئا. خود IBAB بہ اهڙي طئي ٿيل استعمال لاءِ فراهمي (ضميمي III ۾) قبول ڪئي آهي پر پنجاب هاڻ ان کي ماٺ ميٺ ۾ وسارڻ ٿو چاهي جو اِهو هڪ بگاڙيل تصوير پيش ڪرڻ ۾ مددگار ٿو بڻجي. اِهي فراهميون هيٺين جدول ۾ سامهون آنديون ويون آهن:

ملين ايڪڙ فوٽ

| رٽا | ترجيح I, II, III تحت تفويض | اضافي تفويضون | ڪالم 2 ۽ 3 جو ڪُل | 5 سالن جا سراسري استعمال | ورهاڱي کان اڳ واري وعدي مطابق فراهم ڪرڻ وارا اضافي |
|---|---|---|---|---|---|
| 1. ٿل | 3.40 | 1.77 | 5.17 | 3.98 | 1.19 |
| 2. گڏو | 9.83 | - | 9.83 | 7.50 | 2.33 |
| 3. GM/ ڪوٽڙي | 11.47 | - | 11.47 | 7.91 | 3.56 |
| 4 وچولي سنڌ جا ڪينال | - | 0.65 | 0.65 | 0.10 | 0.55 |
| ڪُل | 24.70 | 2.42 | 27.12 | 19.49 | 7.63 |

مٿين ٽن درستگين سان، تصوير وڏي پيماني تي تبديل ٿي ٿئي، جيڪا هيٺ جدول 2 ۾ ڏنل آهي:

**جدول 2**

پنجاب جي جدول، ۾ هيٺين ريت درستگيون ڪيون ويون:

(i) وڏ کان وڏ امڪاني پارتي استعمال

(ii) مناسب حد تائين استعمال نہ ٿي سگهڻ جوڳا ٻوڏ جا وهڪرا، ۽

(iii) اجان تائين مڪمل طور تي تيار نہ ٿيل سنڌو جي ڪينالن لاءِ فراهميون

(ملين ايڪڙ فوٽ)

| | جهلم - چناب زون (تريمو، پنجند ۽ اسلام کان سواءِ) | سنڌو زون (تريمو، پنجند ۽ اسلام سوڌو) | |
|---|---|---|---|
| | | تربيلا کان اڳ | تربيلا کان پوءِ |
| انحصار جوڳا وهڪرا | جهلم 20.8<br>چناب 21.0 | 85.9 | 85.9 |
| ڪل وهڪرا | 41.8 | 85.9 | 85.9 |
| پارٽي استعمال | -1.3 | -0.2 | -0.2 |
| دريائي زيان | -1.5 | -10.0 | -10.2 |
| آبي ذخيرا/ ڍنڍون | -3.6 | -3.0 | -3.0 |
| لنڪ زيان استعمال نہ ٿيڻ جوڳا | -3.0 | +3.0 | +3.0 |
| ٻوڏ جا وهڪرا | | -27.0 | -18.0 |
| ڪل ڏار ڪرڻ جو عمل | -9.4 | -37.2 | -28.2 |
| حتمي استعمال جوڳو | 32.4 | 48.7 | 57.7 |
| هاڻوڪو استعمال (گذريل پنجن سالن جو سراسري) | -29.4 | -61.9 | -61.9 |
| مڪمل ور تي تيار نہ ٿيل سنڌو جي ڪينالن لاءِ ڪيل وعدو | | -7.6 | -7.6 |
| ڪل استعمال | -29.4 | -69.5 | -69.5 |
| واڌ ويجهہ لاءِ پاڇي | 3.0 ملين ايڪڙ فوٽ | 20.8- ملين ايڪڙ فوٽ | 11.8- ملين ايڪڙ فوٽ |
| (+)، استعمالن جي هاڻوڪي سطح کان وڌيڪ واڌ ويجهہ لاءِ حاشيو | +10% | | |
| (ــ) استعمالن جي هاڻوڪي سطح کان هيٺ لاٽ لاءِ حاشيو | | -34% | -19% |

جهلم - چناب زون ۾ واڌي 3.0 ملين ايڪڙ فوٽ تائين وڌي ٿي، جيڪو سرشتي جي هاڻوڪن اُسريل استعمالن تي واڌ ويجهہ لاءِ 10 سيڪڙو حاشيو آهي. سنڌو واري سرشتي ۾ واڌي مڪمل طور تي ميساريو ويو آهي. اُتي درحقيقت تربيلا کان اڳ وارين حالتن ۾ استعمال جي هاڻوڪي گهٽ سطح ۾ ٿيندڙ لاٽ لاءِ 34 سيڪڙو حاشيو ڏيندي 20.8 ملين ايڪڙ فوٽ جي کوٽ آهي. تربيلا کان پوءِ بہ کوٽ 11.8 ملين ايڪڙ فوٽ جي حد تائين هوندي، جيڪو لاٽ جو 19

سيڪڙو حاشيو آهي.

مٿيون تجزيو انتهائي لغو انصاف ڪان وانجهيل ۽ ناقابل قبول صورتحال ٿو پيش ڪري جيڪا زوننگ وگهي پيش اچڻ اٽتر آهي. ان مان 75 سيڪڙو انحصاريت تي پاڻيءَ جي پاڇيءَ کي پڻ نامناسب انداز ۾ سامهون آڻڻ پڻ ظاهر ٿئي ٿو.

5. تريمو پنجند ۽ اسلام جي مڪمل طور تي سنڌو تي هئڻ جي صورت ۾ جهڙي ريت پنجاب طرفان ڇاٽايو ويو آهي، زوننگ هئڻ واري صورتحال ۾ واڌي/ ڪوٽ لاءِ هڪ اضافي مشق ڪئي وئي آهي پر دريائي وهڪرن ۽ نقصانن ۽ لاين لاءِ انگ اکر حقيقي پسنداٽا تاريخي سطحن وارا ڪنيا ويا آهن. رم اسٽيشن تي آمد کي مٿان گذريل ٽيهن سالن دوران 'معتدل' وهڪرن طور تصور ڪري سگهجي ٿو. ساڳي ريت، دريائن ۾ تاريخي نقصانن ۽ لاين کي سنڌو جي پاڻين بابت ذيلي ڪميٽيءَ جي ڏنل انگ اکرن طور اختيار ڪري سگهي ٿو. پارتي استعمال ۽ لنک نقصان هن مشق ۾ برقرار رکيا ويا آهن جيتوٽيڪ سنڌ کي اِهي قبول ناهن. ساڳي ريت پنجاب طرفان اختيار ڪيل گذريل پنجن سالن جا سراسري استعمال (اُسريل استعمال) هن مشق ۾ برقرار رکيا ويا آهن. جيتوٽيڪ سنڌ انهن کي ورڇ لاءِ ليکڻ واسطي ورهاڱي کان اڳ تاريخي حقن جي حوالي سان ڪا ساک نہ هئڻ ڪري قبول نہ ڪيو آهي. سامهون ايندڙ تصوير هيٺ جدول 3 ۾ ڏجي ٿي:

<u>جدول 3</u>

هيئين واسطي حقيقت پسنداٽي انگن اکرن لاءِ پنجاب جي جدول ۾ درستگي ڪئي وئي:

(i) 75 سيڪڙو انحصار جوڳي بدران 'معتدل' وهڪرا

(ii) نقصانن ۽ لاين جو تاريخي انداز

ملين ايڪڙ فوٽ

| | جهلم - چناب زون (تريمو پنجند ۽ اسلام کان سواءِ) | سنڌو زون (تريمو پنجند ۽ اسلام سوڌو) | |
|---|---|---|---|
| | | تربيلا کان اڳ | تربيلا کان پوءِ |
| معتدل وهڪرو | جهلم 22.6<br>چناب 26.7 | 93.5 | 93.5 |
| ٽوٽل وهڪرا | 49.3 | | |
| ڪُل وهڪرن ۾ پارتي استعمال | _1.3 | _0.2 | _0.2 |
| دريائي نقصان | +0.3 | -9.9 | -9.9 |
| آبي ذخيرا/ڍنڍون/ لنڪس جا نقصان | -3.6 | -3.0 | -3.0 |
| استعمال نہ سگهڻ جوڳو ٻوڏ جو وهڪرو | -3.0 | +3.0<br>-27.0 | +3.0<br>-18.0 |
| ڪُل ڏار ڪرڻ جو عمل | -7.6 | -37.1 | -28.1 |
| حتمي استعمال جوڳو ڪاٿو | 41.7 | 56.4 | 65.4 |
| هاڻوڪو استعمال (گذريل پنجن سالن جو سراسري) | -29.4 | -61.9 | -61.9 |
| اڃان مڪمل نہ ٿيل سنڌو جي ڪينالن لاءِ واعدو | -7.6 | -7.6 | |
| ڪُل استعمال | -29.4 | -69.5 | -69.5 |
| واڌ ويجهہ لاءِ پاڇي | 12.3 | -13.1 | -4.1 |
| هاڻوڪي سطح کان وڌيڪ واڌ ويجهہ لاءِ حاشيو | +42 سيڪڙو | | |
| (_) استعمالن جي هاڻوڪي سطح کان هيٺ لاٿ لاءِ حاشيو سيڪڙو (_) | | _21 سيڪڙو | _7 سيڪڙو |

اِهو پروڙبو تہ رم استيشن تي موجودگيءَ کي 'معتدل' تائين وڌائڻ سان، سنڌو زون ۾ ڪوٽ تربيلا کان اڳ واري عرصي ۾ 20.8 ملين ايڪڙ فوٽ کان گهٽبي 13.1 ملين ايڪڙ فوٽ ٿئي ٿي، اِها بہ استعمال جي هاڻوڪي سطح کان هيٺ لاٿ لاءِ 21 سيڪڙو جوڙو شاهي حاشيو باقي ٿو رهي. تربيلا کان پوءِ وارين حالتن تي، 'معتدل' رم استيشن موجودگيون ڪٽنديون، زوننگ 4.1 ملين ايڪڙ فوٽ جي ڪوٽ ڏئي سگهي ٿي، جيڪو تربيلا آبي ذخيري کي مڪمل طور تي ڪتب آڻڻ کان پوءِ بہ مستقبل جي لاٿ لاءِ 7 سيڪڙو حاشيو رهندو. ٻئي پاسي، جهلم - چناب زون تي،

پاڇيون 2.0 ملين ايڪڙ فوٽ کان وڌيڪ 12.3 ملين ايڪڙ فوٽ تي ويندئون، جنهن سان زون ۾ استعمالن جي هاٽوڪي سطح کان وڌيڪ واڌ ويجهہ لاءِ 42 سيڪڙو حاشيو فراهم ٿيندو.

ان ريت اِهو واضح آهي تہ زوننگ واري رٿ سمورن معيارن جي لحاظ کان ناانصافيءَ تي ٻڌل تہ آهي، غير اخلاقي پڻ آهي. تربيلا آبي ذخيري کي مڪمل طور تي سنڌو زون تي وجهڻ ان جي 'استعمال جي هاٽوڪي سطح' لاءِ ڪوٽ جو سبب ٿو بڻجي ۽ جهلم - چناب زون کي وڌيڪ 42 سيڪڙو حاصل ڪرڻ جي وٿي ٿو ڏئي. بلاشبہ پنجاب چاهي ٿو تہ جهلم - چناب زون وڌي ويجهي ۽ سنڌو زون جيئن پوءِ تيئن هيٺو ٿيندو رهي.

6. زوننگ تصور جي فريب کي وڌيڪ ثابت ڪرڻ لاءِ، تريمو پنجند ۽ اسلام جي ڏيلي زون تي ئي برقرار رهڻ جي صورت ۾ ڪوٽن ۽ واڌين کي لهڻ ۽ 1947 ۾ استعمالن جي سطح يعني سنڌ - پنجاب ٺاهہ جي تفويضن يا ورهاڱي کان اڳ وارن پنجن سالن دوران سراسرين مان جيڪي بہ وڌيڪ هجن تي ڪم ڪرڻ لاءِ واپڊا جي ڪمپيوٽر سينٽرکي هڪ اڀياس ڏنو ويو. انهيءَ منطق پويان فلسفو اِهو آهي تہ 1947 کان پوءِ اُسريل ڪينالي استعمالن جي ڪنهن بہ ريت متبادل لاءِ ڪا دعويٰ نٿي بڻجي.

مٿين اڀياس ذريعي ظاهر ڪيل ڪوٽ ۽ واڌيءَ جي صورتحال هيٺين جدول پٽاندڙ آهي:

ملين ايڪڙ فوٽ

| عرصو | جهلم - چناب زون (منگلا سيمت) | | سنڌو زون (چشما سميت) | |
|---|---|---|---|---|
| | ايرندا دريا ڪوٽ | ڪجهہ بہ نہ واڌي | پنجند پاڻهين ڪوٽ | ڪجهہ بہ نہ واڌي |
| اپريل - مئي | ڪجهہ بہ نہ | 0.62 | 0.12 | 2.08 |
| جون | ڪجهہ بہ نہ | 2.36 | ڪجهہ بہ نہ | 4.37 |
| جولاءِ - آگسٽ | ڪجهہ بہ نہ | 6.84 | ڪجهہ بہ نہ | 17.90 |
| سيپٽمبر | ڪجهہ بہ نہ | 0.20 | 0.04 | 1.73 |
| ڪُل خريف | ڪجهہ بہ نہ | 10.03 | 0.16 | 26.08 |
| ڪُل ربيع | 0.07 | 0.48 | 1.74 | 3.21 |
| ڪُل ساليانو | 0.07 | 10.51 | 1.90 | 29.29 |

مٿين جدول واري ايپاس جا نتيجا ڏيکارين ٿا تہ ذيلي زون ۾ عملي طور تي ڪابہ کوٽ نہ هئڻ دوران، سنڌو زون ۾، خاص طور تي ربيع دوران 1.74 ملين ايڪڙ فوٽ جي کوٽ آهي. ربيع واريون اِهي کوٽون تربيلا طرفان گهربل نيڪ ثاڪ اثر/ ثمر فراهم ڪرڻ تائين جاري رهنديون.

7. ان کان سواءِ، ڪمپيوٽر سينٽر کي، گڏريل پنجن سالن جي سراسري استعمالن جي پوئواري واري پنجاب جي پنهنجي وڪالت ڪيل پيماني کي اختيار ڪندي جهلم - چناب زون ۽ ذيلي ندين تي تريمو پنجند ۽ اسلام سوڌو سنڌو زون ۾ کوٽن ۽ واڌين کي سامهون آڻڻ لاءِ هڪ وڌيڪ ايپاس ڏنو ويو. سنڌ انهن تيار ڪيل استعمالن (گڏريل پنجن سالن جا سراسري استعمال) کي تفويض لاءِ پنجاب کي ڪنهن حق جي حصول طور قبول نٿي ڪري. اِهي اُسريل استعمال هن مشق جي فقط علمي مقصدن لاءِ ئي اختيار ڪيا ويا هئا تہ جيئن اِهو ڏيکاري سگهجي تہ انهن استعمالن جي مدد سان، سنڌو دريا مان منتقليءَ جي ڪنهن وهنوار کان سواءِ بہ ذيلي زون جون گهرجون ذيلي ندين جي موجودگيءَ مان پوريون ڪري سگهجن ٿيون، ۽ گڏوگڏ نام نهاد زوننگ تصور کي پڻ رد ڏئي سگهجي. انهيءَ ايپاس جو هڪ مڪمل تجزيو "ايپاس نمبر IWC_7 تي وضاحتي نوٽ" ۾ ڏنو ويو آهي. اهو تجزيو ڏيکاري ٿو تہ تريمو پنجند ۽ اسلام کي مڪمل طور تي ذيلي ندين تي وجهڻ جي باوجود جهلم - چناب زون ۾ 'استعمالن جي هاڻوڪي سطح' جي حوالي سان ڪابہ کوٽ ناهي. درحقيقت ڪنهن معتدل سال دوران زون ۾ وڌيڪ بهتريءَ لاءِ گنجائش موجود آهي. ٻئي پاسي سنڌو تي، تريمو پنجند ۽ اسلام جي گهرجن کي خارج ڪرڻ کان پوءِ بہ تربيلا کان اڳ واري عرصي دوران 'استعمالن جي هاڻوڪي سطح' جي پورائي ۾ وڏي کوٽ موجود آهي. تربيلا جي شروع ٿيڻ کان پوءِ ۽ تربيلا آبي ذخيري جي 0.60 ملين ايڪڙ فوٽ واري تاريخي نقصانن ۽ لاين سان سنڌو دريا جي بيراجن جي 'استعمالن جي هاڻوڪي سطح' ئي وڏي مشڪل سان پوري ٿيندي.

اِهو ايپاس انتهائي معلوماتي ۽ ڪيترن ئي پهلوئن ۾ انڪشاف ڪندڙ آهي ۽ جيڪڏهن ڪميٽي اِهو هٿ ڪري ٿي سگهي تہ انهيءَ ڳنڀير ڪيس کي سمجهڻ ۾ وڏي واهر ڪري سگهي ٿو.

اِهو ذڪر ڪرڻ برمحل ٿيندو تہ مٿين پيراگرافن ۾ بحث هيٺ آندل وهندڙ پاڻيءَ جي موجودگيءَ جو توازن واڌ ويجهہ لاءِ ذيلي زون ۾ موجود وڏي شاهي

لچڪ کي مد نظر رکڻ کان سواءِ مڪمل نہ ٿيندو. اڳيئي اُسريل ٽيوب ويل پاڻيءَ جي موجودگي ۾ مستقبل ۾ ان جي بهتريءَ جي وڌن امڪانن. منگلا جي ضابطي وار اثرن ۾ بين الدريائي لنڪس جي لاڳين کي اکيون پوري نر انداز نٿو ڪري سگهجي. جنهن لاءِ مجموعي طور تي سنڌو دريا جي مرڪزي علائقي ۾ موجود نيم ريگستاني حالتن جي پيٽ ۾ ذيلي زون ۾ موافق آب هوائي حالتون موجود آهن. جت ذيلي زون جي ڪنهن بہ ايراضيءَ ۾ کوٽ جي صورت ۾ جاٽايل لچڪن ذريعي هڪ واهر فراهم ڪري سگهجي ٿي. سنڌو دريا جي باقي سموري ايراضيءَ ۾ اهڙو ڪو امڪان ميسر ناهي.

**واپڊا جي ڪمپيوٽر سينٽر ذريعي ڪرايل اڀياس نمبر 7-IW تي وضاحتي نوٽ**

سنڌو دريا جي مرڪزي وهڪري گڏوگڏ تريمو پنجند ۽ اسلام کي مڪمل طور تي ذيلي ندين مان پرڻ جي صورت ۾ ذيلي ندين واري سرشتي ۾ کوٽ يا واڌيءَ جو معلوم ڪرڻ لاءِ واپڊا جي ڪمپيوٽر سينٽر کي هڪ اڀياس ڪرڻ جو ڪم سونپيو ويو. ٽُز نمونن جي بنياد بابت صورتحال جانچڻ لاءِ اختيار ڪيل استعمالن جي هاڻوڪي سطح. (گذريل پنجن سالن جي سراسري) يا وري سنڌ - پنجاب ٺاهہ جي تفويضن مان جيڪا بہ وڌيڪ هئي. اڀياس جو مقصد. مخفي جي ورڇ جي مقصدن واسطي انهي اُسريل استعمال مدنظر رکيا ويئن. ڪمپيوٽر جا اخذ ڪيل نتيجا سنڌو دريا جي پاڻين بابت ڪميٽيءَ لاءِ انتهائي دلچسپ ثابت ٿيندا.

**I. اڀياس لاءِ قياس:**

اُهي قياس جن تي هيءَ اڀياس آڌاريل هو سي هيٺ ڏجن ٿا:

(i) سنڌو ۽ ذيلي ندين ٻنهي لاءِ گذريل ٽيهن سالن (1940 کان 1970) جي معتدل کي پاڻيءَ جي مقدار جي موجودگيءَ طور ورتو ويندو.

(ii) اختيار ٿيندڙ استعمال 'استعمالن جي هاڻوڪي سطح' هئڻ گهرجي. جيڪا اپريل 1965 کان مارچ 1970 تائين گذريل پنجن سالن جي استعمالن جي سراسري آهي. يا سنڌ - پنجاب ٺاهہ جون تفويضون. جيڪو بہ انهن مان وڌيڪ هجي.

(iii) نقصانن ۾ لاڳين لاءِ هرزا جو انداز/ طريقو اختيار ڪيو وڃي. جيڪو سمورن دريائن جي رسائي لاءِ هرزا جو ڪفائتي نمونو استعمال ٿو ڪري

(iv) سمورن ذيلي ڪينالي سرشتن جون مڪمل گهرجون جهلم / چناب / منگلا مان پوريون ٿيڻيون آهن.

## II. موجودگي

هيءَ 10. روزانو جي بنياد تي ٽيهن سالن (اپريل 1940 کان مارچ 1970) جي معتدل طور ڳڻ ڳوت ڪيل آهي. نتيجن جو تت هيٺين ريت آهي:

A۔ ذيلي نديون (سمورا قدر / مُلهه ملين ايڪڙ فوٽ ۾)

| | ربيع | خريف | ساليانو |
|---|---|---|---|
| منگلا تي جهلم | 4.83 | 17.8 | 22.63 |
| مرلا تي چناب | 4.61 | 22.06 | 26.67 |
| منگلا | 5.34 | _5.34 | - |
| ڪُل | 14.78 | 34.52 | 49.30 |

B۔ سنڌو جو مرڪزي وهڪرو

| | | | |
|---|---|---|---|
| سنڌو | 13.26 | 80.26 | 93.52 |
| چشما | 0.79 | -0.79 | - |
| ڪُل | 14.05 | 79.47 | 93.52 |
| ڪُل A ۽ B | 28.83 | 113.99 | 142.82 |

پارتي دريائن کان آمد ڪجهه بہ نہ تصور ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ اِها حقيقت نظر انداز ڪئي وئي آهي تہ انهيءَ وسيلي کان وهڪرن جي وصولي اٽڪل آهي.

## III۔ تجويز ڪيل استعمال (سمورا قدر / مُلهه ملين ايڪڙ فوٽ ۾)

| عرصو | گذريل پنجن سالن جا سراسري استعمال (اپريل 1965 - مارچ 1970) | سنڌ - پنجاب ناهه تفويضن. موجود بيراج ترجيح I، II ۽ III تحت | بيون تفويضون | 2 ۽ 3 جو ڪُل (2+3) | اپياس لاءِ اختيار ڪيل |
|---|---|---|---|---|---|
| | 1 | 2 | 3 | 4 | 5 |
| **A- ذيلي زون** | | | | | |
| ربيع | 13.12 | 9.12 | - | 9.12 | 13.12 |
| خريف | 27.96 | 22.88 | 0.81 | 23.69 | 27.96 |
| ڪُل | 41.08 | 32.00 | 0.81 | 32.81 | 41.08 |
| **B- سنڌو ريا جو اوپارو** | | | | | |
| ربيع | 3.12 | 2.05 | 0.22* | 2.17 | 3.12 |
| خريف | 6.40 | 6.23 | 1.65* | 7.88 | 6.40 |
| ڪُل | 9.52 | 8.28 | 1.77 | 10.05 | 9.52 |
| **C- سنڌو ريا جو لهوار** | | | | | |
| ربيع | 12.35 | 10.71 | - | 10.71 | 12.35 |
| خريف | 27.73 | 35.84 | 0.65** | 36.49 | 35.84 |
| ڪُل | 40.08 | 46.55 | 0.65 | 47.20 | 48.19 |
| **D- ساليانو** (ڪمپيوٽر اپياسن جي مقصد لاءِ اختيار ڪيل) | | | | | |
| ذيلي زون | | | | | 41.08 |
| سنڌو جو اوپارو | | | | | 9.52 |
| سنڌو جو لهوار | | | | | 48.19 |
| ڪُل | | | | | 98.79 |

* سنڌ - پنجاب ناهه جي ترجيح IV تحت اضافي تفويض

** سنڌ پنجاب ناهه تحت وچولي سنڌ جي چاڙهه وارن ڪينالن لاءِ اضافي تفويض

مٿين مان اِهو نظر ايندو تہ گذريل پنجن سالن جي استعمالن جا سمورا حقيقي سراسري ربيع وران ذيلي نين ۽ سنڌو جي مرڪزي وهڪري پنهي لاءِ سنڌ - پنجاب ناهہ جي تفويضن کان وڌيڪ رهيا آهن. ان ڪري هن اپياس جي مقصد واسطي گذريل پنجن سالن جي استعمال جي سراسري جا اِهي انگ اکر اختيار ڪيا ويا آهن.

خريف ۾ ذيلي ندين جا بيراج اڳيئي پنهنجي تفويضن کي اورانگهي چڪا آهن (بشمول ترجيح IV تحت اضافي تفويضون) ۽ ان ڪري انهن جا 'هاڻوڪا' پنجن سالن جا سراسري اختيار ڪيا ويا آهن.

خريف لاءِ سنڌو دريا تي، اجان تياري هيٺ ٻن رٿائن يعني غلام محمد ۽ گڊو لاءِ ترجيح I، II ۽ III جي مڪمل ٿيڻ تائين سنڌ ـ پنجاب ٺاهه ۾ مڪمل استعمال فراهم ڪيا ويا ۽ ان ريت خريف لاءِ سنڌو جي بيراجن جي تفويضن جو تعين هن اپياس جي آڌار تي ڪيو ويو.

اِهو نوٽ ڪري سگهجي ٿو تہ ٿل لاءِ ترجيح IV جي 1.65 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ وچولي سنڌ جي چاڙهہ وارن ڪينالن جي 0.65 ملين ايڪڙ فوٽ تفويض کي انهيءَ ڪمپيوٽر اپياس لاءِ منظر نہ رکيو ويو آهي. انهن ٻنهي استعمالن کي اپياس جي نتيجن تي بحث دوران وڌيڪ نبيربو.

## IVـ نقصان ۽ لاپ (هرزا جا)

هن اپياس جي مقصد واسطي، سمورن دريائن جي آمد جي رسائي لاءِ هرزا جي شريڪ ڪار گذارين سان هرزا جو ڳڻ ڳوت وارو طريقو اختيار ڪيو ويو. منگلا کان رسول وچ ۾ پهچندڙ نندين جهرڻن جي اڻ ماپيل وهڪرن کي بعد ۾ ٿيندڙ اپياسن ۾ هرزا جي استعمال ڪيل قدر موجب تصور ڪيو ويو آهي. هرزا طرفان سنڌو جي بيراجن تي ڍنڍ جو ڪوبہ نقصان نہ ليکيو ويو آهي.

ان ريت ڳڻ ڳوت ڪيل نقصان ۽ لاپ هيٺين ريت آهن:

ملين ايڪڙ فوٽ

| عرصو | دريائي لاپ(+) نقصان(ـ) | لنڪس جا نقصان (ـ) | ڍنڍ جا نقصان(ـ) | ڪُل |
|---|---|---|---|---|
| Aـ ذيلي نديون | | | | |
| ربيع | +0.35 | ـ0.94 | ـ0.29 | -0.88 |
| خريف | ـ0.65 | ـ1.32 | ـ0.44 | -2.41 |
| ڪُل | -0.30 | -2.26 | -0.73 | -3.29 |
| Bـ سنڌو دريا | | | | |
| ربيع | | | | 1.60 |
| خريف | | | | -12.7 |
| ڪُل | | | | -13.67 |

مٿيان انگ اکر انتهائي معتدل آهن جهڙي ريت پيرا VII ۾ ڏيکاريو.

## V- عملي پيمانو

عملي اڀياس لاءِ هيٺيون پيمانو اختيار ڪيو ويو:

(i) اپرندي دريائن جي حصيداري بنهه نه هئڻ ليکيندي، سمورين ذيلي رٿائن بشمول تريمو پنجند ۽ TSMB (اسلام) جون ضرورتون جهلم، منگلا ۽ چناب مان پوريون ڪيون وينديون.

(ii) سنڌو کان ذيلي زون ڏانهن ڪابه منتقلي نه ليکي وئي.

(iii) سنڌو جي بيراجن جي استعمال لاءِ آڪٽوبر ۽ نومبر ۾ چشما آبي ذخيرو ڪتب آندو ويو آهي.

(iv) جهلم، منگلا ۽ چناب مان تجويز ڪيل گهرجن جي پورائي ۾ ڪابه ڪوٽ/ لاٿ ذيلي زون ۾ ڪوٽ طور ڏيکاري وئي آهي.

(v) سنڌو تي پڻ تجويز ڪيل استعمالن لاءِ اهڙين ئي ڪوٽن تي ڪم ڪري ڏيکاريو ويو آهي.

(vi) پنجند کان واڌيءَ کي سنڌو جي بيراجن تي استعمال لاءِ ڪتب آندو ويو آهي.

## VI- اڀياس جا نتيجا

(a) اڀياس:

هن اڀياس جا نتيجا ظاهر ٿا ڪن ته 'استعمالن جي هاڻوڪي سطح' جي پوئواري ۾ ڪوٽن ۽ واڌين (ملين ايڪڙ فوٽ ۾) هيٺين ريت آهن:

| عرصو | ذيلي زون بشمول منگلا | | سنڌو زون بشمول چشما | |
|---|---|---|---|---|
| | ڪوٽ | واڌي | ڪوٽ | واڌي |
| اپريل - مئي | ڪجهه به نه | 0.03 | 0.12 | 2.24 |
| جون | ڪجهه به نه | 0.20 | ڪجهه به نه | 4.53 |
| جولاءِ - آگسٽ | ڪجهه به نه | 3.88 | ڪجهه به نه | 20.88 |
| سيپٽمبر | 0.37 | 0.21 | 0.07 | 2.61 |
| ڪُل خريف | 0.37 | 4.32 | 0.19 | 30.26 |
| ڪُل ربيع | ڪجهه به نه | 0.44 | 2.94 | 0.08 |
| ڪُل ساليانو | 0.37 | 4.76 | 3.13 | 30.34 |

**b) تريمو پنجند ۽ اسلام سميت ذيلي ندين جي صورتحال:**

منگلا ڪان ربيع جي ڪُل طلب ڪمپيوٽر اپياس موجب 4.96 ملين ايڪڙ فوٽ آهي. جيڪڏهن اِها طلب منگلا جي 5.34 ملين ايڪڙ فوٽ مان مڪمل طور تي پوري ٿئي ٿي ته پوءِ منگلا جي پاڻين جو باقي بچندڙ 0.38 ملين ايڪڙ فوٽ سيپٽمبر مهيني دوران ڪتب آڻي سگهجي ٿو. سيپٽمبر مهيني دوران منگلا جا چوڙ 0.75 ملين ايڪڙ فوٽ گهربل هجن ٿا. ربيع دوران 0.38 ملين ايڪڙ فوٽ جي واڌي استعمال ڪندي سيپٽمبر ۾ حتمي ڪوٽ 0.37 ملين ايڪڙ فوٽ تي بيٺجي.

اِها ڪوٽ خريف ۾ 1.12 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ ربيع ۾ 2.45 ملين ايڪڙ فوٽ واري اضافي موجودگيءَ مان سولائي سان پوري ڪري سگهجي ٿي جيڪڏهن هرزا جي نقصانن ۽ لاين بدران وڌيڪ حقيقت پسنداڻي تاريخي نقصانن ۽ لاين کي ترجيحي طور تي اختيار ڪيو وڃي.

پيو متبادل انهيءَ ڪوٽ جي پورائي لاءِ پنجند ڪان لهواري تي ذيلي ندين جو اضافي پاڻي (سيپٽمبر جو 0.21 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ ربيع جو 0.44 ملين ايڪڙ فوٽ) ڪتب آڻڻ آهي. پر ان سان سنڌو جي بيراجن تي ڪوٽ ۾ اضافو ٿيندو چاڪاڻ جو اپياس موجب اِها واڌي سنڌو جي لهواري وارن بيراجن جون گهرجون پوريون ڪرڻ لاءِ ڪتب ٿي اچي.

ان ريت، ذيلي ڪينالي سرشتن جون 'هاٽوڪيون' سمورين گهرجون (جن کي ڪنهن به ريت حق ليکي نٿو سگهجي) سولائي سان، ڪنهن به ڪوٽ جو شڪار ٿيڻ ڪان سواءِ جهلم / چناب / منگلا مان پورو ڪري سگهجي ٿو. اِهو منگلا ۽ لنڪ جي منظم اثرن سان گڏ منگلا آبي ذخيري جي استعمال سان ممڪن آهي.

**c) تريمو پنجند ۽ اسلام ڪان سواءِ سنڌو جي صورتحال**

هئي پاسي، سنڌو جو مرڪزي وهڪرو/ حقيقي ڪوٽون ٿو ڏيکاري، جيڪي تربيلا ڪان اڳ واري دور ۾ برقرار رهنديون. چاڪاڻ جو آڪٽوبر ۽ نومبر دوران سنڌو جي بيراجن لاءِ چشما کي ڪتب آڻڻ جي باوجود، هن مهل ڊيم لاءِ ڪوبه ضابطي ڪار موجو ناهي.

مٿي پيرا III ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته هن اپياس ٿل ۽ وچولي سنڌ جي چاڙهه وارن ڪينالن جا اضافي استعمال شامل نه ڪيا آهن جيڪي خريف ۾ 2.3 ملين ايڪڙ فوٽ (جنهن مان 0.97 ملين ايڪڙ فوٽ ڪوٽ وارن مهينن ۾ آهن) ۽ ربيع ۾ 0.12 ملين

ايڪڙ فوٽ تائين ٿين ٿا. انهن استعمالن سان، ڪوٽ خريف ۾ 1.16 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ ربيع ۾ 3.06 ملين ايڪڙ فوٽ تائين وڌي ويندي

هيٺ پيرا VII ۾ واضح ڪيو ويو آهي تہ جيڪڏهن تاريخي نقصان ۽ لاڀ اختيار وجن تہ اپياس ۾ قياس ڪيل ڪان وڌيڪ سنڌو دريا ۾ خريف ۾ 1.29 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ ربيع ۾ 2.46 ملين ايڪڙ فوٽ اضافي فراهميون حاصل ڪري سگهجن ٿيون. انهن اضافي موجودگين سان، تربيلا کان اڳ واري دور ۾، سنڌو ۾، ڪوٽ ربيع دوران 0.60 ملين ايڪڙ فوٽ تائين برقرار رهي سگهي ٿي. ان ڪري اِهي ڪوٽون تربيلا جي شروع ٿيڻ کان پوءِ ان مان پوريون ڪري سگهجن ٿيون جهڙي ريت منگلا ذيلي ڪينالن لاءِ ڪيو آهي.

## VII۔ تاريخي نقصانن ۽ لاڀن واري صورتحال سان

جهڙي ريت III نقصان ۽ لاڀ (هرزا جا) ۾ وضاحت ڪئي وئي آهي تہ هرزا جي قياس ۽ ڏنلن ۽ ٻين نقصانن جا ڏنل انگ اکر غير مناسب ريت معتدل آهن. اصل ۾ تاريخي نقصان ۽ لاڀ حقيقت پسندانا نتيجا ٿا ڏين. تاريخي نقصانن ۽ لاڀن جو ڪمپيوٽر سيل ڪاٿو لڳايو آهي ۽ حقيقي بنيادن تي وچٽري نقصانن ۽ لاڀن کي هرزا جي انگن اکرن سان هيٺين ريت پيٽايو ويو آهي:

**ذيلي نديون**

لاڀ(+) ملين ايڪڙ فوٽ. نقصان (-) ملين ايڪڙ فوٽ

| | ربيع | خريف | ڪُل |
|---|---|---|---|
| هرزا جا | -0,88 | -2.41 | -3.29 |
| تاريخي | +1.57 | -1.29 | +0.28 |
| اضافي موجودگي | 2.45 | 1.12 | 3.57 |
| 2. سنڌو هرزا جا | -1.60 | -12.07 | -13.67 |
| تاريخي | +0.86 | -10.78 | -9.92 |
| اضافي موجودگي | 2.46 | 1.29 | 3.75 |

اِهو پروڙيو تہ حقيقي عمل ۾ حاصل ڪيل حقيقت پسندانو انداز ذيلي ندين ۾

خريف دوران 1.12 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ ربيع دوران 2.45 ملين ايڪڙ فوٽ جون اضافي فراهميون ڏينديون سموريون ڪوٽون مڪمل طور تي ختم ٿو ڪري ۽ ڪنهن گهٽتائي واري سال ۾ وڌيڪ ترقيءَ لاءِ اضافي ست ٿو فراهم ڪري

ساڳي ريت. سنڌو تي ب دريا جي وهنوار جو حقيقت پسنداڻو انداز خريف ۾ 1.29 ملين ايڪڙ فوٽ ۽ ربيع ۾ 2.46 ملين ايڪڙ اضافي موجودگي ٿو ڏئي. ان ريت ربيع جي ڪوٽ 3.06 ملين ايڪڙ فوٽ کان گهٽجي 0.60 ملين ايڪڙ فوٽ ٿئي ٿي، جڏهن ته خريف جي ڪوٽ ختم ٿيو وڃي. ايستائين جو تربيلا جي شروع ٿيڻ کان پوءِ به 'استعمالن جي هاٽوڪي سطح' تائين پهچڻ واسطي ان جي 0.60 ملين ايڪڙ فوٽ ذخيري جي ضرورت رهندي

## VIII) ترقي / واڌ ويجهه واسطي ست (Petential for Development)

### ڪمپيوٽر اپياس مان سامهون ايندڙ صورتحال جو تت ڪيجي

| | ذيلي نديون | سنڌو | |
|---|---|---|---|
| 1. منطور ٿيل تفويض | 32 81 | 57 25 | |
| 2. 'استعمالن جي هاٽوڪي سطح' | 41 08 | 57.71<br>+2.30 | (ٿل ۽ وچولي سنڌ جا چاڙهه وارا ڪينال) |
| 3. تفويضن کان وڌيڪ اضافي / گهٽ استعمال | +8.28 | +2.76 | |
| 4. ٿل ۽ وچولي سنڌ لاءِ نهڪايل هرزا نقصانن ۽ لاين سان 'استعمالن جي هاٽوڪي سطح' ڪري سرشتي ۾ ڪوٽ / واڌي | +4 76<br>-0.37 | +30 34<br>-1.33 | -3.13<br>-0 97 |
| 5. تاريخ نقصانن ۽ لاين جي درستگي | +3.57 | +3.75 | |
| 6. تاريخي نقصانن ۽ لاين سان واڌيون (5+4) | 7 9 | 28 66 | |
| 7. حتمي طور تي گهٽ ۾ گهٽ استعمال نه ٿي سگهڻ جوڳا پوڌ جا وهڪرا (تربيلا کان پوءِ) | -3.00 | +3.00<br>-18.00 | |
| 8. 'استعمالن جي هاٽوڪي سطح' کان مٿي ترقياتي ست (6_7) | 4 96 | 13.66 | |
| 9. منظور ٿيل تفويضن کان مٿي ترقياتي ست (3_8) | 13 24 | 16.42 | |
| 10. منظور ٿيل تفويضن کان مٿي سيڪڙو وار ترقياتي ست | 40% | 29% | |

مٿين مان اِهو پروڙيو تہ سنڌو، گڏوگڏ تربيلا کان پوءِ واري مڪمل ترقيءَ کان پوءِ، جڏهن فقط 18 ملين ايڪڙ (بشمول 3 ملين ايڪڙ فوٽ پنجند مان) سمنڊ ڏانهن ويندا. ذيلي ندين تي 40 سيڪڙو جي برعڪس، هاڻوڪي منظور ٿيل تفويضن کان فقط 29 سيڪڙو ئي استعمال لاءِ اضافي فراهميون موجود هونديون. ان ڪري پاڻين جي ورهاست سنڌو ۾ وڌيڪ متوازن آهي ۽ ذيلي ندين جي حق ۾ ڪني هئڻ جي باوجود ذيلي نديون ڪمل طور ڊار ڊار ٿيون رهن. مٿين ذيلي ندين جي لنڪڻ سرشتي کي ميسر وڏي شاهي لچڪ ۽ انتهائي وشال استعمال جوڳي زيرِ زمين پاڻيءَ جي ذخيري جي باوجود اُسريل ۽ ست پرو اسرڻ جوڳي حيثيت جو حامل آهي.

| | |
|---|---|
| Glossary | مفهوم |
| On the Ridge | متاهينءَ تي |
| Live Storage | روان ذخيره |
| Mixing | گاڏڙ |
| Moule (Delta) | مهاڙ |
| Riparia | ڪنڌيءَ |
| Additional Available | اضافي |
| Supplies | موجود فراهمين |
| Workout | ڦلهوڙڻ |
| Live Storage | روان ذخيره |
| Subsitution | متبادل |
| Compensatory | تدارڪ وارين |
| Spill | ڇُلڪڻ |
| Mean Average | معتدل سراسري |
| Flows | وهڪرا |
| Obritorary | آپيشاهاڻي/يڪطرفہ |
| Totatity | ڪاملتا |
| Seepage | ٽمڻ/چنڊڻ |
| Margin(al) | حاشي/حاشيو |
| Leaner | هيٺو |
| Intensity (Crop) | |

| | |
|---|---|
| Allocation | هيٺو |
| Descharges | شدت |
| Tributory (Zone) | تفويض |
| Centeral burer Punjab | ڪٽتون/چوڙ |
| Perenial (Canal) | ذيلي زون |
| Potential | مدامي (واهه) |
| Arid | سٽ |
| Riverain Area | خشڪ/ريگستاني |
| Spilled | ڪچو |
| Machinary | اٿلندڙ |
| Spill | طريقه ڪار |
| Moisture | ڇُلڪو |
| Exact | آلاڻ |
| Efficient Integeration | تز |
| Evoperation | ڪارائتو ڳانڍاپو |
| Allowance | ٻاڦ ٿجڻ |
| Increase | پتو |
| Surplus | وڌي ٿي |
| | واڌي |

سنڌ جي ٽن نمائندن جناب عبدالوهاب شيخ، جناب خليل احمد سومرو ۽ جناب محمد اسماعيل کٽري سنڌ جو پاڻي ڪيس زبردست نموني ۾ فضل اڪبر ڪاميٽي سامهون پيش ڪيو جنهن جا بنيادي نڪتا هُئا، 1945ع وارو سنڌ - پنجاب معاهدي واري ورهاست ۽ پنجاب ۾ جر جي مٿي پاڻي جي گهٽائي، پر ڪاميٽي جي چيئرمين اڻ ڏريو هجڻ باوجود (هُو اُن وقت جي مشرقي پاڪستان مان هو) پنهنجي رپورٽ سنڌ جي فيور ۾ نہ ڏني. نہ رڳو سنڌ پر ٻيا صوبا بہ متفق رپورٽ ڏيڻ تي راضي نہ ٿيا. تنهنڪري چيئرمين پنهنجي رپورٽ ڏني.

محمد ادريس راجپوت

وهاب صاحب سنڌ جو مايہ ناز فرزند، اعلي پائي جو انجنيئر هو، سندس علم جي وسعت جو اندازو تڏهن ٿيندو جڏهن اوهين "هي رپورٽ" تسلي سان اکر بہ اکر بمع جدولن جي پڙهندا.

15 آڪٽوبر 1970 تي حڪومت پاڪستان فضل اڪبر "ڪميٽي" تشڪيل ڏني ۽ هن ڪتاب ۾ سنڌ طرفان پيش ڪيل ڪيس جو بيان آهي.

فضل الله قريشي

هن رپورٽ جي باري ۾ هڪ قصو مشهور آهي، اُهو اِهو تہ جڏهن هي رپورٽ ٺهي ۽ تيار ٿي تہ محترم ذوالفقار علي ڀٽي صاحب جي حڪومت اچي وئي ۽ عبدالوهاب شيخ صاحب سنڌ جو ايڊيشنل چيف سيڪريٽري (ايريگيشن ۽ پاور) هئو ۽ ڏاڍو خوش ٿي ڀٽي صاحب سان مليو ۽ سڄو ذڪر ڪيائين. ڀٽي صاحب رپورٽ ڏسڻ کان پوءِ چيو تہ هيءَ رپورٽ پنجاب جي خلاف لڳي رهي آهي. حقيقت ۾ هئي بہ ڇو تہ هن ۾ سنڌ جو ڪيس هئو ۽ ڀٽي صاحب کي اِهو خيال ٿيو تہ متان پنجاب ڪاوڙجي نہ پوي انهيءَ ڪري انهيءَ رپورٽ کي مٿي آڇجي ٿي نہ ۽ ائين اِها رپورٽ منظرِ عام تان غائب ٿي وئي.

پروفيسر اعجاز اي قريشي